# ديارِ دل
# ۽
# داستانِ محبت

جي. ايم. سيد



جي. ايم. سيد اڪيڊمي
سن، ضلعو ڄامشورو سنڌ
2010ع

جي. ايم. سيد اڪيڊمي ــ ڪتاب نمبر 5

ڪتاب جو نالو: دريا دل ۽ داستانِ محبت
ليکڪ: جي. ايم. سيد
ڇاپو: چوٿون، اپريل 2010ع
ڇپائيندڙ: جي. ايم. سيد اڪيڊمي، سن، ضلعو ڄامشورو سنڌ
ڪمپوزنگ: راڻو خان ميگهواڙ سورج پرنٽرس، حيدرآباد
قيمت: -/300 (ٽي سؤ رپيا)

## ڪتاب ملڻ جا هنڌ



## DIYAR-E- DILL AEN DASTAN-E-MUHABAT

By: G. M. Sayed
Published by: Naz Sanai
Chairman
G. M. Sayed Academy, Sann, Jamshoro, Sindh.
4th Edition April 2010
Book No: 5
Price Rs. 300/=

# ٻه اکر

سائين جي. ايم. سيد پنهنجي هِن مشهور ڪتاب 'ديارِ دل ۽ داستان محبت' لاءِ لکيو ۽ چيو ته سياست تي لکيم ته سزائون مليون، مذهب تي لکيم ته ڪفر جون فتوائون مليون، هاڻي محبت وارن مامرن تي لکڻ تي الائي ڪهڙو انعام ملندو.

سائين جي. ايم. سيد سنڌ جو اهو واحد سياستدان آهي، جنهن پنهنجي فڪر ۽ فلسفي کي ماڻهن تائين پهچائڻ لاءِ، سنئين سڌي ڳالهه ڪرڻ کي ترجيح ڏني ۽ بنا ڪنهن ڊپ ڊاءُ جي پنهنجي ڳالهه ڪندو رهيو اِهو ئي سبب آهي جو سنڌ ۾ جن قلمڪارن کي وڏي حُب ۽ اُڪير مان پڙهيو ٿو وڃي، انهن نالن ۾ سائين جي. ايم. سيد جو نالو سدائين اڳيان اڳيان رهيو آهي، ڇاڪاڻ ته هاڻي سنڌي ماڻهن جو اِن ڳالهه تي ويساهه پڪو ٿي ويو آهي ته جديد سنڌ جي صحيح ۽ سچي تاريخ جو ٻيو نالو جي. ايم. سيد آهي.

جي. ايم. سيد اڪيڊميءَ طرفان سائين جي. ايم. سيد جا سمورا ڪتاب ڇاپيا ويا آهن ۽ ايڊيشن ختم ٿيڻ جي صورت ۾، ان جون نئون ايڊيشن آڻي، سدائين مارڪيٽ ۾ موجود رکڻ واري پاليسيءَ تي عمل ڪيو ويو آهي ۽ 'ديارِ دل ۽ داستان محبت' جو هيءُ اڪيڊميءَ طِرفان چوٿون ايڊيشن آهي، جيڪو سائين جي. ايم. سيد جي هاڻوڪي ورسيءَ جي موقعي تي ٻين ڪتابن سان گڏ پڌرو ڪيو پيو وڃي.

**نازسنائي**

حيدرآباد، سنڌ
12 اپريل 2010ع
موبائيل: 03003946518

# فهرست

# پيش لفظ

در قلم آورد حافظ قصہ لعل لبش
آب حيوان مي رود هردم زاقلامم هنوز
(خواجہ حافظ)

معنيٰ: جڏهن کان حافظ ان جي محبت جي قصي کي لکڻ شروع ڪيو آهي. ان وقت کان اڄ تائين سندس لکيت مان زندگي ٽپڪي رهي آهي.

مذهبي معلومات بنسبت هڪ ڪتاب" جيئڻ ڏنو آهہ مون" نالي سان اڳي لکيو اٿم. جو سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ ڇپجي چڪو آهي ۽ گهڻي ئي نقطہ چينين جو باعث بڻيو آهي.

هاڻ جڏهن عشق جي مسئلي تي پنهنجي تجربن ۽ معلومات جو ذڪر قلم بند ڪيم ٿي، تہ خدشو پيدا ٿيو تہ خبر نہ آهي ان کي الائجي ڪهڙي نموني ورتو ويندو!

گهڻي وقت کان مذهبي، روحاني، نفسياتي ۽ سياسي مسئلن کي اهڙيءَ طرح ورهائي پيش ڪيو ويو آهي، جو اهي زندگيءَ جي عليحده مسئلن جي حيثيت وٺي ويا آهن.

**مذهب:** ملن، پنڊتن ۽ پادرين جي ميراث بڻجي پيو آهي، جنهن ۾ هنن کان سواءِ ٻي ڪنهن جي دست اندازي برداشت نہ ٿي ڪئي وڃي.

**روحانيت:** پيرن، جوڳين، راهبن ۽ فقيرن جو ورثو ٿي پئي آهي، ان ۾ ٻي ڪنهن جي دخل کي جاءِ ڪانہ ٿي ملي.

**نفسياتي** مسئلن کي هڪ طرف پريم ۽ محبت جا نالا ڏئي عزت ۽ احترام سان ياد ڪيو ويو آهي، تہ ٻي طرف ان کي لاهي، بازاري درجي تي آندو ويو آهي.

سياستِ ملڪ خطرناڪ صورت اختيار ڪري، پاڪستان اندر مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي مانوپولي ٿي ويئي آهي. ان ۾ پي ڪنهن ڪي برداشت نٿو ڪيو وڃي.

مذهب تي ڪتاب لکڻ ڪري ملن کان ڪفر جي فتوي ملي.

سياست تي آزاد راءِ جي اظهار ڪري ملڪ دشمنيءَ جا خطاب مليا ۽ ١٢ سال جيل يا نظربنديءَ جون صعوبتون برداشت ڪرڻيون پيئون. هاڻ حضرت عشق تي قلم کڻڻ ڪري خبر نہ آهي تہ ڪهڙو انعام يا سزا ملي!

اڪثر عاشق ۽ صوفي چئي ويا آهن تہ عشق جي رازن کي مخفي رکجي، جو اهي عام جي سمجهہ کان مٿي هئا. حافظ شيرازي فرمائي ٿو تہ:

مصلحت نيست کہ از پرده برون افتد راز.
ورنہ در مجلس رندان خبر نيست کہ نيست.

معنيٰ: صلاح پري ڳالهہ نہ آهي ڳجهن رازن کي پرده کان ڪڍي ٻاهر ڪجي. نہ تہ رندن جي سنگت کي هر قسم جي معلومات آهي.

شاه لطيف فرمايو آهي تہ:

نهائينءَ کان نيهن، سک منهنجا سپرين!
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦ نہ نڪري.

باوجود انهن هدايتن ۽ خوف خطرن جي، دل جهلي هي ڪتاب لکي رهيو آهيان،

گرچہ بدنامي است نزديڪ عاقلان.
مانمي خواهيم ننگ و نام را.

معنيٰ: (جيتوڻيڪ ظاهري عقل وارن جي اڳيان اهي ڳالهيون عيب واريون آهن، پر اسان ننگ ناموس جي طالبن مان نہ آهيون.)

آئون بنيادي طرح جذباتي رهيو آهيان. ڪتاب "پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني" جي ابتدا ۾ لکيو اٿم تہ:

"ننڍپڻ کان وٺي قدرت اثر پذير دل عطا ڪئي هئي. قدرت جا عمده نظارا، مٺا ۽ سريلا آواز، سهڻيون شڪليون ۽ شيون دل تي گهرو اثر پيدا ڪنديون هيون. سٺو ماحول خوشيءَ جي لهر پيدا ڪري موج ۾ آڻي ڇڏيندو هو. هر دردناڪ آواز، واقعو، قصو ۽ نظارو دل کي مغموم بنائي وجهندو هو.

جذبيءَ دل سان گڏ اڪثري غور ۽ فڪر جو مادو به شاملِ حال رهندو هو. ان ڪري بعضي اهڙي حالت ٿيندي هئي جو ويٺي ويٺي ڪنهن ڳوڙهي خيال ۾ گم ٿي ويندو هوس. آس پاس ڇا وهندو واپرندو هو، تنهن جو پتو نه پوندو هوم. پڙهندي پڙهندي ڪتاب سيني تي رهجي ويندو هو. جنهن جو پتو ڪجهه وقت کان پوءِ پوندو هو. ته ڪنهن خيال ۽ فڪر وچ ۾ پئي، پڙهڻ ۾ رڪاوٽ پيدا ڪري ڇڏي هئي.

بعضي ڳالهين ڪندي سلسلءِ ڪلام وچ ۾ قطع ٿي ويندو هو ۽ خاموشي طاري ٿي ڪنهن ڌن ۾ گم ٿي ويندو هوس.

ان وقت اڪثري دوست سجاڳ ڪري پڇندا هئا ته ڪيڏانهن گم ٿي ويو آهين. مطلب ته جذبات ۽ فڪر جي تصادم يا انتشار ڪري، نه گفتگو ۾ رابطو رهندو هو، نه طبيعت ۾ اعتدال.

آئون اڃان سورنهن مهين جو هوس ته والد شهيد ٿي ويو هو. گهر ۾ ٻيو ڪوبه مرد ماڻهو نه بچيو هو. خاندان ۾ اڪين اڳيان اڪيلو بار هئڻ ڪري گهر جي عورتن ڳوٺ کان ٻاهر پڙهڻ لاءِ نه ڇڏيو. ان ڪري تعليم اڌوري رهجي ويئي. سن جي سنڌي اسڪول ۾ ڇهه درجا پڙهڻ بعد مون کي پارسي ۽ عربي پڙهڻ لاءِ قاضي محمد هاشم وٽ ويهاريو ويو.

ان وقت ڏاري شاهه جو رسالو ۽ ديوان حافظ پڙهڻ لاءِ موقعو مليو. اهڙيءَ طرح ڪجهه ڪتابن ۽ ڪجهه صالحن جي صحبت مان پتو پيو ته انساني زندگيءَ جو ڪمال خدا جي سڃاڻڻ ۾ مضمر آهي. خدا جي سڃاڻپ پاڻ سڃاڻڻ بعد حاصل ٿي سگهندي. اهي ڳالهيون ڪيئن حاصل ٿي سگهنديون، ان لاءِ مون کي ٻڌايو ويو ته هيٺيان ٽي رستا ان راهه جي رهنمائي ڪري سگهن ٿا:

(١) تقويٰ يا پرهيزگاري،

(٢) تزڪيءِ نفس يا اندر اجارڻ،

(٣) صحبتِ صالحان يا ست سنگ.

بهتر آهي ته انهن ٽنهي طريقن جي ان وقت ڏسيل معنيٰ ۽ مفهوم بابت ڪجهه ذڪر پڙهندڙن جي معلومات لاءِ پيش ڪريان:

**(١) تقويٰ يا پرهيزگاري:**

ان مان سندن مقصد، بدن صاف رکڻ، ڪپڙا صاف پاڪ پائڻ ڪاڌو

سليس ۽ پوتر کائڻ، زنا کان پرهيز ڪرڻ، حلال جي روزيءَ تي گذر ڪرڻ، نشيدار شين جي استعمال کان گوشو ڪرڻ، ننگي ۽ چوري نه ڪرڻ، گلا ۽ ڪوڙ کان پرهيز ڪرڻ وغيره ڳالهيون شمار ڪيون ويئون ٿي.

**(٢) تزڪيہءِ نفس يا اندر اُجارڻ:**

ان لاءِ عبادت ڪرڻ لازمي قرار ڏني ٿي ويئي. مسلمانن ۾ پنج وقت نماز، تهجد، اشراق، شب بيداري، ورد ۽ وظائف، چله ڪشي، روزا رکڻ، ذاتي ذڪر ڪرڻ وغيره ڳالهيون نهايت ڪارآمد سمجهيون ٿي ويئون.

سندن چوڻ هو ته اندر اجرڻ بعد نور الاهي جون تجليون ڏسڻ جو آسرو هو. جن جي وسيلي اڻ ڏٺل ۽ اڻ ٻڌل رازن جي کلڻ جو امڪان هو.

**(٣) صحبت صالحان يا ست سنگ:**

خدا شناسيءَ لاءِ درويشن ۽ سنتن جي صحبت جي هدايت ڪئي ٿي ويئي، جن مان ڪن کي رهبر يا گرو ونئي، ان جي رهبري هيٺ خدا جي ويجهو ٿيڻ لاءِ راهه هموار ڪرڻي هئي.

اهي طريقا گهڻو ڪري هر مذهب جي پوئلڳن ۾ مروج هئا.

هندن ۾ برهمڻن جو زور صفائيءَ تي گهڻو هو، روز شنان ڪرڻ، ڏيهاڙي ڪپڙا ڌوئي پائڻ، ڪاڏي ۾ ماس ۽ مڇيءَ کان پرهيز ڪرڻ، هر قسم جي نشي ورتائڻ، چوري ۽ ننگي ڪان پاسي رهڻ ۽ گلا نه ڪرڻ، مڪيہ ڳالهيون شمار ڪيون ويئون ٿي. هندن جي ڪن فرقن صرف زنا کان پاسي رهڻ جي تلقين ٿي ڪئي، ته ڪي افراد هر شهواني خواهش يا مباشرت کي پليت سمجهي جوڳي ۽ سنياسي ٿي گذاريندا هئا.

ڪرستانن ۾ نفساني خواهش کي ايترو خراب سمجهڻ ۾ ايندو هو، جو ڪيترا پادري ۽ عورتون ساري زندگي مجرد (جتي ستي) رهي عبادت ۾ گذاريندا هئا.

مسلمانن ۾ پنج وقت نماز لاءِ وضو ڪرڻ، ڪپڙن کي غلاظت کان صاف رکڻ ۽ نشيدار شين کان پرهيز ڪرڻ مکيہ ڳالهيون شمار ڪيون ويندڀون هيون. ليڪن انهن ۾ ڪي قلندر ۽ جتي فقير عمر ڀر ڇڙها رهيا ٿي. جيتوڻيڪ مسلمانن جي اڪثريت شادي ڪندي هئي، ڇاڪاڻ ته پيغمبر خدا خود اهڙي زندگي گذاري هئي. پر غير عورت ڏي بدنيت سان نهارڻ ۽ زنا ڪرڻ جي سخت منع هئي. خاص ڪري طريقت جي پانڌيڙي کي اتان ٿڙڪڻ جو امڪان ٻڌايو ٿي ويو.

ان ڪري مسلمان عورتن ۾ برقعي ۽ پردي جئ سختيءَ سان پابندي ٿيڻ لڳي. مسلمانن ۾ گوشت مچي ورتائڻ جي منع نہ هئي پر ڪي جانور، پکي ۽ پاڻيءَ ۾ رهندڙ ساهوارا کائڻ ناجائز قرار ڏنا ٿي ويا.

ڪاڏو گهٽ کائڻ، روزا رکڻ ۽ پنج وقت نماز پڙهڻ هر فرد تي لازمي هو. مسلمانن ۾ چوٽي هئي تہ:

"اندر زطعام خالي دار، کہ درد نوز معرفت بيني"
(سعدي)

معنيٰ:-(اندر گهٽي کاڌي کان خالي رک، تہ ان ۾ روحاني راز ڏسي سگهين.)

منجهن مرشد طرفان خداشناسيءَ لاءِ جدا جدا ورد ۽ وظيفا تسبيحن تي مريد کي پڙهايا ويندا هئا. قرآن شريف جو دور ڪرڻو هو ۽ اڪثر باوضو رهڻ جي هدايت ڪئي ويندي هئي.

شب بيداري يا راتيون جاڳي عبادت ۾ غور و فڪر ڪرڻ، اندر اجرڻ ۽ رويائي صادقہ لاءِ ضروري سمجهيا ويندا هئا.

ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
ان جي عبداللطيف چئي، متيءَ لڏو مان،
ڪوڙين ڪن سلام، اچي آنڻ ان جي.
(شاهہ)

مرشد طرفان مريد کي ذڪر ذاتي ڪرايو ويندو هو.

مسلمانن ۾ صالح ۽ قسمن ۾ ورهايل هئا:

هڪڙا زنده اهل الله هئا ۽ ٻيا اهل مماتيءَ وارا هئا.

مسلمانن جي عقيدي موجب روح سدائين جيئرا هئا. خاص ڪري ولي الاهن جون درگاهون فيض ملڻ جو مرڪز سمجهيون هيون. جتي ورد وظيفا ڪيڻ، چلہ ڪشي ڪرڻ، استخارائون ڪيڻ فائديمند سمجهيا ٿي ويا.

انهيءَ لاءِ مون حق شناسيءَ جي ڳولا ۾ سڀ نمازون پابنديءَ سان پڙهڻ، رمضان جا روزا رکڻ، ٿورو ۽ پاڪ صاف کاڌو کائڻ شروع ڪيو. ڪو وقت تہ ماس مڇي بہ نہ ورتائيندو هوس. راتيون جاڳي تهجد پڙهڻ، چلہ ڪيڻ، وظيفہ پڙهڻ، بزرگن جي مزارن جون زيارتون ڪرڻ، ختمہ ڏيارڻ، عرس ۽ خيرات ڪرڻ ۽ درويشن جي صحبت سان زندگي شروع ڪيم.

جن زنده بزرگن جي صحبت مان مستفيض ٿيس، سي هيٺيان هئا:

| | |
|---|---|
| (١) قاضي مخدوم بصيرالدين عليه | سيوهاڻي |
| (٢) سخي قبول محمد فاروقي | درازا |
| (٣) مرزا قليچ بيگ صاحب | ٽنڊو ٺوڙهو حيدرآباد |
| (۴) علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ | حيدرآباد |
| (۵) خواجه حسن نظامي | دهلي |
| (٦) راڌا سوامي گرو | الهه آباد |
| (٧) ڪرشنا مورتي | مدراس امريڪا |
| (٨) مولانا حسين احمد مدني | دهلي |
| (٩) خواجه محمد حسن جان سرهندي | ٽنڊو سائينداد |
| (١٠) مولوي غلام احمد صاحب ملڪاڻي | دادو |
| (١١) پير ميان محمد شاهه ذڪري | سڪرنڊ |
| (١٢) دادا چيٺمل پرسرام | ڪراچي |
| (١٣) ميان غبدالرحيم صاحب درس | ملاڪاتيار |

**1- قاضي مخدوم بصيرالدين عليه سيوهاڻي:**

هي بزرگ سيوهڻ جي قاضين مان هڪ گوشه نشين درويش هو. اڪثر سيوهڻ وڃڻ بعد هن جي ملاقات ڪندو هوس. ڪيس مون بار بار عرض ڪيو ته” مون کي سياسي ۽ سماجي ڪمن ۾ روحاني تسڪين نٿي اچي بلڪه نالي، ناموس، عزت ۽ معتبريءَ جي خواهش پيدا ٿئي ٿي. دشمنين ۽ حسد سان واسطو پوي ٿو. مون کي شڪ هو ته انهن ڳالهين ذريعي خدا شناسي حاصل ٿيڻ محال هئي. تنهن ڪري دل پئي گهريو ته انهن کي ترڪ ڪري سڌو روحاني ترقيءَ ذريعي خدا کي نزديڪ ٿيان، ان ۾ منهنجي رهبري ڪريو."

ان تي فرمايائين ته" روحاني تجلي بجلي وانگر هئي، جا روشن ٿيڻ تي ٻين کي به روشن ڪري ٿي. اها وٿس اينتري مقدار ۾ نه هئي جو سندس مصرف کان وڌيڪ ٻين جي ڪم اچي سگهي." وڌيڪ چيائين ته، "تنهنجي خدمت خلق جو ڪم تو لاءِ باعث نجات ٿيڻ وارو آهي. جي تون نيت صاف سان لالچ ۽ خود غرضيءَ کان پري رهي ڪم ڪندو رهندين ته توکي نالو،

ناموس، عزت ۽ دشمنيون راهہ هدايت کان گمراهہ ڪري نہ سگهنديون. پر جي هروڀرو ذڪر ذاتي پڇاڻ جو شوق دامنگير اٿئي تہ ان ڏس ۾ ٻہ بزرگ تنهنجي مدد ڪري سگهن ٿا:

١- چشمہ جو بزرگ ڪوئيٽا وارو

٢- خواجہ محمد حسن جان سرهندي ٽنڊو سائينداد وارو

پاڻ ٻوئين بزرگ وٽ وڃڻ کي ترجيح ڏنائين.

### (٣) صوفي سخي قبول محمد صاحب عليہ (درازا):

هي صاحب درازن واري صوفي درگاهہ خواجہ صاحبڏنہ عليہ فاروقي، حضرت سچل سرمست عليه جو سجاده نشين هو. ٻنهي بزرگن جو ڪلام اڪي پڙهيو هوم، هي وحدت الوجودي بزرگ هئا.

شاهہ عبداللطيف عليه ڀٽائيءَ لاءِ چوندا آهن تہ جڏهن پاڻ درازن ۾ ويا هئا تہ ان وقت سچل سرمست ننڍو هو. ان کي ڏسي فرمايو هئائين تہ:

"مون جيڪو ڪُنو چاڙهيو آهي ان جو ڍڪڻ هي نوجوان کڻندو."

يعني: "شاهہ صاحب جيڪي وحدت الوجودي ذڪر سلوڪي انداز ۾ پيش ڪيو هو، تنهن کي هو کولي، منصوري انداز ۾ پيش ڪندو."

٦- آڪٽوبر ١٩٦۴ع تي شيخ بهاؤالدين سان گڏجي آئون سخي صاحب جي ملاقات ۽ سچل سرمست جي زيارت لاءِ درازا ويس، جتي سخي صاحب سان ملاقات ٿي. هي صاحب گهڻو وقت استغراق جي حالت ۾ ڏٺم.

سندس خانقاه تي هندو مسلم ٻئي يڪسان ايندڙ هئا.

پهريون دفعو زندگيءَ ۾ هندو مسلم اتحاد جو نظارو اتي ڏٺم.

بعد ۾ جڏهن ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ وڃڻ لڳس تہ اهو ابتدائي اثر غالب رهيو. وچ ۾ فرقيوارانہ ۽ تعصبي اثرن هيٺ آيس. ليڪن وري هن وقت ڪثرت مذاهب ۾يان وحدت کي پرکڻ لاءِ هي ابتدائي اثر گهڻي قدر ڪارآمد ثابت ٿيا آهن.

سياستِ ملڪ ۾ مسلمانن جي جداگانہ قومي نظريي کي ترڪ ڪري سنڌي وطن جي بنياد تي قوم جي تصور لاءِ هي ئي اثر جوابدار آهن.

هي جايون محبت جا مي خانہ آهن، جتي انساني اتحاد ۽ امن جا سبق سکجن ٿا.

**(٣) مرزا قليچ بيگ عليه (ٽنڊو ٺوڙهو حيدرآباد):**

هي صاحب سنڌ جي مرزا خاندان مان رٽائرڊ ڊيپوٽي ڪليڪٽر هو. هن سؤها ڪتاب مختلف مضمونن تي لکيا هئا. جن مان ڪيترا ٻين ٻولين مان ترجمو ڪيا هئائين ته ڪي پاڻ لکيا هئائين. قريباً هر مضمون تي ڪتاب لکيل هئس. مذهب، فلسفو، تاريخ، قصا، ناول، ناٽڪ، تصوف وغيره تي ڪتاب لکيا هئائين. هو صاحب اعليٰ پايي جو شاعر به هو. ڪيترا ڪتاب شعر تي لکيائين. هو اديب ۽ شاعر ته هو ليڪن سڀ کان وڏي صفت اها هيس ته هو صاحبِ دل هو. آئون جڏهن به حيدرآباد ويندو هوس ته سندس ملاقات مان مستفيض ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو هوس، سندس صحبت بابت شاهه صاحب جو هيٺيون بيت ٺهڪي اچي ٿو:

ويٺي جنين وٽ، ڏکندو ڏور ٿئي،
تون تنين سان ڪٽ، اوڏو اڏي پکڙا.

اهو سندس صحبت ۽ ملاقاتن جو اثر هو، جنهن منهنجي ادبي ذوق ۾ اضافو ڪيو. جنهن ڪري ڪتابن پڙهڻ جو شوق زياده ٿيو. شاهه لطيف جي حياتيءَ تي ڪتاب، لطيفي لغات، شاهه جو رسالو لکي، هن ان دؤر ۾ شاهه ڏي پڙهيل ماڻهن کي راغب ڪيو هو. هو قديم سنڌي تهذيب جو مجسمہ هو، سندس مجلس ۾ ويهڻ مان ساءُ ايندو هو. هن ۾ تعصب جي ذرا به بوءِ نہ هوندي هئي.

هندو، مسلمان، ڪرستان سيئي سندس صحبت مانِ يڪسان مستفيض ٿيندا هئا. ان وقت سنڌي زبان ۾ لکيل ڪتابن جي ڪمي هئي، چند هندو مصنف ۽ هي ئي هئا جن حال آهر ان ڪميءَ کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.

**(٤) علامہ آءِ. آءِ. قاضي:**

قاضي ميان امداد علي صاحب جا وڏا انصاري خاندان مان اصل پاٽ ضلعي دادوءَ جا وينل هئا. علامہ صاحب جي والد ميان امام علي سرڪاري ملازمت سانگي لڏي اچي حيدرآباد شهر ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي. سنڌ، بمبئي ۽ عليگڑهه مان تعليم حاصل ڪري، انگلينڊ ڏي ١٩٠٧ع ۾ تعليم وٺڻ ويو. جتان باريسٽري پاس ڪري ١٩١١ع ۾ موٽي سنڌ ۾ آيو.

پهرين عدالتي ڪاتي ۾ نوڪري ڪري پوءِ مطالعي ۽ غور و فڪر ۾ مشغول رهيو. سائٽس منهنجي واقفيت ١٩٢٩ع کان ٿي.

سندس صحبت ۽ ملاقاتن مون تي نهايت گهرو اثر ڪيو. زندگيءَ جي هر مسئلي ۾ هن منهنجي رهبري ڪئي. مذهب جي صحيح معنيٰ سمجهائڻ، علم کي وسيع ڪرائڻ، عملي زندگيءَ ۾ هدايتون ڏيڻ، عشق جي ڳنڍين کولڻ ۽ اسرار ٻڌائڻ ۾ هي منهنجو مرشد، استاد، ليڊر ۽ رهبر هو. منهنجي زندگيءَ جي هر مسئلي تي هي حاوي هو. سندس صحبت بعد مون کي هيٺين ڳالهين جي پروڙ پيئي.

**(١) ڪائنات رتا ۽ مقصد** سان وجود ۾ آيل هئي.

**(٢) مسئلي وحدت الوجود** (ويدانت) جي هر شـعـبي تي اثر جي ساڃاهه ۽ واقفيت حاصل ٿي.

انهي مطابق هر شيءِ جو مرڪز ذات الاهي هو. پيون سڀ شيون ان جي صفات، تجلي يا پرتو هيون. انهي تعليم ذريعي سنڌ جي صوفيائي ڪرام جهڙوڪ شاهه عنايت، شاهه عبداللطيف، سچل سرمست وغيره جي ڪلام جيّ معنيٰ ۽ مطلب جو پتو پوڻ لڳو.

**(٣) ڪثرتِ مذاهب پويان بنيادي وحدت:**

اهو قاضي صاحب جي صحبت جو فيض هو. جتان معلوم ٿيم ته انسانذات لکن ورهين کان هن دنيا ۾ پيدا ٿيل هئي. ان جي پيدائش کان وٺي، انسانن ۾ ڪي عقيدا، رسمون، رواج ۽ عبادتن جا طريقا مروج پي رهيا هئا. جن مختلف زمانن، ملڪن ۽ قومن جي ضرورتن ۽ تقاضائن مطابق جدا جدا صورت اختيار ڪئي هئي، ۽ آهستي آهستي ٿي عالمگير مذهب بنيا هئا.

اهي سڀ ڳالهيون قانون ارتقا (فطرت) موجب مختلف دؤرن جي ذهني معيارن، وقتي ضرورتن ۽ سماجي تقاضائن مطابق هڪ ئي زنجيري سلسلي جون ڪڙيون هيون. اسلام انهي نقطهءِ نگاهه جي افشائي راز جو پيغام آندو هو.

جتهن ظاهر جي ڪثرت مذاهب پويان بنيادي وحدت ڏيکاري تسلسل حيات، اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقي اشيا جو راز سمجهايو ٿي.

**(٤) اسلام:**

(قانونِ فطرت) کي محدود ۽ مڪمل ڄاڻڻ روح اسلام جي خلاف هو.. دنيا جي هر شيءِ مسلسل ارتقا پذير هئي. دؤر بدلبا رهن ٿا جهڙوڪ .

ابتدا ۾ پٿر جو دؤر هو. پوءِ ڪٺ جو دؤر آيو. ان کان پوءِ لوهہ جو دؤر ٿيو. وحشيانہ دؤر، بدويانہ دؤر، زراعتي دؤر، تجارتي دؤر، هنري دؤر، سائنسي دؤر هڪ ٻئي جي پنيان ايندا رهيا. هر دؤر جا دستور، قانون ۽ عقيدا مختلف هئا. تنهن ڪري انهن قانونن، دستورن ۽ عقيدن کي محدود ۽ مڪمل ڪري ڇڏڻ انهي ارتقائي قانون جي خلاف هو.

اسلام جو ڪمال قانون ارتقا جي راز جي پروڙ ۾ هو ۽ نہ ان کي چند شرعي قانونن، عقيدن ۽ عبادتن جي مجموعي ۾ محدود ڪرڻ ۾.

**(٥) دين وحدت خيال ۽ عمل جو مجموعو هو:**

ان موجب هر صالح ماڻهو، جو ظاهري طرح کهڙي بہ مذهب جو پوئلڳ هو مسلمان شمار ٿيڻ جو حقدار هو؛ ۽ هر غير صالح ماڻهو پوءِ ظاهري طرح هو مسلمانن جي جماعت ۾ ڇو نہ شامل ٿيل هجي، غير مسلم شمار ٿي سگهڻ جو اهل هو. سندس انهي تعليم ڪري مون تي هي راز افشا ٿيو تہ اسلام، جو انسانذات مان ننڍ وڏائي، ذات پات، رنگ ۽ نسل جا تفاوت متائڻ ۽ مختلف مذهبن ۽ فرقن جي نالي ۾ ماڻهن جي وچ ۾ ڪڙي ڪيل ديوارين کي ڍاهڻ آيو هو، سو ڪهڙي طرح جدا گروهہ يا قوم بنجي اختلاف، اڪرائي، تشدد ۽ هڪ ٻئي جو باعث بنجي سگهيو ٿي.

**(٦) سرزمين سنڌ جي رهاڪن کي انسانذات جي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ لاءِ خاص پيغام هئا:**

انهي پيغام جو مقصد، مشرق جي روحاني تعليم ۽ مغرب جي مادي سائنسي تجربن ۽ تعليم ۾ امتزاج آڻي انساني اتحاد، امن ۽ ترقيءَ حاصل ڪرڻ هو.

اتحاد انساني جي ڪنجي محبت ۽ مساوات جي هٿ ۾ هئي. چوندڙيل ماڻهو ۽ قوم جو تصور اتحاد انساني جي راهہ ۾ رڪاوٽ هو.

"سنڌ زمانہ قديم کان قولاً فعلاً" عدم تشدد جي پرچارڪ رهي هئي، سنڌ بقائي باهميءَ جو سبق ٿي سيکاريو.

قاضي صاحب جي صحبت مون کي رئي مان سون بڻائڻ جو رستو ڏيکاريو. هن جي وسيلي مون کي حضرت رسول خدا محمد مصطفيٰ عليه جي درجي رحمة العالمين جي شناخت ٿي. هو فنا في الرسول بزرگ هو. اهو درجو تڏهن حاصل ٿي سگهندو جڏهن انسانذات جي محبت بنا امتياز رنگ، نسل

مذهب ۽ قوم ڇي دنيا ۾ سمائجي ويل هجي. سندس صلاحن ۽ رهبريءَ جو زياده احوال جدا جدا فصلن ۾ ڏبو.

**(۵) خواجہ حسن نظامي عليه (دهلوي)**

هي صاحب خواجہ نظام الدين عليہ چشتيءَ جي خادمن مان هو. گهڻن ڪتابن جو مصنف ۽ چشتيہ طريقي جو ڄاڻو هو. خواجہ نظام الدين عليہ، خواجہ معين الدين عليه اجميريءَ جي سلسلہ چشتيہ سان واسطو رکندڙ هو. اهي بزرگ ۽ سندن درگاهون اتحاد انسانيءَ جون پيغام رسان هيون. انهن سان واقفيت يا لاڳاپو ڪتابي معلومات کان گهڻو مٿي هو. ساڻس منهنجو ٢١ نومبر ١٩٢٧ع تي ڪراچيءَ ۾ ملڻ ٿيو. هن کان هيٺيان سوال پڇيم:

(١) حضرت آدم کان اڳي ماڻهو هئا يا نہ؟

(٢) روح جو سڀ کان گهٽ درجو ڪهڙو هو ۽ سندس ارتقا ڪيستائين ٿيڻ واري هئي؟

(٣) قيامت ۽ ان سان واسطو رکندڙ ڳالهين جو مفهوم ڇا هو؟

(۴) نظريہ تناسخ مطابق چوراسي لک جوڻين جي چڪر ـ ڪرمن جي ايندڙ زندگيءَ تي اثر ـ ۽ اڳين زندگيءَ جي تجربن جو نئي جوڻ ۾ ياد نہ پوڻ بابت سوال پڇيم.

(۵) ننڍي هوندي ۽ وڏي هوندي جي عقل ۾ تفاوت جا ڪارڻ دريافت ڪيم.

(٦) روح آواگون چڪر مان ڪيئن نڪرندو؟

جواب ڏنائين جي رواجي ملن کان زياده معلومات وارا هئا.

ليڪن سوال ڪيل مسئلن تي پوري روشني نہ وجهي سگهيا.

ٻيو دفعو ڪيس دهليءَ ۾ ١٩٣٠ع تي مليس. سندس ڪتاب پڙهندو رهندو هوس. جن مون تي ڪافي اثر ڪيو ۽ معلومات ميسر ڪئي. خاص ڪري سرمد شهيد جي سوانح عمري جنهن جو ديباچو مولانا ابوالڪلام آزاد لکيو هو. روزانہ ڊائري تہ اڳيئي لکندو هوس پر هن جي ڊائري، جا رسالي ۾ لکندو هو، مون کي ڊائري لکڻ جي زياده تحريڪ ڏياري.

**(٦) راڌا سوامي گرو الہ آباد:**

راڌا سوامي مت جو باني ١٨١٨ع ۾ آگره جي شهر ۾ پيدا ٿيو هو.

١٨٧٨ع ۾ وفات ڪيائين. ان جي وفات کان پوءِ سندس تعليم جا ٻه مرڪز ٿيا. هڪ آگره ۽ ٻيو الهه آباد ۾. هن مت جا پوئلڳ نهايت منظم طريقي رهڻ ۽ پرچار ڪن ٿا. انهن ۾ هندو، مسلمان ۽ ڪرستان داخل آهن. آگره جو مرڪز مون وٽي ڏٺو جو هڪ وڏي ڪالونيءَ ۾ هو. ان جو واسطو نه صرف ماڻهن جي تعليم ۽ تربيت سان هو پر انهن جي رهائش، گذر معاش، سماجي زندگي، هنر وغيره تي مشتمل هو. اتي هڪ سنڌي هندو ان جو سيڪريٽري هو. آءٌ ضلع لوڪل بورڊ ڪراچيءَ جو جڏهن پريزيڊنٽ هوس ته ڪراچيءَ ۾ گهڻو وقت رهندو هوس. انهي وقت ڏاري الهه آباد وارو گرو ڪراچي آيل هو. جو ڪلفٽن جي هڪ بنگلي ۾ اچي رهيو هو. ڪراچيءَ جي هڪ هندو دوست ريجهو مل آڏواڻي، جو انهي گروءَ جي معتقدن مان هو، جي معرفت سنت صاحب جي صبوح گاهي ڪلاسن ۾ وڃڻ جو موقعو مليو. ان جي تقريرن ذريعي تصوف جي مختلف پهلوئن جي واقفيت ٿي، انهي وٽان چند ڪتاب به پڙهڻ لاءِ مليا جهڙوڪ:

١- سنت مت ڪيٽيڪزم
٢- راڌها سوامي سهائي نج اپديش
٣- راڌها سوامي مت سنديش
۴- مسار بچن نثر
۵- مسار اوپديش راڌها سوامي

سندن خاص زور، شبد جي رموز جي سمجهاڻيءَ تي هو. سندن چوڻ هو ته ڪائنات شبد (آواز) ذريعي وجود ۾ آئي هئي. ان ڪري شبد يا ذڪر ذاتي جي معنيٰ پروڙڻ بعد رموز خلقت ڪائنات معلوم ٿي سگهندا.

سندن تعليم سوالن جوابن ذريعي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪيل آهي. مثال طور ان جي ٻن سوالن ۽ جوابن کي هتي بيان ڪريان ٿو.

سوال (١): سنت مت يا راڌها سوامي پنٿ ڇا کي چئجي ٿو؟

جواب: سنت مت (تصوف) تمام روءِ زمين جي مذهبن جو جوهر آهي. تمام علم حڪمت جو اخذ آهي، جنهن کي فقرائي ڪامل بي شمار تجربن ۽ تعليم بعد حاصل ڪيو آهي. جنهن جي ذريعي سچي مالڪ جي ڄاڻ، ان جي ملڻ جو رستو ۽ منزلن جو پتو پئي، سچي خوشي ۽ نجات حاصل ٿئي ٿي. هن طريقي جو ڄاڻ انهن ماڻهن واسطي مفيد آهي جي

جِق جا ڳولائو ۽ روح جي نجات ۽ ترقيءَ جا فڪر رکندڙ هوندا آهن.
ليڪن جن ماڻهن مذهب کي ذريعي روزگار، بحث مباحثي، دل وندرائڻ، تفريح طبعي جو شغل بنايو آهي، تن کي هي مت نہ فائدو ڏيندو نہ انهن جي سمجهہ ۾ ايندو. درويشن ان کي سرت شبد جوڳ جي نالي سان سڏيو آهي.

سوال (٢):. سرت (فهم ـ ادراڪ) ڇاکي چئجي ٿو؟

جواب: جهڙيءَ طرح تصوف تمام مذهب جو جوهر آهي، اهڙي طرح سرت تمام جسم ۽ موجودات جو جوهر آهي. ان کي روح يا جيو آتما بہ سڏين ٿا. انهي جي طاقت سان جسم، دل، حواس خمسہ وغيره ڪم ڪن ٿا. ان ۾ ساري دنيا جا علم ۽ هنر لڪل آهن، پوءِ جيڪو بہ ماڻهو سچي دل سان محنت ڪري انهيءَ جي ڳُجهن ڀَن راز معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو تہ دل جي مراد پائي ٿو.

جسم اندر روح جو اصلي مقام اکين جي پويان آهي. ان جو مخزن آد شبد يعني ازلي آواز ۾ آهي.

اهڙيءَ طرح وري ازلي آواز ڇا آهي، ان جو جواب ڏنو وڃي ٿو.

**(٧) شري ڪرشنا مورتي (آمريڪا):**

هي صاحب ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي صدر ڊاڪٽر ايني بيسنت جو چونڊيل ۽ تربيت يافتہ بزرگ آهي. جنهن کي ڊاڪٽر صاحب عالم جي استاد جي نالي سان سڏيو هو.

ڊاڪٽر صاحب انڪيون نالي سان ان کي سڏي سندس اڳين جوڻن جي ذڪر ۾ هڪ ڪتاب بہ لکيو آهي.

هن صاحب سان ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ سان تعلق رکڻ سبب ڪراچيءَ ۾ بہ ٽي دفعا ملڻ جو موقعو مليو آهي. هي ڪراچي اچڻ وقت سندس جاءِ رهائش تي مخصوص ماڻهن سان گفتگو ڪري سوالن جا جواب ڏيندو هو. جي سڀ سندس سيڪريٽري لکي ڇڏيندا هئا. جن کي ڪتابي صورت ۾ شايع ڪيو ويندو هو. هو اصل مدراس جو هو پر هاڻ امريڪا ڪئليفورنيا ۾ رهيو ٿي. هن جي اکين ۾ الستي خمار هو. جن ۾ نظر ڪرڻ سان اهل دل کي نشو چڙهي ويندو هو.

هن جي ڪلاسن وقت گفتگو غير معمولي فڪر انگيز هوندي آهي.

جي ڳالهيون اڳي سمجهه ۾ نٿي آيم تن جو پتو سندس گفتگو ذريعي پيو. هي صاحب، علم لدنيءَ جا راز سمجهائڻ جو ماهر آهي.

سندس ڪتاب ۽ ليڪچرن جا رسالا اڳيئي پڙهيا هئم. پر قلم بند ڪيل ڪتابن ۽ روبرو جي صحبت ۾ اثر ۾ وڏو تفاوت هو.

ڳڙ نہ سچاپي ڳالهڙين، جان جانِ ڳڙ نہ کاءِ

سندس ڪتاب پاٿ (راه حق) پڙهڻ بعد سسئي جو پنهون لاءِ ڪيل سفر شاهه صاحب جي ڪلام ۾ ڏنل ياد آيو ۽ خواجه فريدالدين عطار جو منطق طير جديد زبان ۾ سمجهه ۾ آيو.

سندس ڪتاب ڪمينٽريز آن لائيف (زندگيءَ جا تغير) هڪ مضمون جي اختصار مان پتو پئجي سگهندو تہ عشق ۽ عقل ڪي ڪهڙن لفظن ۾ پيش ڪري ٿو.

"فڪر (عقل) سندس جذباتي معلومات سان عشق نہ آهي. عقل عشق جو انڪار آهي. عقل حافظي جي پيداوار آهي، عشق حافظہ نہ آهي. جڏهن تون ڪنهن پيار واري ماڻهوءَ کي ياد ٿو ڪرين تہ اهو خيال يا ياد عشق نہ آهي، تون دوست جي عادتن، اخلاق ۽ مزاج بابت غور ٿو ڪرين تہ اهو عشق نہ آهي. عقل جدائيءَ جي پيداوار آهي.

**زمان، مڪان، فراق** سڀ عقل مان پيدا ٿين ٿا. پر جتي عقل جي انتها ٿئي ٿي اتي عشق شروع ٿئي ٿو.

سندس ڪتاب فرسٽ ۽ لاسٽ فريڊم مان هڪ ٽڪرو معلومات لاءِ ڏيان ٿو. جنهن جو سرو آهي تہ "عقل ذريعي زندگيءَ جا مسئلا حل ٿي سگهن ٿا؟"

"عقل ڪي مسئلا حل ڪري نہ سگهيو آهي ۽ آءٌ سمجهان ٿو تہ نہ آئينده ان ذريعي حل ٿي سگهڻا آهن. اسان هن وقت تائين عقل تي زندگيءَ جي منڌل مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ مدار رکيو آهي. جيتري قدر عقل وڌيڪ آهي اوتري قدر مختلف دستور ـ نظريہ ۽ خيال پيدا ٿين ٿا. پر انهن نہ مسئلن کي حل ڪيو آهي نہ آئينده انهن مان حل ٿيڻ جي اميد رکي سگهجي ٿي. عقل مان حل نہ ٿو نڪري. عقل اسان کي مشڪلاتن مان ٻاهر نہ ٿو ڪيي. جيستائين عقل جو عمل ڪم ڪري ٿو ان وقت تائين عشق حاصل نہ ٿيندو. زندگيءَ جي مشڪل مسئلن کي صرف عشق حل ڪري سگهي ٿو."

اهو ڪرشنا مورتيءَ جو ڪرشمو هو جنهن مون کي مجاز وقت سبليمٽ (ڪثيف مان لطيف) ڏي ڇڪيو. ظلمات مان نور ڏي نيو. تزڪيہ نفس ۽ ذڪر ذاتي ذريعي جن ڳالهين جي معلوم ڪرڻ جي تمنا هئي، تن کي فڪر جي گهوڙي تي سوار ڪري انهي دنيا ڏي وٺي ويو جنهن لاءِ شاعر چيو آهي تہ:

آناڪہ خاڪ را بنظر ڪيمائي ڪنند، آيا بود ڪہ گوشہ چشمہ بما ڪنند.

(٨) مولانا حسين احمد مدني عليہ:

هي صاحب دارالعلوم ديوبند جو مدرس اعليٰ هو. ديوبند هندستان جي مسلمانن لاءِ ترقي پسندانہ مذهبي عقيدن ۽ حريت پسند سياست جو مرڪز رهيو آهي. اڳين بزرگن بابت صرف ڪتابن ۾ پڙهيو هوم پر انهيءَ مڪتبہ فڪر سان واسطو رکندڙ هي پهريون صاحب هو جنهن سان ملاقات ١٩٢٠ع جي خلافت تحريڪ وقت ٿي. هي صاحب نہ صرف اسلام جي جديد تشريح ۾ ماهر سمجهيو ويندو هو پر هڪ حد تائين پير طريقت بہ شمار ڪيو ويندو هو.

انهيءَ وقت ڏاري مذهب ۾ ذڪر ڪيل ڪيترن ئي مسئلن تي ڪي سوال پيدا ٿيندا هئا، جي قلمبند ڪري ڇڏيندو هوس ۽ غور فڪر يا ڪتابن پڙهڻ ذريعي حل نہ ٿي سگهندا هئا تہ اهڙن بزرگن کان اهي سوال پڇي معلومات ۾ اضافو ڪندو هوس.

٢٧- آڪٽوبر ١٩٢٧ع ڏاري شيخ عبدالمجيد سنڌي سنڌ جي مسلمانن جي اصلاح لاءِ هڪ تنظيمي ڪانفرنس ڪراچيءَ ۾ سڏائي هئي، ان ۾ مولانا حسين احمد مدني بہ آيل هو. جنهن کان هيٺين مسئلن تي سوال پڇيم:

سوال ١: روح پهرينءَ کان خلقيل هئا يا بدن ۾ سرجڻ يا جمڻ مهل وجود ۾ اچن ٿا. جي اڳي پيدا ٿيل هئا تہ بدن ۾ اچڻ کان اڳ ڪڏهن پيدا ٿيا هئا ۽ بدن ۾ اچڻ کان اڳ ڪٿي رهيل هئا؟

سوال ٢: روح اصل ۾ هڪ شيءِ آهي يا جدا جدا آهن؟

سوال ٣: جاندار يا ماڻهوءَ جي مرڻ کانپوءِ روح زنده رهي ٿو يا نہ؟ جي ها تہ ان جو جسم سان ڪهڙو لاڳاپو يا واسطو رهي ٿو. ان جو قبرستان سان لاڳاپو رهي ٿو يا نہ؟ ختمہ ۽ خيرات مان روح کي ڪو فائدو پهچي ٿو يا نہ؟

سوال ۴: قيامت ڏينهن وري جيئري ٿيڻ وقت روح کي ساڳيو قالب ملندو يا نئون ملندو؟

سوال ۵: ميدان قيامت هن زمين تي ٿيندو يا ڪنهن ٻئي هنڌ؟

سوال ٦: روح خالق آهي يا امر؟

سوال ٧: عالم برزخ ڇا هو؟ منڪر نڪير، پلصراط، ميزان، روز ميثاق، بهشت ۽ دوزخ ڇا هئا؟

سوال ٨: جن، شيطان، ملائڪ ڇا هئا ۽ ڪٿي هئا؟

سوال ٩: حضرت آدم ڪڏهن پيدا ٿيو. ان کان اڳ ماڻهو هئا يا نه؟

سوال ١٠: ياجوج ماجوج ڪير هئا ۽ ڪٿي هئا؟

سوال ١١: طوفان نوح ڪٿي واقع ٿيو هو، ايراضي ڪيتري هيس ۽ ڪڏهن ٿيو هو؟

سوال ١٢: مسئله همه اوست تي سندس ڪهڙو رايو هو؟

پاڻ حتي الامڪان قديم روايتي اعتقادن کي نظر ۾ رکي عقل جي ذريعي انهن مسئلن تي روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪيائين. ليڪن اهي جواب جديد زماني جي تعليم يافته ماڻهوءَ کي تسلي ڏيڻ ۾ ڪافي نه هئا.

وڌيڪ احوال معلوم ڪرڻ لاءِ هيٺيان ڪتاب پڙهڻ جي هدايت ڪيائين:

| | |
|---|---|
| ١- الطاف قدس | شاه ولي الله |
| ٢- عوارف المعارف | شهاب الدين سهروردي |
| ٣- ابريز شاه | عبدالعزيز دهلوي |

سياسي مسئلن تي سندس نندي ڪتاب "قوميت جي مسئلي" مون کي گهڻي معلومات ميسر ڪئي.

مذڪور بالا سوالن جي هڪ جيد عالم کان پڇڻ مان معلوم ٿيندو ته زندگيءَ جي مختلف مسئلن سمجهڻ لاءِ نه صرف ڪتابن مان فائدو حاصل ڪندو آيس، پر مشهور معروف بزرگن کان تفتيش به ڪيم ٿي. جيڪڏهن "جيئن ڏنو آهي مون" تي نقطه چيني ڪندڙ حضرات مٿين ذڪر ڪيل سوالن جي پس منظر ۾ ان ڪتاب کي ڏسن ته ممڪن آهي ته گهٽ سخت رويو اختيار ڪن.

### (٩) خواجہ محمد حسن جان سرهندي عليه:

هي بزرگ خواجہ عبدالرحمان مجددي عليه جو فرزند ۽ حضرت امام غلام احمد رباني عليه جي اولاد مان هو. ٽنڊي محمد خان لڳ ٽنڊي سائينداد ۾ رهندو هو. سندن سلسلہ طريقت نقشبندي هو ۽ سندن مذهبي اعتقاد فلسفہ وحدت الشهود سان تعلق رکندڙ هئا.

پڙهندڙن کي معلوم هوندو تہ مون کي ننڍپڻ کان قرب الاهي، روحاني ترقي ۽ رموز مخفي جي معلوم ڪرڻ جي سڌ ستائيندي رهي ٿي. ان لاءِ ڪتابن جي پڙهڻ، پرهيز گاري، تزڪيہ نفس ۽ صحبت جو نسخو بہ تجربي هيٺ اچي چڪو هو. مون تي اهو اثر ويٺل هو تہ جهڙي طرح عشق مجازي ماڻهوءَ جون لڪل قوتون تحرڪ ۾ آڻي ٿو. اهڙي طرح ممڪن آهي ڪي بزرگ اهڙا طاقت رکندا هجن، جي دل جي دري کولي اسرار الاهي ۽ قرب خداوندي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪري سگهن.

مون تي اهو اثر ويٺل هو تہ ذڪر ذاتي هڪ ڪنجي هو، جنهن جي جاري ڪرڻ سان دل جي دري کلي پوندي ۽ ماڻهو نہ ٻڌل نہ سڻل ڳالهيون معلوم ڪري سگهندو. ان ڪري انهيءَ نسخي جو بہ تجربو ڪرڻ ضروري ڄاتم. ان وقت ذڪر ذاتي جاري ڪرڻ وارن بزرگن ۾ خواجہ صاحب جي فرزند صاحبزاده عبدالستار جان سان دوستانہ تعلقات هئا. ان ڪري سندس معرفت سيپٽمبر ١٩٣٧ع تي ڪوئيٽا ۾ وڃي خواجہ صاحب کان نقشبندي ذڪر (الله) جي تلقين ورتم. خواجہ صاحب شريعت جو سخت پابند هو. هن پهرين مون کي ڏاڙهي رکارائي، پوءِ فجر نماز کان پوءِ کٻي طرف دل تي هٿ رکي (الله) جو ذڪر ڏسي تصرف وڌو. ان کانپوءِ هر روز تهجد کان پوءِ ذڪر ذاتي پچائڻ جو حڪم مليو.

ڪوئيٽا ۾ سخت سردي هئي، ٿڌي پاڻيءَ سان استنجا ۽ وضو ڪرڻو پوندو هو. جاءِ ۾ گرميءَ جو انتظام ڪونہ هو. دنبي جي گوشت کائڻ ڪري اسهال ٿي پيا. ليڪن باوجود ان جي روحاني مدارج طي ڪرڻ جي آسري تي سبق پڙهندو رهيس. مون کي پتو هو تہ منهنجو ضمير وحدت الوجود جي خمير سان ڳوهيل هو، پر باوجود ان جي خداشناسيءَ جي شوق بنا تميز جي نيئي وڃي خواجہ صاحب وٽ نمايو. اتي ڪجهہ وقت رهڻ بعد ذڪر پچائڻ جي هدايتن سان واپس ورڻ جي اجازت وٺي پوئتي موٽيس.

جڏهن اتي هوس تہ برادرم پير علي محمد شاهہ راشدي مون کي ڪوئيٽا ۾ هڪ ڏگهو خط لکيو جو سندس خطن جي ڇپيل ڪتاب جي صفحي ۳۴ کان ۳۷ تائين ڏنل آهي. ان جا ڪي ٽڪرا ملاحظہ لاءِ پيش ڪريان ٿو:

"سچ چوان تہ مون کي انهن ماڻهن جي روحانيت ۾ اعتبار ڪونہ آهي، جي روحانيت وڪڻڻ لاءِ دڪان ڪڍيو ويٺا آهن. پيغمبر خدا روحانيت جو مکيہ سرچشمو هو. ليڪن هن ڪڏهن بہ اڄڪلهہ جي روحانيت جي دعويدارن وانگر شخصي مشتهري ڪري روحانيت کي پيشو نہ بنايو هو.

"مون خواجہ صاحب کي ڏٺو آهي پر هن مون تي ڪوبہ اثر نہ ڪيو آهي. سندس سارو ماحول تجارتي منڊيءَ وارو ڏسڻ ۾ آيم. هو اڪثر پرهيز گاريءَ جي نمائش ڪري ٿو....

"منهنجي خيال موجب خواجہ صاحب نهايت چڱو هوندو؟ پر مون کي پڪ آهي تہ هي اهو نہ آهي جيڪي ماڻهو کيس سمجهن ٿا. هن جي رهڻي ڪرڻي مان تصنع جي جهلڪ پيئي نظر اچي....

"ازانسواءِ آءٌ زندگيءَ کي ڪنهن بہ تقويٰ جي ضابطي هيٺ مقيد رکڻ جو قائل نہ آهيان، پوءِ ڪٿي ان کي ڪهڙن بہ سٺن لفظن سان پيش ڪيو وڃي.

"**زندگي ۽ روح غير محدود ۽ بي انت آهن.** انهن کي ڪن مقرر رستن ۽ رڪاوٽن سان محدود بنائڻ منهنجي جذبہ آزاديءَ ۽ روح انقلاب جي خلاف آهي...

"جيستائين مون کي يقين نہ ڏياريو ويو آهي، تيستائين خدا جي وصال ۽ نزديڪيءَ لاءِ **ملا يا پير جي شاهدي يا مدد** ضروري نٿو سمجهان. خدا سان منهنجي تعلقات جو نازڪ ترين رستو آهي. مون کي ان لاءِ ٽياڪڙ جي ضرورت نہ آهي.

"مذهب جيئن ان جي ملن تشريح ڪئي آهي يا پيرن پيش ڪيو آهي، تنهن انسانذات جي مشڪلاتن کي گهٽائڻ بدران وڌايو آهي. آءٌ انهن جي پيروي ڪرڻ بدران دل جي هدايتن ۽ دماغي روشنيءَ جي رهبريءَ کي وڌيڪ پسند ڪريان ٿو. اهي **ملان ۽ پير** منهنجي هدايت ڪرڻ جا اهل نہ آهن. آءٌ ان غير محدود ۽ بي انت طاقت جو جزو آهيان، جنهن کي محدود ڪرڻ

سندس شانِ ڪبريائيءَ جي خلاف ٿيندو. منهنجي زندگيَ ماڻهن جي ناهيل دستورن ۽ قانونن خلاف جهاد ۾ پئي گذري آهي.

"منهنجا پيارا سيد، زندگيءَ جو لطف ئي وڃي هليو جڏهن ان کي ماڻهن جي ناهيل قانونن جو تابع بنائجي ٿو. ان کي آزاد ڪرڻ سان ئي جاودان بنائڻو آهي:

بدريا غلط با موجش در آويز،
حيات جاودان اندر ستيز است.

معنيٰ: سمنڊ ۾ ٽپو ڏئي لهرين سان ٽڪر ۾ اچ، دائمي زندگي جدوجهد ۾ لڪل آهي.

"دستورن جي متابعت ڪڏهن به زندگيءَ ۾ موج نه آندي آهي. اهو انقلاب ئي آهي جو ان ۾ دائمي تازگي پيدا ڪري ٿو.

"جيڪڏهن پانئين ته دائمي سرور حاصل ڪريان ته پاڻ کي انقلاب جيءَ ڪُن ۾ اڇلي ڇڏ. زندگي چرپر جو ٻيو نالو آهي:

موجيم ڪه آسودگيءَ ما عدم ما است،
ما زنده به انيم ڪه آرام نه گيريم.

معنيٰ: آءٌ اُها لهر آهيان جنهن جي زندگيءَ جو مدار طلاطم تي آهي. ان جي آسودگيءَ ۽ آرام ان جي موت برابر آهي. بيئل نبض زندگيءَ جو اظهار نٿي ڪري سگهي.

"سچ چوانءَ جي دل ۾ نه ٿئيئي، ته مون کي تنهنجي عابدانه زندگيءَ گذارڻ مان ڪو فائدو نٿو نظر اچي. تون بجاءِ ڪنهن ٻئي جي پوئلڳي ڪرڻ جي پاڻ کي دستورن ۽ شريعتي پابندين کان آزاد ڪري اندر جي رهبريءَ پٺيان هل."

ان تجربي کي گهڻو وقت گذري چڪو آهي تاريخ جي ڪسوٽيءَ ۽ حقيقتن جي تجربي بعد آءٌ هن نتيجي تي پهتو آهيان، ته خواجه صاحب جي صحبت مان مون کي خدا شناسي، روحاني ترقي يا رموز الاهي حاصل نه ٿيا. پر منهنجي مذهبي عقيدن ۽ سياسي زندگيءَ تي سالن جا سال ان جو اثر هلندو رهيو. مون سان گڏ ڪيترا ساٿي به ان ڳالهه جو شڪار ٿيا. ويندي پير علي محمد شاهه راشديءَ تائين جنهن مون کي انهيءَ تصنع ۽ شريعتي ڪوڙڪي ۾ ڦاسڻ کان منع تي ڪئي.

جيڪڏهن منزلگاهه جهڙي بوسيده ۽ غير آباد مسجد جي آزاديءَ کي سياست ملڪ جو جزو بنائي نادانسته هندو مسلم فسادن جو ڪارڻ بنيس ته ان لاءِ وقت گذرڻ بعد انهيءَ اثر کي جوابدار چاٺان ٿو. منزلگاهه مسجد تحريڪ جي سرپرستي ڪرڻ وقت سنڌ جا صوفي منش مسٽر جمشيد مهتا ۽ دادا چيٿمل پرسرام مون کي سمجهائڻ آيا ته "اهو طريقو تنهنجي روايات جي خلاف هو." پر مون تي ان وقت مذڪوره بالا اثر ڪري فرقه پرستيءَ جو ڀوت سوار هو، سو درسيت ٿي نه سگهيس. بعد ۾ جمشيد مرحوم هڪ دوست سان گفتگو ڪندي ظاهر ڪيو ته "سيد جي عابدانه زندگي ڪيس نور الاهي جي تجلي حاصل ڪرڻ جي عيوض ڊارڪ فورسز (ظلمت) جي سايه هيٺ آڻي ڇڏيو آهي."

جڏهن ان ڪانپوءِ مسلمانن جي جداگانه قوم جي غلط نظريي هيٺ هندو مسلم نفرت جي بنياد تي پاڪستان جي حصول لاءِ جدوجهد ڪيم ته به ان جو ڪارڻ اهو ئي اثر هو.

منزلگاهه تحريڪ سوّن هندو مسلمانن جي قتل ۾ لکها روپين جي جائداد جي تباهيءَ جو ڪارڻ بني.

پاڪستان هلچل لکها هندو مسلم جي قتل، ڪروڙها هندو مسلمانن جي جلاوطني، اربها روپين جي جائداد جي تباهه ٿيڻ جو باعث بني.

اهي ڳالهيون منهنجي خداشناسيءَ جي راهه جو تجربو هيون.

خواجه صاحب جي جد امجد جي پيروي ۾ اثر ڪري اورنگزيب اها راهه اختيار ڪئي جا هندوستان ۾ مسلم (مغل) شهنشاهيت جي خاتمي جو باعث بني.

انهيءَ تعليم جي اثر هيٺ علامه اقبال هندو مسلمانن جي جدا قومن جي نظرئي کي ايجاد ڪري، صدها ورهين جي صوفياءِ ڪرام جي اتحاد انساني جي جذبي هيٺ پيدا ڪيل محبت جي پاڙ پٽي ڦيري، نفرت جو ٻج پوکيو ۽ انهيءَ اثر هيٺ اسان گمراهه ٿي ملڪ جو ورهاڱو ڪرايو ۽ پاڪستان قائم ٿيو. انهيءَ اثر هيٺ بينگالين کي سندن جائز حق نه ڏيڻ سبب جدا ٿيڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو ۽ خبر نه آهي اهي اثر رهيل پاڪستان جو ڪهڙو حشر بنائيندا؟

**(١٠) مولوي غلام احمد صاحب ملڪاڻي رحمة (دادو):**

هي صاحب دادوءَ جي ڀر ۾ ملڪاڻين ۾ رهندڙ هو. وڏو عالم ۽ ٿن

سلسلہ طريقت ۾ هڪ نقشبندي، قادري ۽ سهروردي مان مستفيض ٿيل هو. سندس طريقہ ۾ اثر اندر مولود چوارائي رقت قلب پيدا ڪري پوءِ ذڪر ڪرڻ ۽ اثر وجهڻ جو هو.

پويان ڪيترا خليفا ڇڏي ويو آهي جي ماڻهن کي روزي، نماز ۽ ذڪر جي تلقين ڪن ٿا. مون کي خبر نہ آهي سندس سلسلہ طريقت مريدن ۾ اخلاق ۽ روحانيت ڪيتري قدر پکيڙڻ لاءِ ڪار آمد ٿيو آهي.

مون مولوي صاحب سان هڪ ٻہ دفعا ملاقات ڪئي هئي. مون تي سندس صحبت ڪو اثر ڪونہ ڪيو. هي سنڌ جي ان وقت ۾ ذڪر اذڪار ڏيڻ وارن بزرگن مان هڪ هو. سنڌ جي وڏن اوليائن جا سجاده نشين سندن بزرگن جي پيروي وساري ڇڪيا هئا. هي صاحب طريقت جي سلسلي کي قائم ڪيو آيا. ممڪن آهي مريدن جي اخلاق جي درستيءَ لاءِ ڪجهہ ڪري سگهيا هجن، پر خدا جي شناخت، روحاني ترقي ۽ رموز الاهي جي لاءِ منهنجي سمجهہ آهر هو گهٽ ڪجهہ ڪري نہ سگهيا هئا.

**(11) پير ميان محمد شاهہ ذڪري عليه رحمة (سڪرنڊ):**

هن صاحب جا وڏا اصل ڪشمير جي طرف جا وينل هئا. جي گهڻي وقت کان سنڌ ۾ اچي رهيا هئا.

هن صاحب پهرين بدين پوءِ سڪرنڊ تعلقي ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي هئي. سن جي نزديڪ هئڻ ڪري سياٿس گهڻيون ملاقاتون ٿينديون هيون. هو ڏاڍي آواز ۽ سر سان "لاالله الاالله" جو ذڪر ڪندو ۽ ڪرائيندو هو. سارو وقت سندس مجلس ۾ ذڪر جاري رهندو هو. هي صاحب نماز پڙهائڻ بعد ذڪر ڪري مريدن تي تصوف وجهندو هو، جنهن ڪري انهن مان ڪيترا وجد ۾ اچي زمين تي ليٽندا هئا. ڪيترا "هو هو" ڪندا هئا. ڪيترا مٿو جهولائيندا هئا. ڪيترا سر پٿر يا زمين سان ٽڪرائيندا هئا. هن ڪيترا ئي ماڻهو مريد ۽ معتقد بنايا سندس اثر اڪثري ڪثيف طبع ۽ دهقاني ماڻهن تي زياده پوندو هو.

ذڪر ذريعي وجد ۾ اچڻ، شريعت جي پابندي، اخلاق جي درستي، سندس مطمح نگاهہ هوندا هئا. قرب الاهي روحاني ترقي يا رموز معرفت مريدن کي حاصل ٿيندا هئا يا نہ ان جو پتو نہ آهي پر قوي گمان اهو ٿئي ٿو تہ سندس مريدن جي لياقت ايتري نہ هئي.

ڪشمير ۾ شوڌرم جو گهڻو اثر رهيو هو. جو جلالي مت هو. ناقوس ۽ نقارن جو وڄائڻ، ان تي رقص ڪري وجد ۾ اچڻ ان مت جي پوئلڳن جي خاص صفت هئي. قلندر شهباز جا نانگا به انهي طرح سان وجد ۾ ايندا آهن.

ممڪن آهي هي طريقو مولويہ طريقہ ۽ شومت جي گڏيل تعليم جي پيداوار هو. مطلب تہ سلوڪ جي ڳولائوءَ لاءِ ان مجلس مان ڪي ئي سبق حاصل ٿي سگهيا ٿي. مون کي ڪو خاص فائدو نہ پهتو پر وڏين درگاهن جي اڪثري سجاده نشين کان هي ملاقاتون وڌيڪ ڪارآمد هيون.

## (١٢) دادا جيٺمل پرسرام گلراجاڻي (ڪراچي):

هي صاحب حيدرآبادي عاملن جي گلراجاڻي پاڙي مان هو. هن ننڍي هوندي کان ست سنگ جو شوق هئڻ ڪري درويشن جي صحبت مان گهڻو پرايو.

هن شاهہ عبداللطيف، سچل سرمست، سامي، دلپت، بيدل، روحل فقير وغيره سنڌ جي شاعرن جو گهڻو اڀياس ڪيو هو. ازانسواءِ هندوستان جي درويشن جهڙوڪ ـ گرونانڪ، ڪبير ڀڳت، ميران ٻائي، ڪاليداس جي ڪلام مان بہ واقفيت هيس. نہ رڳو ايترو پر يورپ جي مکيہ شاعرن شيڪسپيئر، شيلي، ٽينسين، گوئٽي وغيره جي ڪلام کي بہ پروڙيو هئائين. پارسي شاعرن مان رومي، حافظ، خواجہ فريدالدين عطار ۽ منصور جي تعليمات جي بہ ڄاڻ هيس.

هن دنيا جي مکيہ مذهبن جو اڀياس ڪيو هو. سناتني ڌرم، صوفي مت، سک پنٿ، ٻڌ ڌرم ۽ ڪرسچنٽي مان چڱي واقفيت هيس. قرآن شريف، ويد، شاستر، گيتا ۽ بائيبل تي خاصو عبور هوس.

هن ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ داخل ٿيڻ ڪري روم ۽ يونان جي قديم روحاني تعليم مان بہ سبق پرايا هئا. انهي کوجنا بعد هو انهي راز کي پروڙي ويو هو تہ جملي مذهبن جي ظاهري ڪثرت پويان بنيادي وحدت سمايل هئي.

هن سنڌي شاعرن ۽ درويشن جي تعليم ۾ انهيءَ پيغام جو جوهر سمايل ڏٺو هو. هن جو چوڻ هو تہ سنڌو ديش کي انهيءَ ڏس ۾ دنيا لاءِ خاص پيغام هو. هن سڄي عمر انهيءَ پيغام جو مشنري ٿي گذاريو.

هن سياست ملڪ ۾ بہ چڱو ڀاڱو ورتو. هن جي ساري زندگي ملڪ ۽ قوم لاءِ وقف ٿيل هئي.

هن ڪيترا ڪتاب لکيا. منهنجي خيال موجب هي پهريون ماڻهو هو جنهن سنڌ جي جداگانہ ملڪ ۽ قوميت جي نظريي کي ظاهر ڪيو. جڏهن هندن جي اڪثريت بمبئي کان سنڌ جي جدائيءَ جي مخالفت ۾ هئي، هي سنڌ جي آزاديءَ جو حامي هو.

منهنجي ساڻس واقفيت ١٩٢٩ع ۾ ٿي. سندس صحبت مون تي گهڻو اثر ڇڏيو. سچ پڇجي تہ مون کي شاهہ لطيف ۽ سچل جي ڪلام جي سمجهہ سندس صحبت ۾ وڌي. هو منهنجو سياسي مددگار ۽ صلاحڪار تصوف ۾ استاد ٿي رهيو هو. هو بنيادي طرح 'آسر م لاهيج' جو قائل هو. ۽ توڪل جو وڏو قائل هو.

جتي ساريءَ دنيا کي ڪارن ڪڪرن ۾ اونده انڌوڪار ڏسڻ ۾ پئي آيو. اتي بہ هن کي روشنيءَ جو ترورو پيو نظر آيو. مون کي سندس صحبت مان هيٺيون ڳالهيون نصيب ٿيون:

(١) ڪثرت مذاهب پويان بنيادي وحدت.
(٢) سنڌ ملڪ ۽ قوم کي دنيا لاءِ خاص پيغام.
(٣) لاتقنطو من الرحمةالله جي معنيٰ ۽ مفهوم.
(٤) مذهبن جو روح عشق ۽ محبت هو.
(٥) آئيڊيلسٽ ۽ پريڪٽيڪل سياستدان جو تفاوت ۽ پهرين جو تفوق.
(٦) ساڻيهہ جي اڪيچار محبت.
(٧) حسن کان متاثر ٿيڻ وڏي ۾ وڏي غذا ۽ نعمت هئي.

**(١٣) مياں عبدالرحيم صاحب درس عليہ (ملاڪاتيار):**

هي صاحب ملاڪاتيار جو وينل هو. سندس ڏاڏو ميان محمد قاسم عليہ حضرت غوث بهاؤالحق عليه سهروردي جي سلسلہ طريقت سان واسطو رکندڙ هو. ليڪن سندس والد ميان ولي محمد عليه لنواري واري بزرگن کان نقشبندي سلسلي جا سبق ورتا هئا. هي بہ انهي سلسلہ طريقت سان وابستہ هو.

هي ٿورو ڳالهائو هو. سندس اکيون ري نشي جي الستي خمار سان پرڪيف رهنديون هيون. هن سان بہ ٽي دفعا ملاقات ٿي. پاڻ ڪيترن ورهن کان پنهنجي دائره خانقاهہ کان ٻاهر نہ نڪتو هو. هو گوشہ نشين درويش

هو. باوجود ان جي هن جي سياسي معاملي فهمي ايتري قدر وسيع هئي، جنهن جو پتو سندس مون سان پهرين گفتگوءَ مان پئجي سگهي ٿو.

هن کي سيد حاجي عبدالحڪيم شاهه جهرڪن ۾ منهنجي اليڪشن ۾ مدد ڪرڻ لاءِ وٺي آيو هو. جنهن مون کي چيائين تہ:

"مون کي سياسي ڳالهين سان دلچسپي نہ آهي، ليڪن مون کي هيٺين ڳالهين لوڙهي ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو هو:

(۱) حاجي عبدالحڪيم شاهه جهڙي پير مرد، باهمت ۽ بااخلاق سيد اچي صبوح سان منت ڪئي تہ لوڙهي کان ٻاهر نڪري اليڪشن ۾ توکي مدد ڪريان. اسان کي فيض رسول جي دروازي تان مليل آهي، ان جي اولاد کي انڪار ڪري نہ سگهيس.

(۲) مون کي ٻڌايو ويو آهي تہ جنهن اميدوار جي مدد ڪرڻ آيو آهيان اهو خلق خدا جو خادم ۽ بااخلاق نوجوان آهي.

(۳) هو حڪومت جي دٻاءَ سامهون سر نمائڻ کان انڪار ڪري ٿو."

پوءِ مون ڏي رخ ڪري فرمايائين تہ:

"خلق خدا جي خدمت جو ڪم هٿان نہ ڇڏج. **سنڌي سڀاجهڙا ائي** تن جي پارت هجيئي. انهن جي خدمت ڪندي جي مشڪلاتون سامهون اچنئي تن جو مڙس ٿي مقابلو ڪج. **لالچ ۾ لڙهي ۽ دڙڪي پر ڊڄي نہ** ويج. سچ جي ٻيڙي لڏندي پر ٻڏندي نہ آهي. الله جي مدد ۽ اسان درويشن جون دعائون توسان شامل رهنديون."

مون واعدو ڪيو. ان وچ ۾ ڪيترن مقابلن کي منهن ڏيڻو پيو. آهي پر خدا جي لطف ۽ درويشن جي دعا سان همت نہ هاري اٿم. ڪمزوريءَ وقت هن جون پرخمار اکيون اچيو سامهون بيهي ڪمزور کي نوشدارو جو ڪم ڏين ٿيون. مون کي سندس صحبت مان هيٺيان سبق حاصل ٿيا:

(۱) هو حب الوطن جو مجسم هو. سنڌين جي محبت ڪيس ايمان ڪامل عطا ڪيو هو. روحاني ترقي ايمان ڪامل جو حصو هئي.

(۲) گهٽي غور ۽ فڪر بعد جو سرور ماڻهوءَ کي حاصل ٿئي ٿو، انهيءَ جو پتو خماريل اکين مان پوي ٿو.

(۳) سنڌ ۽ سنڌين جي محبت ۽ خدمت لاءِ جو حڪم ڏنائين ان مان مون کي قرب الاهي ۽ روحاني ترقي حاصل ٿيڻ جو پتو ڏسيو هئائين.

(۴) لالچ ۽ خوف جهڙي طرح روحاني طالب جي راهہ ۾ رڪاوٽون هيون، ساڳي طرح اهي عملي دنيا ۾ وڏيون رنڊڪون بنجي سگهيون ٿي.
(۵) معشوق جي اکين جو خمار ۽ خدا رسيدہ بزرگ جي اکين جي جوت پنهي ڪي ساڳي سرچشمہ مان بخرو مليل آهي.

## اهل مماتيءَ مان فيض حاصل ڪرڻ جي ڪوشش

نہ رڳو زندہ درويشن ۽ بزرگن سان ملاقاتون ڪري انهن جي صحبت مان مستفيد ٿيڻ جي ڪوشش ڪيم. پر اهل مماتيءَ سان ملاقات ڪرڻ يا انهن ڪان فيض وٺڻ لاءِ ڪوشش ڪندو آيس. مون کي ٻڌايو ويو تہ آهي بزرگ دنيا مان ڪٿي وڃي سٽا هئا، انهن جو ديدار ڪرڻ سان ڪيئي اسرار معلوم ٿي سگهيا ٿي.

سڀ کان بهتر ديدار رسول اڪرمؐ جو هو، پر اهو درجو مٿانهون هو، ان ڪري ٻهرين ولين جا ديدار حاصل ڪري انهن معرفت رموز حقيقت معلوم ڪجن. مون کي اهو بہ ٻڌايو ويو تہ ڪليل اکين سان سجاڳيءَ ۾ روحن جو مشاهدو (لقا) ڪرڻ دشوار هو. ان ڪري صرف خوابن ذريعي انهن جي ملاقات حاصل ڪري سگهبي. جنهن لاءِ هيٺين ڳالهين جي پوئواري ڪرڻ ضروري هئي:

(۱) ڪاڌو گهٽ کائجي، جيڪي کائجي اهو پاڪ صاف هجي، جي ٿي سگهي تہ گوشت، مڇي يا ساهہ وارين شين جي کائڻ کان پرهيز ڪجي.
(۲) غسل ڪري صاف ڪپڙا پهري، خوشبوءِ لڳائي آڌي رات جو تهجد نماز بعد ٻڌايل وظيفو پڙهي ڪنهن خاص درويش جي ملاقات جو خيال رکي، سڄو هٿ سيرانديءَ رکي سمهي پئجي تہ ان درويش جو ديدار ٿيندو.

اهي ٻئي طريقا آزمايم، پر خواب ۾ ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ نہ آيو. بعضي بنا ڪوشش جي خواب ۾ سٺو نظارو يا چڱن ماڻهن جي ملاقات ٿيندي هئي. پر اهي ڳالهيون اتفاقي نصيب ٿينديون هيون. جيئن تہ هڪ دفعي اتفاقاً پنهنجي جد بزرگوار شاهہ حيدر عليہ رحمة جي ملاقات ٿي. هڪ رات اوچتو سپنو ڏٺم، جنهن ۾ هڪ وڏي خانقاهہ ڏسڻ ۾ آئي. جنهن مان چانڊوڪيءَ جهڙي روشني نظر پئي آئي. ان کي چوڌاري وڏيون ديوارون هيون، جانچ ڪرڻ بعد معلوم ٿيو تہ ان ۾ اندر درويش ويٺل هئا. واقفيت کان سواءِ اندر

وڃڻ جي اجازت ڪانہ هئي. واقف ماڻهوءَ ڏي نياپو موڪلڻو هو جو ٻاهر اچي اندر وڃي وڃي سگهيو ٿي. ان تي مون هڪ ماڻهوءَ کي جو دربان معلوم ٿيو ٿي، عرض ڪيو تہ اندر شاهہ حيدرؒ عليه رحمة هجي تہ ڪيس پيغام وڃي ڏي تہ تنهنجي اولاد مان فلاڻو ٻاهر بيٺو آهي ۽ اوهان سان ملڻ گهري ٿو. ان پيغام پهچڻ کان پوءِ هڪ بزرگ سفيد ريش قد ۾ پورو پنو، سفيد ڪپڙن سان ٻاهر نڪري آيو، جو مون کي ٻاهر کان چوديواريءَ جي اندر وٺي ويو. ان کان پوءِ اندر هڪ ٻي وڏي محلات جهڙي جاءِ ڏسڻ ۾ آئي. اندر هلي مون کان اچڻ جو سبب پڇيائين. مون چيو مانس تہ خدا شناسيءَ لاءِ حضرت پيغمبر خدا محمد مصطفيٰ عليه الصلوات والسلام جي زيارت جو شوق اٿم. هن جواب ڏنو تہ اندر رسول مقبول جي دربار هلي رهي هئي. ان ۾ وڃڻ لاءِ ڀرين تياري کان سواءِ اجازت ملي ڪانہ سگهندي.

ان تي مون پڇيو تہ اها تياري ڪهڙي قسم جي هئي.

پاڻ فرمايائين تہ" **تون سنڌ ملڪ ۽ قوم لاءِ بنا امتياز مذهب جي خدمت ڪندو رهہ**، وقت گذرڻ تي توکي وڏيڪ هدايتون ملنديون رهنديون."

مون عرض ڪيو تہ "گهڻي ڪوشش بعد بہ اوهان سان ملاقات ٿي نہ سگهي هئي. اڄ اتفاق سان ديدار ٿيو آهي، وري اوهان سان ڪڏهين ۽ ڪهڙيءَ طرح سان ملي سگهان ٿو."

ان تي پاڻ هڪ لفظ ٻڌايائون تہ اهو واچ ورد جو ڪم ڏئي مون کي ساڻس ملڻ جو موقعو ميسر ڪندو.

مونکي اهو بہ ٻڌايو ويو تہ سنڌ جي حفاظت ۽ رهبريءَ جي واڳ هيٺين ٻارهن ارواح مقدسہ جي سپرد هئي:

١- شاهہ صدرالدين علية رحمة: لڪي
٢- مخدوم بلاول عليه رحمة، باغبان
٣- سيد خيرالدين شاهہ علية رحمة، سکر
۴- سيد حيدر عليه رحمة، سن
۵- مخدوم نوح عليه رحمة، هالا
٦- سيد عالي عليه رحمة، ٺٽو

٧- قلندر شهباز عليه رحمة. سيوهڻ
٨- سيد شاهه عبدالڪريم عليه رحمة. بلڙي
٩- شاهه عبداللطيف عليه رحمة. ڀٽ شاهه
١٠- سچل سرمست عليه رحمة. دراز
١١-شاهه عنايت عليه رحمة. جهوڪ
١٢- گرونانڪ عليه رحمة. پنجاب

انهن مان پهريان ڇهه سنڌين جي اخلاق ۽ تزڪيه نفس جي چارج ۾ هئا ۽ پوين ڇهن کي سنڌين جي ذهني صلاحيت، رواداري ۽ محبت پيدا ڪرڻ جو ڪم سپرد ٿيل هو.

ان خواب لهڻ کان پوءِ مختلف وقتن تي گهمي مذڪور بالا درگاهن جي زيارت ڪيم سواءِ گرونانڪ عليه جي.

انهيءَ خواب کان پوءِ مون مخدوم ظهير الدين عرف پرو چاهم عليه ۽ قاضي اسدالله شاهه عليه ٽکڙائي سان مشورو ڪيو ته ڪهڙي طرح سان سنڌين جي بنا امتياز مذهب جي خدمت ڪري سگهان ٿو.

هنن صلاح ڏني ته ان لاءِ بهترين ذريعو اهو هو ته سڀڻ جي سيدن ۽ پيرن کي منظم ڪري انهن جي اصلاح ذريعي ماڻهن ۾ اخلاق، تزڪيه نفس، ذهني صلاحيت، رواداري ۽ محبت پيدا ڪجي. چاڪاڻ ته سڄو ساري سنڌ کي پهچڻ مشڪل مسئلو هو. مذڪور بالا ماڻهو درگاهن جي چارج ۾ هئا ۽ اثر رکندڙ هئا. انهن جي ذريعي مطلوبه مقصد جلد حاصل ٿي سگهڻ وارو هو.
"جنهن صورت ۾ ساري سنڌ جي سيدن، پيرن کي هڪ جاءِ تي ڪٺو ڪرڻ مشڪل مسئلو هو، ان ڪري ابتدا متياري خاندان جي سيدن ۽ پيرن سان ڪر."

انهيءَ مقصد جي حصول لاءِ ١٧- مارچ ١٩٢٣ع تي سن ۾ ٽن ڏينهن لاءِ متياري سيدن جي ڪانفرنس سڏايم. جنهن کي وڌائي ساري سنڌ جي پيرن، فقيرن ۽ سيدن جي ڪانفرنس ۾ تبديل ڪرڻو هو.

انهيءَ ڪانفرنس جي مقاصد ۽ نتائج جو مختصر احوال پنهنجي ڪتاب **"پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني"** مان هيٺ ڏيان ٿو:

"انهن جي بزرگن جون درگاهون، خانقاهون ۽ دائرا اجا تائين عوام

جون زيارتگاھ هيون. باوجود ان جي جو سندن اولاد جي اڪثريت عياشي، خود غرضي، اخلاقي مرضن جو شڪار بنيل هئي، عام ماڻهن اجا تائين سندن توقير ۽ عزت ٿي ڪئي.

هن طبقي کي بداخلاقي ۽ انتشار جي ڪڏي مان ڪيئي منظم ڪرڻو هو. ڪين اخلاق ۽ صحيح تعليم سان ملبوس ڪري صحيح خادم خلق جي صورت وٺائڻي هئي. پهرين هڪ گروھ کي منظم ڪري پوءِ ساري سنڌ جي سيدن، پيرن ۽ فقيرن جي فيڊريشن ٺاهڻي هئي.

متياري سيدن جون ٻه مجلسون ٿيون، پر اها ڪوشش هيٺين سببن ڪري ناڪام ثابت ٿي:

(١) تاريخي ارتقا ڪري نسلي يا فرقيوار نظام ۽ اصلاحي ڪوششون بعد از وقت ٿي ويون هيون. تنهن ڪري جا ڳالهه زماني جي رفتار جي مواقف نه هئي اها ڪامياب ٿيڻ مشڪل هئي. پوءِ ڪٿي اها ڪهڙن به عمدن ارادن سان شروع ڪئي ويئي هجي.

(٢) سماجي اصلاح ۽ ترقيءَ جي جماعت ۾ سياسي معاملن کي ٽپائي آڻڻ نقصانڪار ثابت ٿيو.

(٣) اصلاحي ڪمن لاءِ پئسي جي ضرورت هئي. شاهوڪار ۽ پيسي وارا سيد پير اهڙن ڪمن لاءِ پيسي خرچ ڪرڻ واسطي تيار نه هئا. غريبن وٽ پيسو ڪونه هو.

(۴) هر تحريڪ جي ڪاميابيءَ لاءِ ڪن فردن جي بي لوث خدمت ۽ انهيءَ لاءِ زندگيءَ وقف ڪرڻ جي ضرورت هئي. اسان اهڙا ماڻهو پيدا ڪري نه سگهياسون.

سيدن جي جماعت سازيءَ کي ڏسي بلوچن، سمات ۽ ٻين قبيلن به جماعتون ٺاهڻ شروع ڪيون پر انهن جو حشر به ساڳين سببن ڪري ساڳيو ٿيو ۽ ڪابه تحريڪ ڪامياب ٿي نه سگهي."

انهيءَ سال جي آخر ۾ ٣٠- ڊسمبر ١٩٢٣ع تي شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي درگاھ تي وڃي هيٺين دعا گهريم:

خدا جا پيارا بزرگ، درگاھ خداونديءَ مان منهنجي هيٺين مقاصد جي حصول لاءِ دعا گهر:

(١) دنيا جي ظاهري جدا جدا مذهبن ۾ بنيادي طرح وحدت سمايل آهي، جنهن جو مقصد انسانذات ۾ محبت، اتحاد، سک، سلامتي آڻڻ آهي. انهيءَ حقيقي سبق کي وساري ماڻهو فرقہ بنديءَ ۾ ورهائجي ويا آهن. جنهن ڪري دنيا ۾ نفاق ۽ فساد پکڙجي ويو آهي، تو ڪثرت پويان وحدت ڏسي ان جو پرچار ڪيو آهي. مون کي توفيق ڏياراءِ تہ انهيءَ راهہ تي هلي محبت ۽ امن جو آواز ڪيندو رهان.

(٢) دنيا جي مغربي ملڪن جون قومون استعمال غرضي خاطر مشرق جي ڪمزور قومن کي غلام رکيو وينيون آهن. مساوات ۽ آزادي هر فرد ۽ قوم جي جنم جو حق آهي. تو مارئي جي عمر جي قيد مان آزاد ٿيڻ جون دعائون گهريون آهن. هي ڪروڙها ماڻهو ڏاڍ ۽ ظلم جي چنبي ۾ گرفتار آهن تن جي آزاديءَ لاءِ دعا گهر ۽ مون کي درگاهہ الاهي مان دعا گهري طاقت عطا ڪراءِ تہ ڏاڍ ۽ ظلم خلاف لڙندو رهان.

(٣) انساني عقل هزارها سالن جي مسلسل ڳولا ۽ کوجنا جي باوجود ڪائنات جي اونهن اسرارن، حقيقي رازن ۽ صحيح حقيقت کي پوريءَ طرح معلوم ڪري نہ سگهيو آهي. اجا متدي ماڪوڙي وانگر کوهہ مان اپ پيو ڪڇي. آئون راهہ حقيقت جو ڳولائو آهيان. مون کي حقيقي مال مان ماسو هت ڪرڻ ۾ مدد ڪر.

(۴) دنيا امن جي عيوض مختلف ملڪن ۽ قومن جي باهمي اختلاف جو آکاڙو بنيل آهي. تو سڀ عالم آباد ٿيڻ، سنگهارن جي سرهي رهڻ لاءِ دعائون گهريون آهن مون کي توفيق عطا ڪراءِ تہ دنيا جي اتحاد، امن ۽ سک لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهان. جيئن ماڻهو هڪ نظام ۾ شريڪ ٿي صحيح بين الاقوامي اداره قائم ڪن.

(۵) دعا گهر تہ آئون متي ذڪر ڪيل مقصدن جي حصول لاءِ جتي وڃان آواز اٿاريندو رهان، جيسيتائين جيئرو هجان انهن اصولن تي قائم رهان. تو سنڌ جي سرسبز ٿيڻ لاءِ دعا گهري آهي. اها ڪافي نہ آهي، هر هڪ سنڌيءَ کي مذڪوره بالا مقصدن تي هلڻ لاءِ دعا گهر."

اهڙي طرح نمازون، ورد، وظائف، چلہ ڪشي هڪ طرف ڪندو رهيس تہ ملڪ ۽ ماڻهن جي حتي الوسع خدمت ٻي طرف ڪندو رهيس.

ضلع لوڪل بورڊ ڪراچيءَ جو پريزيڊنٽ چونڊجڻ بعد مون ڳوٺ

سنڌار هلچل جو بنياد وجهي ڪراچي ضلعي جي ڳوناٺي سروي ڪرڻ ۽ سڌاري لاءِ تجويز تيار ڪرڻ واسطي پهرين اپريل ١٩٢٩ع تي ڪراچي ضلعي جو گشت شروع ڪيو. ٢٥- اپريل ١٩٢٩ع تي شاهه عنايت صوفي عليه رحمت جي زيارت ڪيم. ان کان اڳي به زيارت ڪري چڪو هوس. پر هن زيارت کانپوءِ مون هينئيون خواب ڏٺو ته "هڪ وڏي مسجد نما محل ۾ داخل ٿيو آهيان. جتي سوها ماڻهو ويٺل هئا. اِن جاءِ ۾ مسجد جي محراب وانگر ڪيترائي محراب هئا. جن مان هر هڪ جي سامهون ڪيترائي ماڻهو ويٺل هئا. جن جدا نموني عبادتون پئي ڪيون ۽ باهمي گفتگوءَ ۾ مشغول هئا. آءٌ جدا محرابن کي ڏسندو پي گهميس ۽ اتي هڪ ماڻهوءَ کان پڇا ڪيم ته هي ڪهڙي جاءِ هئي. جنهن جواب ڏنو ته هي دنيا جي مذاهب جو مرڪزي هال هو جتي سيڪو مذهب وارو سندس محراب جي سامهون ويهي عبادت ڪري رهيو هو.

بهتر آهي ته رلڻ جي عيوض تون به هڪ محراب جي سامهون ويهي رهه. جنهن تي مون کان جواب آيو ته. "اهي سڀ محراب منهنجا هئا آءٌ هڪ جاءِ تي ويهڻ جي عيوض سيني جاين جو سير ڪري معلومات وڌائيندس."

ان تي ڪن ويٺل ماڻهن مون تي نقطه چيني ڪئي. جنهن مون کي مغموم ڪري ڇڏيو. عين ان وقت هڪ هاتفي آواز ٻڌڻ ۾ آيم ته:

"فڪر نه ڪر تو صحيح رستو ورتوآهي، خدا توکي ان راهه تي استقامت بخشيندو."

آهستي ڪري مون مٿي ٻڌايل جملي درگاهن جون زيارتون ڪيون ۽ راهه هدايت لاءِ دعا گهرندو رهيس.

ان کانپوءِ ١٨ کان ٢١ جون ١٩٣٢ع تي سيد ميران محمد شاهه پٽ شاهه جي ميلي تي ڪيتريون ڪانفرنسون سڏايون. مون به ان ۾ سندس مدد ڪئي. انهي موقعي تي مون رات جو هينئيون خواب ڏٺو:

"جنهن ۾ شاهه عبداللطيف عليه رحمت کي پري کان بيٺل ڏٺم، آهستي ٿي اها تصوير نزديڪ آئي. ان تي مون کين عرض ڪيو ته مهرباني ڪري خداشناسيءَ جي راهه ڏسيو. جنهن تي پاڻ فرمايائين ته ان راهه ۾ "توکي جذبه حب الوطني، مذهبي رواداري، سماجي ڀلائي جا ڪم گهڻو مدد ڏيئي سگهندا."

"پهرين سنڌ جي محبت ۾ مستغرق ٿيٽو پوندءِ پوءِ ساري عالم جي اتحاد. امن ۽ سک لاءِ پاڻ پتوڙنڌو اٿئي."

مون کيس عرض ڪيو تہ ڪيترا دفعا ملاقات لاءِ واجهايو هوم، نمازون ۽ ورد پڙهي ديدار لاءِ ڪوشش ڪئي هئي پر اها نصيب نہ ٿي هئي. هاڻ اتفاق سان اوچتو ملاقات ٿي آهي وري ملاقات لاءِ ڪو رستو ڏسيو. ان تي پاڻ هڪ ڪليدي اسم ٻڌايائون جنهن پڙهڻ بعد ننڊ ۾ ملاقات ٿيٽي هئي. بعد ۾ اهو اسم ڪيترا دفعا پڙهي ملاقات لاءِ ڪوشش ڪيم پر ڪانہ ٿي.

١٩٣٣ع جي اپريل کان آءٌ عجيب ذهني ۽ نفسياتي ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿي ويس. هڪ طرف آزاد سنڌ اندر سنڌي سياست کي شخصي اقتدار پرستيءَ جي دائري کان ڪڍي ڪن اصولن جي بنياد تي پروگرام تيار ڪري پارٽي ٺاهي نئين سنڌ جي ترقيءَ ۽ تعمير لاءِ ڪم ڪرڻ جو سودا سمايل هو.

ٻي طرف سياسي اختلافن ۽ دشمنين، مالي مشڪلاتن، جنگ اقتدار جي مهاڄار کان تنگ ٿي سياست کي ترڪ ڪري جذباتيءَ ۽ ثقافتي زندگي گذارڻ لاءِ سوچي رهيو هوس.

پوئين قسم جي خيالن کي مضمونن جي صورت ۾ قلمبند ڪندو ويس، جن جا سرا تاريخ وار هيٺ ڏيان ٿو. اهي خيال منهنجي عشق مجازيءَ مان حاصل ڪيل تجربن جا نتيجا هئا:

| | |
|---|---|
| (١) دوست سان ٻہ ٿي ڳالهيون | ١- مئي ١٩٣٤ع |
| (٢) فراق جون گهڙيون | ٥- مئي ١٩٣٤ع |
| (٣) تنهن جي غلاميءَ جا ڏينهن | ٧- مئي ١٩٣٤ع |
| (٤) قريب جو قرب | ٩- مئي ١٩٣٤ع |
| (٥) محبوب جو مڪتب | ١٠- مئي ١٩٣٤ع |
| (٦) برهہ جو بحر | ٣١- مئي ١٩٣٤ع |
| (٧) دوست کان دور | ١- جون ١٩٣٤ع |
| (٨) پرين جي پلاند ۾ | ٤- جون ١٩٣٤ع |
| (٩) پير کان پير تائين | ٢٠ - جون ١٩٣٤ع |
| (١٠) عشق جي راهہ ۾ | ٢- آڪٽوبر ١٩٣٤ع |
| (١١) مجاز جو نقشو | ١٤- جنوري ١٩٣٥ع |

سياست ۾ مجاز بنهي کيٖ چڏي نہ سگهيس ۽ هلندو آيس. درويشن جي هدايت موجب خداشناسيءَ جي حصول لاءِ سماجي ۽ سياسي معاملن ۾ دلچسپيءِ وٺڻ شروع ڪئي هيم. پر ان راهہ ۾ مشڪلاتون ڏسي ان ڪان جند ڇڏائي مجاز جو مزو وٺڻ گهريم ٿي. ٻئي ڳالهيون هلڻ مشڪل مسئلو نظر ٿي آيم.

تنهن ڪري هڪ کي ڇڏيٖ ٻئي کي وٺڻ لاءِ دل پي گهريو پر جنهن صورت ۾ ٻئي ڳالهيون گڏ هلائڻ قسمت ۾ لکيل هو. ان حالت ۾ بنهي سان توريندو آيس.

مجاز جي عين وچ ۾ هڪ خواب ۱۹۲۳ع ڌاري ڏٺم ـ "جنهن ۾ پري ڪان چوڏهين جو چنڊ سندس حسن جي ڪمال سان آسمان منجهہ ڏسڻ ۾ آيو. ان ۾ ڇتائي ڏسڻ بعد اهو بدلجي هڪ خوبصورت عورت جي شڪل اختيار ڪري ويو. جنهن آهستي آهستي ٿي منهنجي ويجهو اچي چپن تي چمي ڏني. ان بوسي ايڏو سرور پيدا ڪيو جو مان ننڊ مان جاڳي پيس. وهاڻو خوشيءَ جي ڳوڙهن سان پريل نظر آيم. خواجہ حافظ جو هينيون بيت زبان تي هو ۽ سارو ڏينهن ڪراچيءَ جي بنگلي جا دروازا بند ڪري اهو بيت پڙهي سرور خوشيءَ ۾ روئندو رهيس:

در ازل داده ست مارا ساقي لعل لبت.
جرعہ جامي کہ من سرگرم آن جا مم هنوز.

اهو بيت ايترو سر تي سوار ٿي ويو جو ذري گهٽ جنون جي حالت تي وڃي پهتس. پوءِ نماز پڙهي ان حالت مان ٻاهر نڪرڻ لاءِ دعا گهري حافظ مانٖ فال ورتم تہ هن بيت تي نظر پئي:

ساقيا يک جرعہ ده زان آب آتش گون که من،
درميان پختگان عشق تو خامہ هنوز.

معنيٰ: اي ساقي انهي آتشين نشي مان اجا بہ وڏيڪ ڍڪ پيار جو تنهنجي عشق ۾ اجان تائينٖ آئون ڪچو آهيان.

ان ڪانپوءِ سرور جو نشو گهٽيو ۽ اهو راز معلوم ٿيو تہ اها سرور جي ابتدا هئي پختہ ٿيڻ لاءِ. اهڙا ڪيئي پيالا وقت بہ وقت پيڻ جي ضرورت هئي.

خوابن جي دنيا ۽ درويشن جي صحبت مان پرايل علم جي بيان ڪرڻ

بعد غور ۽ فڪر ذريعي حاصل ڪيل احوالُ پنهنجي ڪتاب "پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني" مان ڏيان ٿو:

"اول ۾ آدم جي بهشتي زندگي وانگر سادگي ۽ اڻ ڄاڻائي ڪري پڪو اعتقاد ويٺل هوم تہ ساري ڪائنات خدا سائين پيدا ڪئي آهي. ماڻهن جي پيدا ڪرڻ، رزق ڏيڻ، ڏک سک سان واسطو رکندڙ ۽ مارڻ سڀ سندس هٿ ۾ هئا ۽ انهن جو ڪاروبار سندس نگراني هيٺ هلي رهيو هو. جي ڪنهن تي هو راضي ٿئي ٿو تہ مالامال ڪري ڇڏي ٿو ۽ جي ناراض ٿئي ٿو تہ خانو خراب ڪري ڇڏي ٿو.

- انساني روح خدا سائين روز اول جي پيدا ڪيا هئا جي اِنهي وقت کان عالمِ ارواح ۾ رهندڙ هئا. جتان مقرر وقت تي دنيا ۾ تقدير جي لکئي موجب وقت گذارڻ بعد مرڻ کانپوءِ ڪجهہ وقت عالم برزخ ۾ رهي، قيامت ڏينهن حساب ڪتاب ڏيڻ بعد سندن عملن جي عيوض بهشت يا دوزخ ۾ وڃن ٿا.

هر ماڻهوءَ جي روزمرهہ جا ڪم بہ ملائڪ ڪراماً ڪاتبين لکي رهيا هئا. مرڻ کانپوءِ قبر ۾ منڪر ۽ نڪير سوال جواب ڪرڻ وارا هئا. جي ماڻهو عبادت ڪري خدا کي خوش رکندو تہ هن دنيا ۾ بہ ڪيس نفعو حاصل ٿيندو ۽ آخرت ۾ بہ نجات جو مستحق ٿيندو.

"بهشت جون باغن ۽ نهرن سان سجايل عاليشان محلاتون، سهڻيون حورون، عمده غلمان، طرح طرح جا ميوا ۽ کاڌا خاص ذڪر جي لائق ڳالهيون هيون. جي ڪنهن خدا جي عبادت نہ ڪئي يا شريعت جي حڪم موجب نہ هليو تہ انهي جي پاداش ۾ کيس پهرين قبر ۾ عذاب ڏنو ويندو پوءِ دوزخ ۾ موڪليو ويندو. جتي آتش جا آڙاهہ لڳا پيا هوندا. نهايت خطرناڪ فرشتا گرز کڻيو گناهگارن کي عذاب ڏيڻ لاءِ رات ڏينهن مشغول هوندا.

غريب انسان مشڪلاتن ۾ قائل هو. جن مان هڪ تقدير هئي جنهن روز ميثاق کان سندس هٿ بند ڪري سڀ ڪجهہ ان لاءِ اڳي مقدر ۾ لکي ڇڏيو هو.

باقي جيڪا ذرو برزو ماڻهوءَ کي چڱي ڪم ڪرڻ لاءِ آزادي مليل هئي، ان کان کيس ڪارڻ لاءِ شيطان هر وقت حيلا هلائي رهيو هو.

"جيتوڻيڪ هر ماڻهوءَ کي پنهنجي دنيا ۾ سندس ذاتي عمل ۾ خدا جو رضامندو جنهن جو گهڻو مدار عبادت تي رکيل هو. ڪم اڇڻ وارا هئا. پر سندس پوين جا ڪم به فائدو ڏئي سگهيا ٿي. ان ڪري قرآن جا ختما پڙهائڻ مري ويلن جي نالي ۾ خير خيرات ڪرڻ ۽ مانيون کارائڻ جو دستور به مروج هو."

"اهي سڀ ڳالهيون اعتبار ۾ آيل هيون. ان ڪري خدا جي رضامندي لاءِ عبادت ڪرڻ، شرعي حڪمن جي پيروي ڪرڻ، ختم درود ڏيارڻ، خير خيرات ڪرڻ ۾ دنيا ۽ آخرت جي نجات تصور ڪندي مذهبي زندگي گذاري رهيو هوس. پر ٿوري وقت کانپوءِ مختلف مذهب جي ماڻهن سان ملڻ، بحث مباحثہ ڪرڻ، مختلف علمن جا ڪتاب پڙهڻ، غور فڪر ڪرڻ بعد انهي خوش اعتقادي جي آهني ديوار ۾ آهستي آهستي ٿي شڪن جا شگاف پوڻ لڳا.

جن سوالن منهنجو توجهہ ڇڪايو سي هيٺين قسمن جا هئا:

١- ڪائنات جي پيدا ڪندڙ، پالڻندڙ، فنا ڪندڙ خدا سائينءَ جي صورت ڪهڙي آهي ۽ ڪٿي رهندڙ هو؟
٢- ڪائنات جي وجود، روح، ماده وغيره جي معلومات جا سوال.
٣- ساهہ وارين شين جي پيدائش جا ڪارڻ.
٤- حيات بعد الممات جي حقيقت ۽ ان بابت مختلف نظريا.
٥- جبر ۽ قدر جو مسئلهو.
٦- گناهہ ۽ ثواب ڪهڙا هئا ۽ انهن جي تقرر جو مسئلو.
٧- مذهب هڪ هو يا گهڻا هئا. انهن جا بنيادي متا ڪهڙا هئا.
٨- مذهب ۾ اجتهاد ۽ تقليد جو مسئلو.
٩- حق ۽ ناحق، سچ ۽ ڪوڙ جي پرکا.
١٠- ڪثرت ۽ وحدت جي تشريح ۽ لاڳاپو.

انهن سوالن جي فيصلي ڪرڻ لاءِ ڪتابن جي پڙهڻ، عالمن ۽ صالحن جي صحبت ۽ غور فڪر ڪرڻ بعد جن نتيجن تي پهتس، ان جو اختصار هيٺ ڏجي ٿو:

**(ا) خدا جو تصور:**

آهستي آهستي خدا جو پهريون شخصي تصور ختم ٿي نئون تصور ذهن

نشين ٿيو. جنهن موجب هو هرجا حاضر ناظر، بي رنگ بي مثال بي صورت، مڪان ۽ زمان هو ۽ فهم ۽ خيال ۾ سمائجڻ کان متي هو. انهي خيال سائنس ۽ فلسفي جي پيدا ڪيل ڪن اعتراضن کان جان آزاد ڪرائي، ليڪن اڳُوٺي يقين ۽ ويساهه ۾ خلل پئجي ويو.

هڪ مقرر ڪيل جڳهه تي، خاص صورت واري هستيءَ جو تصور سولو هو، ليڪن قياس، گمان ۽ فهم کان متي هستي سمجهه ۽ نظر کان متي هئي.

ڪنهن وقت دنيا ۾ ڪروڙها انسانن کي بک بيماري ۽ مصيبتن ۾ مبتلا ڏسندي ذري گهٽ سندس رزاقي، شافعي، عادل صفتن مان اعتقاد گهٽجي تي ويو. ليڪن قرآن جي آيت "ما خلقت هذا باطلا" يعني: ساري ڪائنات مقصد ڪانسواءِ نه پيدا ڪئي ويئي آهي ـ سدائين ڪنن ۾ گونجندي رهي ۽ جنهن مذهب جي بنيادي دائري کان ٻاهر نڪرڻ نه ڏنو.

### (٢) روح ۽ مادہ وغيره جي معلومات:

ان مسئلي تي مون ڪتاب "جيئڻ ڏنو آهه مون" ۾ مفصل روشني وڌي آهي. هتي هي چوڻ ڪافي ٿيندو ته انهي مسئلي تي غور ۽ فڪر قديم اعتقادن ۾ تبديلي آڻي وسيع معلومات ميسر ڪئي. تنهن ڪري ان جي بنياد تي برپا ڪيل مذهبي دستورن ۾ گهڻو رولو پئجي ويو.

### (٣) ساهه وارين شين جي پيدائش جا ڪارڻ:

انهي ڏس ۾ پڙهڻ، ٻڌڻ، غور ڪرڻ بعد مغربي مذهبن ۽ مشرقي مذهبن طرفان پيش ڪيل نظريا گهڻو بدلجي ويا. آدم کي نه هي ان ۾ روح ڦوڪڻ جو تخيل بدلجي ويو. سائنس جي ذريعي نئين معلومات ميسر ٿي جنهن موجب هن ڌرتيءَ تي لکها ورهين کان زندگي موجود هئي. ماڻهو لکها ورهين جي ارتقا جي پيداوار هو. اهو به مختلف ادوار مان ارتقا ڪندو پي آيو آهي. سندس مستقبل اجا پردي غيب ۾ لڪل هو.

### (٤) حيات بعد الممات بابت تفتيش:

روح بابت مختلف مذهبي عقيدن ۽ نظرين جي ڇنڊڇاڻ بعد آئون هن خيال جو ٿيندو ويس ته جهڙيءَ طرح مادي جا مختلف عناصر گڏجي جانور جو جسم بنائين ٿا. اهڙي طرح زندگي (روح) به پنهنجي عالم مان اچي وقت گذاريو، تجربه حاصل ڪري وري موٽي پنهنجي دنيا ۾ ملي هڪ ٿي وڃي ته اها ڳالهه خلاف قياس نه ٿي ڏسڻ ۾ اچي. پر انهي اصول مڃڻ بعد مذهبن

طرفان پيش ڪيل نظريہ جهڙوڪ. ڪرمن جو ڦل، روز محشر جو حساب ڪتاب. بهشت ۽ دوزخ ۽ ان سان متعلق ڳالهيون ختم ٿي ويئون ٿي.

**(۵) جبر ۽ قدر جو مسئلو:**

انهيءَ سوال مذهبي عقيدن جي ترڪيب ۾ گهٽو حصو ورتو آهي. هڪڙن ماڻهوءَ کي ببوس بنائي ڪٽي قسمت جي سمنڊ ۾ ڦٽو ڪيو هو. پوءِ وري مذهب جي نالي ۾ ڪيسن هدايتون ٿي ڪيون تہ پاڻ کي گناهن ۾ ڦسڻ کان بچائي.

ننڍي هوندي کان ٻڌندو آيو هوس تہ "لکيو منجهہ نراڙ، قلم ڪياڙيءَ نہ وهي." يا "لاتحرڪ شيءٌ الا باذن الله" اهي ڳالهيون اهڙيون هيون جن ۾ ماڻهو ويچارو بيوس ڏسڻ ۾ ٿي آيو.

ٻئي طرف اهڙا خيال پيش ڪيا ٿي ويا جنهن ۾ انسان اهڙو مڪمل هو جو خود خدا بہ سندس مشوري سان ڪم ٿي ڪيو.

پهرئين جو مثال اڄڪلهہ جي ڪميونسٽ سوسائٽيءَ ۾ فردن جهڙو هو، جنهن ۾ شخصي آزادي نهايت محدود هئي. اتي نہ خيال جي آزادي هئي، نہ عمل جي. خيالي دنيا ۾ سوسائٽي يا خدا جي حڪمن جي پنيان هلڻو هو. وري ٻئي نظرئي مطابق شخصي آزادي انهيءَ حد تائين آزاد هئي جو هر شخص پنهنجي راءِ ۽ مفاد خاطر جيڪي وٽيس ٿي سو ڪيائين ٿي. جهڙيءَ طرح هن وقت سرمائيدار ملڪن جي حالت آهي. جتي هڪڙا ڪروڙ پتي ٿي عيش ۽ آرام ۾ گذاري رهيا هئا. ٻيا بکون ڪاٽي رهيا هئا. جتي ننگو ٿي گهمڻ ۽ جماعتي نظام جي هر ڳالهہ جو مذاق اڏائڻ کي عيب نہ ٿي سمجهيو ويو. انهن ٻنهي متضاد نظرين تي غور ۽ فڪر ڪرڻ بعد آءٌ ان راءِ جو ٿيڻ لڳس تہ اهي ٻئي نظريا انتها پسنديءَ جا پيداوار هئا. ممڪن آهي انهن جي ميلاپ مان ڪو معنيٰ خيز نتيجو نڪري سگهي.

**(٦) گناهہ ۽ ثواب جو مسئلو:**

ننڍپڻ کان فقهي ملا کان معلوم ٿيو هو تہ ماڻهو چوٽيءَ کان پيرن تائين سارو گناهن ۾ غرق هو. ان کان ٻاهر نڪرڻ خدا جي مهربانيءَ کان سواءِ ناممڪن هو. هندو ۽ ٻڌمت وارن ان کي پنهنجي اڳين جوڻن جي ڪرم جو نتيجو ٿي ڄاتو تہ عيسائي مت انسان کي پيدائشي گناهگار ڄاڻايو هو. مسلمانن ۾ جيتوڻيڪ بنيادي طرح روح پاڪ پيدا ٿيل هو. پر پوءِ مذهب ان

تي ايڏيون پابنديون تي وڏيون جن کيس مجبور محض ڪري ڇڏيو هو. جنهن ڪري خود درويشن کي ائين چوڻو پيو ته:

"عدل آءُ نه چئُني، ڪو ڦيرو ڪج فضل جو."

يا

"پچرو پاپن جو، سو چوٽيءَ تائين چور."

آخر ملا جي شريعت طرفان عائد ڪيل پابندين جي به ڪا حد هئي!

(١) پيڏيءَ کان هيٺ ستر پائڻ گناهه هو.

(٢) بيٺي پيشاب ڪرڻ گناهه هو.

(٣) قبلي يا ڪنهن بزرگ طرف منهن ڪري پيشاب ڪرڻ يا پير ڊگها ڪري سمهڻ گناهه هو.

(۴) غير محرم مرد يا عورت جو منهن ڏسڻ گناهه هو.

(۵) دير سان نماز پڙهڻ گناهه هو.

(٦) بيٺي پاڻي پيئڻ گناهه هو.

(٧) پيشاب کان پوءِ وٽ نه چيڻ گناهه هو.

(٨) ڪن جانورن جو گوشت کائڻ گناهه هو.

(٩) خاص نموني ۽ نالي کان سواءِ ڪٺل گوشت کائڻ گناهه هو.

(١٠) مٿو اگهاڙو ڪري نماز پڙهڻ گناهه هو.

مطلب ته ڳڻ ڳاڻيٽو ڪونه هو. عصيان بي اپار هئا. ٻين مذهبن ۾ به ڪم و بيش ساڳيون بندشون پيل هيون. ملا، پنڊت، پادري، ربي مذهب کي اهڙيءَ طرح جڪڙي ڇڏيو هو جو هر ڳالهه ۾ ماڻهو محتاج ۽ گناهن ۾ ڦاٿل هو. اهو سڀ خدا ۽ بزرگن جي نالي ۾ چيو تي ويو. ماڻهن کي اها اجازت نه هئي ته انهيءَ ڳالهه تي غور ڪن ته جنهن شيءِ کي اخلاقي قانون سڏيو ٿي ويو ۽ جنهن جي آڌار تي گناهه ۽ ثواب مرتب ڪيا ويا ٿي. سو بيٺل پاڻي وانگر ڪن حدن ۾ محدود نه هو. ان جو ملڪي ماحول، قديم روايات، معاشري جي ضرورتن، ماڻهن جي ڀلائي ۽ برائيءَ سان تعلق هو. تنهن ڪري اهي گناهه ۽ ثواب جا مقرر ڪيل نظريا حالتن مطابق بدلجي سگهيا ٿي.

مذهب انسانذات جي محبت، امن، ترقيءَ جا ذريعا هئا. تن کي مذهبي مهندارن ماڻهن کي محڪوم ۽ مجبور ڪري سندن طبقاتي مفاد لاءِ ڪتب

پئي آندو آهي. انهيءَ طبقي مذهب کي اهڙو مضحڪه خيز بنائي ڇڏيو هو جو هر آزاد خيال ماڻهوءَ کي ڳالهه سمجهه ۾ نه ٿي آئي. مون کي به اهي حالتون ڏسي مذهبي اعتقادن لاءِ رد عمل پيدا ٿيو. جنهن ڪري اهو سندس منظم اثر مون تان وڃائي ويٺو.

**(٧) مذهب هڪ هو يا گهڻا:**

"تاريخ مذهب جي پڙهڻ بعد معلوم ٿيو ته مذهب اصل ۾ خوف ۽ وهم جي پيداوار هئا. جنهن ۾ اڳتي هلي عالمگير مذاهب جي بانين محبت ۽ عقل جا اضافا ڪري ان کي انسانذات جي اتحاد. امن ۽ ترقي جي اصولن تي بيهارڻ جي ڪوشش ڪئي. ليڪن انهن به اصل مذهبن جي ڪيترن عقيدن کي ڪڏي ڇڏڻ کان پاسو ڪيو. ڇاڪاڻ ته ڪين ڏپ هو ته ماڻهو بنيادي طرح قدامت پسند هئڻ ڪري متان سيني نين ڳالهين جي مڃڻ لاءِ تيار نه ٿين. اها حالت قريباً هر هڪ عالمگير مذهب جي هئي.

مذهب اسلام به اهڙين خامين کان خالي نه رهيو. جهڙوڪ:

(١) جانورن جي قرباني.

(٢) ڪعبي جي چوطرف طواف ڪرڻ. شيطانن کي مينا ۾ پٿريون هڻڻ. صفا مروه ۾ ڊڪون پائڻ وغيره.

(٣) روز قيامت. پلصراط. ميزان. حساب ڪتاب. بهشت ۽ دوزخ جا عقيدا.

(٤) مري ويلن کي جنتما ڏيارڻ. بيمارين يا ڪن ڪمن جي حصول لاءِ تعويذ ۽ ڌاڳا ٻڌڻ. مزارن تي عرس يا ميلا لڳارائڻ وغيره.

(٥) بزرگن جي ڪتابن کي الهامي. بي عيب ۽ آخرين سمجهي انهن جي انڌي تقليد ڪرڻ وغيره.

(٦) اسلام ۾ سوها فرقا پيدا ٿي ويا هئا. جن مان هر هڪ جي اها دعوي هئي ته اهو حق تي هو ۽ ان جا مڃيندڙ نجات يافته هئا ۽ ٻيا ناحق تي ۽ سندن پوئلڳ دوزخي هئا.

انهن ڳالهين مون کي اهڙو منجهائي ڇڏيو هو جو ذري گهٽ مذهب کان منحرف ٿيڻ کي ويجهو هوس. علامه آءِ. آءِ. قاضي مون کي انهيءَ مونجهه مان ڪڍي اهو ذهن نشين ڪيو ته مذهبن جي ظاهري ڪثرت پويان بنيادي وحدت سمايل هئي. انهن جا بنيادي اصول اتحاد. امن ۽ ترقي انسانيءَ جو حصول هئا.

مذهب فطرتاً ابتدا کان ملڪي حالتن، ضروريات زندگي، ذهني ارتقا مطابق ترقي ڪندو آيو هو. اهي گهٽا ڪونہ هئا سندن ظاهري گهٽائي پويان بنيادي وحدت سمايل هئي. انهن ۾ چند اصولي ڳالهيون هيون جي ساڳيون هيون باقي فروعي ڳالهيون هيون. جي بدلجي سگهيون ٿي. سي بدلبيون آيون هيون. تنهن ڪري اسلام کي چند عقيدن ۽ روايات جي بنا تي ڪنهن جماعت ۾ محدود ڪرڻ روح مذهب جي خلاف هو.

**(٨) مذهب ۾ اجتهاد ۽ تقليد جو مسئلو:**

مذهب ۾ ملا، پنڊت، پادري ۽ ربي وغيره سندن هڪ هٽي قائم ڪري اجتهاد جو دائرو ايترو تنگ ڪيو هو جو ڪنهن بہ شخص کي غور ۽ فڪر ڪري آزاد پاليسي اختيار ڪرڻ جو حق نہ ٿي ڏنو ويو. مذهب اسلام بہ انهن خامين کان بچي نہ سگهيو هو. قرآن ۽ حديث کي بنياد بڻائي ملا ان جي جيڪا تشريح ڪئي ٿي ان جي صداقت کان ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي انڪار ڪرڻ جي اجازت ڪانہ هئي. سواءِ ٿورن جي ڪنهن بہ ماڻهوءَ خدا، حيات بعدالممات، سزا ۽ جزا، بهشت ۽ دوزخ، قرباني، حج، نماز، روزه وغيره ڳالهين جي رد ڪرڻ جي همت نہ ساري: ان مان جديد علم جي ڄاڻن اهو نتيجو ٿي اخذ ڪيو، مذهب صرف تقليد هو.

مون انهن ڳالهين تي غور ڪري انڪار ۽ تقليد جي عيوض اعتدال کان ڪم ورتو.

**(٩) حق ۽ ناحق، سچ ۽ ڪوڙ جي پرکا:**

ابتدا کان وني جدا جدا مذهبن، سندن فرقن ۽ ماڻهن جي جدا گروهن جي وچ ۾ صحيح ۽ غلط، سچ ۽ ڪوڙ بنسبت اختلاف پئي رهيا آهن. مسلمانن جو مذهب اسلام جنهن کي دنيا جو آخري ۽ مڪمل دين سڏيو وڃي ٿو سو بہ ٣٥٠ فرقن ۾ ورهائجي ويو، جن مان هر هڪ پاڻ کي صحيح ۽ ٻئي کي غلط پئي سمجهيو. قرآن ۾ ان مسئلي تي صاف وضاحت سان چيل هو تہ "نصارا يهودين کي ناحق تي ۽ پاڻ کي حق تي. اهڙي طرح يهودي پاڻ کي حق تي ۽ نصارن کي ناحق تي سڏيندا هئا. اهڙي طرح ٻيا بہ ساڳي روش اختيار ڪندا هئا." ان تي خدا سائين پيغمبر کي چوي ٿو تہ "ڪين سمجهاءِ تہ حق ۽ ناحق جو فيصلو خدا ئي ڪري سگهي ٿو. جنهن جو پتو تاريخ جي ڪسوٽيءَ تي پئجي سگهندو." تنهن ڪري بهتر رستو اهو هو تہ رواداريءَ

جو اصول قبول ڪري ٻقائي باهمي مطابق اختلاف راءِ ۾ هڪٻين جو احترام ڪجي.

حق ۽ ناحق کي ڪنهن قوم، فرقي، مذهب ۽ شخص جي هڪ هٽي بنائڻ قانون فطرت جي خلاف هو.

**(١٠) ڪثرت ۽ وحدت جي تشريح:**

وحدت ۽ ڪثرت کي جدا جدا نالن سان تعبير ڪيو ويو آهي. صوفين ڪثرت کي صفات، جز، مايا جي نالي سان منسوب ڪيو آهي. وحدت کي ذات، ڪل ۽ حقيقت ڪوٺيو آهي. فلسفين جي هڪ گروهه انهن کي جوهر ۽ جسم سڏيو آهي تہ ڪن اصول ۽ فروع جا نالا ڏنا هئا. هر مسئلي ۾ انهن نقطن جي سمجهڻ ۽ انهن جي هڪٻين سان لاڳاپي جي معلوم ڪرڻ جي ضرورت پوي ٿي.

صفات، جز، مايا ايتري قدر پلائيندڙ آهن جو انهن جي پويان وحدت کي ڳولڻ جي ڪوشش نہ ڪبي تہ زندگيءَ جو ڪوبہ مسئلو پوريءَ طرح حل نہ ٿي سگهندو. اڄڪلهہ جي دنيائي اختلافن جو مکيہ ڪارڻ انهن کي پوريءَ طرح نہ سمجهڻ آهي."

---

مذهبي دنيا جي تجربي مان اهو پتو پيو تہ انفرادي ۽ مجموعي ڪمال حاصل ڪرڻ لاءِ هيٺيون ٽي ڳالهيون زندگيءَ ۾ مددگار ٿي سگهيون ٿيون:

(١) علم يا عقل

(٢) عمل يا ڪرم

(٣) عشق يا پريم

انهن جي واقفيت ۽ تجربو معاشري کي ترقي ڏيارڻ لاءِ رهبر راهہ ٿي سگهيو ٿي.

## (١) علم (عقل)

دنيا جي مختلف ملڪن ۽ زمانن ۾ ڪيترن ماڻهن تجربي، غور، فڪر، سير سياحت ۽ صالحن جي صحبت بعد معلومات جو ذخيرو گڏ ڪيو آهي، جن کي قلمبند ڪري پوين لاءِ مشعل راهہ طور ڇڏي ويا آهن. علم ان جو نالو آهي، جو ذهانت وڌائڻ جو باعث بنجي ٿو. ذهانت ۽ عقل ساڳي شيءِ جا نالا هئا.

اهڙيءَ طرح ڪٿي ڪيل معلومات جي پڙهڻ ڪري ماڻهن کي هزارها ورهين جي گڏ ڪيل ذخيري جو پتو پوي ٿو ۽ هن جي ذهني ارتقا ٿئي ٿي.

علم کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو اٿن: (١) ظاهري علم (٢) باطني علم.
ظاهري علم جون ڪوجنائن بعد سوها ساخون پيدا ٿيل آهن، جن مان مون ڪجهه واقفيت حاصل ڪئي آهي. سي هيٺيون آهن:

(١) مذهبي علم
(٢) فلسفو
(٣) ادب
(۴) تاريخ
(۵) ساز ۽ آواز
(٦) سياست
(٧) اقتصاديات
(٨) تصوف

**(١) مذهبي علم:**

هن جون مکيه شاخون ٽي آهن: (١) الاهيات (٢) اخلاقيات (٣) عبادات.

پهرينءَ جو واسطو ڪائنات جي خلقت ۽ ان جي رازن معلوم ڪرڻ سان آهي.

ٻي جو واسطو ماڻهن جي باهمي تعلقات ۽ معاشري جي بهتريءَ ڀلائي سان آهي.

ٽئي جو واسطو خدمت خلق ۽ تزڪيه نفس سان آهي.

**(٢) فلسفو علم:**

هن کي ڇئن مکيه تشريحن ۾ پيش ڪيو ويو آهي.

(الف) فلسفو وحدت الوجود
(ب) فلسفو وحدت شهود
(ت) فلسفو تثليث
(ث) فلسفو دهريت

**(الف) فلسفہ وحدت الوجود:**

عام طرح سان دنيا جي اڪثر عالمگير مذهبن انهي نقطہ نگاهہ موجب سوسائٽي جي تعمير لاءِ ان ڳالهہ تي ڪم ورتو آهي ۽ انسان ذات جي اتحاد لاءِ ان کي سنگ بنياد ڪري ڪتب آندو آهي. هندن ان کي ويدانت سڏيو آهي. عيسائين مونوٿيسزم ۽ مونيزم نالو ڏنو آهي. مغربي فلسفين پڻ ٿيسزم شمار ڪيو آهي. مسلمانن ۽ يهودين ان کي توحيد سڏيو آهي.

رواجي طرح ان جو الحاق الاهيات سان ڪيو وڃي ٿو پر جي چتائي نظر ڪبي تہ زندگيءَ جي هر شعبي تي ان جو اثر رهي ٿو جهڙوڪ سياست، اقتصاديات، ادب، اخلاق، عمل وغيره تي ان جو اثر خاص رهنمائي جو ڪم ڏئي ٿو. ان لسٽ ۾ عشق کي ان ڪري داخل نہ ڪيو اٿم جو عشق وحدت وجود جو ٻيو نالو آهي.

**(ب) فلسفہ وحدت الشهود:**

دنيا جي ڪيترن مذهبن ان نظريي کي ماڻهن جي روزمره جي زندگيءَ جي اختلافن کي سمجهائڻ لاءِ ڪم آندو آهي. پارسي مت جي پيغمبر زراسٽر ان کي نهايت واضح انداز ۾ پيش ڪيو آهي: دنيا جي هر شيءِ جا هن ٻہ پهلو ڏيکاريا آهن.

هڪ طرف نور هو، ٻي طرف ظلمت هئي.
هڪ طرف حق هو، ٻي طرف ناحق هو.
هڪ طرف روح هو، ٻي طرف مادو هو.
هڪ طرف ظلم هو، ٻي طرف انصاف هو.

مطلب تہ دنيا جي هر شيءِ جا ٻہ پهلو ڏيکاريا ويا هئا جي ٻئي متضاد هئا.

انهي نظريي مطابق مذڪور بالا حقيقتون عليحده هيون، جن جا وجود بہ جدا هئا. اهي ٻئي گڏجي نٿي سگهيا ايتري قدر جو خدا بہ ٻہ هئا. هڪ اهرمن ٻيو اهرمزد جي خير ۽ شر جي صفتن سان موصوف هئا. جيتوڻيڪ آخري طرح خير جي فتح ٿيڻ جو دلاسو ڏنل هو پر شر جو وجود خير جي سڃاڻپ لاءِ ضروري ڄاتو ٿي ويو.

مسلمانن مان بہ ڪن انهي نظريي کي نئون روپ ڏئي روح ۽ ماده،

خالق ۽ مخلوق، ذات ۽ صفات جي نالن سان پيش ڪيو. اهو نيٺ وحدت الشهود جي صورت اختيار ڪري ويو.

**(ت) فلسفہ تثليث:**

هن نظرئي مطابق روح ۽ مادي کان علاوه روح القدس بہ هو. جنهن پنهي کي گڏڻ جو ڪم ٿي ڏنو. ڪرستانن طرفان ان کي پي، پٽ ۽ روح القدس جو نالو ڏنو ويو هو. يعني خدا بنده ۽ مسيح ٽي قوتون دنيا جي هر ڪاروبار ۾ دخل انداز هيون.

هندن ان کي تمورتي سڏي برهما، وشنو ۽ شِو جي نالن سان ظاهر ڪيو هو. يعني پيدا ڪندڙ، پاليندڙ يا زندگي بخشيندڙ، ۽ فنا ڪندڙ طاقت هئي. دنيا جو ڪاروبار انهن ذريعي هليو ٿي. مسلمانن ۾ بہ مختلف نموني ان ۾ اعتماد رکيو ٿي ويو. ا ل م. خدا ـ محمد ـ جبريل يا خدا جسم ۽ روح مان اها معنيٰ ڪڍي ٿي ويئي.

**(ث) فلسفہ دهريت:**

ان فلسفي ۾ ظاهري حواسن ذريعي معلوم ٿيندڙ اجسام کي حقيقت سمجهي، ان کانسواءِ فهم ۾ نہ ايندڙ ۽ نامعلوم اشيا جي وجود کان انڪار ڪري زندگيءَ ۽ انسان سان واسطو رکندڙ ڳالهين کي مادي جون مختلف صورتون سمجهي ساري معلومات کي ان تائين محدود ڪيو ويو هو.

ان فلسفي جي ابتدا يونان کان ٿي. ان کانپوءِ پين ماڻهن ان نظريي ۾ اعتماد رکيو. هاڻ ان کي سائنٽيفڪ نموني ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي. اڳ سڏي طرح چين جي ڪنفيوشس، ٻڌ ڌرم جي نروان ۽ صوفين جي نفيءَ واري گروهہ ان جي حمايت ڪئي ٿي.

**(۳) علم ادب:**

علم ظاهريءَ ۾ ادب کي نمايان درجو حاصل آهي. ان جون گهڻيون شاخون آهن جن جو اظهار نثر ۽ نظم ۾ ڪيو ويو آهي. تهذيب انساني سان واسطو رکندڙ هر ڳالهہ کي ان ذريعي پيش ڪيو وڃي ٿو.

**(۴) علم تاريخ:**

علم تاريخ گذشتہ سياسي، اقتصادي، ادبي، معاشرتي، مذهبي، نفسياتي واقعات جي ذخيري کي گڏ ڪري ماڻهن جي معلومات لاءِ وڏو مواد

ميسر ڪيو آهي. تاريخ صاحب نظر ۾ عقل وارن ماڻهن لاءِ هدايت ۾ رهبري جو ڪم ڏئي ٿي.

**(۵) علم ساز ۽ آواز:**

هن کي انساني تفريح طبعي، روحاني راحت ۽ ترقي ۾ جذبات کي متاثر ڪرڻ جو مکيه ذريعو ڪري سمجهيو ويو آهي. هن وقت اهو ترقي ڪري هڪ مکيه علم جي صورت اختيار ڪري ويو آهي. مشرق ۽ مغرب ۾ ان خاصي ترقي ڪئي آهي.

**(٦) علم سياست:**

ملڪي آئين سازي، قومي مسئلن کي نبيرڻ، ملڪ جي اندروني ۽ بيروني معاملن ۾ امن امان رکڻ، ترقي ۾ تعمير سان واسطو رکندڙ ڳالهين کي خوش اسلوبيءَ سان نبيرڻ جي علم کي سياست جو علم سڏجي ٿو. اڄڪلهه اهو علم ترقي ڪري سائنس جي درجي تي پهچي ويو آهي. ان جون ڪيئي شاخون بنجي ويون آهن.

**(٧) علم اقتصاديات:**

گذر معاش، ملڪي ترقي ۾ تعمير، ڪارخانن، زراعت، تجارت، وغيره سان واسطو رکندڙ ڳالهين کي اقتصاديات يا معيشت جو علم سڏيو وڃي ٿو. جيئن دنيا ترقي ڪندي وڃي ٿي ان جا ڪاروباري مسئلا به وسيع ۽ پيچيدہ ٿيندا وڃن ٿا. ان ڪري انهن جي ڄاڻ به وڌندي وڃي ٿي. هاڻ اهو علم باقاعدي هڪ سائنس بنجي ويو آهي. ان جون ڪيتريون شاخون بنجي ويون آهن. جن مان مکيه جاگيرداري، سرمائيداري، اشتراڪي نظام آهن.

**(٨) علم تصوف:**

علم تصوف امتزاجي ڪم سرانجام ڏئي ٿو. هن کي اڄڪلهه جي زبان ۾ بقائي باهمي جي محرڪ جذبي سان تعبير ڪيو وڃي ٿو. اهو ايتري قدر وسيع ٿيندو وڃي جو ان جو اثر نه صرف مذهبي عقيدن تي پوي ٿو پر زندگيءَ سان واسطو رکندڙ هر معاملي جي ان مان رهبري ٿي سگهي ٿي.

## علم باطني

مٿي ظاهري علمن جو مختصر ذڪر ڪيو اٿم. هاڻ باطني علم بابت احوال پيش ڪريان ٿو. ان کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهائي ذڪر ڪندس.

(۱) الوهيت
(۲) وجداني حالت (الهام)
(۳) عشق جو علم

**(۱) الوهيت:**

قديم وقت کان وٺي دنيا ۾ اهو عقيدو هليو اچي ته ڪي اهڙا روحاني ذريعا هئا، جن خدائي ذخيره علم مان ڪي هدايتون ۽ خبرون آڻي ڪن چونڊيل ماڻهن کي پهچايون ٿي، جي رسول يا پيغمبر جي نالي سان سڏيا ويا ٿي. انهي ذريعي کي وحي جي نالي سان سڏيو ويو آهي.

**(۲) وجداني حالت:**

گهڻي وقت کان مختلف قومن، مذهبن ۽ ماڻهن ۾ اهو عقيدو به وينل آهي ته وحي کان گهٽ هڪ ٻي طاقت به آهي، جنهن ذريعي ولين، درويشن، شاعرن، فيلسوفن، حڪيمن ۽ ذات وارن ماڻهن کي ڪي راز معلوم ٿيا ٿي، جي عام طرح حاصل ٿي نه ٿي سگهيا ۽ غير شعوري دنيا سان واسطو رکندڙ هئا.

**(۳) عشقي علم:**

گهڻن ماڻهن روحاني رمزن پروڙڻ ۽ عقل کان مٿي احوال معلوم ڪرڻ لاءِ عشق ذريعي به علم حاصل پي ڪيو آهي. جيئن هڪ شاعر چيو آهي ته:

عشق سيڪاريون نيون نيون، ڳالهيون سلڻ نه جهڙيون.

## ۲- عمل يا ڪرم

زندگيءَ ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ لاءِ علم سان گڏ عمل کي وڏو دخل ڏنو ويو آهي. قرآن شريف ۾ عمل صالح کي راهه نجات جو ذريعو ڪري ٻڌايو ويو آهي.

عمل کي ٻن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي:

۱- عمل صالح يا خير ۲- عمل ناصالح يا شر

پهرين مان ترقي حاصل ٿئي ٿي، ٻيو تنزل ۽ ادبار ڏي ڇڪي ٿو. هاڻ سوال اٿندو ته عمل صالح ۽ عمل بد جي وچ ۾ تميز ڪيئن ڪجي. ذرا غور ڪرڻ بعد معلوم ٿيندو ته:

عمل صالح خوشي، مجموعي فائدي، ترقي، اتحاد ۽ امن جو باعث بنجي ٿو ۽ عمل بد رنج، نقصان، تنزل، نفاق، بدامنيءَ ۽ فساد پيدا ڪري ٿو. عمل کي پيو نالو خدمت يا عبادت به ڏنو وڃي ٿو.

عمل کي چئن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي:

**(١) گذر معاش سان واسطو رکندڙ ڪم:**

جي وري اقتصاديات، هنر، سائنس، زراعت ۽ مزدوريءَ ۾ ورهايا وڃن ٿا.

**(٢) سماج سان واسطو رکندڙ ڪم:**

جي سماجي، سياسي، ڪلچر ۽ مفيد عام پراپڪاري معاملن ۾ ورهايا ويا آهن.

**(٣) عبادت الاهي جا ڪم:**

جي ظاهري ۽ باطني عبادتن ۽ تزڪيه نفس جي ڪمن سان واسطو رکن ٿا.

**(٤) زندگيءَ جي بچاءَ جا ڪم:**

جي شادي، اولاد جي پرورش، باهمي تعلقات، بقائي باهمي، ناحق خلاف لڙڻ، حق جي حفاظت ڪرڻ سان واسطو رکن ٿا.

## ٣- عشق يا پريم

ان کي محبت، پريم، لوَ وغيره نالن سان سڏيو وڃي ٿو. انساني ڪمال حاصل ڪرڻ لاءِ هن کي وڏو درجو ڏنو ويو آهي. انهي پنڌ جي پانڌيئڙن جو چوڻ آهي ته علم ماڻهوءَ جي معلومات ۾ اضافو ڪري صحيح ۽ غلط، حق ۽ ناحق، اعليٰ ۽ ادنيٰ ڳالهين جي تميز پيدا ڪري ٿو. ليڪن تميز پيدا ٿيڻ بعد علم ۾ ڪابه اهڙي طاقت نه آهي جو ماڻهوءَ کي صحيح راهه تي هلائي مفيد ڪم ڪرائي سگهي. اهو ڪم عشق جي سپرد آهي ته تميز بعد محرڪ جذبو ٿي ماڻهوءَ کي ناجائز ڪشش يا غلط رستن کان ٻاهر ڪڍي صحيح مقصد ۽ رستي تي آڻي. انهيءَ مقاصد ۽ راهه جي وچ ۾ جي رنڊڪون ۽ مشڪلاتون پون، تن جو مرد ٿي مقابلو ڪري. عشق کي اهل تصوف ٻن قسمن تي مشتمل ڪيو آهي. (١) مجازي عشق (٢) حقيقي عشق.

### مجازي عشق:

هن کي ٽن درجن ۾ ورهايو اٿن:

(١) درجو شخصي، جزوي، محدود دائري واري عشق جو آهي.

(٢) درجو قومي، ملڪي، وسيع دائري واري عشق جو آهي.

(٣) درجو نوع انسان جي دائري جو عشق آهي.

### (ا) شخصي عشق:

اهو عشق ٻه ٽن سببن ڪري پيدا ٿئي ٿو:

(١) ظاهري صورت ۽ جنسي ڪشش ڪري.

(٢) هم طبعي رفاقت، زندگيءَ ۾ مددگار جي حصول جي خواهش ڪري.

(٣) هم خيالي ڪري باهمي امداد، ذهني سڪون جو حصول.

مٿي ذڪر ڪيل فرد واحد جو عشق ٻه چئن مرحلن مان گذري ٿو:

(١) صغير پڻ ـ معصوميت

(٢) سن بلوغ ـ سمجهه جو اچڻ

(٣) جواني ـ سيمابي طبيعت

(۴) پيرسني ـ سڌن جو مرڻ.

جيئن تہ انهي سڀني ڳالهين جو ذڪر ڪتاب جي متن ۾ ڏنو ويندو، ان ڪري وڌيڪ احوال هتي نٿو ڏيان. آئون قومي ۽ نوع انسانيءَ جا عشق بہ عشق مجازيءَ ۾ شمار ڪريان ٿو. انهن جي مون پنهنجي صوفيانہ خطبن ۾ فنا في الشيخ ۽ فنا في الرسول سان تشبيهہ ڪئي آهي. اهي سڀ ڳالهيون عشق مجازيءَ جا مختلف درجا آهن.

عشق حقيقي مجازي مرحلا طي ڪرڻ بعد شروع ٿئي ٿو. خدا جي سڃاڻپ لاءِ ميدان مجازي عشق ۾ هموار ٿئي ٿو. تنهن ڪري مجاز ۽ حقيقت کي جدا ڪري نٿو سگهجي، اهي رڳو عشق جا مختلف مرحلا آهن.

مذهب، علم ـ عمل ۽ عشق زندگيءَ جي ارتقا لاءِ جدا صيغا آهن. انهن جي وچ ۾ توازن ۽ ميلاپ آڻڻ ۾ ئي روحاني ڪمال جو راز سمايل آهي. زندگيءَ جو ڪمال پاڻ سڃاڻن ۾ مضمر آهي، پاڻ سڃاڻڻ جا بہ درجا ٽين ٽا.

فرد کي زندگيءَ جي مقاصد ۽ فرائض جي ڄاڻ پهريون درجو آهي ان ڪانيوءِ فرد کي قوم سان فرائض ۽ جوابدارين جو پتو ڪيڏو آهي. جهڙيءَ

طرح شخصن کي پاڻ سڃاڻڻ جي ضرورت ٿئي ٿي اهڙي طرح قومون بہ پاڻ سڃاڻڻ لڳن ٿيون تہ کين پتو پوي ٿو تہ هو انسان ذات جي بحر جا جزا يا قطرا آهن. جهڙيءَ طرح فرد واحد قومي قالب ۾ سمائجڻ کانسواءِ غير مڪمل ٿي. اهڙي طرح قومون بہ انسان ذات ۾ سمائجڻ کانسواءِ غير مڪمل رهن ٿيون..

خدا شناسيءَ جي راهہ ۾ پهرين مون مذهب کي ذريعي ڪري شروعات ڪئي. ان بعد ٻي درجي ۾ علم وسيلي ان منزل تي پهچڻ جي ڪوشش ڪيم. جنهن ۾ مختلف مذاهب ۽ علمن جي ڪتابن پڙهڻ ۽ صحبت صالحان شامل هئا. ان ڪانپوءِ خدمت خلق لاءِ سماجي ۽ سياسي زندگيءَ ۾ پراپڪاريءَ جا ڪم ڪيم پر خداشناسي مشڪل مسئلو نظر آيو.

بي مثل، بي شڪل، لازمان، لامڪان، تصور ۽ گمان کان برتر ۽ بالا هستيءَ جي شناخت ۽ سڃاڻپ مون جهڙي ناقص ماڻهوءَ جي وسعت کان مٿي هئي.

ظاهري علم ان تائين پهچائڻ ۾ مدد نہ ڪئي، علم باطني ميسر ٿي نہ سگهيو. نہ عبادتون نہ ورد وظائف ڪم آيون. تقويٰ، تزڪيہ نفس ذريعي اندر جون دريون نہ کليون. عشق بابت ڪتابن ۾ پڙهيو گهڻو هوم پر جهڙي طرح سائنسي ٿيوري جي صرف پڙهڻ ڪري ڪو فائدو نٿو ٿئي سواءِ ليبارٽريءَ ۾ تجربي جي، اهڙي طرح عشق جي درسگاهہ ۾ تجربي جي ضرورت هئي. پر چيو ويو ٿي تہ عشق اتفاق يا حادثي ذريعي حاصل ٿيو ٿي. ان تي زور بار ڪونہ هو. اهو ذات الاهي هو. محنت ۽ مشقت ذريعي حاصل ٿي نٿي سگهيو. جهڙي طرح خدا جي سڃاڻپ مشڪل هئي اهڙي طرح سندس عشق بہ ڏکيو هو.

عشق نہ آهي راند، جا کيڏن ٻيرو،
جيءَ جُسي ۽ جانّ جي، پڇي ٿو هيڪاند.
سبي نيزي پاند، اچل تہ اڏ ٿئي.
(شاهہ)

ان ڪري عشق حقيقيءَ کان شروعات ڪرڻ جي عيوض هينئان مجاز کان شروعات ڪرڻي هئي. نيٺ اها ٿي.

مجاز پهرين مون کي فرد واحد ذريعي ڏيکارو ڏنو. جنهن جي تجربي

بعد معلوم ٿيم تہ اهو پيدا ٿيڻ بعد جدا جدا مرحلن مان گذري ٿو. ابتدائي مرحلو صغيري يا معصوميت جو هو، جنهن ۾ بنا تميز جي هڪ ڪشش پاڻ ڏي ڇڪي رهي هئي.

- ٻيو مرحلو سن بلوغ يا سمجهہ جو آيو. جنهن ۾ تميز پيدا ٿي، خواهشن ۽ سڌن سان هم ڪنار ڪري پلصراط وانگر ٻہ ڌاري تلوار تي بيهاري ڇڏيو.

ٽيو مرحلو جواني يا تحرڪ جو هو. جنهن ۾ تيز گهوڙي وانگر هل هلان هئي.

چوٿون مرحلو پيرسنيءَ جو هو جنهن ۾ سڌن جي گهٽجڻ ۽ شخصي مجاز جي بي ثباتي ۽ فاني پڻي جو احساس پيدا ٿيو. پوءِ فرد واحد جي مجاز بدلجي ٻي صورت اختيار ڪري قومي مجاز جي صورت ۾ رونما ٿيو. فرد واحد جو عشق مومل جو راڻي لاءِ راتيون وهائي ڏينهن ڪرڻ وانگر هو.

. ملڪي ۽ قومي محبت مارئيءَ جي مارن ۽ ملير لاءِ واجهائڻ جي مثل هو. ان ڪانپوءِ انسان ذات جي عشق ۽ محبت جو تجربو حاصل ڪرڻو هو، اها منزل اڃا پري آهي. هڪ درجو پورو ڪري پوءِ ٻي تائين پهچڻو آهي. آءٌ اڃا فرد جي عشق جو تجربو پورو ڪري ملڪي ۽ قومي محبت جي درجي ۾ داخل ٿيو آهيان، جتي ڪيئي تجربا ڪيا اٿم ۽ شايد اڃا بہ ڪرڻا پون.

هتي هي چوڻ ضروري آهي تہ جهڙي طرح فرد واحد جا جسم ۽ روح ظاهر ۽ باطن بہ پهلو هئا، اهڙي طرح عشق جي هر مرحلي ۾ ٻنهي پهلوئن ڪي دخل هو. جيئن جسم ۽ روح علحده ڪونہ هئا ان وانگر مجاز ۽ حقيقت جا ساڳي وقت گڏ تجربا ٿيا ٿي.

صورت جي پويان سيرت ان جي پويان خيال لڪل هئا. جڏهن قطرو قلزم حقيقي مان جدا ٿي عالم صفات يا مايا ۾ سير ڪرڻ شروع ٿو ڪري. تہ ان ڪي زندگي سڏيو وڃي ٿو. ان جي ابتدا ڪڏهن ٿي، ان جي انتها ڪٿي ٿيندي، ان جو پتو پوڻ مشڪل آهي.

ڪس ندانست ڪه منزل گہ معشوق ڪجاست،
اين قدر هست ڪہ بانگ جرسي مي آيد.

معني: ڪنهن کي پتو نہ پيو آهي تہ معشوق جي آخري منزل ڪٿي آهي. ليڪن ايترو پتو پوي ٿو تہ ازغيبي آواز پاڻ ڏي ڇڪي رهيو آهي. بانگ

جرس مان اهو پتو پوي ٿو ته قطري کي نيٺ قلزم ۾ سمائجڻو آهي.

خبر نڪو خواب. نڪو اوني آئيو.
هتي جي هتي اچي، ڏنو ڪنهن نه جواب.
حميرن حساب، ڪوه چاٿان ڪهرو تيو!
(شاهه)

ان جو جواب ملي ٿو ته:

اتان اوني آئيو، خبر ايءَ ڪٿي،
وسارج م ور کي، پئج م منڌ مري،
ويندئن ات وري، ڪو ڏينهن آهين ڪوٽ ۾.

زندگي عرصه دراز کان زمين تي مختلف مدارج طي ڪندي آئي آهي. جمادي، نباتي، حيواني تجربا حاصل ڪري انسان جي صورت ۾ نمودار ٿي آهي. ان زماني ۾ ڪيس جسماني، نفسياتي، ذهني اخلاقي ارتقا لاءِ تجربا حاصل ڪرڻا آهن. پهرين شخصي سڃاڻپ ۾ ڪمال حاصل ڪرڻو اٿس پوءِ جماعتي سڃاڻپ ۾ ڪمال لاءِ ڪوشش ڪرڻي اٿس. زندگيءَ جو آخري مقصد خدا شناسي ۽ جز جو ڪل ۾ سمائجڻ آهي، پر شروعات هيٺان ڪرڻي اٿس.

ان لاءِ مذهب معصوميت وارو تجربو آهي. علم تميز يا سڃاڻپ جو ڪم ڏي ٿو، جنهن کي سن بلوغ سڏي سگهجي ٿو. عمل جوانيءَ جو دور آهي جنهن ۾ زندگي سندس تگ و دو ۾ مشغول رهي ٿي. عشق مجاز حقيقت ڏي نيڻ ۽ نئين زندگيءَ سان روشناس ڪرڻ جو مرحلو آهي. جهڙي طرح عمل کانسواءِ زندگي بي جان ۽ بيڪار آهي اهڙي طرح عشق کانسواءِ زندگي بي مقصد آهي.

واٽون جدا جدا ٿين ٿيون پر منزل مقصود ڪمال جو حصول هو.

مجاز حقيقت جو ڏاڪو آهه. جتان چاڙهي چڙهي حقيقت کي پهچڻو آهي.

مجاز جسم آهي حقيقت جوهر آهي.
مجاز محدود آهي حقيقت غير محدود آهي.
مجاز صورت آهي حقيقت بي شڪل آهي.

مجاز بدلجندڙ آهي حقيقت لازوال ۽ دائمي آهي.

مجاز صفات آهي حقيقت ذات آهي.

اڳتي اهو معلوم ٿيو تہ اهي ٻئي ڳالهيون جدا هيون. هڪ شيءِ جا ٻہ پاسا هيون. فلسفي وانگر محبت جو اطلاق بہ جدا جدا ڳالهين تي ٿئي ٿو. جيئن فلسفو، مذهب، سياست، اقتصاديات، نفسيات ۽ اخلاق جي مسئلن ۾ ذهني رهبري ڪري ٿو. اهڙي طرح عشق بہ مذهب جي اونهن اسرارن سمجهڻ، سياسي مسئلن ۾ صحيح رهبري ڪري پراپڪاري جي راهہ تي هلائڻ، اقتصاديات کي مرڪزي نقطہ رفاح ۽ فلاح عام لاءِ ڪتب آڻڻ، نفسيات ۾ يڪسوئي ۽ يڪجهتي پيدا ڪرڻ، اخلاق کي خلق عظيم جي درجي تي پهچائڻ ۾ مدد ڪري ٿو.

مون مذهب کان محرڪ جذبو حاصل ڪيو. علم کان اکيون ۽ روشني حاصل ڪئي جنهن مان صحيح ۽ غلط رستو ڏسڻ جي تميز پيدا ٿي. عمل زندگي جو عملي ثبوت ڏنو. عشق مون کي منزل مقصود جي راهہ جي شناخت ڪرائي. ان ڏانهن هلڻ جي توفيق عطا فرمائي.

مون کي عشق مذهب جي معنيٰ اتحاد انساني، امن عالم ۽ انساني ارتقا ذهن نشين ڪرائي. مون کي عشق سياست ۾ فرد کي قوم ۾ مدغم ٿي مجموعي نفعي لاءِ پاڻ پتوڙڻ سيکاريو.

عاشق معشوق جي هر خيال، ناز، خواهش ۽ غمزه جي پوري ڪرڻ ۽ سمجهڻ لاءِ ڪوشش ڪري ٿو پوءِ اهي ڳالهيون فردن جون هجن يا قوم جون. عشق مون کي پاڻ تي رضاڪارانہ پابنديون وجهڻ سيکاريون جن اخلاقي قدرن جي صورت ورتي.

عشق مون کي ذهن نشين ڪيو تہ احد علم ڪل آهي. احمد عمل هو. پاڻ وچ وارو "م" يا پردو آهي، جنهن جي ذريعي ڪثرت ۾ وحدت ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

عشق مون تي ظاهر ڪيو تہ برهما (پيدا ڪندڙ) علم يا شبد هو، وشنو (پاليندڙ) حسن هو، شو (ماريندڙ) عمل هو جنهن ذريعي فنا ۾ بقا حاصل ٿئي ٿي.

عشق مون کي ان راز کان واقف ڪيو تہ حقيقت علم ڪل هو ۽ زندگي (عمل) مجاز هئي، هو ٻنهي کي ڳنڍيندڙ پل هو.

جڏان عشق دل وچ نہ مايئس پوش فقيري پايس،
دليان لتاوڻ دي ڪيتي جانب جوڳي تي آيا.
(خير محمد فقير)

عشق مون کي ان حقيقت کان واقف ڪيو تہ مشرق علم جو مخزن هو ۽ مغرب عمل جو اظهار هو. سنڌ عشق جي پيغام سان پنهي جي گڏڻ لاءِ پل جو ڪم ڏيڻ واري هئي.

عشق جي ڪيما منهنجي ٽامي کي سون جي جلا ڏني.
راٿا هيس ريءَ تو سائين مون کي سون ڪيو،
منهنجي مبداين جو، حال اتئي هيءَ،
ڍوليا ڍڪڻ تيءَ، ڪامل ڪچاين جو.

جهڙي طرح الله يا حق ـ جي نہ ابتدا هئي نہ انتها آهي، اهڙي طرح عشق جو پرو پاند پوڻ مشڪل هو.

نہ ڪو سنڌو سور جو، نہ ڪو سيڙهو سڪ،
عدد ناهي عشق پڄاڻي پاڻ لهي.
(شاهہ)

خواجہ حافظ فرمائي ٿو:

در هر طرف کہ رفتم جز حيرتم نيفزود،
فرياد زين بيابان و زراه بي نهايت.
(حافظ)

معنيٰ: جيڏانهن بہ ويس تہ صرف حيرت وڌي انهي بي انت بيابان جي اڻ کٽ راهہ ۾ دانهن نڪريو ٿي وڃي.

انسان نسلن بعد نسل انهي راهہ جا پانڌيڙا ٿي تجربا ۽ کوجنائون ڪندا آيا آهن. ڪين روز نوان نياپا ۽ نيون ڳالهيون معلوم ٿينديون رهن ٿيون. سفر طويل آهي، شاهہ صاحب جي چوڻ مطابق:

"قيامت ملن، تہ بہ ويجها پانڌ سپرين،
تنهان پوءِ سڄن، واڌايون وصال جون."

زندگي (روح) جو محرڪ جذبہ عشق، عميق سمنڊ جي سمان آهي. انهي جي شيوا ڪرڻ بعد جي ماسو مال جو بہ پرابت ٿئي ٿو تہ پوڄارو پر ٿيو وڃي.



## فصل پهريون

# محبت جي ماهيت

حوصلو حيرت جو، آهي نه متي عام،
سندي محبت مام، ڪور پروڙي ڪينڪي.
(شام)

هن باب جي سري ۾ ٻه لفظ ڪتب آيل آهن. هڪ محبت ۽ ٻيو ماهيت.

**محبت** کي عشق، پريم، نينهن، دوستي، لوَ (انگريزي) جي نالن سان بہ سڏيو وڃي ٿو. ڪنهن بہ شيءِ سان لاڙي يا ڪشش کي محبت سڏيو وڃي ٿو.

**ماهيت** ٻن اکرن جو مرڪب لفظ آهي. هڪ ما ۽ ٻيو هي يعني هي ڇا آهي؟ هن جي اصليت ڇا آهي يا هن جي معنيٰ ڪهڙي آهي.

محبت جا محرڪ جذبا هيٺيان آهن:

(١) جنسي خواهش
(٢) صحبت، هم نفسي يا دوستيءَ جي خواهش
(٣) هم خياليءَ جو جذبو
(۴) سرور يا خوشيءَ جو حصول
(۵) فائدو، مدد يا پراپڪاريءَ جي تمنا

اهل تصوف ان کي ٻن قسمن ۾ ورهايو آهي:

(١) مجاز
(٢) حقيقت

مجاز کي ٽن شين سان منسوب ڪن ٿا:

(۱) جسماني

(۲) ظاهري

(۳) فاني

جسماني شيون انهيءَ کي چيو وڃي ٿو جي پنجن حواسن جي ذريعي محسوس ٿي سگهن. يعني جن کي اکين سان ڏسي، ڪنن کان ٻڌي، وات سان چکي، نڪ سان سنگهي، هٿ سان ڇُهي سگهجي ۽ مڪان، زمان ۽ اسباب ۾ سمائجي سگهن.

**ظاهري** شيون اهي شمار ڪيون وڃن ٿيون جي صورت، سيرت، مشتهري، اقتدار، وصال، فراق، رقابت وغيره سان واسطو رکندڙ هجن.

**فاني** شيون اهي آهن جي ازلي ۽ ابدي نہ هجن. عارضي طرح وجود ۾ اچي پيدا ٿي وري ڪجهہ وقت کان پوءِ گم ٿي وڃن.

° **حقيقت** جوهري شين کي سڏيو وڃي، ٿو. اهي جي پنجن حواسن ذريعي معلوم ٿي نہ سگهن. زمان، مڪان ۽ اسباب ۾ سمائجڻ کان بالا هجن. اهي ازلي، ابدي، دائمي ۽ قائم بالذات ٿين ٿيون.

مجازي محبت ۾ هيٺين قسمن جي محبت شمار ڪري سگهجي ٿي:

(۱) شخصن جي محبت

(۲) قوم جي محبت

(۳) انسانذاتِ جي محبت

(۴) عورت جي محبت

(۵) سيرت سان محبت

(٦) جنسي خواهش جي ڪشش

(۷) نالي ناموس جي سڌ

(۸) مال ملڪيت جي محبت

(۹) اقتدار سان محبت

حقيقي محبت ۾ وري هيٺيون ڳالهيون شمار ڪري سگهجن ٿيون:

(۱) الله سان محبت

(۲) رسولن سان محبت

(٣) مذهبي عقيدن سان محبت
(۴) اعليٰ اصولن سان محبت
(۵) علم سان محبت
(٦) عشق جي محبت
(٧) عمل صالح سان محبت

## مجازي محبت جو مفصل ذڪر

مجازي محبت ۾ ڪي ڳالهيون اعليٰ ۽ ڪي ادنيٰ شمار ڪيون وڃن ٿيون.

مجازي محبت جون اعليٰ ڳالهيون هيٺيون آهن:

(١) شخصن جي محبت
(٢) ملڪ ۽ قوم جي محبت
(٣) انسانذات جي محبت
(۴) صورت جي محبت
(۵) سيرت جي محبت

مجازي محبت جون ادنيٰ ڳالهيون هيٺيون آهن:

(١) ناجائز جنسي خواهش
(٢) نالي ناموس جي سڌ
(٣) مال ملڪيت جي گڏ ڪرڻ جي خواهش
(۴) اقتدار جي سڌ

پهرين مجازي محبت جي اعليٰ ڳالهين جو ذڪر ڪندس.

**(١) شخص جي محبت:**

اها ٽن سببن ڪري پيدا ٿئي ٿي.

(١) جنسي خواهش
(٢) هم نفسيءَ جي تقاضا
(٣) هم خياليءَ جو تعلق

**(١) شخصي محبت جي جنسي خواهش:**

ماڻهوءَ ڪي حيوان ناطق (ڳالهائيندڙ جانور) سڏيو وڃي ٿو. تنهن

ڪري جي جبلتون جانورن ۾ رهن ٿيون، سي هن ۾ به آهن. جهڙوڪ (١) زال ۽ مرد جي وچ ۾ جنسي خواهش جو پيدا ٿيڻ فطري تقاضا آهي. انهيءَ ذريعي اولاد پيدا ٿي، نسل پيدا ٿي، نوع انساني جي بقا جو ذريعو بنجي ٿو. ليڪن جانور ۽ انسان ۾ تفاوت اهو آهي ته جانور وقتي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ بنا سَنڌي سيڙهي هلن ٿا. جهڙيءَ طرح ڪا ڪاڏي جي شيءِ ڏسي يڪدم ان کي بنا تميز جي کائي پيٽ ڀرين، پاڻي پي اچ مارين ٿا. اهڙيءَ طرح جنسي خواهش به پوري ڪن ٿا. جن لاءِ ڪي پابنديون يا قاعدا قانون وٺن نه آهن. پر انسان جماعتي زندگيءَ جي امن، نسل جي پاڪيزگي، ديرپا تعلقات ۽ زندگيءَ ۾ رفيق بنائڻ جي سبب ڪري جنسي خواهش جي پوري ڪرڻ سان گڏ ڪي دستور، سَنڌا سيڙها، اخلاقي قانون مقرر ڪري شادي ڪن ٿا، ته پوءِ ان خواهش جي پورائي کي جائز شمار ڪيو وڃي ٿو.

**(٢) شخصي محبت ۾ هم نفسيءَ جي تقاضا:**

انسان کي ولرن ۾ رهڻ وارن جانورن جي گروهه مان شمار ڪيو وڃي ٿو. ان ڪري اها سندس فطري تقاضا آهي ته هم طبيعت ۽ هم نفس ساٿي ڳولي، انسان زندگي بسر ڪري، سڳر ساٿ کان اڪيلو رهڻ سندس لاءِ قيد تنها مثل آهي. ليڪن چوڻي آهي ته:

ماڻهو مڙيئي نه سهڻا، ڀڪي مڙيئي نه هنج،
ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه، اچي بوءِ بهار جي.
(شاهه)

تنهن ڪري هم نفس، هم طبيعت ساٿي ڳولي لهڻ ۽ انسان دوستي، محبت ۽ پيار رکڻ ديرپا ۽ ڀروسي جهڙو ٿئي ٿو. رواجي طرح جي واقفيت ۽ دوستي بي ڀروسي ۽ عارضي ٿئي ٿي. چوندبيل دوستي وڻ جي ٿڌي ڇانوَ ۾ گرمي وقت آرام وٺڻ جي مثال آهي. اهي دوست ڏک سک ۾ هڪ ٻئي کي ڪم اچن ٿا. هڪٻئي جي عيبن ۽ ڪوتاهين کي ڏسي رنگ نٿا مٽائين، منجهن برد شت ۽ قربانيءَ جو مادو پيدا ٿي وڃي ٿو. شاهه لطيف ان لاءِ چوي ٿو ته:

منهنجي مداين جي، ڪل پريان پيئي،
ڪڏهين ڪوسا نه ٿيا، ڏوراپو ڏيئي،
ساجن سيپيئي، ڊڪيم ڊول ڊلائيون.
(سر بروو سنڌي)

**شخصي محبت ۾ هم خياليءَ جو تعلق:**

جنسي طرح به ڪو ماڻهو ڪوشش ڪري ۽ طبيعت ۾ ٺهڪي اچي، پر جيستائين هم خيالي پيدا نه ٿي آهي ان وقت تائين لاڳاپا پائدار رهي نه سگهندا. جنسي خواهش جانورن ۾ به آهي، ولڙن ۾ جانور به رهي سگهن ٿا. ليڪن ماڻهو اشرف المخلوقات هئڻ ڪري عقل ۽ خيال جي صفتن سان موصوف آهي. ان ڪري جيڪڏهن ڪي ماڻهو هم خيال ٿين ٿا ته منجهن معاملي فهمي ڪري اختلاف پيدا ٿيڻ جو گهٽ امڪان ٿئي ٿو. ازانسواءِ باهمي تبادلي خيال سان هڪبين کان تجربو پرائي، معلومات ۾ اضافو آڻي سگهن ٿا. شخصي ڪشش مذڪور بالا ٽن ڪارڻن ڪري پيدا ٿئي ٿي. ڪن کي هڪ سبب ڪري ڪن کي ٻن سببن ڪري ٿئي ٿي. پر جي اها دوستي ٽنهي وصفن ڪري وجود ۾ اچي ٿي ته اها نهايت بلند ۽ بالا شمار ڪري سگهجي ٿي. اهڙي دوستيءَ لاءِ شاعر چيو آهي ته:

اين سعادت بزور بازو نيست،
تا نبخشد خدائي بخشنده.

***

وِيني جنين وٽ، ڏکندو ڏور ٿئي،
تون تنين سان ڪٽ، اوڏا اڏي پکڙا.

**شخصي محبت جا مرحلا:**

شخصي محبت سدائين يڪسان نٿي رهي. اها مختلف درجن مان گذري ٿي. جيئن ماڻهو ڄمڻ کان پوءِ پهرين ٻارپڻ جو زمانو گذاري ٿو، جنهن جا تجربا، جذبا ۽ خيال جدا ٿين ٿا جنهن کي معصوميت جو نالو ڏنو ويو آهي. ان ۾ سڏون پيدا نه ٿيون آهن. ان ڪانپوءِ محبت جي سفر ۾ هڪ اهڙو دور اچي ٿو جنهن کي سن بلوغ سان تشبيهه ڏئي سگهجي ٿي. ان ۾ تميز پيدا ٿي جنسي خواهش وصال، فراق، قبض وغيره.

خواهش سان منهن مقابل ٿيڻو پوي ٿو. ان کان پوءِ محبت جو اهڙو دور اچي ٿو جنهن ۾ فيصلا ڪن قدم ڪڻڻا پون ٿا. ان کي جواني سان مشابهت ڏئي سگهجي ٿي. آخر ۾ اهڙو دور اچيس ٿو جنهن ۾ تجربي ۽ علم جي وڌڻ ۽ سڌن خواهشن جي جهڪي ٿيڻ ڪري اڳي مقرر ڪيل قدرن ۾

تبديلي اچي ٿي، ان کي پيرسني سڏي سگهجي ٿو. ان ڪانپوءِ شخصي محبت کي نئين جنم وٺڻ جي ضرورت ٿئي ٿي. جيئن ته ان جو مفصل احوال جدا فصلن ۾ ڏنو ويندو ان ڪري هتي ايتري تشريح تي اڪتفا ڪريان ٿو.

**ملڪ ۽ قوم جي محبت جو تجربو:**

محبت جڏهن شخصي تجربا طي ڪري ٿي ته ترقي ڪري نئون قدم ملڪ ۽ قوم جي دائري ۾ رکي ٿي. عشق کي هر مرحلي ۽ مڪان ۾ جدا جدا مسئلن سان منهن مقابل ٿيڻو پوي ٿو، پر جيئن ان جو دائرو وسيع ٿئي ٿو تيئن ان جون جوابداريون، ڏک، سک ۽ تجربا به وڌيڪ ٿين ٿا. هيٺ مختصر طور ملڪ ۽ قوم جي تشريح ڪري پوءِ ان سان محبت جي دوران مختلف تجربن جو ذڪر ڪندس.

**ملڪ جي تشريح:**

اڄين ته سڄي دنيا هڪ آهي پر جاگرافيائي طور کي خطءِ زمين هزارن ورهين بعد کي خصوصيتون حاصل ڪري خاص نالا اختيار ڪيو وڃن. جتي جا رهاڪو انهي نالي سان جدا قومون سڏجن ٿا جي خاص ٻولين، ڪلچر، تاريخي روايات، اقتصادي ۽ سياسي مفاد جون وارث بنجن ٿيون. انهن ملڪن جا رهاڪو سندن سياسي آزادي اقتصادي خوشحالي ۽ ڪلچرل ترقيءَ لاءِ جدوجهد ڪري ملڪ ۾ رستن، عمارتن، درسگاهن، تفريح گاهن، ڪارخانن، واپار، اسپتالن وغيره جي تعمير ڪري مهذب ۽ ترقي يافته ٿيو وڃن.

**قوم جي تشريح:**

مختلف جاگرافيائي خطن ۾ هزارن ورهين جي ميلاپ بعد قومون ٺهن ٿيون، جن جا ماڻهو اصل ۾ مختلف قبيلن، نسلن، زبانن، روايات ڏند ڪٿائن، دستورن جا حامل ٿين ٿا. سي آهستي آهستي ٿيّ هڪ زبان، گڏيل روايات، هڪ ڪلچر ۽ دستور ناهي قومي يڪجهتي ۽ عصبّيت حاصل ڪري وڃن ٿا. جن کي قومون سڏيو وڃي ٿو، جن جا مجموعي، سياسي ۽ اقتصادي مفاد يڪسان ٿين ٿا. اهڙي طرح ملڪ ۽ قوم جي محبت جو مطلب اهو ٿئي ٿو ته ماڻهو ان خطءِ زمين جنهن ۾ ڄائو نپنو هجي ۽ جتي دفن ٿيڻو اٿس جي ترقي ۽ تعمير لاءِ ڪوشش ڪري ۽ جن ماڻهن ۾ رهي ۽ جا ٻولي ڳالهائي، تن ماڻهن جي ڀلائي ۽ بهتريءَ لاءِ پاڻ پتوڙي. مثلاً

اسان جو وطن "سنڌ" آهي. ان ۾ رهاڪو ماڻهو "سنڌي قوم" آهن. ز

بان "سنڌي" اٿئون. ڪلچر "سنڌي" رکون ٿا. روايات "سنڌي اٿئون." "پيغام" سنڌي آهي. سنڌ جي شاندار ماضيءَ جي خبر اٿئون. موجوده پست پيل حال جو پتو اٿئون ۽ ان جي روشن مستقبل بڻائڻ جو ارادو رکون ٿا.

اهڙي حالت ۾ اسان قوم پرست سنڌي سنڌ ۽ سنڌي قوم جا عاشق سڏائي سگهون ٿا. مهاجر ۽ پنجابي مستقل مفاد ان جا غاصب آهن. اسان ۾ ڪي دودا آهن ته ڪي چنيسر آهن.

سنڌين ۾ ڪي خاميون آهن جن کي دور ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻي اٿئون. سنڌين جي اختلافن کي ڪيڏو آهي سندن خوبين کي تقويت ونائي آهي.

**سنڌي قوم ۾ هيٺيون خاميون آهن:**

١- قبائلي زندگي پوري طرح نه ٽٽي آهي، بدامني، باهمي اختلاف، جهالت ۽ بد رسوم هليا اچن ٿا.

٢- صحيح قومي شعور پيدا ٿي قومي عصبيت ۽ هم جنسيت پيدا نه ٿي سگهيا آهن.

٣- مٿانهين طبقي جي خود مطلبي ۽ باهمي اختلاف قومي ڪمزوريءَ جو باعث بنيا آهن.

۴- سندن احساسِ ڪمتري بزدليءَ جي صورت اختيار ڪئي آهي.

۵- وهم پرستيءَ ۾ ڦاٿل هئڻ ڪري عوام اجا تائين پير، ملا ۽ وڏيرن جو محتاج رهندو اچي.

**سنڌين ۾ اختلاف جا مکيه ڪارڻ:**

١- مال، زالن جي چورين ۽ اغوا ڪري پيدا ٿيندڙ اختلاف.

٢- زمين جي مالڪي، قبضي، پاڻيءَ جي ورهاست ڪري اختلاف.

٣- زميندارن ۽ سياستدانن جا مختلف اسباب ڪري اختلاف.

۴- پيرن جا هڪبين سان اثر رسوخ ۽ باهمي تعصب ڪري اختلاف.

۵- ملن ۽ مولوين جا عقيدن، شخصي تعصب، پوئلڳن ڪري اختلاف.

٦- مختلف قبيلن جي وچ ۾ زمين، چورين، فسادن، خونن ۽ زالن تان اختلاف.

٧- شهري ۽ دهقاني ماڻهن جي وچ ۾ اقتصادي نابرابري ڪري اختلاف.

٨- ڪاموري ڪلاس ۽ عام پبلڪ جي وچ ۾ مختلف سببن ڪري اختلاف.
٩- ٻاهران آيل ماڻهن جا مڪاني ماڻهن تي سياسي تسلط، اقتصادي استحصال ۽ ڪلچرل غلبي قائم ڪرڻ ڪري اختلاف.

**سنڌين جون خوبيون:**

١- ساده مزاجي ڪري وفاداري
٢- بي ضرر ۽ ڪم آزار پاليسي
٣- حياءَ ۽ ادب
٤- مهمان نوازي
٥- محبت ۽ رواداريءَ جو جذبو.

مذڪوره بالا خامين ۽ اختلافن جي دور ڪرڻ ۽ خوبين کي تقويت وٺائڻ لاءِ صدق دل سان ڪم ڪندي ماڻهو ملڪ ۽ قوم سان محبت جو عملي ثبوت ڏئي سگهي ٿو.

**(٣) انسانذات جي محبت:**

مجازي دنيا ۾ شخصي محبت جو درجو ابتدائي تعليم جي مثل آهي. اتان ترقي ڪري جڏهن ماڻهو قومي محبت جي درجي تي اچي ٿو ته محبت جي ابتدائي ۽ ثانوي درس کي پورو ڪري ڄڻ ته ڪاليج ۾ داخل ٿيو آهي. پر اها تعليم به مڪمل نه چئبي جيستائين اتان ترقي ڪري ماڻهو انسانذات جي محبت سان پاڻ کي نه سينگاريو آهي. اهو مجازي محبت جو اعليٰ درجو آهي، جنهن کي يونيورسٽيءَ جي تعليم سان مشابهت ڏيئي سگهجي ٿي.

اها قومي محبت جا انسانذات جي مجموعي فلاح ۽ بهبوديءَ جي راهه ۾ رڪاوٽ بنجي، جا هڪ قوم کي ٻيءَ جي خلاف ڪري يا جنهن ۾ طاقتور قوم ڪمزور تي سياسي تسلط، اقتصادي استحصال ۽ ڪلچرل غلبو قائم ڪري، اها روح محبت جي خلاف سڏبي. پوءِ ڪٿي سامراجي انهيءَ تسلط کي ڪهڙن به خوبصورت نظرين يا عقيدن سان ملبوس ڪري جائز قرار ڏين. هن وقت دنيا ۾ بدامنيءَ جا باعث هيٺيان آهن:

١- فردن جا خود مطلبي ڪري باهمي اختلاف ۽ دشمنيون.
٢- هڪڙين قومن جو ٻين قومن تي تسلط ۽ غلبو.
٣- هڪڙن طبقن تي ٻين طبقن جو استحصال.

جهڙيءَ طرح شخصي محبت ٻن ماڻهن ۾ اتحاد آڻي کين يڪ جان ٻه قالب بڻائي ٿي؛ اهڙيءَ طرح قوم ۾ يڪجهتي ۽ اتحاد آڻڻ لاءِ قومي محبت جي نشي ۾ مدهوش ٿيڻ ضروري آهي. ساڳي ڳالهہ اتحاد انساني لاءِ بہ ضروري آهي. درويشن محبت کي انسانذات جي هر مرض جو علاج سمجهيو آهي.

مرض جي علاج کان اڳ ان جي تشخيص ضروري آهي. جيڪڏهن اوهان غور ڪري ڏسندا، سنڌي قوم جي خودشناسي، اتحاد، آزادي ۽ ترقيءَ جي راهہ ۾ اوهان کي هيٺيون ڳالهيون نقصانڪار ڏسڻ ۾ اينديون:

١- مسلمانن جي جداگانہ قوم جو نظريو.
٢- پاڪستان جو وجود.
٣- مهاجر پنجابي مستقل مفاد جو سامراج.
۴- مذهبي نظام حڪومت.
۵- سرمائيدارانہ نظام.
٦- فسطائي نظريءَ سياست.

جيستائين انهن مرضن کي دور نہ ڪيو ويو آهي، سنڌي قوم جو درخت بار آور نہ ٿيندو. ان لاءِ سنڌين کي هيٺيون ڳالهيون علاج طور ڪتب آڻيون پونديون:

١- بقاءِ باهميءَ جو جذبو.
٢- رواداريءَ جو جذبو.
٣- پراپڪاريءَ جو جذبو.
۴- شخصن جو قوم جي بهتريءَ لاءِ قربانيءَ جو مادو.

**(۴) صورت جي محبت:**

مجاز ۾ صورت يا شڪل جي محبت کي خاص مقام حاصل آهي. خوبصورتي حسن آهي. عربي مقولو آهي تہ "ان الله جميلٌ، يحب الجمال" (يعني الله پاڻ حسين آهي، تنهن ڪري حسن پسند ڪري ٿو.) اهو حسن جو جلوو هر جاءِ پرتوِ ڏيکاري ٿو. افراد، قوم، انسانذات ۾ جدا جدا حسن جا نشان موجود آهن. ظاهري خوبصورتي هڪ قسم تي مبني نہ آهي. مجازي ملڪ جي خوبصورتيءَ جو قلمي نقش نگار رکي ٿي. ان جي مختصر تشريح هيٺ ڏجي ٿي:

(١) شخصي حسن جو نقش نگار.

(٢) قومي حسن جون صفتون.

(٣) انساني حسن جو دائره وسعت ۽ برتري.

**(١) شخصي حسن جو نقش نگار:**

ان جي تشريح ڪندي شاعرن، اديبن ۽ عاشقن معشوق جي قد ـ بت، اکين، ڳلن، ڪاڏي، ڏندن، زلفن، سيني، ڪمر وغيره کي ان نقش نگار ۾ شامل ڪيو آهي. مطلوب جي رفتار ۽ گفتار به ان ۾ شامل آهي. جيئن تہ انهن جو مفصل ذڪر ايندڙ فصلن ۾ ڪيو ويندو ان ڪري زياده هتي بيان نٿو ڪجي.

**(٢) قومي حسن جون صفتون:**

جيئن هر ماڻهوءَ جي خاص نقش نگار عاشقن جي گرويده بنائڻ لاءِ ڪشش رکن ٿيون، ان وانگر هر قوم ۾ ڪي خصوصيتون ٿين ٿيون جن کي قومي ڪردار جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. مثلاً مون سنڌي قوم جي عشق ۾ منجهس هيٺيون خوبيون ڏٺيون آهن:

(١) وفاداري

(٢) ڪم آزاري

(٣) مهمان نوازي

(۴) حياءَ ۽ ادب

(۵) رواداري

(٦) غيرت

(٧) پيغام محبت ۽ امن.

سنڌي عاشق جو اهو فرض ٿي پوي ٿو تہ پنهنجي معشوقہ سنڌي قوم جي مذڪوره بالا خوبين کي جلاگر ڪري معاشري جي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ لاءِ ڪتب آڻي. طالب کي هر منزل تي صحيح ۽ غلط جي تميز ڪرڻ لازمي آهي. جهڙي طرح سان صرف ظاهري خوبصورتيءَ تي موهجي ماڻهو ڪن بي وفا، اخلاق کان ڪريل شخصن جي پيار ۾ ڏوکو کائي تجربي کانپوءِ پڇتائين ٿا. اهڙي طرح قومن ۾ ڪن غلط ۽ ڏوکي جي خصوصيتن ۾ پلجي ان کي حقيقي سمجهي نقصان سهن ٿا.

جيئن هٽلر جرمن قوم کي دنيا جي چونڊيل قوم قرار ڏئي نٽشي جي نظريي ۽ مرد ڪامل جي ماتحت جنگيون ڪرائي تباهيءَ جو ڪارڻ بڻايو هو. تيئن هتي برصغير هند ۾ مسلم قوم کي چونڊيل سمجهي علامه اقبال جي نو ايجاد فلسفي جي بنياد تي ملڪ کي ورهائي ٽڪرا ٽڪرا ڪرايو ويو. جنهن ڪري لکها ماڻهو قتل ٿيا. ڪروڙها ملڪ بدر ٿيا. اربها جائداد جي تباهي ٿي. انهي نظريي جي بنياد تي هندن ۽ مسلمانن ۾ نفرت ڦهلائي وئي. انهيءَ نظريي جي آثار تي اڄ ڪلهه سنڌي، بلوچ ۽ پٺاڻ جي قوميتن جي وجود کان انڪار ڪيو وڃي ٿو. جنهن ڪري سنڌ جي شيدائن کي نظريي پاڪستان، فسطائي طرز حڪومت مذهبي نظام حڪومت کان نفرت پيدا ٿيندي وڃي ٿي. تنهن ڪري ملڪ ۽ قوم جون خوبيون انهن ڳالهين کي سمجهڻ گهرجي جن مان ملڪ ۽ قوم ۾ فلاح ۽ بهبودي، اتحاد ۽ امن پيدا ٿيندو هجي ۽ نه اهي ڳالهيون جي منجهن نفرت، نفاق، ڌارين جي غلامي اڳيان سر جهڪائڻ، پنهنجي زبان، تهذيب، قديم روايات جي نفي ٿيندي هجي.

**انسانذات جي حسن جي محبت:**

انسانذات جي محبت جي ڪسوٽي اها ٿي سگهي ٿي ته شيخ سعديءَ جي چوڻ مطابق:

بني آدم اعضائي يکديگرانه ـ که در آفرينش زيک جوهراند.
اگر يک عضوه بدرد آورد روزگار ـ همه عضوها را نماند قرار.

معنيٰ: "جملي انسان هڪ ٻئي جا عضوا آهن ڇاڪاڻ ته بنيادي طرح سڀ ڳي جوهر مان ٺهيل آهن. ان وانگر جيڪڏهن هڪ عضوي کي درد ٿو رسي ته جملي عضوا درد ڪرڻ لڳن ٿا."

تنهن ڪري انسانذات جي محبت تڏهن حاصل ٿي سگهندي جڏهن هر هڪ قوم انهي مرڪزي نقطي کي مدنظر رکي پنهنجي قومي مفاد کي مجموعي نفعي خاطر ڪن حدن اندر رکندي.

اڄ ڪلهه ان لاءِ پنج شيلا نالي اصول ٺاهي راهه هموار ڪئي وئي آهي.

## پنج شيلا جا اصول

**(١) نان اگريشن (اڻ اڳرائي):** زور زبردستيءَ جي پاليسيءَ کي ڇڏي سڀ مسئلا باهمي گفتگو ۽ اقوام متحده جي معرفت فيصل ڪرائجن.

(٢) **سيني قومن جي حق خوداختياريءَ** جي اصول کي قبول ڪجي. يعني هر اها قوم، جا جديد قومي نظريي مطابق قوم سڏجڻ جي حقدار هجي، انهي جي عوام کي حق خود ارادي ڏنو وڃي. ڪنهن به طاقتور قوم کي ٻي قوم جي آزادي سلب ڪرڻ جو حق نه هجي.

(٣) **ڪوآپريشن (باهمي تعاون):** سيني ملڪن کي هڪ ٻئي سان مدد ڪرڻ گهرجي. جيئن پوئتي پيل ملڪ ترقي ڪري سگهن، ۽ سامراجي تسلط هيٺ آيل ملڪ آزاد ٿي سگهن.

(۴) **نان انٽر فيئرنس:** ٻين ملڪن جي گهرو معاملن ۾ دستِ اندازي نه ڪجي. جنهن ڪري جهڳڙا ۽ جنگيون ٿين ٿيون.

(۵) Co-existance **(بقاءِ باهمي):** جنهن موجب مختلف نظرين، قومن ۽ ملڪن جو باوجود اختلافن جي هڪ ٻئي سان رواداراڻو سلوڪ قائم رکيو وڃي ٿو. ڪوبه نظريو ڪنهنجي مٿان زوريءَ مڙهيو نٿو وڃي.

انهيءَ مقاصد جي حل ڪرڻ جو ذمو اقوام متحده تي هئڻ گهربو هو، پر ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي ته اقوام متحده وڏين طاقتن جي راءِ خلاف ڪم ڪرڻ جي طاقت نٿي رکي. جهڙوڪ:

(١) امريڪن حڪومت ويٽنام، لائوس، ڪوريا ۾ زوريءَ سندن عوامي راءِ خلاف پنهنجي پسنديده گروهن جو تسلط قائم ڪرڻ لاءِ خونريزي ڪري رهي آهي، پر ڪنهن کي مجال نه آهي جو ان کي روڪي سگهي.

(٢) مغربي ملڪن اسرائيل کي هڪ خطيءَ زمين تي مسلط ڪيو ۽ امريڪا ان کي سندس سامراجي مفاد خاطر طاقتور بنائي رهي آهي. ان ڪري هن عربن جا وڏيڪ ٽڪرا فتح ڪري انهن تي قبضو ڪيو آهي. دنيا هن کي انهيءَ قبضي کان خالي ڪرائڻ لاءِ مجبور آهي.

(٣) افريقا ۾ پورچوگال، ڏکڻ افريقا جا گورا، روڊيشيا جا سفيد فام رهاڪو، مغربي ملڪن جي آڌار تي ڪثرت تعداد ڪارن باشندن تي سندن تسلط قائم رکي استحصال ڪري رهيا آهن، پر اقوام متحده ڪجهه داد رسي نه ڪري سگهي آهي.

(۴) هتي برصغير هند ۾ انگريزن جي سامراجي گروهه مسلم اقليت وارن صوبن ۽ پنجاب جي مستقل مفاد جي نفعي خاطر ٻن قومن جي غلط

نظريي جي بنياد تي ملڪ کي ورهائي ٽڪرا ڪيو ۽ نئين ورهايل ملڪ پاڪستان کي مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي تسلط هيٺ رکيو آهي. هن وقت به امريڪا ۽ چين باوجود سندن وڏين دعوائن جي انهي تسلط کي قائم رکڻ لاءِ مدد ڏيئي رهيا آهن.

بنگلاديش وڏين مصيبتن برداشت ڪرڻ بعد جدا ٿي ويو آهي ليڪن سنڌ، بلوچستان ۽ پختون ايراضيون انهي ظلم ۽ تشدد جو اڃا تائين شڪار ٿي رهيون آهن.

انسانذات جي محبت تڏهن سرانجام ٿيندي جڏهن ان ۾ مظلوم ماڻهن جو داد ٿي سگهي ۽ ماڻهن جي سياسي مساوات، اقتصادي برابري، سياسي آزاديءَ جي حصول لاءِ مدد ڪئي وڃي ۽ ملڪن ۾ جمهوري حڪومتن جو دور قائم ٿئي.

### (۵) سيرت جي محبت:

مجازي ملڪ ۾ پسنديده شيءِ جي سيرت ۽ اخلاق جي صحبت کي وڏو درجو ڏنل آهي. ان ۾ نهايت خبرداريءَ سان ڪم ورتو آهي، بعضي ماڻهو وقور محبت ۾ اوگڻن کي گڻ سمجهيو وڃن ٿا. ان ڪري گڻن ۽ اوگڻن جي وچ ۾ تميز ڪرڻ لاءِ ڪسوٽيون مقرر ڪرڻيون پونديون. ان سيرت جي محبت جو اطلاق به مجاز جي ٽنهي مرحلن سان ٿئي ٿو، جهڙوڪ:

(١) شخصي سيرت

(٢) قومي سيرت

(٣) بين الاقوامي سيرت

هيٺ انهي مان هر هڪ تي مختصر روشني وجهندس.

### (١) شخصي سيرت:

ماڻهن جي صورت جيستائين سيرت (اخلاق) سان مزين نه آهي ته ان جي محبت غلط، غير يقيني، نقصانڪار ۽ ڏوکو ڏيندڙ ٿئي ٿي. جنهن جو وڏيڪ ذڪر ناجائز جنسي خواهش، نام ناموس جي سڌ، مال ملڪيت جي تمنا ۽ اقتدار جي خواهش جي سرن هيٺ بيان ڪندس.

هتي هي چوڻ ڪافي ٿيندو ته صفاتي دنيا دلپذير آهي، ان ۾ ڪيئي ڪانڌا گل پکڙيا پيا آهن. ان ڪري صرف ظاهري صورت تي موهجي ان جي

اخلاق جاچڻ کانسواءِ محبت ڪرڻ ۾ دوکي کائڻ جو انديشو آهي. اهي اخلاقي صفتون ڪهڙيون آهن جي ظاهري صورت کي پائدار ۽ املهہ بڻائين ٿيون. منهنجي نظر ۾ اهي هيٺيون ٿي سگهن ٿيون:

(۱) حياءُ ۽ ادب

(۲) وفاداري

(۳) قربانيءَ جو مادو

(۴) سادگي

(۵) نياز

بهتر آهي تہ انهن صفتن جي مختصر تشريح ڪريان.

**(۱) حيا ۽ ادب:**

ان جي معنيٰ اها ٿيندي تہ مطلوبہ ماڻهو پاڪدامن. اٿڻ وهڻ جي فضيلت ڳالهائڻ جي سليقي وارو. ظاهري تصنع کان آزاد. صاف دل. نگاهہ ۾ شرميلو. معصوم طبيعت. ٿورو ڳالهائو هجي.

**(۲) وفاداري:**

انهيءَ صفت وارو ماڻهو اعتماد. ڌوکي نہ ڏيندڙ ۽ صاحبِ اخلاق. سوچ سمجهہ بعد وعده ڪندڙ يا دوستي رکندڙ هجي. تلون مزاج نہ پر مستقل مزاج هجي. زندگيءَ ۾ سنجيده. اهل دل. انساني اعليٰ قدرن جو حامل هوندو آهي.

**(۳) قرباني جي مادي وارو:**

محبت جي دنيا سوداگر واري نہ آهي. هن ۾ ڏي وٺ نہ ٿيندي آهي. چوڻي آهي:

"پنهنجي توڙ نباهہ، ان جي او ڄاڻي."

جو جذبو رکڻو آهي. ان ۾ درگذر ڪرڻ. غلطيون معاف ڪرڻ. عيب نہ اپٽڻ. سخا جو پندار رهڻ. انساني همدردي. اخلاص. نرم دلي. نيڪ گمانيءَ جون صفتون ضروري آهن. ان ۾ پاڻ وڃائي ٻي جو پلو ڪرڻو پوي ٿو.

**(۴) سادگي:**

سادگيءَ وڏي ۾ وڏو حسن آهي. تصنع ۽ نمائش قباحت آهي. سادگي

فطرت جي ذات آهي، تصنع ۽ نمائش عين جو لکائڻ آهي. شاهه لطيف ان جو مارئيءَ جي زبان سان هيئين طرح اظهار ٿو ڪري:

جهڙي آيس جيئن، جي تهڙي وڃان تن ڏي،
ته لالائي جا لطيف چئي، ڪر مندن انا مينهن.

وري شاهه صاحب ظاهري نمائش کي ننڍڻ لاءِ چوي ٿو ته:

مٺين تي موهجي، هاري! ڳيڙءِ هار،
ڪوڙين ڪيا ڪيترا، انهين خر خوار،
پري ويو پتار، آيئي ڏنءِ ڏماڳ جو.

وري چوي ٿو ته:

پيلي پلائي، پسي چٽ چري ٿي.

(۵) نيازء

معشوق استاد آهي، عاشق شاگرد. معشوق امام آهي، عاشق مقتدي. معشوق مرشد آهي، عاشق مريد. معشوق معبود آهي، عاشق عابد آهي. معشوق شمع آهي عاشق پروانو.

معشوق هڪ ٿئي ٿو، عاشق هزار. تنهن ڪري معشوق جو هم صفت موصوف هئڻ لازمي آهي. وڏي ۾ وڏي صفت نياز ۽ تواضع آهي. شاهه سائين ان جي تعريف هن طرح ڪري ٿو:

نوريءَ جي نياز جو، عجب اجهل هوءِ،
سمو سر سين ۾، مي موريچيو سوءِ،
اڇيو اپين پوءِ، حجت پڳي راڻين.

پارسيءَ ۾ چوڻي آهي ته:

تواضع زگردن فرازان نکوست،
گداگر تواضع کند خوئي اوست.

معنيٰ: تواضع جو وڏن ماڻهن ۾ هئڻ ضروري آهي، گدا گر جو ته اهو پيشو آهي.

شمع ٻه جڏهن ٻري ٿي ته پروانو پاڻ جلائي ٿو.

فخر، وڏائي، گهمنڊ، سفلا مزاجن کي سونهي ٿو. ميوي سان ڀريل شاخ هميشه نميل هوندي آهي.

نوڙيءَ جنام تماچيءَ کي انهي ڪري نوازيو هو جو هن جي من ۾ گيرب ۽ گاءُ ڪونہ هو.

شخصي محبت جا مقصد پائدار دوستي، رفاقت، باهمي تعاون ۽ هڪ ٻئي کان سبق پرائڻ ٿين ٿا. ليڪن جڏهن ماڻهو بنا تميز جي صرف ظاهري شڪل شباهت تي موهجي محبت ڪرڻ لڳي ٿو تہ مٿي ذڪر ڪيل چار ئي مقصد حاصل ٿي نہ سگهندا.

صورت گهڻو سهڻا، پر ٿاٿا سندن ٿوهر،
ريلو ڏئي روح، جو ڪاٿي سو ڪامي مري.
(شام)

"سيرت کے هم غلام هين، صورت هوئي تو ڪيا،
سرخ و سفيد مٽي کي، مورت هوئي تو ڪيا."

(١) ناجائز جنسي خواهش، (٢) عارضي خوشي، (٣) قبضي جي خواهش ڪري محبت پائدار ٿي نہ سگهندي.

شخصي محبت کي پاڪ صاف رکڻ ۽ پاڪ بنائڻ لاءِ مذڪوره بالا ٽن ڳالهين کي هيٺين طرح درست ڪري سگهجي ٿو.

**(١) جنسي خواهش** کي حدن ۾ رکڻ لاءِ سوسائٽيءَ جي قاعدن ۽ دستورن جي تابع بنائڻ ضروري آهي.

**(٢) عارضي خوشي** — جي بي بقا حيثيت ناپائدار محسوس ڪري ان کي دائمي خوشيءَ جي حصول لاءِ قربان ڪرڻ سگهجي.

**(٣) قبضي جي خواهش** — معشوق صرف جسم نہ آهي پر روح بہ آهي. روح جي رضامندي کانسواءِ جسم رام ٿي نٿو سگهي. قبضي جي خواهش مان تشدد جي بوءِ اچي ٿي. خواجہ حافظ فرمائي ٿو:

عنقا شکار کس نہ شود دام باز چين،
کہ اين جا هميشہ باد بدست است دام را.

معني: (عنقا) نامعلوم شيءِ شڪار نہ ٿي سگهندي، ان لاءِ دام پکيڙڻ بيسود آهي.

**٢- قومي سيرت:**

جهڙي طرح فردن ۾ ڪي خصوصيتون ٿين ٿيون، اهڙي طرح قومن ۾

به ڪي خاصيتون ٿين ٿيون. جن کي تقويت وٺائڻ سان هو اندروني توڙي بيروني اتحاد، امن ۽ ترقي حاصل ڪري سگهن ٿيون. قومن لاءِ جي اخلاقي قانون ڪارآمد ٿي سگهن ٿا. سي منهنجي نظر ۾ هيٺين ٻن ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجن ٿا:

١- قوم جي اندروني اتحاد، امن ۽ ترقيءَ لاءِ ڪي اصول.

٢- قوم جي بيروني تعلقات لاءِ ڪي بنيادي اصول.

**قوم جا اندروني معاملا**

منهنجي نظر ۾ سنڌين جي يڪجهتي ۽ اتحاد، امن امان، اصلاح ترقيءَ لاءِ هيٺيون ڳالهيون ضروري آهن:

(١) بقائي باهميءَ جو جذبو.

(٢) پراپڪياريءَ جو جذبو.

(٣) رواداريءَ جو جذبو.

(۴) باهمي تعاون جو جذبو.

(۵) عدم تشدد جو جذبو.

هيٺ آئون مذڪوره بالا ڳالهين جي مختصر تشريح ڪريان ٿو.

**(١) بقائي باهمي:**

دنيا جي ٻين ملڪن وانگر سنڌ ۾ به مختلف طبيعتن، مذهبي عقيدن، مفادن، روايات، سياسي نظرين ۽ نسلن جا ماڻهو رهن ٿا. قومي يڪجهتيءَ جي تقاضا اها رهي ٿي ته سڀ ماڻهو متحد ٿي هڪ قومي قالب ۾ سمائجي مجموعي مفاد لاءِ ڪوشان رهن. ان لاءِ دنيا ۾ ٻه طريقءِ ڪار مروج آهن.

(١) ڪي مضبوط طبيعت، طبقاتي مفاد، مذهبي عقيدن، روايات، سياسي نظرين ۽ قبيلن جا ماڻهو مختلف طريقن سان جن ۾ پرچار، اخلاق حسن، تشدد وغيره اچي وڃن ٿا، ٻين ماڻهن کي پنهنجو هم خيال ۽ هم عمل بنائي قومي يڪجهتيءَ لاءِ ميدان هموار ڪن ٿا.

(٢) ٻيو طريقو اهو آهي ته رواداريءَ کي ملحوظ رکي سڀني طبيعتن، طبقاتي مفاد، مذهبي عقيدن، روايات، سياسي نظرين ۽ قبيلن جي ماڻهن سان بقائي باهميءَ جي اصول تي گڏجي گذارجي ۽ ڪس رس ڪائي گڏيل مفاد لاءِ ڪم ڪجي.

دنيا جي اڪثر ملڪن، قومن، مذهبي عقيدن، وغيره جي ماڻهن پهرين طريقي کي آزمائي ڏٺو آهي ليڪن ان مان خاطر خواهه نتيجو نہ نڪتو آهي. جيئن پوءِ تيئن زياده نفاق وڌندو وڃي ٿو. تيرهن سؤ ورهيہ اڳي قرآن ۾ حڪم آيو تہ "لڪم دينڪم ولي دين."

معنيٰ: هر هڪ کي پنهنجن خيالات رکڻ جي اجازت آهي. جنهن کي مغربي ملڪن هن وقت 'بقائي باهمي' جي نالي سان سڏي ان تي عمل درآمد ڪرڻ شروع ڪيو آهي.

اسان جي مٿان نئون آيل حڪمران گروهہ پنهنجي خود ساختہ نظريہءِ پاڪستان، غلط مذهبي عقائد، فسطائي نظريہءِ سياست ذريعي مسلط ٿي اسان جي هزارها سالن جي قومي وجود، مذهبي عقائد، سياسي ۽ اقتصادي مفاد کي نقصان پهچائڻ گهري ٿو. اسان کي عارضي طرح نقصان برابر پهچي رهيا آهن پر سندن اهي ڪوششون ڪامياب نہ ٿينديون. بلڪ ان تي زور ڏيڻ ڪري موريو بنگلہ ديش وانگر سنڌ کي بہ پاڪستان کان ٻاهر نڪري ويندا.

سنڌ جي اصلي باشندن کي بہ بقائي باهميءَ جي ذڪر ڪيل نموني تي هلڻ مان فائدو حاصل ٿيڻو آهي. انهي ڪري ئي قومي يڪجهتي حاصل ٿي سگهندي.

**(٢) پراپڪاري جذبو:**

ڪوبہ گهر يا ڪابہ قوم يڪجهتي ۽ اتحاد حاصل ڪري نہ سگهندا جيستائين انهن جي ڀاتين يا افراد خود مطلبي ڇڏي مجموعي مفاد لاءِ ايثار ۽ پراپڪاريءَ جو جذبو پيدا نہ ڪيو آهي.

قومي اتحاد جو راز افراد جي مجموعي مفاد لاءِ خود مطلبيءَ کي ترڪ ڪرڻ ۾ سمايل آهي. جيستائين سنڌ جا عاشق گهڻا نہ ٿيا آهن ان جذبي جو پيدا ٿيڻ مشڪل آهي.

مغربي ملڪن ۾ آهستي آهستي ٿي شخصي خود مطلبي گهٽ ٿيندي وڃي، هاڻ معاشي ڪلاسن، نظرين ۽ سياسي گروهن ۾ معاشرو ورهائجي ويو آهي. ليڪن هتي پاڪستان ۾ برصغير جي ورهاڱي بعد خود مطلبي انهي حد تي وڃي پهتي آهي جو هرڪو ماڻهو پاڻ کي شاهوڪار بنائڻ، اقتدار حاصل ڪرڻ، ٻي تي تسلط قائم ڪرڻ لاءِ ڪوشان نظر اچي ٿو. ماڻهن جو اخلاق

گهٽي قدر هيٺ ڪري پيو آهي جو:

(١) شين ۾ ملاوت
(٢) چور بازاري
(٣) سمگل ڪرڻ
(٤) گهٽي نفعي خوري
(٥) استحصال
(٦) فحش ڪاري

عام جام ٿي پيا آهن.

پاهران آيل حضراتن سندن مذڪوره بالا حرڪتن جي جواز ۾ سياسي تسلط قائم رکڻ، اقتصادي استحصال، ڪلچرل غلبي قائم رکڻ لاءِ مذهب ۽ فلسفي جي غلط تشريح ڪن ٿا.

**(٣) رواداري:**

ٽيو اصول جو قومي يڪجهتي، امن ۽ ترقيءَ لاءِ ڪارآمد ثئي ٿو، سو تعصب ڪيدي رواداري اختيار ڪرڻ جو آهي.

سنڌ مان مذهبي تعصب ڪي صوفين گهڻو گهٽائي ڇڏيو هو. پر خلافت وقت پٽن اسلامزم جي نظريي زور ونڻ ڪان پوءِ مسلمانن جي جدا قومي نظريي جي پرچار ڪري تعصب ايتري قدر پڪڙي ويو آهي جنهن جو حد حساب نہ آهي.

هندن خلاف تعصب، غير مسلم ليگين خلاف تعصب، قوم پرست سنڌين خلاف تعصب، سنڌي زبان خلاف تعصب، زميندار خلاف تعصب، ڪميونسٽ خلاف تعصب جو دور دورو آهي.

جيستائين دليون تعصب ڪان پاڪ نہ ٿيون آهن ان وقت تائين نفرت ۽ نفاق جا مرض قومي بدن ۾ هليا ايندا.

تنهن ڪري قومي سالميت پيدا ڪرڻ لاءِ رواداري سکڻ ضروري ڳالهہ آهي.

**(٤) باهمي تعاون جو جذبو:**

جنهن قوم ۾ تعصب، نفاق، خود مطلبي ۽ خود فريبي دخل ڪري ويل هوندا سا يڪجهتي ۽ اتحاد حاصل ڪري ترقي ڪري نہ سگهندي.

باهمي تعاون صرف مذڪوره بالا خامين جي نڪرڻ بعد ئي سگهي ٿو. اهو قومي ترقي ۽ تعمير لاءِ لازمي امر آهي.

سنڌين لاءِ باهمي تعاون هيٺين مسئلن واسطي ضروري آهي:

(۱) اصل سنڌين جو سنڌ دشمن عناصر خلاف تعاون.

(۲) سنڌي زبان ۽ ڪلچر جي حفاظت ۽ ترقيءَ لاءِ تعاون.

(۳) سنڌ جي سياسي آزادي، اقتصادي خوشحالي ۽ ڪلچرل ترقيءَ لاءِ تعاون.

(۴) مسلمانن جي جدا قوم، مذهبي نظام حڪومت، مهاجر پنجابي سامراجي استحصال خلاف تعاون.

**(۵) عدم تشدد:**

انهي اصول تي هلڻ لاءِ نه صرف هڪ ٻين تي ڏاڍائيءَ کان گوشو ڪرڻو آهي، پر پنهنجي قول، فعل، سياسي نظرين، مذهبي عقيدن ۽ باهمي لاڳاپن جو بنياد اهنسا جي اصول تي رکڻو آهي.

بدقسمتيءَ سان پاڪستان جي قيام بعد هن ملڪ اندر هر ڳالهه ۾ تشدد کان ڪم ورتو ويو ٿو. جهڙوڪ:

۱- سياسي مخالفن خلاف تشدد جو استعمال.

۲- هندن خلاف تشدد جو استعمال.

۳- حڪمران طبقي جي سياسي نظرين، مذهبي عقيدن خلاف راءِ رکندڙ لاءِ تشدد جو استعمال.

۴- سنڌو ديش جي سياسي آزادي، اقتصادي خوشحالي ۽ ڪلچرل ترقيءَ لاءِ گفتگو ڪندڙن خلاف تشدد جو استعمال.

حڪمران طبقي جا سياسي نظريا فسطائي آهن. مذهبي عقيدا تعصبي آهن، جيڪو انهن سان شامل راءِ نٿو ٿئي، يا آزاد راءِ جو اظهار ڪري ٿو، انهيءَ تي سختي ڪري سزا ڏني وڃي ٿي.

جتي تشدد آهي اتي صحيح جمهوريت قائم ٿي نه ٿي سگهي.

هاڻ مجازي محبت جي ادني ڳالهين جو ذڪر ڪجي ٿو:

**(٦) ناجائز جنسي خواهش:**

جنسي خواهش هڪ حيواني جبلت آهي جا ماڻهن ۽ جانورن ۾

يڪسان ٿئي ٿي. جانورن ۾ اها ڪن خاص موسمن ۾ پيدا ٿئي ٿي. ليڪن ماڻهن ۾ ان جو مدو يا موسم مقرر نہ آهي. اها هر وقت ذرا تحريص تي پيدا ٿيو وڃي.

ان جا محرڪ جذبا ٻہ آهن:

(١) نسل پيدا ڪرڻ جي خواهش،

(٢) عارضي سرور يا خوشي.

جانور ان کي بنا تميز ڪم آڻين ٿا. ماڻهن ان ۾ تميز آڻي جماعتي دستورن جي ماتحت رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

شخصي محبت يا ڪشش ۾ جنسي خواهش کي وڏو دخل آهي. پوءِ اهو مختلف ماڻهن تي ڇڏيل آهي تہ ان کي معاشري جي مقرر ڪيل قانونن مطابق هلائين يا جانورن وانگر خواهش کي پوري ڪرڻ لاءِ سَنڌي سيڙهي جو خيال نہ رکن.

عام طرح ڪيترن درويشن انهيءَ خواهش مان نقصان پهچڻ جي انديشي ڪان ان کي ٽبو (ممنوع) ڄڻي ڇڏيو آهي.

ڇاڪاڻ تہ ان ۾ ڪاڏي پاڻي ڪان وڌيڪ ايتري ڪشش ٿئي ٿي جو نشي وانگر ماڻهوءَ جي تميز جو مادو بي حس ڪري اڪثر معاشري جي دستورن خلاف قدم کڻائي ٿي.

جنسي خواهش حيواني جبلتن مان هڪ طاقتور خواهش آهي جا عقل، مت ۽ شرم ٻهوڙي نيڻ جي قوت رکي ٿي، انهي خواهش تي ضابطو رکي ان مان پيدا ٿيل جذبي کي بلند ۽ پاڪيزه ڪري ڪتب آڻڻ، ماڻهوءَ جي فڪر کي قوت وٺائي لڪل لياقتن کي بيدار ڪري ٿو.

**(٧) نام ناموس جي سَڌ:**

جانورن وانگر ماڻهن ۾ نمائش جي جبلت رهي ٿي، جيئن مور ڍيل کي راضي ڪرڻ لاءِ نچي ٿي، پچ پکيڙي حسن ۽ فن جي نمائش ڪري ٿو. ان وانگر ماڻهو بہ انهي جبلت کي هينين مقصدن لاءِ ڪتب آڻين ٿا:

(١) مردن ۽ زالن جي چنڊ ڦوڪ، ويس وڳا، سينگار، ناز نخرن ۾ هڪٻئي کي پاڻ ڏي ڇڪڻ يا ملتفت ڪرڻ جي سڌ سمايل ٿئي ٿي.

(٢) وڏن ماڻهن، سياستدانن، پيرن، ملن جا قيمتي وڳا، جبا ۽

دستارون، لذيذ کاڌا، موٽر، بنگلا، ضيافتون، سواريون، وعظ، فصاحت ۽ بلاغت سڀ ماڻهن تي رعب ۽ اثر وجهڻ جا ذريعا ٿي ڪتب اچن ٿا.

(٣) ناچ، راڳ، نشا وغيره جي هڪ طرف عارضي سرور لاءِ ڪتب آندا ويندا آهن ٿا ته ٻئي طرف ان ذريعي نالي ناموس وڏائڻ ۽ ماڻهن کي پاڻ ڏي راغب ڪرڻ لاءِ ڪتب آندا وڃن ٿا.

جهڙيءَ طرح شخص سندن نالي ناموس لاءِ انهن ذريعن کي ڪتب آڻين ٿا، اهڙيءَ طرح قبيلا، طبقا ۽ قومون به پنهنجي برتري، رعب ۽ اثر وجهڻ لاءِ انهن کي ڪتب آڻين ٿا.

انهن طريقن ذريعي حاصل ڪيل عارضي خوشي ڪم ظرف ماڻهن، قبيلن ۽ قومن جي وقتي سرور جو باعث بنجي ٿي.

**(٨) مال ملڪيت جو حصول:**

مال ملڪيت ڪٺي ڪرڻ جي خواهش حيواني جبلت مان هڪ آهي. ان جا محرڪ جذبا به ٽين ٿا:

(١) ذاتي آسائش، گذر معاش ۽ مهل سر ڪم اچڻ خاطر ملڪيت جو گڏ ڪرڻ.

(٢) ٻين تي برتري، بزرگي ۽ عياش زندگي گذارڻ لاءِ استحصال ڪرڻ.

پهريون جذبو قناعت سان عمل ڪرڻ ڪري فطري ۽ هڪ حد تائين جائز عمل آهي. ٻيو جذبو خود مطلبيءَ جي پيداوار آهي جنهن مان سياسي تسلط ۽ اقتصادي استحصال پيدا ٿي معاشري ۾ فساد، بد امني، نفاق، نند وڏائي ۽ غربت جو باعث بنجي ٿو.

ساڳي خواهش قبيلن، طبقن ۽ قومن ۾ پيدا ٿي، معاشري ۾ نفاق، غربت ۽ استحصال جو باعث بنجي ٿي. ان ڪري شاهوڪار طبقا غريبن جو استحصال ڪري پاڻ عياش زندگي گذارين ٿا. طاقتور قومون ٻين تي پيسي ۽ ان ذريعي حاصل ٿيندڙ ذرائع وسيلي ڪمزور قومن تي سياسي تسلط قائم ڪن ٿيون. اهڙيءَ طرح هڪڙيون قومون ترقي يافته ٿيو وڃن ۽ ٻيون پسمانده ۽ مسڪين رهجيو وڃن.

**(٩) اقتدار جي تمنا:**

اقتدار جو حصول به هڪ قسم جي فطري خواهش آهي. اها به ٻن

جذبن هيٺ پوري ڪئي وڃي ٿي:

(١) ذاتي وڏائي ۽ طاقت حاصل ڪري ڪمزور کي پنهنجي مطلب لاءِ ڪتب آڻڻ ۽ وڏائيءَ مان ملندڙ خوشي حاصل ڪرڻ ٿئي ٿو.

(٢) طاقت جو حصول پراپڪاريءَ جي ڪمن ـ ملڪي ۽ قومي نظم نسق، خدمت خلق ۽ ملڪي مفاد جي ڪمن لاءِ ڪتب آڻڻ لاءِ پيدا ٿئي ٿي.

اهي خواهشون شخصن، قبيلن، طبقن ۽ قومن ۾ مختلف طرحن سان پيدا ٿي جدا نتيجن جو باعث بنجن ٿيون. هڪ وقت اهو به هو جو جماعتي زندگي اڃا ابتدائي دؤر ۾ هئي جنهن ۾لائق، طاقتور ۽ هوشيار شخصن جو وجود غنيمت ڄاڻي انهن جي پوئلڳي مفيد سمجهي ويندي هئي.

اهي شخصي سردار: بادشاهه، ڊڪٽيٽر، مذهبي رهنما، روحاني پيشوائن جي نالن سان ڪاروبار هلائيندا هئا.

گهڻي وقت جي تاريخي تجربي مان ثابت ٿيڻ لڳو ته اهڙن ماڻهن جي اڪثريت خود مطلب، ظالم، استحصالي، عياش ۽ بد اخلاق هئي. انهن خرابين کان بچڻ لاءِ جهيڙن فسادن بعد نيٺ ماڻهن جمهوري سرشتي کي ايجاد ڪيو. پر انساني ذهنيت بعضي ايترو هيٺ ڪري پوي ٿي، جو چونڊيل ليڊرن ۾ خود مطلبيءَ يا خود فريبيءَ ڪري ساڳيون خرابيون پيدا ٿيو پون. جيڪي سردارن، بادشاهن، ڊڪٽيٽرن، نااهل مذهبي رهنمائن ۽ روحاني پيشوائن ۾ هونديون هيون. ڪوبه ماڻهو پاڻ کي عقل ۽ سونهن کان خالي نٿو ڄاڻي.

اهڙي نموني طرح طرح قسمن سان سياستدان جمهوريت کي بيڪار بنائين ٿا. عوام جي اڪثريت پوري سياسي نه هئي. جاهل، غريب، ڪمزور، منتشر ۽ غير منظم هئڻ ڪري سندن مدد سان طاقت ۾ آيل ماڻهن کي اصولن تان ڦري وڃڻ بعد سهوليت سان طاقت کان هٽائي نٿي سگهي. ساڳي حالت پير طبقي جي آهي. هيڪر ماڻهو سندن چنبي ۾ اچي وڃن ٿا ته پوءِ ان مانءَ اخلاقي ڪمزوري، قدامت پسندي ۽ خود مطلبيءَ ڪري ذهني آزادي حاصل ڪرڻ مشڪل سمجهن ٿا.

اهڙي نموني ملا به پنهنجي علمي برتري ڪري خدا ۽ مذهب جي نالي ۾ هيڪر ماڻهن تي اثر وهاري ڇڏين ته پوءِ ان مان آزاد ٿيڻ مشڪل مسئلو ٿيو پوي.

اها ساڳي حالت قومن جي آهي. هيڪر جي ڪي سامراجي قومون ٻين

ڪمزور قومن تي مسلط ٿيو وڃن ته انهيءَ مان جان ڇڏائڻ به مشڪل مسئلو ٿيو پوي.

جهڙيءَ طرح موجوده مهاجر پنجابي سامراجي، اسلام ـ پاڪستان جي نالي ۾ سنڌ تي تسلط حاصل ڪري ويا آهن ۽ سنڌين جو آزاد ٿيڻ ڏکيو پيو نظر اچي.

هن وقت دنيا ۾ ٽن قسمن جون سامراجي طاقتون ڪم ڪري رهيون آهن:

(١) پيسي، هنر ۽ سائنس ۾ ترقي يافته قومون جي مسڪين، بي هنر ۽ پٺتي پيل قومن تي سياسي ۽ اقتصادي تسلط قائم ڪن ٿيون.

(٢) جنگجو ذهنيت، جنگي مهارت، جديد هٿيارن سان ليس ۽ ذهني برتري رکندڙ قومون، صلح ڪن، ڪمزور، جديد هٿيارن کان خالي، جاهل ۽ پٺتي پيل قومن تي زوريءَ تسلط قائم ڪري استحصال لاءِ ڪم آڻين ٿيون.

(٣) نظرين جي بنياد تي هوشيار ۽ چالاڪ گروهه، طبقا ۽ قومون ماڻهن کي برغلائي پنهنجي ماتحت رکن ٿيون.

پهرين گروهه ۾ امريڪا، انگلنڊ، فرانس، جرمني، اٽلي، جپان ۽ ڪئناڊا اچي وڃن ٿيون. ٻئي گروهه ۾ پورچوگال، اسرائيل، سائوٿ افريقا اچن ٿا. ٽئين گروهه ۾ چين، رشيا، پاڪستان جا مهاجر پنجابي سامراجي گروهه شمار ڪري سگهجن ٿا.

پاڪستاني سامراجي گروهه سندن سياسي تسلط، اقتصادي استحصال، ڪلچرل غلبي خاطر نظريءَ پاڪستان، اسلامي نظام حڪومت ۽ مضبوط مرڪز جي نالي ۾ سنڌين، بلوچن ۽ پٺاڻن تي قابض ٿيو ويٺا آهن.

## (٢) حقيقي محبت

حقيقي محبت جي زمري ۾ منهنجي سمجهه موجب هيٺين قسم جي محبتن کي شمار ڪري سگهجي ٿو:

(١) الله جي محبت

(٢) رسولن جي محبت

(٣) مذهبي عقيدن جي محبت

(۴) اعليٰ اخلاقي اصولن جي محبت

(۵) علم جي محبت
(٦) عشق سان محبت
(٧) عمل صالح سان محبت

مذڪوره بالا عشق حقيقيءَ جي جدا قسمن جي تشريح هيٺين طرح ڪري سگهجي ٿي.

الله بي مثل، بي مورت، مڪان، زمان ۽ اسباب کان بالاتر، قياس ۽ گمان کان مٿي آهي. شيخ سعدي بجا طور ان طرف فڪر ڪندي فرمايو آهي ته:

اي برتر از خيال و قياس و گمان و فهم،
و ز هرچه گفتند ـ شنيديم ـ ديديم،
مجلس تمام گشت بپايان رسيد عمر،
من همچنان در اول اين وصف تو مانده ايم.

معنيٰ: اي خيال، قياس، گمان ۽ سمجهه کان مٿي هستي! ۽ جيڪي چيو ويو آهي، ٻڌو اٿم يا ڏٺو اٿم، باوجود ان جي زندگي اچي پوري ٿي آهي ۽ مجلس ختم ٿيڻ کي ويجهي آهي. آءٌ اڃا تائين تنهنجي جاڻ ۾ اهڙو ئي آهيان جهڙو هوس.

الله ذات مقدس آهي، ان کان سواءِ ٻي سڀ ڪائنات سندس صفات آهي. جهڙيءَ طرح سندس ذات سمجهه کان بعيد ۽ بالاتر آهي اهڙيءَ طرح ان جي محبت به اهڙي مشڪل ڳالهه آهي. حافظ شيرازي ان بابت ذڪر ڪندي فرمائي ٿو:

در هر طرف که رفتم جز حيرتم نيفزود،
فرياد زين بيابان و ز راهه بي نهايت.

معنيٰ: (راز حقيقي) جي ڳولا ۾ جنهن طرف به ويس ته سواءِ حيرت جي واڌاري جي ڪجهه معلوم نه ٿيو. نيٺ ان بي انتها بيابان ۽ اڻ ڪٽ پنڌ کان دانهن نڪري ويئي.

شاهه لطف فرمائي ٿو ته:

نڪو سَنڌو سُور جو، نڪو سيڙهو سِڪ،
عدد نامَ عِشق، پڇاڻي پاڻ لهي.

باوجود ان جي ٻہ هر ڪو پيغمبر، درويش، ساڌو سنت، راهب الله جي محبت جو ذڪر ڪندو آيو آهي. ان جي معنيٰ ڪهڙي ٿيندي؟ جيتري قدر مون ان مسئلي تي غور ڪيو آهي تہ اها محبت مجاز جي ڏاڪيءَ ذريعي حاصل ٿي سگهندي. قرآن فرمائي ٿو تہ:

"ان في خلق السموات والارض واختلاف الليل والنهار والفلک التي تجري في البحر بما ينفع الناس وما آنزل الله من السماء من ماء فاحيا به الارض بعد موتها و بث فيها من ڪل دابة و تصريف الريح والسحاب المسخربين اسماء والارض لايت لقوم يعقلون●".

(معنيٰ: بيشڪ آسمانن ۽ زمين جي خلقڻ، رات ڏينهن جي تبديلي، جهازن جو سمنڊ ۾ ماڻهن جيءَ نفعي لاءِ هلڻ، ڪڪرن مان بارش پوڻ ۽ زمين جي سرسبز ٿيڻ، طرح طرح جي جانورن جي پيدا ٿيڻ، مختلف هوائن جي لڳڻ، ڪڪرن جو زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ هلڻ مان عقل وارن لاءِ خدا جي سڃاڻپ جون نشانيون آهن."

سنڌ جي صوفي شاعر سيد مهدي شاهہ چيو آهي تہ:

"سڌي راهہ صورت جي، ٻيون واٽون سيئي ور."

عربيءَ ۾ چوڻي آهي تہ:

"المجاز قنطرة الحقيقت."

يعني: حقيقت تائين پهچڻ لاءِ مجاز چاڙهي (پل) آهي.

ان ڪري الله جي محبت حاصل ڪرڻ لاءِ مجازي محبت جا مرحلا طي ڪرڻ بعد ئي ڪو حل حاصل ٿي سگهندو.

ٻڌ فلاسافي ان کي صحيح عمل ذريعي نرواڻ پد حاصل ڪرڻ سڏيو آهي. هندو فلاسافي روح جي ڪمال لاءِ جمادي، نباتي، حيواني مرحلا طي ڪرڻ کي ضروري ڄاتو آهي. ڪن ماڻهن آسمانن ۾ انساني صورت جي فوق الفطرت خدا جي عبادت ذريعي دل کي تسڪين ڏني آهي. ليڪن باوجود ان سڀ جي خدا سائين سمجهہ ۽ محبت جي دائري ۾ سمائجي نٿو سگهي. حافظ فرمائي ٿو:

عنقا شڪار ڪس نشود، دام باز چين،
ڪہ اين جا هميشہ باد، بدست است دام را.

معنيٰ: نامعلوم پکي ڪنهن جو شڪار ٿيڻ وارو نہ آهي، چار ڪٽي ڇڏ.
چاڪاڻ تہ ان چار ۾ سواءِ هوا جي ٻيو ڪجهہ هٿ نہ ايندو.

البت حيرت ۽ فنا ان جي محبت جا ابتدائي درجا ٿي سگهن ٿا. بيدل سائين فرمائي ٿو تہ:

سڪ رمز وجود وڃاوڻ دي، نهين حاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دي.

## (٢) رسولن جي محبت

مسلمانن ۾ حضرت محمد صلعم جي محبت، ڪرستانن ۾ حضرت عيسيٰ عليہ جي محبت، هندن ۾ رام ۽ ڪرشن جي محبت کي خدا جي شناخت ۽ محبت لاءِ ضروري ڄاتو ويو آهي. انهن جي محبت کي پڻ حقيقي محبت ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. ان لاءِ بهتر آهي تہ رسول جي محبت جي ماهيت معلوم ڪريون.

مون کي ذهن نشين ڪرايو ويو آهي تہ رسول جي محبت علم ڪل جو حصول آهي، جنهن جي ذريعي رب الاعليٰ جي حضور تائين سڃاڻڻ جي راهہ هموار ٿئي ٿي. ان تي وري سوال اٿندو تہ علم ڪل جي سمجهہ تصور کان بالاتر آهي. تنهن ڪري ان تائين پهچڻ لاءِ بہ ٻيا مجازي مرحلا طي ڪرڻا پوندا.

رسول انسانذات جي رهنمائي ۽ هدايت لاءِ آيل هئا. حضرت محمد صلعم جو هڪ لقب رحمة اللعالمين آهي، جنهن جي صحيح ترجماني ان طرح ٿي سگهندي تہ رسول جي محبت انسانذات سان محبت وسيلي حاصل ٿي سگهي ٿي.

جيڪي ماڻهو رسول مقبول کي هڪ جماعت جو ليڊر سمجهي ماڻهن جي مخصوص گروهہ جي خدمت ۽ محبت ذريعي رسول پاڪ جي محبت جي دعويٰ ڪن ٿا سي گمراهہ آهن. اهو رستو رسول کي نزديڪ آڻڻ بدران ان کان دور ڪري ٿو.

جهڙيءَ طرح ڪن ماڻهن الله اڪبر جي نعري سان ماڻهن کي ڪهڻ ۽ قتل ڪرڻ ۾ الله سان صداقت جو اظهار ڪري ان کي راهہ هدايت سڏيو آهي، اهڙيءَ طرح ڪن ماڻهن رسول جي محبت جي نالي ۾ هڪ گروهہ جي سربلنديءَ ۽ رست خيزي جي دعويٰ ڪندي انسانذات کي ڀلائي ڇڏيو آهي.

رسول مقبول جي محبت جي نالي ۾ پاڪستان جي هڪ مستقل مفاد مسلم قوم جي دعويٰ ڪندڙ جوڙ رستو اختيار ڪري سندن گروهه ڪانسواءِ هر ماڻهوءَ کي نفرت سان ڏسڻ شروع ڪيو آهي. اهو ٻيو ڪجهه به هجي پر رسول ڪريم جي محبت ۾ شمار ٿي نٿو سگهي.

منهنجي ناقص سمجهه موجب اهو ماڻهو رسول جو سچو عاشق ٿي نٿو سگهي، جو مسلمانن کي جداگانه قوم تسليم ڪري، رسول ڪريم کي پست پيل، بداخلاق، ظالم ۽ استحصالي گروهه جي ليڊر سان منسوب ڪري ٿو.

رسول سان محبت ڪرڻي آهي ته بنا تميز مذهب، ملت، ذات پات، عقيدي ۽ ملڪي پابندين جي انسانذات سان محبت ڪرڻي پوندي.

پريان سندي پار جي، مڙيئي مٺائي،
ڪانهي ڪڙائي، چکين جي چيت ڪري.
(شاهه)

اها ئي مجازي چاڙهي آهي جا ماڻهوءَ کي حقيقت محمدي تائين پهچائڻ جو ذريعو ٿي سگهي ٿي.

## (٣) مذهب جي محبت

مذهب جي محبت کي حقيقي محبت جي زمري ۾ شمار ڪيو ويو آهي. ڇاڪاڻ ته خدا جي شناخت لاءِ مذهبي رهبريءَ کي ڪارگر سمجهيو وڃي ٿو. مذهبن جا موجد خدا جا پيغمبر هئا. جن لاءِ چيو وڃي ٿو ته انهن تي خدا جا وحي يا الهام نازل ٿيا هئا، جنهن ڪري سندن رابطو خدا سان منسلڪ هو. جنهن ڪري ئي مذهب خدا جا ڏسيل رستا شمار ٿيل هئا. انهن جي پيروي ۽ صدق دل سان پوئلڳي سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح خدا جي شناخت ۽ محبت طرف راغب ڪندڙ هئي. انهيءَ نقطه نگاهه کان ڏسڻو پوندو ته مذهب ڪهڙين ڳالهين تي مشتمل هئا.

غور ڪري ڏسبو ته اڪثري مذهب ٽن صيغن ۾ ورهايل هئا ـ جهڙوڪ(١) الاهيات (٢) اخلاقيات (٣) عبادات.

پهرين جو واسطو علم سان آهي. ٻي جو واسطو عمل سان آهي. ٽين جوڙ لاڳاپو عشق سان آهي.

انهن سڀني جي ماحصل تي نظر ڪبي تہ ان جو مقصد انسانذات جو اتحاد. امن ۽ ترقي ٿيندو.

اتحاد محبت ذريعي حاصل ٿيندو. امن. اتحاد جي نتيجي ۾ پيدا ٿئي ٿو. ترقي انساني اتحاد ۽ امن جي حصول بعد ٿي سگهي ٿي.

هاڻ ڏسڻو اهي تہ مذهبن جي حقيقي مقصدن کي ڪهڙي طرح حاصل ڪري سگهبو. ان لاءِ وري بہ مجاز کي ئي ذريعو ڪري ڪُتب آڻڻو آهي.

جهڙيءَ طرح رسول جي محبت حاصل ڪرڻ لاءِ انسانذات جي اتحاد ۽ ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ ضروري سمجهيو ويچي ٿو. اهڙي طرح مذهبن جي حقيقي ترجماني تڏهن ڪري سگهبي، جڏهن انهن تي عمل درآمد ڪرڻ لاءِ ڪنهن مخصوص خطي زمين ۾ قومي اتحاد. امن ۽ ترقيءَ لاءِ ماڻهو ڪوشش ڪندو.

• پاڪستان ۾ مذهب اسلام جو مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراجين طرفان پيش ڪيل تصور. حقيقي اسلام کان ابترو پري آهي جيترو ڪفر اسلام کان آهي.

اسلام محبت جو پيغام آندو، هي نفرت کي اسلام سمجهن ٿا. وطن ۽ ان جي بنياد تي تعمير ٿيل قومن جو انڪار ڪن ٿا. وطن کي رسول جي چوڻ تہ "حب الوطن من الايمان" جي باوجود بت سمجهي ڌڪارين ٿا. جيتري قدر مون کي سمجهہ ۾ آيو آهي ان موجب سنڌ جو رهاڪو ان وقت تائين صحيح مسلمان ٿي نہ ٿو ٿي سگهي، جيستائين سنڌ سان محبت نٿو ڪري ۽ سنڌي قوم جي بنا تميز مذهب جي اتحاد. امن ۽ ترقيءَ لاءِ ڪم نٿو ڪري.

مسلم قوم جو تخيل ۽ ان جي بنياد تي ٺهيل پاڪستان صحيح اسلامي تعليم جي خلاف آهي.

صحيح مسلمان بنجڻ ۽ اسلام سان محبت ڪرڻ لاءِ سنڌي قوم کي تسليم ڪرڻ ۽ سنڌوديش جي آزادي لازمي ڳالهيون آهن.

## (۴) اعليٰ اصولن جي محبت

اصولن سان لاڳاپو بہ محبت حقيقيءَ جو جزو شمار ڪرڻ گهرجي. هاڻ ڏسڻو آهي تہ ڪهڙن اصولن سان دلچسپي ۽ پيروي محبت حقيقيءَ ۾ داخل ٿي سگهي ٿي.

اصول اعليٰ نظرين، عقيدن ۽ صحيح دستورن تي مشتمل ٿين ٿا. انهن جي پيروي ڪرڻ ۽ باوجود مشڪلاتن ۽ رنڊڪن جي انهن تي مستقل مزاج ٿي رهڻ کي انهن سان محبت جو اظهار سڏي سگهجي ٿو.

ائين تہ مذهب بہ اعليٰ اصولن تي مشتمل شمار ڪري سگهجن ٿا. ليڪن هتي منهنجو مقصد اهي اصول نہ آهن جي فوق العقل يا الهامي اختيارين تي ٻڌل هجن. بلڪ اهي اصول آهن جي جماعتي زندگيءَ جي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ لاءِ سمجهي سوچي رٿيا وڃن ٿا.

هيٺ آئون ڪن مکيہ اصولن جو ذڪر ڪندس:

(١) مساواتِ انساني يا جمهوري طريقہء زندگي.

(٢) اقتصادي خوشحالي يا سوشلزم.

(٣) اتحاد انساني ـ قومي يا بين الاقوامي زندگي.

(۴) باهمي تعاون يا عدم تشدد ذريعي معاملات جو فيصل ڪرڻ ۽

(۵) بقاءِ باهمي يا (Co-existance).

هيٺ آئون مذڪوره بالا اصولن جي مختصر تشريح ڪريان ٿو:

**(١) جمهوريت:**

انساني معاشرو ٻن گروهن ۾ ورهايل ٿئي ٿو.

هڪڙا حالتن جي مساعدت، محنت ۽ ڪوشش ڪري خاص لياقتن جا حامل ٿي وڃن ٿا. جنهن ڪري سياسي اقتدار، دنياوي مال ملڪيت يا ذهني صلاحيت جا مالڪ ٿيو وڃن.

ٻيا حالتن جي نامساعدت، سستي ۽ ڪاهليءَ ڪري پست حالت ۾ رهي محڪوم، مسڪين ۽ جاهل بڻجيو وڃن.

رواجي طرح پهريون گروهہ پاڻ کي اعليٰ ۽ ارفع سمجهي ٻي گروهہ تي حڪمراني، مالي استحصال ۽ ذهني فوقيت کي جائز ڄاڻي پنهنجو تسلط جمائي ٿو. گهڻي وقت تائين معاشرو انهي اصول تي مشتمل رهيو آهي. ليڪن چند برگزيده پراپڪاري شخصن انسانذات کي هڪ جوهر يا هڪ وڻ جون ٽاريون سمجهي، انهن مان اهي فرق مٽائي مساوات پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي ۽ اهڙي اصول کي هڪ نظرئي جو روپ ڏنائين. ان کي جمهوريت جي نالي سان سڏڻ شروع ڪيو، جنهن مطابق سياسي طرح سڀني کي هڪ جهڙو ۽ اقتصادي طرح خوشحال ۽ ذهني طرح لائق بڻائڻ جو پروگرام رٿيل هو.

جمهوريت جي نالي ۾ ڪيئي نظريا يا تجويزون مروج ٿي ويون آهن. پر مثالي جمهوريت. جنهن ۾ جملي سوسائٽيءَ مان سياسي وڏ ننڍائي. اقتصادي طرح غربت ۽ شاهوڪاري نڪري. ذهني ترقي حاصل ٿئي. اجا پوريءَ طرح حاصل ٿي نہ سگهي آهي.

اها غير مساويت نہ رڳو افراد ۽ گروهن ۾ موجود آهي. پر قومون بہ ان مرض کان آزاد ٿي نہ سگهيون آهن. جنهن ڪري جاگيردارانہ. اميرانہ. آمرانہ ۽ سرمائيدارانہ نظام اجا تائين ڪثرت تعداد مائهن مٿان مسلط رهن ٿا.

انهي نابرابريءَ کي ٽوڙي معاشري کي هڪ ليول تي آڻڻ صحيح جمهوريت جو مقصد آهي. جڏهن کي ماڻهو خود مطلبيءَ کي ڇڏي ان مقصد جي حصول لاءِ زندگي صرف ڪرڻ ۾ دلچسپيءَ وٺڻ لڳن ٿا ۽ ڪيترين مشڪلاتن هوندي بہ ان راهہ ۾ پوئتي نٿا هٽن. تہ ان وقت انهن کي ان اعليٰ اصول جو شيدائي يا محبتِ وطن سڏي سگهجي ٿو. جا محبت ڪنهن دنياوي. مجازي. خود مطلبيءَ کان مٿي هئڻ ڪري حقيقي سڏي سگهجي ٿي.

تنهن ڪري جمهوري اصولن سان محبت کي حقيقي محبت شمار ڪري سگهبو.

**(٢) سوشلزم:**

گذراني خوشحالي سوشلزم جو پيو نالو آهي. اِهو اهو اصول آهي جنهن ۾ معاشري جي هر هڪ فرد کي روٽي. ڪپڙو. اجهو. صحت. علم ۽ امن جي ضمانت ميسر ڪئي وڃي. اهو مقصد پيسي. زمين. ذريعہ پيداوار ۽ ورهاست کي عوام جي گڏيل مفاد لاءِ ڪتب آڻڻ سان حاصل ٿي سگهي ٿو.

ان ۾ ماڻهن جي ضروريات زندگيءَ جي مهيا ڪرڻ جو ذمون گڏيل جماعتي نظام هيٺ. منصوبہ بندي ذريعي ڪيو ويندو آهي.

ان جي صحيح طور رائج ڪرڻ لاءِ سياست کي مذهب کان علحده رکڻ ضروري ٿيندو: ۽ معاشي مسئلن کي عوامي مفاد لاءِ عقل سليم جي بنياد تي فيصل ڪرڻو پوندو.

جيسين تائين ماڻهو گذراني ڪشمڪش ۽ روزگار جي تڪاليف مان ڪجهہ قدر واندو نہ ٿيو آهي. ان وقت تائين سندس ذهني. روحاني ۽ اخلاقي ترقي پوريءَ طرح ٿي نہ سگهندي. انهن جي تڪميل زندگيءَ جو مقصد ٿي سگهي ٿي.

ان ڪري مجموعي انساني زندگيءَ جي تڪميل واسطي ذرايع ميسر ڪرڻ لاءِ بي لوث، پراپڪاري طور جدوجهد ڪرڻ کي جيڪڏهن حقيقي اصوُلن جي محبت ۾ شمار ڪبو تہ بجا طور تي سگهندو.

**(۳) اتحاد انسانيءَ**

انساني زندگي ٻن پهلوئن تي مشتمل آهي: هڪ داخلي (Subjective) ۽ ٻيو خارجي (Objective) آهي.

پهرين جو واسطو افراد جي ذهني، روحاني ۽ اخلاقي ترقي ۽ تڪميل سان آهي. ٻي جو واسطو افراد جي سماجي، سياسي ۽ معاشي معاملات سان آهي. جنهن صورت ۾ ماڻهو جسم ۽ روح جو مجموعو آهي ان ڪري ٻنهي جو هڪ ٻئي تي اثر پوي ٿو.

اها بہ حقيقت آهي تہ داخلي پهلو خودي ۽ خود مطلبيءَ کي وڌائي ٿو ۽ ٻيو پهلو بي خودي ۽ پراپڪاريءَ ڏي مائل ڪري ٿو.

جهڙيءَ طرح قطري جو معراج قلزم جي سمائجڻ ۾ مضمر آهي، اهڙيءَ طرح افراد جي ترقي قومي ۽ انساني اتحاد ۾ ڇپيل آهي.

ماڻهو حيوانن جي انهي گروهہ مان آهي جنهنْ جي فطرت ولرن ۾ رهڻ تي هريل آهي، تنهن ڪري جماعتي زندگي گذارڻ سندس سرشت ۾ سمايل آهي. محبت انهي اتحاد پيدا ڪرڻ لاءِ ضروري جزو آهي. ان ڪري اتحاد واسطي وک وڌائڻ لاءِ ڪوشش جي محبت بہ حقيقي شمار ڪري سگهبي.

**۴- باهمي تعاون:**

انساني ترقي ۽ تعمير لاءِ ٻن درجن مان لنگهڻو پوي ٿو. پهريون درجو مقابلي يا ڇتاپيتيءَ جو آهي جنهن کي بقائي اصلح جي نالي سان بہ سڏيو وڃي ٿو. جنهن مطابق بهترين ۽ صالح شيون باقي رهن ٿيون ۽ غير صالح ۽ ڪمزور فنا ٿي وڃن ٿيون. اهو حيواني دؤر ڪان شروع ٿيل آهي ۽ اجا تائين ڪثير تعداد حيوانن ۽ ماڻهن تيً انهي جذبي جو اثر قائم آهي. ٻيو درجو باهمي تعاون جو آهي جنهن ۾ مقابلي جي عيوض هڪ ٻئي سان مدد ڪري ترقي ڪرڻي آهي. اهو ترقي يافتہ ماڻهن جو شعار ٿي سگهي ٿو.

پهرين ۾ تشدد جو استعمال ٿئي ٿو. ٻئي ۾ اهنسا جو عنصر اثر انداز رهي ٿو.

ٻهرين ڪي جديد زبان ۾ جهنگل جو قانون سڏجي ٿو. ٻئي ڪي مهذب معاشري جو قانون شمار ڪجي ٿو.

هر هڪ فرد. گروهه ۽ قوم ۾ ڪي خاميون آهن ۽ ڪي خوبيون آهن. مقابلي ۾ هڪ فرد. گروهه ۽ قوم جي ڪاميابي ٻي جي خاتمي جو ڪارڻ بنجي ٿي. تنهن ڪري باهمي تعاون مان اهو نتيجو نڪرندو ته خاميون ڪڍي خوبين سان افراد. گروهه ۽ قومون تڪميل پائينديون.

شاهه صاحب ان ڏي اشارو ڪري فرمائي ٿو ته:

ولر ڪيو وتن. پرت نه ڇنن پنهنجي،
پسو پکيڙن. ماڻهونهان ميٺ گهڻو.

ان ڪري باهمي تعاون لاءِ تحريص ڏيارڻ يا ان طرف ڪم ڪرڻ کي اصولن ۾ مجبت ۾ شمار ڪري سگهبو.

**(۴) بقائي باهمي:**

مٿي ذڪر ڪيل بقائي باهمي تعاون جو اصول اُن وقت تائين حاصل ٿي نه سگهندو جيسيتائين بقائي باهميءَ جي اصول کي اختيار نه ڪيو ويو آهي.

دنيا ۾ هن وقت جنهن ڳالهه جي سڀ کان زياده ضرورت آهي سو اهو اصول آهي.

مذهبن، سياسي ۽ اقتصادي نظرين، ماڻهن جي طبيعتن، قومن ۽ طبقن ۾ قديم وقت کان اختلاف هلندا آيا آهن: ۽ آئينده به هن عالمِ ڪثرت ۾ اهي اختلاف هلندا رهندا.

اهي ئي اختلاف آهن جي نفاق، نفرت، فساد ۽ باهمي جنگ جدال جو ڪارڻ بنيا رهن ٿا.

جيڪڏهن هڪ طرف اختلافن ڪري نقصان ٿيندا آيا آهن ته ٻئي طرف پيغمبرن، حڪيمن ۽ درويشن انهن کي دور ڪرڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي آهي. انهن اختلافن دور ڪرڻ لاءِ ٻه رستا آهن. هڪ رستو اهو هو ته بقائي اصلح جي آڌار تي بهترين مذهب - سياسي ۽ اقتصادي نظريه طبقه ۽ قوم قائم رهندا ۽ ان جي مقابلي وارا گروهه يا فنا ٿي ويندا يا صالح ۽ مضبوط گروهن ۾ مدغم ٿي ويندا. اها چتاپيتي اڄا تائين هلندي اچي ٿي.

رواداري ان جو مکيه متو آهي. قرآن شريف ۾ ارشاد ٿيل آهي ته:

"لكم دينكم ولي دين"

معنيٰ: "تنهنجي لاءِ تنهنجا متا ۽ منهنجي لاءِ منهنجا عقيدا."

ان ڪري انهيءَ اصـول تي هلڻ ۽ مـاڻهن کي ان لاءِ راغب ڪرڻ بہ حقيقي محبت ۾ شمار ڪري سگهبو.

**(۵) علم سان محبت:**

علم انسانذات جي رهبري ۽ هدايت لاءِ روشن راهون ڏسي ٿو ليڪن علم بہ ٻن قسمن جا آهن: (۱) صحيح علم (۲) غلط علم.

صحيح علم اهو آهي جو ماڻهن کي محبت، اتحاد، امن ۽ ترقي ڏي رهبري ڪري ٿو. غلط علم ان کي چئبو آهي جنهن مان نفرت، نفاق، فساد ۽ تخريب پيدا ٿي ٿئي. جهڙيءَ طرح ڪائنات ۽ زندگي بحر بي پايان مثل آهن، اهڙيءَ طرح انهن جو علم بہ بي انت آهي. مادي يا دنياوي شيون ڪپائڻ يا صرف ڪرڻ سان ختم ٿيو وڃن. ليڪن علم جي صرف ڪرڻ سان اهو پاڻ وڌي وڃي ٿو. حضرت علي عليه السلام فرمايو آهي تہ:

رضينا قسمة الجبار فينا ـ لنا علم واللجهال مالو.

فان المال يغني عنقريباً ـ و انِ العلم يبقا لايزالو.

يعني: "اسين ورهاست ڪرڻ جي ان ڳالهہ ۾ راضي آهيان تہ مون کي علم عطا ڪيو اٿس ۽ جاهلن کي مال ۽ ملڪيت. مال ملڪيت فنا ٿيڻ واريون شيون آهن ليڪن علم لازوال آهي."

علم حاصل ڪرڻ ڪانسواءِ زندگي اونداهيءَ ۾ گذرڻ يا جهالت ۾ رهڻ جي برابر آهي.

زندگيءَ جي تگ و دو، جي تجربا ڪرائي ٿي، اهي تجربا، دنيا جا حقائق، تاريخي واقعات، سائنسي کوجنائون، غور ۽ فڪر جا نتيجا سڀ علم لاءِ مواد ميسر ڪن ٿا.

زندگي مسلسل ارتقائي رفتار جو نالو آهي. ارتقا جز جو ڪل تائين پهچڻ، فرد جي جماعت ۾ مدغم ٿيڻ، جمود کان روانگي طرف هلڻ، ناقص مان ڪمال طرف وڌڻ کي سڏجي ٿو. علم ان راهہ ۾ راهبري جو ڪم ڏئي ٿو.

علم جا بہ پهلو آهن، هڪ روحاني ٻيو مادي. مشرقي ممالڪ اندر

اجارڻ، روحاني ترقي ۽ قدرن طرف زياده توجهہ ڏيڻ سبب مادي ۽ دنياوي ترقيءَ ۾ پوئتي رهجي ويا آهن. مغربي دنيا مادي ۽ دنياوي ترقيءَ طرف زياده توجهہ ڏيڻ ڪري روحاني ۽ اخلاقي قدرن ۾ خاطر خواهہ ترقي ڪري نہ سگهي آهي. ٻئي رجحان تنها مفيد ٿي نٿا سگهن. ٻنهي جو سنگم لازمي آهي، جو صرف محبت يا عشق ذريعي ٿي سگهي ٿو.

مشرقي رجحان جا علمبردار ملڪ ڀارت، سنڌ، ايران ۽ عرب آهن. مغربي رجحان جا مير ڪاروان ملڪ يورپ، امريڪا ۽ چين شمار ڪري سگهجن ٿا. (چين کي ان لسٽ ۾ ان ڪري شامل ڪيو اٿم جو اڄ ڪلهہ اهو مغربي فلسفہ دهريت جو پوئلڳ آهي.)

جهڙيءَ طرح هر شيءِ ابتدا، شروعات يا جنم بعد صغيرپڻ جي دور مان گذري سن بلوغ، جواني ۽ پيريءَ جي درجي تي پهچي، هڪ شڪل بدلائي ٻي وٺي ٿي. اهڙي طرح علم بہ مختلف درجن مان ترقي ڪري نئين سر نون پيغامن، معلومات ۽ حقيقتن جو اظهار ڪري ٿو. هڪ علم ترقي - روشني، سچائي طرف ڇڪي ٿو. ٻيو علم تنزل - اونده، غلط رويي ڏي مائل ڪري ٿو. هڪ جو رجحان اتحاد، تعمير ۽ ترقي طرف آهي، ٻي جو رجحان نفاق، تخريب ۽ تنزل طرف آهي.

دنيا هن وقت دوئيءَ جي دؤر مان گذري رهي آهي. هڪ طرف جدا قومون وجود ۾ آيون آهن ۽ سندن جماعت "اقوام متحده" جي نالي سان ٺهي آهي. نين ايجادن جهڙوڪ تارن، بنا تند تارن ريڊين، ٽيليوزن، ريلن، موٽرن، هوائي جهازن وغيره جي ذريعي انساني زندگيءَ کي سهل ۽ معلومات سان مالامال بنايو ويو آهي، ٻي طرف نفرت جي پرچار - سامراجي تسلط، فسطائي نظرين، تشدد ۽ خوفناڪ هٿيارن ايجاد ڪرڻ انسانذات کي تباهيءَ جي ڪناري تي اچلايو آهي.

تنهن ڪري اهو ضروري آهي تہ علم ۾ تميز پيدا ڪري صحيح ۽ ڪارآمد علم کي انسانذات جي بهبوديءَ لاءِ ڪتب آندو وڃي.

**(٦) عشق سان محبت:**

آئون مٿي ٻڌائي آيو آهيان تہ عشق ڪنهن شيءِ ڏي ڪشش يا لاڙي ۽ وصال جي خواهش آهي. اهو بہ ٻڌايو اٿم تہ ان جا ٻہ درجا آهن. (١) مجازي (٢) حقيقي. ٻنهي ۾ مطلوب شيءِ کي معشوق يا مقصد جي نالي سان سڏبو

آهي. ليڪن ٽئين قسم جي عشق جو ذڪر بہ ڪيو ويو آهي. جو بنا مقصد ۽ معشوق جي ٿيندو آهي.

مذڪوره بالا پنهي عشقن ۾ وصال ۽ فراق لازمي جزا سمجهيا ويندا آهن. هن قسم ۾ اهي ٻئي ڳالهيون عدم موجود ٿين ٿيون.

ان ۾ عشق جي حقيقي معنيٰ يا مطلب معلوم ٿيڻ بعد اهو پتو پوي ٿو تہ "عشق علم ۽ عمل کي ملائڻ جو ذريعو آهي."

بي ڪيف زندگيءَ ۾ سرور پيدا ڪرڻ جو وسيلو آهي.

ان ڪري عشق بذات خود هڪ ڪيفيت آهي جنهن جي موجودگي ٽامي کي سون بنائي ٿي. خاڪ کي ڪيميا جو درجو ڏئي ٿي.

ان ۾ مقصد يا مطلوب جو حصول ٿئي يا نہ. پر انهي رنگ ۾ رنگجڻ ڪافي انعام آهي. شاهہ لطيف ان لاءِ چوي ٿو تہ:

چوريون ڇُرڻ سڪيون، پنهون ڪيائون پور -
آيو سو آتور، جنهن ڏکيون ڏک وهاريون.

تنهن ڪري ان قسم جي عشق جي قائلن جو چوڻ آهي تہ عشق براءِ عسق بهترين عشق آهي. اهو مقصد يا مراد کان بالاتر آهي. انهي لاءِ هڪ شاعر هي تشريح ڪئي آهي:

مے سے غرضِ نشاط ہے کس رو سیاہ کو،
ایک گونہ بي خودي مجھے دن رات چاہیے.

بيدل فقير ان لاءِ هي فرمائي ٿو:

سک رمــز وجـــود وجـــاوڻ دي،
نهين حـــاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دي.

انهي قسم جو عشق فنا، بي خودي، نرواڻ پد طرف نيئي جملي خواهشن کي ختم ڪري ڇڏي ٿو.

ان ۾ وصال، فراق، خوشي، غم جي حالتن سان واسطو نٿو پوي، ماڻهو هڪ غنودگي، نشي ۽ حيرت جي مڪان تي وڃيو پهچي ٿو. جتي هر قسم جون سڀئي خواهشون ختم ٿيو وڃن.

ان درجي کي مهاتما ٻڌ نرواڻ پد سڏيو آهي. جنهن ڪري زندگيءَ جي چڪر سان واسطو رکندڙ جملي ڳالهين مان روح آزاد ٿيو وڃي. ان کي

نجات، سالويشن ۽ ڇوٽڪاري جي نالي سان بہ سڏيو ويجي ٿو. هڪ شاعر ان لاءِ چيو آهي:

"جڏان پيتو سي ڪيف ڪلال ڪنون،
جند ڇٽ پئي غير خيال ڪنون."

(غلام علي فقير)

درويش جو چوڻ آهي تہ روح پنهنجي اصل کان جدا ٿيڻ بعد ڪجهہ وقت بي خبريءَ جي حالت ۾ رهي پاڻ وساري ڇڏي ٿو. پر ان کي جڏهن ڪشش پيدا ٿئي ٿي تہ هن کي اصل جو يادگيرو پيدا ٿئي ٿو ۽ اصل کي ملڻ لاءِ آتو ٿئي ٿو. ان تائين پهچڻ جي رستي ۾ هن کي ڪيئي مرحلا طي ڪرڻا پون ٿا. جهڙوڪ جمادي، نباتي، حيواني دؤرن مان گذرڻو پوي ٿو. انهي مدارج طي ڪرڻ ۾ هن کي ڪيئي خواهشون ۽ سڌون آڏو اچي اصل کان دور رکڻ لاءِ رڪاوٽ پيدا ڪن ٿيون.

انهيءَ ڪري طالب کي "سڌون ماري سڌڙين وانگر ڪم ڪرڻو آهي." اهو ئي رستو نجات جو آهي.

**(٧) عمل صالح سان محبت:**

هن عالم ناسوت ۾ جنهن کي عالم صفات بہ سڏيو اٿن، ماڻهوءَ جو واسطو جسم سان رهي ٿو. اهو محدود آهي، جنهن جي شناخت پنجن حواسن، مڪان، زمان ۽ اسباب جي ذريعي ٿئي ٿي.

روح جڏهن عالم ذات مان نزول ڪري هيٺ صفات ۾ سفر ڪرڻ شروع ڪري ٿو، جنهن لاءِ حافظ شيرازي فرمائي ٿو تہ:

دوش از مسجد سوئي ميخانہ آمد پيرما،
چيست ياران طريقت بعد ازين تدبيرما،
درخرابات مغان بانيزهم منزل شويم،
کايچنين رفت ست در عهد ازل تقديرما.

معنيٰ: "ڪالهہ منهنجو مرشد مسجد مان نڪري شرابخاني ۾ آيو. اي طريقت جي رستي جا ساٿيو! هاڻ ڪهڙي صلاح آهي تہ اسان ڇا ڪريون؟ ها، اسان کي بہ شرابخاني ۾ مرشد سان گڏ رهڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ اسان جي سرشت ۾ ائين ئي سمايل آهي."

ان حالت ۾ ماڻهوءَ کي خلقت جي تقاضا موجب ڪسب (عمل) ڪري

سفر طئِ ڪرڻو آهي.

شاهه سائين ان لاءِ فرمائي ٿو ته:

جان ڪتين تانْ ڪت، هي هڏ وهائي،
ڪاپائتي سيڪا، ڪتي سيباٽي،
ڄاتو جن ڄاٽي، تن پهي هٿان نه ڇڏي.

ان ڪري مقصد رڻي، ان جي حصول لاءِ ڪم يا عمل ڪرڻ کانسواءِ ڪمال کي پهچڻ مشڪل سمجهيو وڃي ٿو.

ڪيترن مذهبي رهبرن به ان لاءِ هدايت ڪئي آهي. قرآن شريف ته عمل صالح کان سواءِ نجات جو حصول ناممڪن ٿو ڄاڻائي. جدوجهد کي زندگيءَ سان تعبير ڪيو ويو آهي.

گيتا ۾ به زندگيءَ کي ڪرم کان سواءِ بيڪار سمجهيو ويو آهي. درويشن جو چوڻ آهي ته علم راهه ڏسي ٿو. عشق راهه تي هلڻ لاءِ آمادگيءَ همت پيدا ڪري ٿو. پر عمل نتيجن جي ويجهو ڪري ٿو. عمل زندگيءَ جو ڦل آهي. شاعر چيو آهي:

عمل سے زندگي بنتي هے جنت بهي جهنم بهي. (اقبال)

زندگيءَ ۾ روزمره جا ڪاروبار، سياسي معاملا، خدمت خلق، خوشحال زندگيءَ جي حصول لاءِ ڪوششون، نسل جي بقا، ترقيءِ انساني سڀ عمل صالح مان حاصل ٿين ٿا.

عمل صالح انساني اتحاد ۽ امن لاءِ ميدان هموار ڪري ٿو. عمل صالح ماڻهوءَ کي ڪمال تي پهچائي ٿو. ان مان روحاني تسڪين حاصل ٿئي ٿي. عمل صالح ناپخته انسان کي پخته بنائي ٿو.

زندگي خود عمل سان وابسته آهي. عمل نه آهي ته زندگي بيڪار آهي.

موجيم که آسودگيءَ ما عدم ماست.
ما زنده بانيم که آرام نگيريم.

معنيٰ: اسين دريا جي لهر مثل آهيان جنهن جو بند ٿيڻ ان جي وجود جي خاتمي برابر آهي.

اسان زنده انهي لاءِ آهيون ته آرام نه وٺون (سدائين هل هلان ڪريون).

شاهه صاحب فرمائي ٿو ته:

ٽنيءَ ٽڏي ڪاهه، ڪانهي ويل ويهڻ جي،
مٿان ٿئي اونداهه، پير نه پسين پرينءَ جو.

عمل صالح ٻن قسمن ۾ ورهايل آهن:
(۱) فکر جي دنيا جو پنڌ.
(۲) ظاهري ناسوتي دنيا جو پنڌ.
ٻئي عمل آهن.

**فکر جو پنڌ:**

جيئن جبل ظاهري طرح ماٽ ۾ آهن. ليڪن سندن اندر ۾ عمل جا اوڙاهه پيا ٿا ٻرن. اگر، سون. چاندي، تيل ۽ ٻيا ڌاتو سڀ انهي لکل عمل جي پيداوار آهن.

اهڙيءَ طرح سان جڏهن ڪي پيغمبر، درويش، راهب ۽ ساڌو هڪ هنڌ ويهي محبت جو مچ مچائي سڙن ٿا ته منجهان ڪچ نڪريو سچ پيدا ٿئي ٿو. پوءِ اهي دنيا کي اهو خزانو ميسر ڪن ٿا جو ان جو ماسو مال به مسڪين کي پُر ڪري ڇڏي ٿو.

تنهن ڪري اهو به عمل آهي، ان کي صوفين جهاد اڪبر جي نالي سان سڏيو آهي.

**ظاهري دنيا جو پنڌ:**

دنيا ۾ ملڪ ۽ قوم جي محبت ۽ ان جي آزادي، خوشحالي ۽ ترقيءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ به عمل صالح آهي.

اهڙيءَ طرح سان انسانذات جي ڀلي لاءِ خدمت خلق ۾ زندگي گذارڻ به ڪار ثواب ۾ داخل آهي.

ماڻهن کي تعليم ۽ تربيت ڏئي راهه هدايت ڏسڻ به عمل صالح آهي. اعليٰ مقصد کي پهچڻ لاءِ ڏک ۽ ڏاکڙا سهڻ به عمل صالح آهي. پرين جي وصال لاءِ پاڻ ماري پرزا ڪرڻ به عمل صالح آهي. خود مطلبي ۽ خوديءَ کان مٿي چڙهي پراپڪاريءَ جا ڪم ڪرڻ به عمل صالح آهي. حق کي ڳولي لهڻ ۽ ان کي ڏسڻ بعد ان جي راهه ۾ ناحق سان مقابلو ڪرڻ به عمل صالح آهي. حلال گذر معاش لاءِ مزدوري ۽ محنت ڪرڻ به عمل صالح آهي. ٻين جي سک لاءِ پاڻ ڏکن ۾ وجهڻ به عمل صالح آهي.

مطلب ته عمل صالح ڪنجي آهي مطلوب کي پهچڻ جي.



# فصل پهريون

## عشق مجازيءَ جو ابتدائي دؤر

شاد باش اي عشق خوش سودائي ما، اي طبيب جمله علتهائي ما،
اي دوائي نخوت و ناموس ما، اي تو افلاطون وجالينوس ما.
(رومي)

معنيٰ: خوش رهج اي عشق، اي سهڻا خيال، درد جو آهين طبيب باڪمال،
اي وڏائيءَ جي دوا ۽ ناموس جي، اي تون افلاطون ۽ جالينوس پڻ.
(ترجمو مولوي اديب)

حق شناسي ۽ روحاني ترقيءَ جي راهه ۾ مون مجازي مرحلا هيٺين چئن ذريعن وسيلي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي:

(١) مذهبي زندگي،
(٢) علمي ڪوجنا،
(٣) علمي زندگي،
(۴) عشق جو تجربو.

هيٺ آئون مذڪوره بالا چئني ذريعن بابت پنهنجي تجربن جو احوال پيش ڪريان ٿو.

**(١) مذهبي زندگي:**

ذرويشن جي گهرائي سان تعلق رکڻ ۽ فقيرتن استاد جي وسيلي مون تي ابتدا کان اهو اثر ويٺل هو ته بهترين مقصد حيات خدا شناسي ۽ تڪميل روحاني هو. جنهن راهه ۾ عبادتِ الاهي مددگار ٿي سگهي ٿي.

انهي نقطهءِ نگاهه کان مون خدائي پاڪ جي عبادت ڪرڻ شروع ڪئي، ليڪن ابتدا ۾ منهنجو خدا بابت تصور مجازي هو.

جنهن مطابق هو ستين آسمان مٿان تخت ڪبريائي تي ويٺل هو. جتان ساري ڪائنات جي نگهباني ۽ سنڀال ڪري رهيو هو. هو عبادت ڪرڻ تي راضي ٿيو ٿي ۽ گناهه ڪرڻ تي ناراض ٿيو ٿي. سندس رضامندي ڏيڻ وارو هو ۽ ناراضگي تباهه ڪن هئي.

سندس راضپي حاصل ڪرڻ ۽ عبادت جي قبوليت لاءِ ٽي رستا ضروري ڄاڻايا ويا ٿي:

(١) پرهيز گاري.

(٢) اندر اجارڻ.

(٣) ست سنگ يا صحبت صالحان.

هر هڪ رستي بابت جيڪي ٻڌايو ويو ۽ ان موجب مون جي ڪوششون ڪيون سي هيٺ ڏيان ٿو:

**(١) پرهيزگاري:**

ان بابت مون کي ٻڌايو ويو ته اها مذڪوره ذيل شعبن تي مشتمل هئي:

(١) پاڪيزگي يا صفائي.

(٢) کاڌي پيتي جو احتياط.

(٣) زنا کان پرهيز.

(٤) جائز گذر معاش.

(٥) نشي کان گوشو ۽

(٦) وفاداري.

بهتر آهي ته مٿي ذڪر ڪيل هر هڪ شعبي جي تشريح ڪري، ان بابت ڪيل تجربن ۽ نتيجن جو احوال مختصر طور پيش ڪريان.

**١- پاڪيزگي يا صفائي:** ان ۾ بدن صاف رکڻ لاءِ طهارت، وضو، غسل ڪرڻ، خوشبوءِ جو استعمال، صاف ڪپڙا پائڻ، رهڻ جي جاءِ کي پاڪ صاف رکڻ سڀ اچي ٿي ويا. مون اول ۾ ان کي پرهيزگاريءَ جي علامت ۽ خدا جي رضامنديءَ جو ڪارڻ سمجهي اختيار ڪيو. ان وقت خيال هوم ته جيترو پاڪ صاف هوندس اوتري قدر مون تي تجليءِ الاهي جي پوڻ جو امڪان هو.

شڪر آهي تہ خلافت ۽ ڪانگريس هلچل وقت گانڌيءَ جي جي کاڌي (ڪپڙا) پائڻ ۾ سادگي اختيار ڪرڻ جي تربيت مون کي سادگيءَ واري صفائيءَ سان مانوس ڪرايو. نہ تہ اڪثري ماڻهو انهيءَ ذريعي پنهنجي بزرگي ۽ برتري قائم رکڻ خاطر نمائشي ويس وڳا پهري عمده محلاتن ۾ رهڻ کي بہ ان جي شاخ سمجهن ٿا.

ان صفائي ۽ پاڪيزگي ذريعي مون تي تجليءِ الاهيءَ جو نزول ڪونہ ٿيو ليڪن اڳتي هلي مون کي ان ڳالهہ جو ٻيو پهلو معلوم ٿيو تہ انساني تڪميل ۽ ترقيءَ لاءِ تهذيب ۽ تمدن جو حصول ضروري هئڻ ڪري صفائيءَ جي هدايت ڪئي ويئي هئي. ازانسواءِ اها تندرستيءَ لاءِ بہ مفيد هئي.

رواجي طرح جيڪڏهن غير ترقي يافتہ ماڻهن کي چئجي تہ صفائي ڪري اوهان مهذب ۽ تندرست ٿيندا تہ ممڪن هو تہ اهي ان طرف رغبت نہ بہ ڏيکارين. تنهن ڪري ريفارمرس (مصلحن) طرفان ماڻهن کي مهذب ۽ تندرست بنائڻ لاءِ خدا جي رضامندي ۽ اسرار الاهي معلوم ڪرڻ جو رستو ٻڌائي ترغيب ڏياري ٿي ويئي.

جهڙيءَ طرح ٻارن کي تندرست رهڻ لاءِ ورزش ڪرائڻ واسطي رانديڪن يا مٺائيءَ جي لالچ ڏياري هنن کان ورزش ڪرائبي آهي. اهڙيءَ طرح مذهبي رهبرن بہ ماڻهن کي صفائيءَ جي تحريص ڏيارڻ لاءِ خدا ۽ تجليءِ الاهيءَ جو ذڪر ٿي ڪيو.

**٢- کاڌي پيتي جو احتياط:** کاڌي پيتي لاءِ بہ مذهبي رهبرن پاڪ. سادو ۽ سنو کاڌو کائڻ ۽ صاف پاڻي پيئڻ جي هدايت ڪئي هئي. مون بہ اول ۾ ان ذريعي اندر جي پاڪيزگي ۽ خدائي نور جي تجلين نمودار ٿيڻ لاءِ گهڻو احتياط ڪيو. صاف ۽ سني ٿانو ۾ کير ڏهائڻ. صاف سنو اٽو. چانور. گيهہ وغيره استعمال ڪرڻ. ڪجهہ وقت لاءِ مڇي ۽ ماس کائڻ کان پرهيز ڪرڻ. روزن ۽ چلہ ڪشي وقت ڪجور ۽ کير تي اڪتفا ڪرڻ ۽ گهٽ کائڻ جا تجربا ڪيا.

ليڪن اڳتي هلي مون کي معلوم ٿيو تہ انهن ڳالهين جو خدائي نور جي تجلين پوڻ ۾ اندر جي پاڪيزگيءَ سان گهٽ واسطو هو. ان جو لاڳاپو تندرستيءَ ۽ مهذب زندگي گذارڻ سان زياده هو. تندرستي هزار نعمت هئي ان ڪري ماڻهو بيمارين کان محفوظ. ڪم ڪرڻ جي لائق ۽ غور فڪر ڪرڻ جو اهل ٿي سگهيو ٿي.

**۳- زنا کان پرهيز:** جنسي خواهش کي ڪيترن مذهبن پليت ۽ گناهہ ڏي مائل ڪندڙ ڄاڻايو هو. هندن ۾ سنياسين، جينن ۽ يوگين، ڪرستانن ۾ راهبن، مسلم صوفين ۽ قلندرن موريگو جنسي خواهش کي گناهہ ڄاڻي شادي کان پاسي رهڻ گهريو هو.

جن مسلمان درويشن نسل برقرار رکڻ يا نفساني خواهش کي ضابطي ۾ رکڻ لاءِ شادي ڪئي ٿي تن بہ پرائي عورت يا نامحرم زال ڏي نگاهہ ڪرڻ ۾ گناهہ سمجهيو ٿي.

منهنجي نانيڻ ۾ شادي ٿيل هئي. جنهن جاءِ پناهہ جو ڪم ڏنو. پر مذهبي اثر ايترو گهرو ويٺل هو جو جنابت جي حالت ۾ ماني کائڻ، ڪتبخاني ۾ وڃڻ، مسجد يا قبرستان جي پرسان لنگهڻ، نماز وارا ڪپڙا پائڻ بہ مناسب نہ سمجهندو هوس. ان اثر مون کي جديد زماني جي فحش زندگيءَ کان بچائڻ لاءِ گهڻو ڪم ڏنو. اِگرچ هلي جذهن منهنجو تعلق شخصي مجاز سان ٿيو تہ بہ انهي اثر مون کي ناجائز جنسي خواهش پوري ڪرڻ کان بچائي ورتو. انهي اثر مون کي جماعتي اخلاق جي پابندين تي مستحڪم رکيو. جنسي خواهش بعض اوقات نهايت خطرناڪ صورت اختيار ڪيو وڃي. ان مان پاڻ بچائڻ ڪرامت جي مثل آهي. پر جو ماڻهو ان کان پاڻ بچائي وڃي ٿو. ان کي ٻيون ناجائز ڳالهيون جهڙوڪ ناجائز طريقي ملڪيت گڏ ڪرڻ، لالچ ۽ لوڀ ۾ اچي اصول ترڪ ڪرڻ، خود مطلبيءَ خاطر پرائو حق غصب ڪرڻ وغيره جهڙيون لالچون گهٽ گمراهہ ڪري سگهن ٿيون.

**۴- گذر معاش:** زندگيءَ جو تنگ و دو قيامت جي نفسي نفسي جهڙو ميدان آهي. جنهن ۾ سيڪنهن کي پنهنجي سر جي لڳي ٿي. روزگار جي تڪليف کان تنگ اچي ماڻهو چوري، دغا، سمگل، چور بازاري، استحصال وغيره جا رستا اختيار ڪرڻ کي عيب نٿو سمجهي. اهڙي حالت ۾ ڪي ٿورا ماڻهو پيدا ٿين ٿا جي جائز گذر معاش تي اڪتفا ڪن ٿا. جيتوڻيڪ مون کي معمولي مائٽاڻي ملڪيت گذر معاش جي تڪليف ۾ مبتلا ڪرڻ نہ ڏنو تہ بہ زندگيءَ ۾ ڪيئي موقعا هئا جن ۾ دنياوي مرغزار جي سرسبز لالچن کان پاسي رهڻ ۾ انهي مذهبي اثر ۽ قناعت جي دامن پڪڙڻ مون کي ايماندارانہ زندگي بسر ڪرڻ ۾ گهڻي مدد ڏني آهي. سياسي طرح بہ انهي پرهيزگاريءَ جي جذبي مون کي لالچ کان ٻري رکڻ ۾ مدد پئي ڪئي آهي. زندگيءَ ۾

شيخ سعدي عليه رحمت جا هيٺيان قول منهنجا رهبر راهه رهيا آهن.

هفت اقليم ازبگيرد بادشاهه ـ همچنان دربند اقليم دگر.

نيم نان گزربود مرد خدا. بزل درويشان کنيد نيم دگر.

اي قناعت تونگرم گردان. ڪه ورائي توهيچ نعمت نيست.

معنيٰ: بادشاهه جيڪڏهن ستن ملڪن جو مالڪ ٿئي ٿو ته به وڏيڪ ملڪن جي حصول جي خواهش رهيس ٿي. ليڪن خدا واڙي درويش کي هڪ ماني ڪائڻ لاءِ ملي ٿي ته اڌ پاڻ ڪائي، اڌ ٻين کي ڏئي ٿو. اي قناعت مون کي سيراب ڪر! ڇاڪاڻ ته توکان ڪوبه وڏيڪ انعام نه آهي.

۵- **نشي کان پرهيز:** زندگي مشڪلاتن ۽ غمن کان خالي نٿي رهي. ايتري قدر جو غالب مرحوم چئي ڏنو ته:

قيد حيات و بند غم، اصل مين دونون ايک هين،

موت سے پهلے آدمي، غم سے نجات پائے کيون.

انهي ڪري اڪثر ماڻهو غم کي ٽارڻ. عارضي سرور حاصل ڪرڻ ۽ عياش زندگي گذارڻ لاءِ نشي جو استعمال ڪن ٿا. ايتري قدر جو اڄ ڪلهه وڏو ماڻهو بنجڻ لاءِ نشي جو واپرائڻ ضروري ٿا ڄاڻن. هڪ انگريز دوست مسٽر گلبرٽ جو چوڻ هو ته ڪامياب سياستدان ٿيڻ لاءِ:

(۱) نشو پيڻ. (۲) جوا کيڏڻ. (۳) شڪار ڪرڻ. (۴) عشق ڪرڻ. نهايت ڪارآمد ڳالهيون ٿي سگهن ٿيون. ڇاڪاڻ ته سياستدان کي ڪڏهن ڪاميابي ڪڏهن ناڪامي جو منهن ڏسڻو پوي ٿو. اهڙي طرح جوا، شڪار ۽ عشق ۾ به ڪاميابي يا ناڪامي سان منهن مقابل ٿيڻو پوي ٿو. تنهن ڪري انهن ڳالهين سان مانوس ماڻهو دل نه لوڙهي سياست ۾ هارائڻ مهل ڏک جهلي سگهي ٿو.

نشو غمنار جو ڪم ڏئي ٿو. شراب. ڀنگ. چرس وغيره جا نشا عارضي ٿين ٿا پر زندگيءَ جي مشڪل مهلن تي غم ٽار جو ڪم ڏئي سگهن ٿا مون کي اڪثر مشڪلاتن سان منهن ڏيڻو پيو ٿي. ويتر ڪراچيءَ ۾ رهڻ بعد قوي امڪان هو ته سياستدانن يا وڏن ماڻهن جي صحبت ۾ نشي جي عادت پوي ها. پر اهو مذهبي اثر هو جنهن مون کي ڪراچي ڪلب ۾ ميمبر ٿيڻ کان بچائي. صحبت لاءِ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ داخل ڪرايو. اڳتي هلي مجازي عشق ۾ جو نشو پيدا ٿيو. تنهن عارضي نشن کان بي پرواهه

ڪري ڇڏيو.

بقول حافظ شيرازي:

مست مي بيدار گرد نيم شب. مست ساقي روز محشر بامدار.

معنيٰ: شراب جو نشو اڌ رات تائين هلي ٿو. ساقي ذريعي مليل نشو قيامت تائين قائم رهڻو آهي.

**٦- وفاداري:** زندگيءَ ۾ ابن الوقتي، خود مطلبي، ڦير گهير ڪي وقتي طرح ڪارآمد سمجهي ڪيترا ماڻهو انهن خواهشن جي پوئواريءَ ۾ سياست عمليءَ جي زندگي گذارڻ فائديمند ڄاڻن ٿا.

مون کي به انهي ترڪڻ ۾ ڦسلجي وڃڻ جي گهڻين آزمائشن مان گذرڻو پيو. ليڪن مون کي انهي مذهبي پرهيزگاريءَ جي اثر هيٺ ابتدا ۾ حاصل ڪيل پابنديءَ گهڻين ڳالهين کان بچائڻ ۾ مدد ڪئي، نه ته عارضي نفعا. ذاتي يا طبقاتي فائدا. نامساعد حالتن جي تقاضا. خانگي معاملات جي ضرورتن. ياري دوستي جي رشتن. شخصي لڳ لاڳاپن ڪري ڪيترا ئي تارو انهي تار ۾ ٻڏي ويا هئا.

مون کي ابتدا ۾ مذهبي اثر. بعد ۾ عشق مجازيءَ جي پرتوي وفاداريءَ سان اهڙو مانوس ڪري ڇڏيو جو بقول:

زمين جنبد نه جنبد گل محمد

وانگر وقتي نقصان. يارن دوستن جو ڇڏي وڃڻ. عهدا ۽ مالي لالچون. مقرر ڪيل اصولن کان ٿيڙي نه سگهيا. جيتري قدر اصول پرستي. پراپڪاري. مستقل مزاجيءَ جون صفتون مون ۾ سرايت ٿيل آهن ته اهي سڀ مجازي عشق جون عنايت ڪيل نعمتون هيون.

"راڻا هيس ريءَ تو سائين مون سون ڪيو."

**(٢) اندر اجارڻ (تزڪيه نفس):**

خدائي رضامنديءَ جي حصول لاءِ هي ٻيو رستو هو جنهن لاءِ مون کي ذهن نشين ڪرايو ويو هو ته روحاني رمزن معلوم ڪرڻ ۽ خدا شناسيءَ لاءِ اندر جو اجارڻ نهايت ڪارآمد هو. ان لاءِ درويشن جو چوڻ هو ته هيٺيان طريقا ڪارآمد ٿي سگهيا ٿي:

(١) نمازون ۽ وظيفا پڙهڻ. (٢) روزا رکڻ ۽ گهٽ طعام کائڻ. (٣)

ذڪر الاهي ڪرڻ. (۴) راڳ سرود ٻڌڻ. (۵) گلا ۽ ڪوڙ کان پرهيز ڪرڻ.

مذڪوره بالا طريقن جي تشريح ۽ ان سلسلي ۾ پنهنجي تجربن ۽ ان جي نتيجن جو ذڪر هيٺ مختصر طور پيش ڪريان ٿو.

**(١) نمازون ۽ وظيفا پڙهڻ:** مون کي ٻڌايو ويو هو ته نمازن ۽ وظيفن ڪري خدا راضي ٿيو ٿي. آخرت موچاري ٿيڻ واري هئي. اندر اجري ان ۾ تجلي الاهي جي نمودار ٿيڻ جو امڪان هو ۽ ان مان رموز ڪائنات جي معلومات حاصل ٿي سگهي ٿي. انهيءَ ذريعي ڪيترا مشڪل مسئلا به حل ٿي سگهيا ٿي.

ان ڪري مون نه رڳو پنجن نمازن تي اڪتفا ڪئي، پر تهجد ۽ اشراق جي اضافي سان اهي پڙهڻ شروع ڪيون. چله ڪشي ڪري ان ۾ لکيا آيتون ۽ اسمائي الاهي جا وظيفا پڙهيم. ليڪن تجربي بعد معلوم ٿيو ته ان ڪري اندر اجري رموز ڪائنات معلوم نه ٿي سگهيا. نه وري ان ڪري مشڪل مسئلن حل ڪرڻ ۾ مدد ملي. خدا جي رضامندي، ديدار ۽ آخرت موچاري ٿيڻ جو پتو پوڻ مشڪل هو ليڪن بعضي پيدا ٿيندڙ هيجان قلبي يا پريشان طبعي وقت قلب جي اطمينان ۽ دلجمعي عارضي طور حاصل ٿي ٿي. البت انهن ڳالهين وقت جي پابندي ۽ اخلاقي تربيت لاءِ ماحول هموار ڪيو ٿي.

**(٢) روزا رکڻ ۽ گهٽ طعام کائڻ:** مون کي ٻڌايو ويو هو ته گهڻي طعام کائڻ سبب غنودگي پيدا ٿي، غور ۽ فڪر ۾ رڪاوٽ پيدا ٿي ٿي. تنهن ڪري روزا رکڻ ۽ گهٽ طعام کائڻ ڪري نور معرفت ڏسڻ جا موقعا ميسر ٿي روياءِ صادقه حاصل ٿيڻ جو امڪان هو. ازانسواءِ روزا نفس حيواني رام ڪرڻ، رموز الاهي معلوم ڪرڻ، گناهن جي ڪفاري ڏيڻ ۽ تندرستي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ ڪارآمد ٿي سگهيا ٿي.

ليڪن تجربي بعد معلوم ٿيو ته ان ڪري نه نور معرفت حاصل ٿيم نه روياءِ صادقه نصيب ٿيم — نه رموز الاهي معلوم ٿي سگهيا. مورڳو تندرستي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ به روزا ڪارگر ثابت ٿي نه سگهيا. گناهن جي ڪفاري جو سوال ته منهنجي سمجهه ۾ نه ٿي آيو ته روزا رکڻ ڪري ڪهڙي طرح گناهه معاف ٿي سگهيا ٿي. البته ذهني ۽ اخلاقي تربيت لاءِ رمضان جي مهيني ماحول سازگار بنائڻ لاءِ موقعو ميسر ٿي ڪيو. تجربي اهو به معلوم ڪرايو ته جهڙي طرح گهڻي کائڻ ڪري غنودگي پيدا ٿي غور ۽ فڪر ۾ رڪاوٽ پيدا

ئي ٿي. اهڙي طرح گهٽي بک ۾ به ڪمزوريءَ سستي ڪري فڪر جو مادو گهٽجي ويو ٿي. اندر جي اجرڻ ۽ خدا شناسيءَ لاءِ روزن وسيلي ڪو خاص فائدو حاصل نه ٿيو.

**(٣) ذڪر الاهي:** خدا ۽ روحاني هستيءَ جي نالن کي بار بار اچارڻ ۾ اڪثري مذهبي رهبرن طرفان معجزانه اثرن جو ذڪر ڪيل هو. مسلمانن ۾ خدا جي ٩٩ نالن جي ذڪر ڪرڻ ۽ صلوات پڙهڻ جي هدايت ڪيل هئي. ذڪر ٻن قسمن جا بيان ڪيا ويا ٿي. هڪڙا ظاهري ذڪر (جلي) ٻيا قلبي (خفي) ذڪر هئا.

ظاهري ذڪر سوها دفعا نمازن کانپوءِ يا ايڪانت ۾ پڙهڻ جي تلقين ڪئي ويئي ٿي. قلبي ذڪر مرشد جي معرفت ان جي تصرف ۽ تلقين وسيلي پچائڻو هو.

ان لاءِ چيو ويو ٿي ته انهي وسيلي ڇهه لطيفا کلي معرفت جو درجو حاصل ٿيڻ وارو هو. لطيفن جا نالا هيٺيان هئا:

(١) لطيفه اول نفس جو هو. اِن جو جاءِ وقوع دن جو مقام هو.
(٢) لطيفه دوم قلب جو هو. ان جي جاءِ دل هئي جا کٻي ٻبي هيٺيان هئي.
(٣) لطيفه ٽيو روح جو هو. ان جي جاءِ سيني جي ساڄي پاسي تي هئي.
(۴) لطيفه چوٿون سيري هو. ان جي جاءِ سينه جي ساڄي ۽ کاٻي پاسي جي وچ ۾ خم معده وٽ هئي.
(۵) لطيفه پنجون خفي هو. ان جي جاءِ پيشانيءَ ۾ هئي.
(٦) لطيفه ڇهون اخفيٰ هو. ان جي جاءِ مٿي جي پويان ڪياڙيءَ جي مٿان هئي.

پهرين مون ظاهري ذڪر يا وظيفا پڙهڻ شروع ڪيا. جن مان "الله هو ـ الا الله ـ سبحان الله ـ والحمدالله ـ والله اڪبر ـ لا اله الا انت سبحانڪ اني ڪنت من الظالمين" (صلوات شريف) خاص هئا.

آيت الڪرسيءَ ياسين جا ورد به گهڻا ڪيم. پر ان مان حسب دلخواه فائدو يا نتيجو نه نڪرڻ ڪري قلبي ذڪر طرف رجوع ٿيس. ان لاءِ ان وقت جي بزرگ خواجه محمد حسن جان سرهندي عليه کان ذڪر ذات وٺي پچائڻ جي ڪوشش ڪيم. پر ان مان به نه ڪي اسرار الاهي معلوم ٿيم

نہ خاص رڱن جي تجلين جو ديدار ميسر ٿيو. انهي ذڪرن ذريعي اندر نہ اجريو. البت ڪن لفظن جي تسبيح بعد فڪر جو مادو ڪهڙي طرح ڪليو ٿي. ان جو ذڪر اڳتي ايندو.

**(۴) راڳ ۽ سرود:** اڪثري مذهبن ۾ راڳ ۽ سرود کي خاص درجو ڏنو ويو آهي. مسلمانن جي بہ چشتي ۽ مولويہ وغيره سلسلہ طريقت ۾ انهن کي اهميت ڏني ٿي ويئي.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست ۽ ٻين ڪيترن سنڌ جي صوفين عارفانہ ڪلام ذريعي ماڻهن تي اثر وجهڻ لاءِ راڳ ۽ سرود کي ڪتب آندو هو.

مون بہ راڳ ۽ سرود ذريعي عارفانہ ڪلام پئي ٻڌو آهي. ڪيترن ماڻهن تي ان ڪري رقت قلب پيدا ٿي گريہ جاري ٿيندو آهي. جنهن ڪري دل نرم ٿي ٿي. ڪيترا تہ ان ڪري وجد ۾ اچي حال ڪان بي حال ٿي نچندا ڏسڻ ۾ آيا هئا.

مون کي راڳ ۽ سرود مان سرور بلاشبہ حاصل پئي ٿيو ليڪن نہ ان ڪري وجداني حالت پيدا ٿي هئي، نہ روحاني رمزون معلوم ٿيون هيون. البت اڳتي هلي محسوس ٿيو تہ ان مان روح کي راحت پهچي ٿي. ڪلچر (ثقافت) جي ترقي ۾ راڳ ۽ سرود کي خاص مقام حاصل هو. دنيا جي مهذب ملڪن ۾ راڳ ۽ سرود کي ترقي وٺائي ڪلچر ۾ اضافو ڪيو ويو آهي.

**(۵) گلا ڪرڻ ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ:** اڪثر مذهبن ۾ گلا ۽ ڪوڙ کي قلب جي ڪاري ٿيڻ سان مشابهت ڏني ويئي آهي. چيو وڃي ٿو تہ گلا ڪندڙ ۽ ڪوڙ ڳالهائيندڙ ماڻهوءَ جي هي دنيا بہ خراب ٿئي ٿي ۽ آخرت بہ بڇڙي ٿيڻ واري هئي. اهڙي ماڻهوءَ کي قرب الاهي حاصل ٿي نہ سگهندو. تنهن ڪري اندر اجارڻ لاءِ انهن ٻنهي ڳالهين کان پرهيز ڪرڻ ضروري هئي.

مون ان ڏس ۾ گهڻي ڪوشش ڪئي تہ گلا ڪرڻ کان حتي الامڪان پاسو ڪريان. گلا عام طرح ڪنهن ماڻهوءَ جي پرپٺ عيب جوئيءَ کي سڏيو وڃي ٿو. ليڪن جنهن سياسي دنيا ۾ آءٌ داخل ٿي چڪو هوس، جنهن کي نجات جو ذريعو ٿي ڄاتم ان ۾ اختلاف راءِ لازم و ملزوم هئا. اڳتي هلي مون کي اهو محسوس ٿيو تہ جيڪڏهن سياسي مخالف خلاف سندس غلط ڳالهين جو اظهار گلا ۾ داخل ٿي سگهيو ٿي، تہ پوءِ تہ منهنجي سياسي زندگيءَ جو گهڻو حصو ان ڳالهين ۾ گذريل سمجهڻ ۾ ايندو.

پئي طرف ڪوڙ ڳالهائڻ کان به مون حتي الامڪان پرهيز پئي ڪئي. پر سچ ۽ ڪوڙ ڇا هئا؟ اهو فيصلو ڪرڻ نهايت مشڪل مسئلو هو. هڪڙا ماڻهو جنهن ڳالهه کي سچ ٿا سمجهن. ٻيا ان کي ڪوڙ سمجهن ٿا. قرآن ۾ آهي ته "يهودي نصارن کي ناحق تي سمجهندا هئا ۽ نصارا يهودين کي ناحق تي ڄاڻندا هئا."

اهڙيءَ طرح سان مسلمانن ۾ سوها فرقا موجود هئا جن مان هر ڪنهن پاڻ کي حق تي ۽ ٻين کي ناحق تي ڄاتو ٿي. ليڪن ڏٺو ويو آهي ته ساڳيا ماڻهو جنهن ڳالهه کي هڪ وقت صحيح سمجهندا هئا سي تجربي بعد ان کي غلط سمجهڻ لڳن ٿا.

جيڪڏهن انهيءَ نقطهء نگاهه کان ان مسئلي تي نگاهه ڪبي ته اهو فيصلو ڪرڻ مشڪل ٿي پوندو ته حق ۽ ناحق جا سنڌا ۽ حدون ڪهڙيون هيون. انهيءَ ڳالهه کي مدنظر رکي جڏهن آءٌ پنهنجي زندگيءَ تي نگاهه ٿو ڊوڙايان ته آءٌ زندگيءَ ۾ وڏن ڪوڙن جو حامي رهيو هوس. پر سمجهندو ائين هوس ته سچ تي هلي رهيو هوس. جهڙوڪ: **مسلمانن جي جداگانه قوم** کي خيال ۽ عمل جي وحدت تي هلندڙ ـ مثالي قوم سمجهي نه رڳو ان ۾ ويساهه ڪندو هوس پر ان جي بزرگيءَ ۽ بهتريءَ لاءِ وڏو پرچار ڪندو وتندو هوس. انهيءَ سلسلي ۾ هنن کي جدا وطن حاصل ڪرائي ان ۾ ڪين نظريي حيات موجب قلڻ ۽ ڦلجڻ لاءِ سارو وقت ڪوشش ۾ مشغول رهيس. ليڪن تجربي ۽ صحيح معلومات ٿيڻ بعد معلوم ٿيڻ لڳو اٿم ته اهو تصور وڏو ڪوڙ ۽ ڏوڪو هو. تاريخ جي ڪنهن به دؤر ۾ مسلمان نه هم خيال رهيا هئا نه وري منجهن قومي يڪجهتي رهي هئي. هنن هڪٻئي جا رت وهايا هئا. منجهن ڪي زاني، شرابي، چور. غاصب هئا ته ڪي پرهيزگار ۽ خدا ترس هئا. جملي مسلمانن جي وحدت ۽ قوميت جو تصور هڪ وهم هو، جنهن جو عملي دنيا ۾ ڪو وجود ئي ڪونه آهي.

اهڙيءَ طرح اسلامي آئين ۽ نظام حڪومت جي نظريي جو به هڪ وقت آئون قائل هوس. جي: "اسان کي دنيا ۾ حڪومت الاهي قائم ڪرڻي هئي." پاڪستان ۾ مسلمانن جي اهڙي اسلامي حڪومت قائم ڪرڻي هئي جنهن ۾ "قرآن شريف جي احڪامن موجب سڀني ماڻهن کي سياسي. معاشرتي ۽ اقتصادي هڪجهڙائي حاصل رهڻ واري هئي. جنهن ۾ حڪومت

هلائڻ جون واڳون سچن ۽ پرهيزگار ماڻهن جي هٿن ۾ رهڻ واريون هيون. جنهن ۾ غير مسلمانن جي حقوق جي خاص طرح حفاظت ڪرڻي هئي. جتي حڪومت جو پهريون فرض ملڪ مان غربت، ظلم، بي علمي ۽ طبقاتي مفاد جي استحصال کي بند ڪرڻو هو. جتي جوا، زنا، شرابخوري ۽ وياجخوري قانوناً منع ٿيڻ واري هئي. جنهن ۾ عدل ۽ انصاف ماڻهن کي مفت ميسر ٿيڻو هو. جنهن ۾ عزت جو معيار طاقت ۽ پيسي تي نہ پر چڱن اخلاقن تي مقرر ٿيڻو هو."

پاڪستان جي قيام بعد تجربي ۽ صحيح معلومات جي ميسر ٿيڻ بعد هاڻي اهو پتو پوڻ لڳو آهي تہ اهي عقيدا دنيا جي حقيقتن خلاف، علم جي گهٽتائي ۽ جهالت تي مبني هئا. اهڙي ڪوڙ ۽ ڏوڪي جو آءٌ نادانستہ شڪار رهيو آهيان.

ڪو وقت هو جو جناح صاحب کي آءٌ اسلام جو علمبردار ڪري سمجهندو هوس. هڪ وقت جڏهن ڪنهن خاڪسار مٿس حملو ڪيو هو ۽ افواهہ ڦهلجي ويو هو تہ هو قتل ٿي ويو هو تہ سنڌ اسيمبليءَ جي اجلاس ۾ مون کي رئندي هڏڪي پئجي ويئي هئي. پر هاڻ تجربي ۽ وڏيڪ معلومات ميسر ٿيڻ بعد آءٌ راءِ بدلائي چڪو آهيان ۽ هن کي آءٌ مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراج جو ايجنٽ سمجهان ٿو. منهنجي راءِ موجب هو ذاتي اقتدار خاطر چاڻي واڻي اصولن کي قربان ڪرڻ جو مرتڪب ٿيو. "هن جي سياست ڪري هندوستاني مسلمانن کي اهڙو نقصان پهتو جهڙو چنگيز خان ۽ هلاڪو خان جي دؤر حڪومت ۾ بہ نہ پهتو هو."

ڪو وقت هو جو پاڪستان جي حصول ۽ قيام کي آءٌ زندگيءَ جو منزل مقصود ۽ انسانذات جي بهتريءَ لاءِ ضروري چاهندو هوس. ليڪن پاڪستان جي قيام بعد. ان ۾ مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي استحصال، سنڌين جي حق تلفي؛ ان جي قيام بعد پيدا ٿيل خرابين کي نظر ۾ رکندي ان راءِ جو ٿيو آهيان تہ ان جو وجود برصغير هند جي سياسي جسم ۾ ناسور آهي.

ڪو وقت هو جو آءٌ ملا طرفان پيش ڪيل اسلام کي دين مڪمل سمجهي انسانذات جي نجات جو باعث سمجهندو هوس. ليڪن تجربي ۽ تعليم بعد هاڻ معلوم ٿيڻ لڳو آهي تہ موجوده وقت ۾ ملاءِ ان جي حامي

سياستدان جي طرفان إسلام جو پيس ڪيل نظريو دنيا ۾ فساد. نفرت ۽ تشدد جو پڪيڙيندڙ آهي.

انهيءَ تبديليءَ بعد آءٌ هن نتيجي تي پهتو آهيان تہ گلا ء ڪوڙ کان پري رهڻ. دنيا ۾ رهندڙ ماڻهوءَ لاءِ ناممڪن آهي. شاهہ سائين فرمائي ٿو تہ:

مون ڪي مون پرين، ٻڌي وڌو پار ۾.
ايـا ايئن جـون. مـتـان پاند پسـائـين!

**(٣) ست سنگ يا صحبت صالحين:**

عبادت جي قبوليت ۽ خدا شناسيءَ لاءِ ٽيو ذريعو صحبت صالحين ٻڌايل هو. جنهن جي حصول لاءِ ٻہ طريقا ڏسيل هئا:

(١) هڪ مرشد وٺي ان جي ذريعي راهہ حق تي پهچڻ.

(٢) مختلف صالحن جي صحبت مان علمي ۽ اخلاقي سبق حاصل ڪرڻ.

انهن ٻنهي طريقن تي پنهنجي ڪيل تجربن جو مختصر ذڪر هيٺ ڪريان ٿو:

**(١) مرشد وٺڻ:** جيئن ظاهري تعليم لاءِ استاد وٺڻ جي ضرورت محسوس ڪئي وڃي ٿي. اهڙيءَ طرح راهہ حق تي پهچڻ لاءِ صاحب طريقت رهبر راه ڪري ان جي معرفت روحاني ترقي حاصل ڪرڻ جو گهڻو ڪري سڀني مذهبن ۾ رواج آهي. هندن ۾ ستگرو وٺڻ. مسلمانن ۾ مرشد ڪامل وٺڻ جو دستور گهڻي وقت کان چالو هو. آئون مٿي ذڪر الاهي جي سري هيٺ بيان ڪري آيو آهيان تہ مون کي ٻڌايو ويو هو تہ مرشد ذڪر ذاتي ڏئي اندر جا دروازا کولڻ جو ڪم ڏئي ٿو. ليڪن تجربي بعد مون کي انهي طريقي ذريعي ڪوبہ فائدو ڪونہ پهتو هو.

ٻيو ڪم مرشد ذريعي حاصل ٿي سگهڻ بابت ڏسيو ويو ٿي سو اهو هو تہ. سندن آشرمن يا خانقاهن ۾ ڙهي نفسياتي ۽ اخلاقي تعليم ۽ تربيت حاصل ڪري سگهجي ٿي- ليڪن گهڻي ڪوجنا بعد مون کي ڪوبہ اهڙو ادارو ڏسڻ ۾ نہ آيو جتي رهي روحاني تعليم پرائي، تزڪيہ نفس ڪري اخلاقي تربيت پرائي سگهجي. معلوم ائين ٿئي ٿو تہ مسلمانن ۾ نہ رڳو هاڻ نر عرصہءِ دراز کان انهن ادارن جي ڪمي محسوس ٿيل هئي، جنهن کي ڏسي هڪ شاعر چيو هو تہ:

حريفان بادها خوردند رفتند.
تهي خمخانها كردند رفتند.

معنيٰ: ساٿي محبت جا ڍڪ پي گذر ڪري ويا آهن. اڄ سندن ميخانا خالي پيا آهن.

شاهه لطيف به فرمايو هو ته:

ويا سي وينجهار، هيرو لعل ونڊين جي.
تنين سندا پوٺيان، شيهي لهن نه سار.
ڪٽين ڪٺ لهار، تنين سندي پيٺئين.

تنهن ڪري منهنجي نظر ۾ اهي ادارا يا ته هئا ئي ڪونه. جي هئا ته به بند ٿي چڪا هئا. باقي رهيل جاين تان مقصد حاصل ٿيڻ جي اميد ڪانه هئي.

**(٢) مختلف صالحن جي صحبت:** ان بابت پيش لفظ ۾ گهڻو ڪجهه بيان ڪري آيو آهيان. تنهن ڪري دوباره ان کي دهرائڻ مناسب نٿو ڄاڻان. چوٿي اهي ته سبق سبق جو استاد ٿيندو آهي ان وانگر مون به گهڻن صاحبن جي صحبت مان فائدا پرايا هئا. ان لاءِ گهٽي ۾ گهڻو فائدو مون کي علامه آءِ. آءِ قاضي، چيئمل پرسرام ۽ ڪرشنا مورتي مان پهتو هو. ليڪن اهو فائدو زندگيءَ جي مختلف مسئلن جي سمجهڻ جو هو ۽ نه اندر جي پوريل دروازن جي بردي پوبان رازن جي معلوم ڪرڻ جو هو.

روحانيت کي درڪنار رکي جيڪڏهن سياست. مختلف مذهبي نظرين. اقتصادي مسئلن جي سمجهڻ جو ذڪر ڪندس ته مون کي گهڻني استادن کان رهبري نصيب ٿي هئي. جهڙوڪ:

سر سيد احمد خان. علامه محمد اقبال. مولانا حسين احمد مدني. مولانا عبيدالله سنڌي. هشو ڪيولراماڻي. چيئمل پرسرام مون کي مذهبي ۽ سياسي نظرين جي سمجهڻ لاءِ گهڻو مواد ميسر ڪيو.

**(٣) علم ذريعي رهبري حاصل ڪرڻ:**

روحاني تڪميل. ترقي ۽ حق شناسيءَ لاءِ مذهب کان علاوه ٻيو ذريعو جو مون کي ٻڌايو ويو هو سو علم جو هو.

ماڻهوءَ کي حيوان ناطق سڏيو ويو ٿي. ڪيس اشرف المخلوقات جو لقب به ڏنو ويو آهي. ان جو ڪارڻ سندس ترقي يافته دماغ هو. جنهن کي

عقل سان سينڪاريل چيو ويو ٿي. عقل جي وڌائڻ جو ذريعي علم کي قرار ڏنو ٿي ويو. جو مختلف ذريعن سان حاصل ٿيو ٿي. جن ۾ مکيه ذريعا هيٺيان هئا.

(١) سير و سياحت، (٢) زندگيءَ جا تجربا. (٣) پڙهڻ لکڻ. (۴) علم وارن جي صحبت. (۵) غور ۽ فڪر ڪرڻ.

مٿي ذڪر ڪيل ذريعن جي مختصر تشريح هيٺ ڏجي ٿي:

**(١) سير و سياحت:** قرآن ۾ فرمايل آهي تہ: "فسيروا في الارض" يعني: "زمين جو سير ڪري، قدرت جا ڪم ڏسو."

شيخ سعدي عليه رحمت ان جو زياده تفسير هن طرح ڪريٰ ٿو تہ:

برگ درختان سبز در نظر هوشيار.
هر ورق دفتر يست معرفت ڪردگار.

معنيٰ: صاحب نظر وٽ ساوڻ وڻن جو هڪڙو هڪڙو پن خدا جي سڃاڻپ جو دفتر آهي.

ان ڪري ملڪ گهمي. هرشيءِ کي تپاسي ڏسڻ ۽ مختلف ماڻهن سان ملڻ مان وسيع معلومات ميسر ٿي عقل ۾ اضافو ٿئي ٿو.

**(٢) زندگيءَ جا تجربا:** زندگيءَ ۾ تجربا علم ميسر ڪن ٿا. برهمو سماج جي عالم ۽ مصلح ڪيشب چندرمني جو چوڻ آهي تہ "هر ماڻهوءَ جي حياتي جيئري ويد برابر آهي."

قرآن جي معنيٰ بہ پڙهڻ آهي. پيغمبر خدا تي جڏهن پهرين دفعي وحي نازل ٿيو تہ پهريان اکر جي ڪيس پڌايا ويا سي هئا تہ "اقرء باسم ربڪ."

معنيٰ: "خدا جي نالي سان پڙهہ."

فرقان جي معنيٰ غلط ۽ صحيح جو فرق معلوم ڪرڻ آهي. اهو فرق بہ تجربي بعد معلوم ٿئي ٿو. غلط ڪم نقصان پهچائين ٿا ۽ صحيح فائدو ڏين ٿا.

گهڻي وقت کان پير مڙدن جي عزت ۽ احترام ڪيو ويندو آهي. ان جو مکيہ ڪارڻ بہ اهو آهي تہ حياتيءَ ۾ تجربي مان حاصل ڪيل سبق سڪي اڪثري سمجهدار ٿين ٿا. زماني جا شاگرد اسڪولن جي پڙهيلن کان وڌيڪ قابل ٿين ٿا.

**(٣) لکڻ پڙهڻ:** انساني زندگيءَ ۾ انهيءَ دؤر نئون ڦيرو آندو جڏهن ڪان لکڻ پڙهڻ جو دستور مروج ٿيو. اڳي جي ماڻهو سير و سياحت، زندگيءَ جي تجربن، غور فڪر ۽ عالمن جي صحبت مان سبق حاصل ڪندا هئا. سي سندن حياتيءَ تائين قائم رهندا هئا. يا سندن صحبت ۾ سبق پرايل ماڻهن ذريعي سينہ بسينہ پيڙهين تائين هلائيندا هئا پر ڪجهہ زماني گذرڻ ڪان پوءِ ان طرح حاصل ڪيل علم يا تہ وسري ويندو هو يا ان ۾ ڪيئي تبديليون ٿي ويندڙيون هيون. جيئن اڳين پيغمبرن جي ڪتابن يا رسول ڪريم صلعم جي حديثن ۾ ٿيون هيون.

لکڻ جي ايجاد ٿيڻ بعد علم جو ذخيرو ڪتابن ۾ گهٽو گڏ ٿي ويو آهي ۽ روز بروز وڏي ماڻهن جي معلومات ۾ اضافو ڪري رهيو آهي. دنيا جا وڏا ڪتب خانہ هزارن ورهين ۾ مختلف ماڻهن جي محنتن جو ذخيرو آهن.

انهن جي ذريعي ماڻهو گهٽو پرائي سگهن ٿا.

موجوده دؤر جا اسڪول، ڪاليج، يونيورسٽيون سڀ انهي ذخيري مان مستفيد ٿين ٿا.

**(۴) علم وارن جي صحبت:** هڪ شاعر جو چوڻ آهي تہ:

"يڪ زمانا صحبت بااوليا، بهتر از صد سالہ طاعت بي ريا."

يعنيٰ: هڪ گهڙي خدا رسيده بندي جي خدمت ۾ گذارڻ سؤ سالہ بي ريا عبادت کان مٿي آهي.

شاهہ عبداللطيف عليه بہ فرمايو آهي:

صحبت سپريان جي، وڏي پانئج هاج،
قضا ڪج نماز، وقت ورائڻ سترو.

سنڌ ۾ عام چوڻي آهي تہ "جهڙو صحبت تهڙو اثر" چڱن ۽ صالحن جي صحبت ڪري ماڻهو سٺا ٿيڻ ۽ گهڻي معلومات حاصل ڪري سگهي ٿو.

برن جي سنگت، چڱن جي اولاد کي بہ ڪاريو ڇڏي.

شيخ سعدي عليه فرمايو آهي تہ:

"پسر نوح بابدان بنشست، خاندان نبوتش گم کرد."

معنيٰ : حضرت نوح جي فرزند خراب صحبت ڪري بيءَ جي نبوت کي بدنام ڪري ڇڏيو.

اها حقيقت آهي تہ سٺي سنگت يا صحبت وڏي وٿ آهي، ڪن خوش، نصيب ماڻهن کي ميسر ٿي سگهي ٿي.

**(۵) غور ۽ فڪر:** قرآن شريف ۾ غور ۽ فڪر ڪرڻ وارن کي وڏي درجي وارو شمار ڪيو ويو آهي.

ڪتاب پڙهڻ، علم وارن جي صحبت ڪرڻ، سير و سياحت سان مستفيد ٿيڻ زندگيءَ جا تجربا حاصل ڪرڻ سڀ سٺيون ڳالهيون آهن. پر جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو انهن تي غور فڪر ڪري نتيجا نہ ڪڍيا تہ گهڻو فائدو حاصل ٿي نہ سگهندس.

شاهہ صاحب فرمائي ٿو:

پڙهيو تا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب ۾،
پاٺان ڏوهہ چڙهن، جيئن ورق وارين وترا.

اهوئي ذريعو آهي جو حق ۽ ناحق، غلط ۽ صحيح، بري ۽ ڀلي جي تميز ڪرائي ٿو.

اهو ذڪر مختلف قسم جي علم حاصل ڪرڻ جو ڪيو اٿم. ليڪن درويشن ۽ علماءِ حق، علم کي ٻن قسمن ۾ ورهايو آهي.

**(۱) ظاهري علم:** هن علم جو واسطو دنيا جي حقيقتن سان آهي جنهن کي مادي يا جسماني علم بہ سڏي سگهجي ٿو.

**(۲) باطني علم:** هن علم جو واسطو بنيادي نظرين ۽ فڪر جي نتيجن سان ٿئي ٿو. جنهن کي روحاني علم بہ سڏيو ويو آهي.

هيٺ آئونءِ مختصر طور ٻنهي علمن جي مختلف شاخن جو ذڪر ڪريان ٿو. هتي صرف انهن علمن جو ذڪر ڪندس جن سان منهنجو واسطو پيو.

**(۱) ظاهري علم:**

ظاهري علم جون شاخون سوَن تائين وڃي پهتيون آهن. جن سڀني جي تشريح ڪرڻ منهنجي طاقت کان مٿي آهي. هتي آئون انهن علمن جو ذڪر ڪريان ٿو جن جي ڪجهہ مون کي معلومات ميسر ٿي آهي.

(۱) مذهبي علم. (۲) فسلفي جو علم. (۳) تصوف جو علم. (۴) تاريخ جو علم. (۵) سياسي علم (٦) اقتصادي علم. (۷) نفسياتي علم. (۸) عام معلومات جو علم.

انهن علمن جي مختصر تشريح ڪري پوءِ آئون انهيءَ ڏس ۾ حاصل ڪيل معلومات جو ذڪر ڪندس.

(١) **مذهبي علم:** ان ۾ مون کي پڌايو ويو تہ دين اسلام آخري دين هو. اهو مڪمل ضابطہ حيات جو حامل هو. ان ۾ ابتدا کان آخر تائين زندگيءَ لاءِ راهہ هدايت ڏسيل هئي. انهيءَ جي وسيلي روحاني ترقي ۽ نجات حاصل ٿي سگهڻ واري هئي. ان جي تعليم جو منبع قرآن هو.

ان ڪري مذهب کي سمجهڻ لاءِ پهرين قرآن شريف معنيٰ سان مولوي محمد صالح عباسي ۽ مولوي الهہ بخش دادو وارن کان پڙهيم. پوءِ ان جا هيٺيان شرح پڙهيم:

(١) مولوي محمد علي لاهوريءَ جو انگريزي ترجمو
(٢) مارماڊيوڪ پڪٿال لاهوريءَ جو انگريزي ترجمو
(٣) علامہ يوسف علي لاهوريءَ جو انگريزي ترجمو
(۴) قرآن شريف جي ڪن سيپارن جا سرسيد احمد خان جا ترجمو
(۵) مولانا ابوالڪلام آزاد جو ترجمان القرآن
(٦) تفسير حسيني
(٧) تفسير پير رشدالله شاهہ راشدي

باوجود انهن جي پڙهڻ جي اسلام جي پوري پروڙ نہ پئجي سگهي. ان کي وڌيڪ سمجهڻ لاءِ مون کي حديثن پڙهڻ جي ترغيب ڏني ويئي. جنهن تي مون صحيح بخاري پڙهي پورو ڪيو. ليڪن اڃا بہ مذهبي معلومات اڌوري رهجي ويئي.

ان تي اسلام جي جدا جدا فرقن طرفان مذهبي تشريحن تي ڪتاب پڙهيم. جنهن ۾ اهل سنت. اهل تشيعت. قادياني. اهل حديث ۽ مختصر طرح اڪثري سيني فرقن بابت معلومات حاصل ڪيم.

ليڪن باوجود ان جي بہ دل کي تسڪين ڪانہ آئي. جنهن تي مون کي چيو ويو تہ مڙني مذهبن جي تقابلي تعليم حاصل ڪريان پوءِ پتو پوندم تہ ڪثرت مذاهب پويان بنيادي وحدت سمايل هئي. ان تي پهرين هندو ڌرم جا هيٺيان ڪتاب پڙهيم:

(١) ڀڳوت گيتا. مها ڀارت. رامائڻ. منوسمرتي يوگ وشست ويدانت .

تي چند ڪتاب. سوامي وويڪانند جا امريڪا ۾ مذهب تي ليڪچر. سوامي رام تيرٿ جا ليڪچر. برهمو سماج تي چند ڪتاب. راڌا سوامي مت تي چند ڪتاب. چداڪاشي مت جو ڪتاب. رام ڪرشن مت تي ڪجهه ڪتاب پڙهيم.

(٢) مهاتما ٻڌ جي حياتيءَ ان جي ٨ احڪامن تي ڪتاب پڙهيم.

(٣) جين ڌرم جي مختلف فرقن جو احوال پڙهيم. خصوصاً يوگين، ڊگامبرن ۽ آڌوتن جو مختصر ذڪر.

(۴) پارسي مذهب جي عام معلومات ۽ ان جي باني، مزدهڪ ۽ زراشتر متن جو احوال پڙهيم.

(۵) ڪرسچنٽي تي، بائبل (اولڊ ۽ نيو ٽيسٽامينٽ) ڪئٿالڪ. گريڪ چرچ سيٽورين. جيزسٽ پراٽسٽنٽ. مونيزم. يونيٽيرزم فرقن تي ڪتاب پڙهيم.

(٦) چين جي تائوزم ۽ ڪنفيوشس مذهبن جو مختصر احوال پڙهيم.

(٧) گرونانڪ. ڪبير ڀڳت جي تعليمات جو به مختصر مطالعو ڪيم.

پر جيئن پڙهندو ويس تيئن مونجهارو وڌندو ويو.

حضرت بُلا شاهه. اهڙي حالت جي ترجماني هيئين لفظن ۾ ڪئي آهي:

اوردي تسبيحان ڇهوٽيان. بابي سائين دا ٻڙا جهپال،
پڙهندي پڙهندي عمر گئي، ڪتنا ايڪ نہ ڀال.

شاهه عبداللطيف به ان لاءِ هيئين طرح فرمايو آهي:

سا ٻت نہ ساريِن، الف جنهن جي اڳ ۾،
ناحق نهارين پنا پيا پرين لاءِ.

**(٢) علم فلسفو:** جڏهن مذهبي ڪتابن طرفان دلي تسڪين يا تشفي نہ ٿي سگهي تہ مون کي ٻڌايو ويو تہ مذهبن جي معنيٰ ۽ مفهوم سمجهڻ لاءِ فلسفہ جي واقفيت نهايت ضروري هئي. ان ڪري ان تي ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيم. مغربي فلسفي تي پليٽو. ارسطاطاليس. فيساگورس. نيوپلاٽانزم. هيگل. اسپنوزا. ڪارل مارڪس ۽ ٻين جا ڪجهہ ڪتاب نظر مان ڪڍيم. مشرقي فلاسافيءَ تي راڌا ڪرشنا مين جي انڊين فلاسافي ـ ابن عربي. شاهه ولي الله. امام غزالي وغيره جا ڪتاب پڙهيم.

انهن جي پڙهڻ بعد مذهب جي وهم پرستيءَ کان آزاد ٿي. عقل جي بنياد تي مذهب تي سوچڻ لڳس.

ان کانپوءِ وحدت الوجود، وحدت الشهود، مٽيريلزم جا تفاوت سمجهڻ لڳس. ٿيسز، انٽي ٿيسز ۽ سنٿيزس جي نقطءِ نگاهه کان مختلف مسئلن تي غور ڪرڻ لڳس. ان مان مون کي معلوم ٿيو ته مذهب ۽ زندگيءَ جي مسئلن کي پوريءَ طرح سمجهڻ لاءِ فلسفي جي ڄاڻ نهايت ضروري هئي.

اڄ ڪلهه فزيڪل سائنس، ٽيڪنالاجي ـ ميڪنزم، ميڊيسن ۽ انجنيئرنگ، ائگريڪلچر وغيره علمن ڏي زياده توجهه ڏيڻ ڪري ماڻهو مادي ترقي ڪندا وڃن ٿا. ضروريات زندگيءَ کي انهن جي حصول سهل ڪري ڇڏيو آهي. ليڪن فلسفي طرف گهٽ توجهه ڏيڻ ڪري بنيادي ڳالهيون جهڙوڪ، اتحاد انساني، امن عالم ۽ ڪلچرل ترقيءَ ۾ گهٽو ڪجهه ٿي نه سگهيو آهي. نتيجي ۾ قومي اختلاف، بدامني، بداخلاقي ۽ جنگيون گهٽجي نه سگهيون آهن. فلسفي جي ڄاڻ نه رڳو منهنجي مذهب ۾ رهبري ڪئي پر سياست ـ اقتصاديات، سماجي زندگي، نفسيات ويندي عشق جي معاملن ۾ به گهڻي معلومات ميسر ڪئي.

اڳتي هلي مون کي معلوم ٿيو ته: فلسفو علم جو جوهر هو ان کانسواءِ علم بي جان هو. ليڪن عشق جي رهبريءَ کانسواءِ فلسفو اڌورو هو.

فلسفي مون کي مذهب ۾ وهم پرستي ۽ خدا شناسيءَ جي وچ ۾ تميز جو مادو عطا ڪيو.

فلسفي مون کي سياسي زندگيءَ جو مقصد ۽ مراد سمجهڻ ۾ مدد ڪئي.

فلسفي مون کي معصوميت جي بهشت کان ٻاهر ڪڍي شڪن جي دنيا ۾ ڌڪيلي ڇڏيو.

فلسفي مون کي سچ ۽ ڪوڙ، غلط ۽ صحيح، عارضي ۽ دائمي ڳالهين جي مختلف پهلوئن کان واقف ڪيو.

فلسفي منهنجي سماجي ۽ ڪلچرل ترقيءَ جي راهه ۾ رهنمائي ڪئي.

فلسفي مون کي اخلاق جي مجمد ۽ محدود دائري مان ڪڍي ان جي ارتقائي ۽ برابڪاري مقاصد جو پتو ڏياريو.

فلسفي مون کي اقتصاديات جي مختلف نظرين جي وچ ۾ تميز پيدا ڪرائي.

فلسفي مون کي عشق جي معنيٰ ۽ مطلب سان شناخت ڪرائي.

فلسفي مون کي تقليد مان ڪڍي اجتهاد ۽ انقلاب طرف راغب ڪيو.

فلسفي مون کي ذهني اوندهه مان ڪڍي عقل جي روشنيءَ سان روشناس ڪيو.

فلسفي مون کي متيريلزم ۽ آئيڊيلزم جي جدا نقطءِ نگاهه کان واقف ڪيو.

فلسفي مون کي سياست جي مختلف نظرين جهڙوڪ، جمهوريت، آمريت وغيره جي فائدن ۽ نقصانن جي معلومات ميسر ڪئي.

فلسفي مون کي جاگيرداري، سرمائيداري ۽ اشتراڪيت جي اقتصادي نظرين جي معلومات ميسر ڪري، استحصال ۽ گڏيل مفاد جي مسئلن تي روشني وڌي.

جيڪڏهن مذهب مون کي زندگيءَ جي ابتدائي مسئلن ۾ ٿيسز (بنيادي مواد) ميسر ڪيو ته علم فلسفي ان جي مقابلي ۾ ائنٽي ٿيسز پيش ڪيو. فلسفي مذهبي دنيا ۾ اهو ڪم ڏنو جو پيغمبر زردشت حقيقت شناسي لاءِ ڏنو هو.

**(٣) تصوف:** مذهب مون کي زندگيءَ جي ٿيسز (نظرين جو ابتدائي مواد) کان واقف ڪيو ۽ فلسفي مون کي زندگيءَ جي ائنٽي ٿيسز (تضاد تقابلي) جي تميز عطا فرمائي پر اجا آءٌ دوئي جي دنيا مان شڪن کان ٻاهر نڪري نه سگهيو هوس. ڪڏهن جمهوريت، ڪڏهن آمريت، ڪڏهن سرمائيداري، ڪڏهن سوشلزم، ڪڏهن آئيڊيلزم، ڪڏهن متيريلزم، ڪڏهن اخلاق، ڪڏهن ڇڙواڳي، ڪڏهن حق ۽ ناحق جي تميز ۾ حيران ۽ سرگردان پئي رهيس.

بقول حافظ شيرازي:

ڪس ندانست ڪه منزل گهه معشوق ڪجاست.
اين قدر هست ڪه بانگ جرس مي آيد.

معنيٰ: "ڪنهن کي پتو نه هو ته معشوق جي منزل ڪهڙي جاءِ تي هئي، سواءِ هن ڳالهه جي ته هڪ ازغيبي آواز چڪيندو رهيو ٿي."

وانگر پتو نٿي پيو تہ آخري منزل ڪهڙي هئي. جاڪاڻ تہ مذڪوره بالا مختلف ۽ متضاد نظريا مڪمل ۽ حرف آخري نہ هئا. اهي بہ ارتقا پذير ۽ تبديل ٿيندڙ نظر آيا ٿي.

تنهن ڪري مون کي ٽئين ڪنهن اهڙي ڳالهہ جي ضرورت پئي محسوس ٿي جنهن ذريعي آءٌ دوئي جي دريا کان ٻاهر نڪري آزاديءَ جو ساهہ کڻي سگهان. ان راهہ ۾ تصوف مون کي گهڻي مدد ڪئي. پهرين مون تصوف ۾ ڪتاب پڙهيا:

اسلامي ڪتابن مان احياء العلوم، ڪيميائي سعادت، سرالعالمين غزاليءَ جا پڙهيم. منطق الطير ۽ ٻيا ڪتاب خواجہ عطار جا نظر مان گذريا. فصوص الحڪم ۽ فتوحات مڪي ابن عربيءَ جا پڙهيم. نفحات الانس ۽ زليخا مولانا جامي جا بمع ڪلياتِ جامي پڙهيم. حجة الله البالغة، شاهہ ولي الله جو پڙهيم. ڪشف المحجوب داتا گنج جو مطالع ڪيم. مڪتوبات امام رباني سڪينة الاولياء، سيرالاوليا، مزج البحرين دارا شڪوه جا ڏٺم، عوارف المعارف سهروردي ـ مثنوي مولانا روم، شاهہ جو رسالو، سچل سرمست وغيره جا ڪلام پڙهيم.

هندن جا يوگ وشت، گيان پرڪاش، گيتا، شريمد ڀاڳوت، رام ڪرشن، اپديش وغيره ڪتاب نظر مان گذريا.

اهڙيءَ طرح ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جا مختلف ڪتاب سيڪريٽ ڊاڪٽرينس، مئڊم بلتو وسڪي، آڪلٽزم، وغيره تي ڪتاب پڙهيم.

ان ڪانپوءِ غور ۽ فڪر ذريعي ڪجهہ معلومات حاصل ڪيم. جنهن جو ذڪر اڳتي هلي باطني علم جي سري هيٺ بيان ڪندس.

انهن سڀني ڳالهين مون کي هر ڳالهہ ۾ ڪثرت پويان وحدت جو درشن ڪرايو.

مذهبن جي بنيادي وحدت، سياست ۾ اعتدال جو رستو اقتصاديات ۽ سوشلزم ۾ شخصي احترام ۽ آزادي، عشق ۽ مجاز ۽ حقيقت جي امتزاج، علم ۽ عشق جي امتزاج، آئيڊيلزم ۽ ميٽيريلزم جي وچ ۾ لڪل ڳانڍاپي جو ڪجهہ ڪجهہ پتو ڏنو.

نظريي وحدت الوجود نہ رڳو مذهب جي راهہ ۾ رهبري ڪئي پر سياست، ماده ۽ جسم تي بہ ان جي اثر کان واقف ڪيو.

**(۴) تاريخي علم:** تاريخي معلومات مون کي انساني زندگيءَ جي نشيب ۽ فراز کان آگاهه ڪيو. ان جي پڙهڻ بعد آءٌ اُئين محسوس ڪرڻ لڳس جڻ ته هماليہ جبل جي چوٽيءَ تان بيهي دنيا جي هزار ورهين جي ڪار گذاريءَ کي سئنيما وانگر ڏسي رهيو هوس.

ان مون کي زندگيءَ جي هر مسئلي بابت مفيد معلومات ميسر ڪئي.

تاريخ مون کي مختلف افراد جي جدا جدا رجحانات ۽ ڪارڪردگيءَ جو علم عطا ڪيو.

تاريخ مون کي قومن جي نشيب ۽ فراز، ترقي ۽ تنزل ۽ ان جي اسباب سان روشناس ڪرايو.

تاريخ مون کي انسانذات جي ارتقائي مدارج کان واقف ڪيو.

تاريخ مون کي زمين جي صدين کان لڪل خزانن جي خبر ڏني.

تاريخ مون کي مذهبن جي ابتدائي مدارج، ارتقا ۽ انهن جي انسانذات تي ڪارڪردگيءَ کان واقف ڪيو.

تاريخ مون کي دنيا جي دائمي ۽ عارضي اشيا ۽ حقائق کان آگاهه ڪيو.

تاريخ مون کي نظرين ۽ عقيدن جي زماني ۾ حقيقتن جي آڌار تي ٿيندڙ تبديلين جي خبر ڏني.

تاريخ مون کي آگاهه ڪيو ته ويد، بائبل، مهاڀارت، قرآن ۽ ٻيا ڪيترا ئي ڪتاب، علم ۽ سائنسون، سڀ زماني جي لکيا ورهين جي تجربي ۽ تبديلي واري يڪتاب جا ورق هئا.

تاريخ مون کي ذهن نشين ڪيو ته هوءَ قدرت جي ڪاروبار جي وقايہ نويس هئي.

زماني لاءِ قرآن ۾ چيل هو ته ان کي گهٽ وڌ نه ڳالهايو جو اهو خدا جو ڪرتب هو.

تاريخ کان مون کي پتو پيو ته:

"فنظر واکيف ڪان عاقبة المڪذبين"

معنيٰ: "نظر ڪري ڏسو ته غلط ڪارن جو حشر ڇا ٿيو." جو معنيٰ ۽ مطلب ڪهڙو هو.

تاريخ مون کي حق ۽ ناحق جي ڪسوٽيءَ جو ڪم ڏنو.

تاريخ مون کي عارضي ۽ ديرپا اشيا جي ناپڻ جي گز جو ڪم ڏنو.

تاريخ مون کي پڌايو تہ جهڙيءَ طرح زندگي لاانتها ابدي ازلي هئي. اهڙيءَ طرح ان جي تاريخ بہ ابدي ۽ ازلي هئي. جن قومن تاريخي هدايات تي عمل ڪرڻ کان منهن موڙيو يا هدايت نہ ورتي. اهي تباهہ ٿي ويون.

تاريخ مون کي ذهن نشين ڪرايو تہ دنيا جي هر مادي شيءِ جي ابتدا بہ هئي تہ انتها بہ هئي. هن صفاتي دنيا جي ڪا شيءِ لازوال نہ هئي.

**(۵) سياسي علم:** معاشري جي جوڙجڪ ۽ انتظام سان واسطو رکندڙ معاملن جي علم کي سياست سڏبو آهي. جوڙجڪ ۾ سياسي جماعتون. لوڪلباڊيز. اسيمبليون اچي وڃن ٿيون.

انتظام ۾ حڪومت جو آئين. قائدا قانون ۽ هلائڻ جا طريقا شمار ٿي سگهن ٿا. آئون ۱۹۲۰ع کان.جڏهن ۱٦ ورهين جي عمر جو هوس انهن ڳالهين ۾ دلچسپي وٺڻ لڳس. جنهن جو ڪجهہ احوال عمل جي سري هيٺ ڏنو ويندو. هتي صرف ان جي علم بابت احوال پيش ڪريان ٿو.

جڏهن ۱۹۲۸ع ڌاري ضلع لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو پريزيڊنٽ چونڊيس ۽ علامہ آءِ. آءِ قاضي وٽ وڃڻ لڳس تہ هن مون کي مشورو ڏنو تہ انهن ادارن ۾ عام ماڻهن وانگر بنا ڪنهن ڄاڻ جي صرف نالي ناموس ۽ اقتدار جي هوس خاطر دلچسپي وٺڻ کان بهتر هو تہ سياسي نظرين جي معلومات حاصل ڪريان. سندس چوڻ هو تہ ان وقت تائين ملڪن جي سياست جو علم وسيع ذخيري جو حامل ٿي ويو هو. ان جي بنيادي متن ۽ مقصدن جي واقفيت کانسواءِ سياست ۾ ڪم ڪرڻ اوندهہ ۾ ٺاڻوڙا هڻڻ جي برابر هو. تنهن ڪري بهتر هو تہ ان مان ابتدائي ڄاڻ معلوم ڪرڻ لاءِ ڪي ڪتاب پڙهان. پوءِ هن چوندي پهرين مون کي هڪ ننڍو ڪتاب ارسطا طاليس جو لکيل پڙهڻ لاءِ ڏنو. ان کان پوءِ پليٽو جي ريپبلڪ پڙهيائين. بعد ۾ رومن سياست تي سرسري معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ ڪي ڪتاب ڏنائين. اهڙي طرح ڪتابن پڙهڻ بعد شوق جاڳيو ۽ سياست جي مختلف پهلوئن تي ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيم. جنهن مان معلوم ٿيو تہ سياسست ملڪ هڪ وسيع سائنس ٿي چڪي هئي.

ان مان پتو پوڻ لڳو تہ قبائلي نظام. اميرانہ نظام. بادشاهي نظام.

شهري حڪومت. شاهوڪاري نظام حڪومت. آمريت. عوامي آمريت. جمهوريت ۽ انهن جي مختلف قسمن ۾ ڪهڙو تفاوت هو. انهي قسم جي مختلف سياسي نظامن دنيا جي جدا جدا جاگرافيائي خطن ۾ ڪهڙي طرح ڪم ڪيو هو يا ڪيو پي. انهن مان ڪهڙا فائدا ۽ ڪهڙا نقصان هئا.

انهن جي تقابلي مطالعي ۽ تحقيق منهنجي سياسي چاڻ ۾ واڌارو ڪيو. پوءِ آهستي ٿي سياست ۾ منهنجو ذمن شخصي مفاد. ذاتي اقتدار. عزت ۽ ناموس جي دائري ڪان نڪري ملڪي مفاد. خدمت خلق. قوم ۽ عوام جي پلي تائين وسيع ٿيڻ لڳو. هاڻ شخصي سياست ۽ خود مطلبي ڪمن مان معاشري کي نقصان پهچن تا ان جو پتو پوڻ لڳو ـ ۽ مجموعي مفاد. پراپڪاري ۽ انساني همدرديءَ جي جذبي سان سياست ۾ ڪم ڪرڻ ڪري معاشري کي جو فائدو پهچي ٿو ان مان واقفيت ٿيڻ لڳي. ان بعد سياست کي عبادت وانگر زندگيءَ جي مقاصد ۾ شمار ڪرڻ لڳس. قرآن جي آيت:

"وما خلقت الجن والانس الاليعبدون"

معنيٰ: اسان جنن ۽ ماڻهن کي خدمت لاءِ پيدا ڪيو آهي ـ جي معنيٰ سمجهه ۾ اچڻ لڳي. ۽ مون لاءِ سياسي سرگرمي عبادت جو جزو بنجي پيئي. اڳي جو شخصي خود مطلبي جي تري مان بيهي ان مسئلي تي نظر ڪندو هوس، ان جي عيوض مٿاهين چوٽيءَ تان بيهي ملڪ. قوم ۽ انسانذات جي نقطهءِ نگاهه ڪان ڏسڻ لڳس.

اڳتي هلي سياست جي ڪارڪردگيءَ ۾ جي لالچون يا گمراهيون سامهون آيون ان ڪان دامن ڇڏائڻ لاءِ مون کي عشق جي معرفت حاصل ڪيل خود فراموشي ۽ قربانيءَ جي جذبي گهڻي مدد ڪئي.

ابتدا ۾ سياست ملڪ ٻاراٽي راند ڏسڻ ۾ آئي پر اڳتي هلي معلوم ٿيو ته:

"عشق تي آسان ٻانبير پر نيهن هو اوکو اديون."

سياست مان مون کي معلوم ٿيو ته جيڪڏهن ان جو صحيح استعمال عبادت بمان هو ته ان جو غلط استعمال اسفل السافلين ڏي گهلي نيندڙ هو.

سياست جيڪڏهن هڪ طرف گلن جي سيج هئي ته ٻي طرف ڪنڊن جو بستر به ٿي سگهي ٿي.

سياست ملڪ جي اتحاد. امن ۽ ترقيءَ لاءِ ڪارآمد به ٿي سگهي ٿي

تہ پي طرف سياست ماڻهن ۾ نفاق، نفرت ۽ تخريب جو باعث بہ بنجي سگهي ٿي.

سياست ۾ گهڙڻ بعد معلوم ٿيو تہ ماڻهو پهاڙ جي چوٽيءَ تي بيٺل هو. جتان جي سنڀالي نہ هليو تہ اوڙاهہ ۾ ڪرڻ جو امڪان هوس.

اها پلصراط هئي جا تلوار کان تکي ۽ وار کان سنهي هئي. ان راهہ ۾ "سڏون ماري سڏڙين وانگر ڪم ڪرڻو هو."

**(٦) اقتصاديات جو علم:** هن علم وسيلي دولت جي پيدائش ۽ تقسيم بابت معلومات ميسر ٿئي ٿي.

ماڻهو ساهہ وارن جانورن مان آهي. ان کي کاڌي، ڪپڙي، جاءِ رهائش، بيماري وقت ڏوا ۽ بي گذر معاش لاءِ ڪم ڪرڻو پوي ٿو. جنهن مان هن کي ضروريات زندگي حاصل ٿين ٿا.

ابتدا ۾ ماڻهو، جانورن جي گوشت، مڇلين، وڻن جي پنن ۽ ڦلن تي گذران ڪندا هئا. زندگي ساده گذارڻ ڪري هن کي معاشي گذر لاءِ ڪن خاص پابندين کان آزادي نصيب هئي، پر جيئن معاشرو ترقي ڪندو ويو تہ گذر معاش جا سوال بہ پيچيدگي حاصل ڪندا ويا. نتيجو اهو نڪتو جو مختلف سببن ڪري ڪن ماڻهن کي وافر وسائل حاصل ٿيا تہ ڪي نادار ۽ مفلس رهڻ لڳا. دنيا ۾ جهيڙن، جهڳڙن، بدامني ۽ فسادن لاءِ بين ڳالهين سان گڏ معاشي مسئلا بہ ڪارڻ بنيا آهن.

آخر ۾ جيئن معاشري جي مهذب ٿيڻ بعد بين مسئلن لاءِ ڪي دستور ٺهيا تيئن معاشي مسئلن تي بہ مختلف نظريا ٺهي نظام وجود ۾ آيا.

سياست ۾ دلچسپي وٺڻ بعد اقتصادي مسئلن جي ڄاڻ جي ضرورت محسوس ٿي. علامہ آءِ. آءِ. قاضي ۽ مسٽر چيتمل پرسرام جي صحبت مون کي ان مسئلي تي معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ مختلف نظرين تي ڪتاب پڙهڻ جو موقعو ميسر ڪيو. اڳتي هلي معلوم ٿيو تہ اقتصادي مسئلن جو مدار ٽن مکيہ اجزا تي هو ـ محنت، هنر، موڙي. جن جي پيدا ڪرڻ ۽ تقسيم بابت مختلف نظريا ايجاد هئا جن مان مکيہ هيٺيان هئا:

(١) فيوڊلزم (زميندارانہ نظام).
(٢) ڪئپيٽلزم (سرمائيدارانہ نظام).
(٣) سوشلزم (منصفانہ پيداوار ۽ ورهاست جو نظام) ـ

جن جون تشريحون ڪيون ويون ٿي. هن وقت ان ڏس ۾ مکيه ٻه گروهه وچي رهيا هئا. (١) سرمائيدارانه نظام (٢) سوشلسٽ نظام.

اهو علم هڪ سائنس جي صورت اختيار ڪري ويو آهي. ملڪي سياست جا اڳي جدا حيثيت رکندڙ هئي. اڄ ڪلهه جي معلومات ان کي معاشيات جي ماتحت ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ ائين چوڻ ۾ اچي ٿو ته هر مسئلي جي پاڙ گذر معاش جو مسئلو آهي. فساد ۽ امن، غربت ۽ آسودگي، نظام ۽ بدنظمي لاءِ معاشيات کي وڏو دخل آهي.

اقتصاديات جي انهيءَ مختصر معلومات بعد سياست جو زندگيءَ جي نظام ۾ صحيح مقام معلوم ٿي سگهيو. اڳتي هلي هي معلوم ٿيو ته مساوات انساني سياست جو آخري مطمع نگاهه هو. اها مساوات معاشي انصاف کان سواءِ ميسر ٿيڻ مشڪل هئي.

**(٧) علم نفسيات:** ان کي انگريزيءَ ۾ سائيڪالاجي سڏجي ٿو. اهو علم هن وقت وسيع ٿي ويو آهي. ان جون جدا جدا شاخون آهن. هڪ جو واسطو فلسفي سان آهي ته هڪ جو تعلق سوشل معاملات سان آهي. هڪ جو واسطو بدن جي مختلف رجحانات سان آهي.

مون ابتدا ۾ ان طرف توجهه نه ڏنو ليڪن اعصابي بيماريءَ وقت ڊاڪٽرن منهنجو توجهه ڇڪائي ڪتابن پڙهڻ لاءِ هدايت ڪئي. جن جي پڙهڻ بعد مون کي ان بابت معلومات ٿي ۽ پتو پيو ته زندگيءَ جي هر مسئلي ۾ جذبات يا نفسيات کي دخل هو. جيڪڏهن ڳڻتي، ڏک، ڪاوڙ، هاضمي کي هڪ طرف خراب ٿي ڪيو ته انهن ڳالهين خيالات کي مضطرب ڪرڻ ۾ به گهٽايو ڪونه ٿي. باهمي جهيڙن، فسادن، نفرت ۽ تشدد ۾ نفسيات کي وڏو دخل هو.

مذهب، علم، عمل ۽ عشق ان جي ڪارڪردگيءَ کان جدا ٿي نه ٿي سگهيا. شخصي زندگيءَ جي تڪميل، سوسائٽيءَ جي امن، علم کي بامقصد بنائڻ لاءِ ان جي ڄاڻ ۽ ان جو صحيح استعمال ضروري هئا.

**(٨) جنرل ناليج يا عام معلومات جو علم:** جيئن معاشرو ترقي ڪري تمدن ۽ تهذيب سان روشناس ٿيندو وڃي ۽ زندگيءَ جا مسائل وسيع ٿيندا وڃن. تيئن ان جي وسيلن جي معلومات ۾ اضافو ٿيڻ لازمي ٿيو پوي.

ان ڪري مختلف مسئلن سان واسطو رکندڙ ڳالهين جو علم به ضروري

ٿيو پوي. شهري ۽ مهذب زندگي گذارڻ واري ماڻهوءَ لاءِ ڪيترين ڳالهين جي ڄاڻ ضروري آهي ورنه ان جي حالت اها ٿئي ٿي، جهڙي جهنگ جي ماڻهوءَ کي شهر ۾ ڇڏڻ بعد ٿيندي آهي.

اٿون هڪ ڳوٺاڻو هوس اتي نه پڪو رستو، نه بجلي، نه موٽر، نه طرح طرح جا ڪاڏا، نه سئنيما، نه عمده گهر ۽ جديد فرنيچر، نه جديد ويس وڳا، نه تعليم يافته ماڻهن جي صحبت، نه زالن ۽ مردن جو گڏيل جديد معاشرو وغيره ڳالهيون موجود هيون.

شهر ۾ اچڻ بعد آهستي آهستي ٿي مذڪوره بالا ڳالهين سان واسطو ۽ علم حاصل ٿيڻ لڳو. تجربي بعد مختصر علم حاصل ڪرڻ هڪ ڳالهه هئي. پر ڪتابن، رسالن، اخبارن، ۽ علمي ليڪچرن ذريعي علم حاصل ڪرڻ ٻي ڳالهه هئي. ان ڪري مون معاملن کي پوريءَ طرح سمجهڻ لاءِ جاگرافي، انگ اکر، قصا، سير و سياحت جي ذريعي معلومات حاصل ڪرڻ شروع ڪئي.

ان لاءِ ٿياسافيڪل سوسائٽي ۽ ٻين جاين تي وڃي ليڪچر ٻڌڻ، سنڌ جي مختلف حصن جو سير ڪرڻ، انگن اکرن ۽ سياحت تي ڪتابن پڙهڻ، مختلف ادارن ۾ ڪم ڪرڻ، مردن ۽ زالن جي گڏيل سوسائٽيءَ ۾ گذارڻ، سياسي معاملن سان واسطو رکندڙ ڳالهين جهڙوڪ چونڊن، فتح شڪست، انتظامي ڪم ڪرڻ، چورين، خونن ۽ فسادن جي حقيقتن ۽ فيصلا ڪرڻ منهنجي معلومات ۾ ڪافي اضافو ڪيو.

اها ابتدائي معلومات هئي. اڳتي هلي جڏهن دنيا جي مختلف ملڪن جا سير ۽ سفر ڪيم ۽ صوبائي ۽ برصغير هند جي سياسي جماعتن سان واسطو پيو، ته ان منهنجي معلومات ۾ ڪافي اضافو ڪيو.

**(۹) باطني يا روحاني علم:** باطني علم کي مسلمان درويشن ٽن قسمن ۾ ورهايو هو:

(۱) الوهيت (۲) الهام (۳) ادراڪ.

پهرين علم کي خاص مخصوص ڪيو هئائون پيغمبر خدا حضرت محمد صلعم سان ـ سندن چوڻ مطابق ٻيو ڪوبه ماڻهو انهي علم کان مستفيد ٿيل ڪونه هو.

ٻئي علم الهام کي به پيغمبرن لاءِ مخصوص ڪيو هئائون. تنهن ڪري ان کي به عام ماڻهوءَ جي دائري کان ٻاهر رکيو ويو هو.

ٽين علم بابت سندن چوڻ هو تہ محنت يا عنايت الاهي سان ان جي ماڻهن کي واقفيت ٿي سگهي ٿي.

انهن ٽنهي علمن کي فوق العقل قرار ڏنو ويو هو.

هن ڳالهہ کان انڪار ڪرڻ نيڪ نہ ٿيندو تہ پيغمبرن، درويشن، حڪيمن، شاعرن کي جيڪا غير معمولي معلومات ميسر ٿي ٿي، اها رواجي عقل وارن ماڻهن کي حاصل ڪانہ ٿي ٿئي.

ان معلومات کي نعمت الاهي سڏيو يا حادثو ڪري ونو. پر ان مان اندر جي اکين تان پردو ڪڇي، نہ پڙل، نہ ڏٺل ۽ نہ محسوس ڪيل ڳالهيون معلوم ٿيون ٿي.

"ان پوئين علم حاصل ڪرڻ لاءِ مون گهڻي ڪوشش ڪئي. روزا رکيم، وظيفا ڪڍيم، مرشد وٽي ذڪر ڪيم، پر ڪو خاص فائدو حاصل نہ ٿيو." انهي قسم جي معلومات لاءِ ٻيو طريقو خوابن جو ڏسيو ويو ٿي. جن کي روياءِ صادقہ جي نالي سان سڏيائون ٿي.

خوابن جون دنيا جي مختلف ملڪن ۾ جدا تعبيرون ڪيون ويئون هيون. جديد نفس جي ماهرن جو چوڻ هو تہ دماغ سمهڻ کان پوءِ مختلف سببن جي بنا تي خواب ڏسي ٿو ـ جو ڪاڏي، گذريل ڏينهن جي واقعات، خواهش وغيره ڪري آڪاٽي ناهي منظر پيش ڪري ٿو.

ڪن درويشن ان کي ملڪوتي دنيا جو سير سڏيو هو. سندن چوڻ هو تہ تزڪيہ نفس، ذڪر اذڪار، وظيفن يا مرشد جي تصرف ذريعي حسب خواهش خواب ڏسي، روحن جون ملاقاتون ڪري، نامعلوم ۽ پراسرار مسئلن بابت احوال معلوم ٿي سگهيا ٿي.

مون ان لاءِ مختلف طريقا استعمال ڪيا پر خاطر خواهہ نتيجو نہ نڪتو. جڏهن بہ ڪي مڪيہ خواب ڏٺم تہ اهي اتفاقي هئا ۽ ڪن طريقن ذريعي حاصل ٿي نہ سگهيا هئا.

ان بابت ٻيو رستو غور فڪر جو هو. ان بابت مون ٽن ذريعن سان تجربا ڪيا.

(١) اوچتو ڪنهن حادثي، نظاري يا پڙهڻ بعد ڪنهن خاص فقري تي ڌيان چڪجي وڃڻ بعد ڪي ڳالهيون معلوم ٿي ٿيون.

(٢) رات جو ننڊ ڦٽڻ بعد ڪو مسئلو ويچار هيٺ اچي ان جو حل معلوم

ٿيندو هو.

(٣) نماز پڙهڻ بعد ڪن خاص مسئلن تي غور فڪر ڪرڻ بعد ڪي ڳالهيون ذهن نشين ٿينديون هيون.

انهن ٽنهي طريقن منهنجي معلومات ۾ اڪثر اضافو ڪيو آهي. مثال لاءِ اهڙي طرح حاصل ڪيل معلومات لاءِ چند نڪتا هيٺ پيش ڪريان ٿو:

٢٣- فيبروري ١٩٢٨ع مطابق پهرين رمضان ١٣٤٦هه صبوح جو روزو رکي فجر نماز پڙهي ساڍي ٧ بجي صبح جو فڪر ڪرڻ بعد جا معلومات ميسر ٿي، سان ان وقت نوٽبڪ ۾ درج ڪري ڇڏي هيم، اها هيٺين آهي:

## خيال صبوح (سڻ)

زڪوءِ ميڪده برگشته زراه خطا،
مراهه دگرز ڪرم درره ضواب انداز.

معنيٰ: خطا ڪان ميخاني جي راهه ڪان ٿڙي ويو آهيان،
مهرباني ڪري وري مون کي سڌي راهه تي آڻ.

صبوح جي نماز پڙهي رهيو هوس ته جاءِ ڪان ٻاهر ڪتي، ڪڪڙ پنيان هلان ڪئي. اهو ڪتي جو ڪڪڙ پويان جوش مان هلان ڪرڻ ۽ ڪڪڙ جي ڀڄڻ جو آواز مون اندران جاءِ مان ٻڌو، ان تان مون کي هيٺيان سوال دماغ ۾ پيدا ٿيا:

(١) ڪتي جو ڪڪڙ تي هلان ڪرڻ جو سبب ڪهڙو هو؟
(٢) ڪتي اها اوچتي ۽ بي اختياريءَ جي هلان ڇو ڪئي؟
(٣) ڪتي کي ان هلان ڪرڻ لاءِ ڪهڙا سبب هئا؟
(٤) ڪڪڙ ڇو ڀڳو؟ ۽ ڪهڙي جذبي هن کي ڀڄڻ تي آماده ڪيو؟
(٥) حملي جي طاقت ڇا آهي؟ ڇو پيدا ٿي ٿئي؟
(٦) ڪڪڙ جو ڀڄڻ ڇاجي لاءِ هو؟
(٧) مقابلو ڪرڻ يا سامهون ٿيڻ ڇا آهي؟
(٨) ٻنهي مان فائدي مند جذبو ڪهڙو آهي ۽ اهو ڪهڙي طرح حاصل ٿي

سکھيو ٿي؟

انهي مسئلي تي هڪ ڪلاڪ کن غور فڪر ڪرڻ بعد جي جواب ان وقت معلوم ٿيا سي بہ قلم بند ڪيا هئم ۽ هيٺ ڏجن ٿا:

۱-۲-۳ **سوالن جو جواب:** ڪتي کي نگهباني، سنڀال ۽ شڪار جي جبلت عطا ٿيل آهي. ان ڪري هو بنا سوچ ويچار جي انهن جي پورائي لاءِ قدم کڻي ٿو. ڪڪڙ کي سندس حد ۾ ٻي جا دخل اندازي ڪندي ڏسي يڪدم غصي ۾ اچي هن جيَ ڪيڏڻ لاءِ حملو ڪيو هو.

۴-۵-٦ **سوالن جو جواب:** ڪڪڙ کي ٻچاءَ جي جبلت عطا ٿيل آهي. جڏهن هن پاڻ کان طاقتور جانور کي حملو ڪندي ڏٺو تہ ٻچاءَ لاءِ هن ڀڄڻ شروع ڪيو.

۵-٦-۷ **سوالن جو جواب:** حملو غصي جي حالت ۾ تشدد تي آمادگيءَ کي چئبو آهي. اها حيواني جبلت آهي. ڀڄڻ بچاءَ جي جبلت آهي جا ڪمزور بچاءَ لاءِ ڪتب آڻي ٿو.

۷-۸ **سوالن جو جواب:** مقابلو ڪرڻ بہ بچاءَ جي خواهش آهي جا بعضي مجبوريءَ جي حالت ۾ بعضي قوت جي نمائش طور ڪتب اچي ٿي.

اهي ٻئي موقعي جي مناسبت تي ڪتب اچن ٿا. اها موقعي جي مناسبت تميز جي مدد سان ميسر ٿي سگهي ٿي، جا عقل ۽ علم وسيلي حاصل ٿي سگهي ٿي.

دل را کہ مردہ بود حیاتے نو رسید،
تا بوءِ از نسیم میش در مشام رفت.

معنيٰ: مرده دل کي نئي زندگي ملي، جڏهن کان ان جي دماغ ۾ شراب جي بوءِ پهتي.

تاريخ ۲۴-۲-۱۹۲۸ع مطابق ۲ رمضان ۱۳۴٦هہ بروز جمع ۴۵-۷ صبوح.

## خيال صبوح (۲) (سن)

بنوش جام صبوحي بنالہ دف و چنگ،
ببوسہ غبغب ساقي بنغمہ ني ورود.

معنيٰ: صبوح جي شراب جو پيالو دف ۽ چنگ جي آواز تي پيءُ،

۽ ساقيءَ جي غبغب کي انهيءَ آواز تي چمي ڏي.

اڄ صبوح جو ڪتاب نيپولين بونا پارٽ. سي ايبٽ جي تصنيف مترجم سيد معين الدين جو چوٿون جلد پڙهي رهيو هوس. جنهن جي آخر ۾ نيپولين کي فان ٿين بلو جي محل مان سلطنت تان معزول ڪري جزيره ايلبا ڏي موڪليو ويو ٿي. ان وقت سندس ساٿي شاهي گارڊ هن کان موڪلائي ٿو. جنهن تي نيپولين ۽ حاضرين کان ڳوڙها ڳڙي پون ٿا. ان تي خيال ڪري رهيو هوس تہ اها حالت ڪهڙي هئي ۽ ڇو پيدا ٿي؟ تہ ان وقت ١٠ فيبروري ١٩٢٨ع تي ساڳي قسم جو واقعو ياد پيو.

ان تاريخ تي شيخ عبداللطيف عرف ميان دانہ هڪ عمر رسيده بزرگ مجاور شاهہ حيدر وفات ڪئي هئي. ان جي عذر خواهي لاءِ وڃڻ ويو هوس. جتي ان جو پيو پاءُ ميان حسين روئي رهيو هو. شاهہ حيدر جي مجاورن مان ٻئي پائر پوڙها ۽ بي نسل هئا. اهو موقعو افسوسناڪ هو پر مون تحمل کان ڪم ورتو. ان جذبي هيٺ تہ انساني روح عدم کان اچي پنهنجو دوره سفر طي ڪري ٿو. هي فرد بہ پنهنجو سفر طي ڪري وڃي ٿو. اها روزمره جي ڳالهہ هئي. ان تي افسوس ۽ غم ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور هو. ان وقت دل اهڙي مضبوط هئي جو ڀڪ هيم تہ ان وقت جيڪڏهن ڪهڙو بہ نظارو ڏسان ها تہ اثر نہ پوي ها.

عين انهي مهل سندس وڏي پاءُ کي ماڻهن چيو تہ سندس پاءُ جو جنازو ٻاهر ڪڍي رهيا هئا ان جو هلي آخري ديدار ڪريو. ان تي هن رقت آميز آواز ۾ چيو تہ شيءِ مالڪ گهرائي ورتي. هاڻ منهن ڏسي ڇا ڪندس. انهي مون کي ٻنهي پائرن جي مدت تائين تعلقات محبت ۽ يادگيرين جو نظارو پيش ڪيو. مرحوم جو حشر ڇا ٿيڻ وارو هو تنهن بابت صرف ايترو اندازو هوم تہ هي سفر پورو ڪري وري ڪنهن ٻي دنيا جو سفر شروع ڪيو هوندائين. هن جا تعلقات ڇڻا. هنن جي دائمي جدائي يڪدم منهنجي مضبوط دل تي اهڙو اثر ڪيو جو يڪدم ڳوڙها وهي نڪتا. ان وقت بہ انهيءَ راز جي معلوم ڪرڻ بابت ڪيئي سوال پيدا ٿيا هئا پر ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ آيو. اڄ هن واقعي جي سامهون اچڻ بعد هينئيان سوال پيدا ٿيا جن کي حل ڪرڻ لاءِ وينس.

(١) بي اختيار روئڻ ڇو اچي ٿو؟

(٢) صدمون ڇا کي چئجي ٿو؟
(٣) ان جو بنياد ڪهڙو آهي؟
(۴) نيپولين واري صدمي ۽ هن فوتي جي صدمي ۾ ڪهڙو تفاوت هو، جن رواڙيو ٿي؟
(۵) ڪي بهاريءَ ۾ خوش ۽ خزان ۾ غمگين ڇو ٿا رهن؟
(٦) خوشي ۽ رنج ڇا آهن؟
مٿين سوالن جا غور ڪرڻ بعد هيٺيان جواب آيا:
(١) بي اختيار روئڻ جو ڪارڻ حساس دل آهي، جا فراق جي صدمي ڪري غم ۾ پاڻيءَ وانگر پلتجيو پوي.
(٢) صدمي وصال جي اوچتو ٽٽڻ، اميدن جي خاتمي يا ناقابل تلافي نقصان جي پهچڻ، تعلقات جي ڇڄڻ ڪري پهچي ٿو.
(٣) صدمي جو بنياد جدائي، نااميدي، نقصان جو احساس ٿئي ٿو.
(۴) نيپولين جو صدمو، سندس سلطنت جو خاتمون، سندس تجويزن ۽ اميدن جو ختم ٿيڻ هو ـ ۽ شيخ صاحب جو صدمون پن پائڻن جي جدائي ۽ لاڳاپن جو ٽٽڻ هو.
(۵) ڪي بهاريءَ ۾ خوش، حالات سازگار هئڻ ۽ گلن جي وصال ڪري ٿين ٿا ۽ خزان ۾ انهي حالات جي بدلجڻ ۽ گلن جي عدم موجودگيءَ ڪري غمگين ٿين ٿا.
(٦) خوشي وصال آهي، غم فراق آهي.
ان جي تشريح ۾ هي نوٽ لکيو هوم:
انساني روح درياءِ وحدت مان نڪري هيٺ عالم ڪثرت ۾ سفر طي ڪرڻ ۽ تجربا حاصل ڪرڻ لاءِ هتي آيل آهي. ان مان وصال ۽ فراق جو پتو پوي ٿو.
درياءِ وحدت ۾ وصال هوس ۽ عالم ڪثرت ۾ فراق اٿس. ليڪن قادر ان کي سفر سهنجو ڪرڻ لاءِ پين ڳالهين سان گڏ غفلت جو پردو عطا ڪيو آهي.
ماڻهوءَ جي فطرت ۾ وصال لاءِ محبت سمايل آهي. هتي جڏهن هو ان فطري تقاضا مطابق ڪن شين سان رغبت يا لاڳاپو رکي سفر سهنجو ڪرڻ

گهري ٿو. تہ صفات جي بي ثباتيءَ کان بي خبر ھئڻ ڪري ان ۾ اھڙو محو ٿيو وڃي، جو جڏھن ان لاڳاپي کان جدائي ٿئيس ٿي تہ ڪمزور ٿيو پوي. روئڻ، فراق ۾ ڪمزوريءَ جو احساس آھي.

فراق جا گھٽا درجا ٿين ٿا، جن جو مدار محبت جي گھرائيءَ تي رھي ٿو.

جيترو محبت يا لاڳاپو وڌيڪ گھرو ھوندو، اوترو ان جي جدائيءَ جو صدمون بہ سخت ٿئي ٿو.

منھنجي خيال موجب روح جي ترقيءَ جو ذريعو ڏک ۽ فراق آھي. انساني روح ڪل جو جزو آھي. ھن ڪئي ڪاروبار عالم جي پراسرار ڪيفيت جي واقفيت نہ ھئڻ ڪري ڏکي وانگر وھٹو پوي ٿو. اھا ڪمن جي مشغولي ڪيس اصل کان ويسر ڏئي سفر کي سقلو ڪري ٿي، نہ تہ جدائيءَ جو فراق ايترو عميق آھي جو زندگيءَ کي ختم ڪري سگھي ٿو.

خوشي وصال جو لطف آھي، غم فراق جو علم آھي.

ھر وقت خوش کہ دست دھد مغتنم شمار،
کس را وقوف نیست کہ انجام کار کیست.

معنيٰ: جيڪو خوشيءَ جو موقعو ملي غنيمت ڄاڻ. ڇاڪاڻ تہ ڪنھن کي پتو نہ آھي آئينده ڇا ٿيندو.

١٢- رمضان ١٣٤٦ھہ مطابق ٥ مارچ ١٩٢٨ع بروز سومر

## خيال صبوح (٣)

در ھر طرف کہ رفتم جز حیرتم نیفزود،
فــرياد زين بيــابان دز راه بي نھــايت.

معنيٰ: جيڏانھن بہ ويس تہ حيرت وڌي، ھن بيابان ۽ ان جي اڻ ڪٿ راھہ کان دانھن نڪريو وڃي.

صبوح جو قرآن شريف پي پڙھيم. ھن آيت جي مطالعي بعد يڪدم خيال مٿي چڪجي ويو. "قالو اتخذالله ولداً انح" سورة بقر ١٤ رڪوع ـ پڙھڻ اتي رھجي ويو. جي غور فکر بعد نتيجا ڪڍيم سي قلم بند ڪريان ٿو:

گهڻي وقت کان خدا ۽ پنهنجي لاڳاپي بابت خيال پچائيندو رهندو هوس پر پوريءَ طرح خبر نہ پوندي هئي. گهڻي مدت تائين ان بابت پتو نہ پيو. هڪ وقت ان نتيجي تي پهتو هوس تہ جيڪا ڳالهہ انساني سمجهہ ۾ نہ اچي سگهي يا ان ۾ اچڻ کان بالاتر آهي، سا "خدا" هوندي!

ان کان پوءِ ٻيو خيال اهو آيو تہ "ڪائنات جي خالق ۽ حڪمران طاقت خدا هوندي." پر اهي سڀ ڏنڌلا خيال هئا.

مون جڏهن هن مقولي تي ڌيان ڏنو تہ:

"من عرف نفسه فقد عرف ربه"

يا حيات بعد الممات ڏي خيال تي ڊوڙايم تہ خدا جي سڃاڻ سان گڏ پنهنجي سڃاڻ لاءِ بہ غور ڪندو هوس.

روح مرڻ کانپوءِ علحده حيثيت ۾ زنده رهيو ٿي يا نہ؟ جي ها تہ هن کي ڪهڙا مرحلا طي ڪرڻا هئا؟

خوابن بابت بہ سوچيندو هوس تہ اهي صرف خيالي تصور هئا يا انهن کي ڪا حقيقت هئي؟

ماڻهوءَ جو ڳالهائڻ، خيال ڪرڻ، خواب ڏسڻ ڪهڙيون ڳالهيون هيون؟ انهن مسئلن تي غور ڪرڻ بعد آئون هن نتيجي تي پهتو هوس تہ خدا سمنڊ مثل هو اسان ان جا قطرا هئاسون. جيئن پاڻي سمنڊ مان ٻاڦ وسيلي چڙهي ڪڪرن جي صورت ۾ جبلن، زمينن ۽ دريائن جو دؤرو ڪري وري اچيو سمنڊ ۾ پوي ٿو. تيئن روح بہ ان وادي وحدت مان نڪري سفر طئي ڪري وري اچي سمنڊ ۾ گڏجن ٿا.

اهو احوال هڪ دفع حاتم علويءَ سان ڪيو هوم. ان چيو تہ هن هڪ سواميءَ کان سوال پڇيو هو تہ وري جڏهن قطرو وڃي سمنڊ ۾ ملندو، يعني انساني روح وڃي خدا سان ملندو تہ ان وقت هن کي علم ڪل حاصل ٿيندو يا نہ؟ جنهن جو سواميءَ جواب ڏنو هو تہ "اهو ضروري نہ هو تہ هرويرو هن کي علم ڪل حاصل ٿئي." منهنجو ان تي رايو اهو هو تہ "جز ڪل ۾ ملڻ بعد عين ڪل ٿي ويندو." ٻي ماڻهوءَ جو چوڻ هو تہ باوجود انهي علم جي ادب ملحوظ رکيو هو. جنهن لاءِ وري منهنجو جواب هو تہ ان کي بي ادبي شمار نہ ڪرڻ گهرجي بلڪ اهو حقيقتن جو اظهار ٿيندو.

وري ١٥- رمضان ١٣٤٧هہ مطابق ٢٦ فيبروري ١٩٢٩ع لوبو اسٽريٽ آئي سيڪيورا بنگلہ ڪراچيءَ تي هيٺيون فڪر جو نتيجو نوٽبڪ ۾ درج

ڪيم.

"اڄ صبوح جو ۴ بجي ڏاري اٺي روزو رکي معمول مطابق وظيفو پڙهڻ وينس. سوا ڇهه بجه ڏاري دري پٽيم تہ ٻاهر چانڊوڪيءَ جو چڱو نظارو ۽ سڪون نظر ۾ آيم. عجيب قطري پاڪيزگيءَ جو راڄ هو. جنهن مخفي زبان ذريعي هدايت ڪئي ۽ وضو ڪري مصلي وڇائي ان پاڪ مخفي خزاني جي ڳولا طرف رجوع ٿيس. نماز ۾ وڌيڪ لطف ملي رهيو هو ان ڪري ان ۾ سهوون بہ ٿيون. دل خوش هئي حافظ جو هي بيت پنهنجو اثر ڏيکاري رهيو هو:

رونق عقد شباب است دگر بستان را.
مي فهد نزده گل بلبل خوش الحان را.

"باغ ۾ وري بهاريءَ جي رونق هئي ـ گل بلبل کي خوشخبري پي ڏني."

نماز بعد آيت الڪرسي پڙهي تسبيح سبحان الله پڙهڻ شروع ڪيم. اڪيون پورجي ويون. خيالات جي ڏن ۾ غرق ٿي ويس. ڇا ٿو ڏسان تہ هڪ وڏي سمنڊ جي وچ ۾ وڃي پهتو آهيان. جتي سانت جي عالم ۾ لهريون ميرانجهڙي ماڪ جهڙي صبوح صادق جي چانڊوڪي روشنيءَ ۾ حسن جو نظارو ڏيکاري رهيون هيون.

جيتوڻيڪ تسبيح پوري ٿي تہ بہ سبحان الله جو ذڪر اچاريندو رهيس. اٺي ڪي سوال پيدا ٿيا جن جي جوابن لاءِ فڪر ڪيم.

(١) سبحان الله (الله پاڪ آهي) ڇا هو؟
(٢) سمنڊ جو.هي نظارو ڇو ٿي وڻيو؟
(٣) خراب ۽ چڱيون شيون ڪهڙيون هيون؟
(۴).چڱي ۽ خوبصورت شيءِ ڏي رغبت ڇو ٿي ٿي؟
(۵) آءٌ ڇا هوس؟
(٦) هي جو سمنڊ جو نظارو خدا جي تسبيح وقت پسند آيو ٿي، ان جي معنيٰ ڪهڙي هئي؟
(٧) خدا جو قرب ههڙي فطري نظارن ۾ زياده آهي ڇا؟

انهن سوالن جا جواب وڻٺا هئا پر هر هڪ سوال تي غور ۾ ڪيئي

نواڻ سوال پيدا ٿي ٿيا. تن جي اڻ کٽ پيچيدگين منهنجي خيالي طاقت ڪمزور ڪري ڇڏي.

شب تاريک بيم موج گرداب چنين حائل.
کجا دانند حال ما سبکساران ساحل ما.

يعني: "رات اونداهي ڪنن جا ڪڙڪا ۽ لهرين جا ڌنب ان جي ڪنڌيءَ تي ويٺل آرام وارن کي ڪهڙي خبر."

پڙهي قدرت کي پاڌايم. ان طرفان اشارو مليو ته هل ته توکي ڪجهه سير ڪرائي رازن کان واقف ڪريان. پوءِ توکي جواب ميسر ٿي ويندا. اتي زباني جوابن جي جاءِ نه هئي.

سڳهو ئي محويت جي حالت ۾ اچي آءُ نه رهيس، رڳو سمنڊ ڏسڻ ۾ آيو. آئون پاڻ کي سمنڊ سمجهڻ لڳس. ان جي پينگهي جهڙين لهرين مان لطف اندوز ٿي رهيو هوس. اوچتو سج اپري تابش ڏيکاري، جنهن سمنڊ ۾ بيقراري پيدا ڪري ويرن رستي پاڻيءَ جي ڪجهه حصن کي سمنڊ مان ٻاهر ڪڍي جدا ڪيو.

مون پاڻ کي ان جدا ٿيل حصي ۾ ڏٺو. ويرِ ۾ هزارها قطرا گڏ هئاسون. پوءِ وير مان ڪجهه پاڻيءَ جو حصو واپس سمنڊ ۾ ويو. ڪجهه زمين چهي ويئي، ڪجهه باقي ٻنجي مٽي ڪڪر بنيو. مون پاڻ کي وري ڪڪرن واري حصي ۾ ڏٺو. اتان ڪيترا سير ڪيم. وري بجلي چمڪي جنهن بارش جي صورت ۾ اسان کي زمين تي هيٺ لاٿو. ان کان پوءِ ڪيترا قطرا گڏجي وهڪري ذريعي اچي هڪ تالاب ۾ ڪٺا ٿياسون.

جتي پير ۾ وٺن، گلن ۽ سبزه جي صحبت نصيب ٿي. اسان مان ڪن قطرن ماڪ جي صورت اختيار ڪئي. اتان بلبل جي پيٽ ۾ ويا ته ڪي وري وٺن، گلن ۽ سبزه ۾ جذب ٿي ويا.

باقي جيڪي تالاب ۾ رهيا. تنهن مان جانور پاڻي پيئڻ آيا. جن جي ڪثرت ڪري وقت کان پوءِ تالاب گندو ٿيڻ لڳو. آخر اهو تالاب اهڙو گندو ٿيو جو خود جانور به ان کان پري ڀڄڻ لڳا. ان کانپوءِ آزمائش جو دؤر شروع ٿيو.

انهي منظر ڏسڻ بعد ٿوري غور کان پوءِ مذڪوره بالا سوالن جا هيٺيان جواب ذهن ۾ آيا:

(١) سبحان الله جي ذڪر بي خوديءَ جو نظارو قائم ڪيو.
(٢) سمنڊ جي نظاري ۾ وحدت الاهي جو منظر نظر آيو ٿي.
(٣) قطرن جو سمنڊ ۾ گڏ رهڻ عالم وصال هو، جو خوبصورت ٿئي ٿو. ليڪن اهي ساڳيا قطرا جڏهن مادي جي ملاوت سان ڪثيف ٿي تالاب ۾ رهيا تہ اهي بدصورت ۽ بدبودار بنجي پيا هئا.
(۴) حسن جي ڪشش وحدت الاهي جي ڪشش جو جزو هئي.
(۵) آءٌ وحدت الاهي جو قطرو هوس. سمنڊ وحدت الاهي مثل هو.
(٦) ذڪر الاهي سمنڊ جي لهرين وانگر محويت ۾ گم ٿي ڪيو.
(٧) سمنڊ قطرن جو مجموعو هو، جو ڪثرت جي وحدت ۾ ميلاپ جو نظارو هئڻ ڪري پسند آيو ٿي. قدرت جا اڪثر نظارا خالق حقيقي جي ياد تازه ڪن ٿا.

**(٣) عملي زندگي:**

منهنجي طبيعت کي جيڪڏهن مذهب ۽ علم سان رغبت هئي تہ ان سان گڏ قدرت عملي زندگي طرف بہ ميلان پيدا ڪيو هو.

مون ١٩١٨ع ڌاري جڏهن ١۴ ورهين جو مس هوس، ان ڏس ۾ سن جي شهر ۾ هندن جي پنچايت وانگر ڳوٺ جي مسلمانن جي اتحاد ۽ سماجي ڪمن لاءِ انجمن قائم ڪرائي، سماجي سڌارن لاءِ ڪوشش ڪئي هئي. جنهن ۾ شادين ۽ غمين جي موقعن تي فضول خرچين تي روڪ وجهارايم. مردن کي وڏن پٽڪن، وڏين شلوارن ۽ ڏگهن وارن خلاف مشوره ڏئي ۽ سڌارا آندم.

زالن مان نٿن، ڪنن ۾ گهڻي تعداد ۾ پنڙا پائڻ، هس، ڪڙين ۽ پانهن پائڻ جي رواج کي بند ڪرايم.

ڳوٺ ۾ عام ماڻهن کي باهمي اختلافن لاءِ ڪورٽن ۾ فيصلا ڪرائڻ جي عيوض باهمي سمجهوتي سان فيصلا ڪرائڻ جي ترغيب ڏنم.

١٩٢٠ع ڌاري خلافت تحريڪ ۾ حصو وٺي سياست ۾ پير پاتم. ان ڪانپوءِ خلافت ۽ ڪانگريس جي اجلاسن ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيم. ١٩٢٠ع مارچ ڌاري سن ۾ خلافت ڪانفرنس جو اجلاس مولوي فتح محمد سيوهاڻيءَ جي صدارت هيٺ سڏارايم.

۱۹۲۴ع ۾ سن جي شهر ۾ متياري سيدن جي ڪانفرنس سڏارايم. ساڳي سال جي آخر ۾ حيدرآباد جي سنڌ تعليمي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪيم.

۱۹۲۵ع ڌاري تعلقہ لوڪلبورڊ مانجهند جو پريزيڊنٽ ۽ ضلع لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو وائيس پريزيڊنٽ ۽ ضلع لوڪلبورڊ اسڪول بورڊ جو ميمبر چونڊجي ضلعي جي تعليم ۽ ٻين تعميري ۽ سماجي ڪمن ۾ ڪم ڪيم.

۱۹۲٦ع تي سن ۾ شاهہ حيدر عليه رحمت جي ميلي جي موقعي تي ادبي ۽ سماجي ڪانفرنس سڏائڻ جو دستور وڌم.

۱۹۲۸ع جي آخر ۾ ضلع لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو پريزيڊنٽ چونڊجڻ بعد ضلعي جي تعليمي ۽ تعميري ڪمن ۾ دلچسپي ورتم.

ان بعد هيٺيون انجمنون ٿاهي اُن جي معرفت ڪم ڪرڻ لڳس:

(۱) ضلع لوڪلبورڊ جي جملہ ڪاميٽين ۾ حصو ونڻ، آفيسرن ۽ آفيس عملي جي عدم تعاون ۽ رنڊڪن هوندي ضلعي جي تعميري ڪمن ۾ ڪم ڪندو آيس.

(۲) ڪراچي ميونسپل ۾ ايڪس آفيشو ميمبر هئڻ جي حيثيت ۾ ان جي ميٽنگ ۾ وچڻ ۽ ڪم ۾ حصو ونڻ.

(۳) ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي گارڊن ڪميٽي ۽ ميوزم ڪميٽيءَ جي ميمبر طور ڪم ڪيم.

(۴) سنڌ سينٽرل ڪوآپريٽو بئنڪ جي مکيہ ڊائريڪٽر طور ان جي جملي ڪميٽين ۾ ڪم ڪيم.

(۵) ملير ڪوآپريٽو سوسائٽين جهڙوڪ: ڪريڊٽ سوسائٽي، سيڊ سوسائٽي ۽ سيل سوسائٽين ۾ ملير جي آبادگارن کي سندن مالي مشڪلاتن کان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ ڪم ڪيم.

(٦) ڪراچي ضلع جي ڳوٺ سڌارڪ هلچل جي سيڪريٽري طور تحريڪ جو پيغام ضلعي جي ڳوٺ ڳوٺ تائين جلسن ذريعي پهچايم.

(۷) فري ميسن جماعت ۾ ميمبر طور تربيت ورتم.

(۸) ڪراچي ضلعي جي زميندار ۽ آبادگار ايسوسيئيشن جي سيڪريٽري طور ڪم ڪيم.

(٩) ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ داخل ٿي ان جي مختلف برانچن ۾ ڪم ڪيم. جهڙوڪ: يوٿ ليگ، ايسو ٽيرڪ سيڪشن، ڪومينسري ذريعي معلومات وڌايم.

(١٠) ڪراچي ضلع ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ مسٽر جمشيد ميهتا جي چيئرميني هيٺ قائم ڪري ان جي سيڪريٽري طور ضلع ۾ ڪوآپريٽو تحريڪ جو پيغام پهچايم ۽ اقتصادي سروي ڪرايم.

(١١) سنڌ ۽ بمبئي ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽس جي ميمبر طور انهن ۾ دلچسپي ورتم.

(١٢) انجمن ترقي اردو ڪراچيءَ جي مئنيجنگ ڪاميٽيءَ تي ڪم ڪيم.

(١٣) سنڌ جي جدائي واري تحريڪ ۾ حصو ورتم.

(١٤) ڪراچي ينگ مينز ايسوسيئيشن ۾ دلچسپي وٺي ميمبر ۽ صدر طور ڪم ڪيم.

(١٥) سنڌ مدرسه بورڊ تي ميمبر طور سالها سال ڪم ڪيم.

(١٦) سنڌ محمدن ايسوسيئيشن ۾ ميمبر طور ڪم ڪيم.

(١٧) ڪانگريس ڪميٽي سن جو پريزيڊنٽ طور ڪم ڪيم.

(١٨) مسلم جيمخانه ڪراچيءَ جو ميمبر ٿي رهيس.

(١٩) ايڊاريو ويلفيئر ايسوسيئيشن جو ميمبر ٿي ڪم ڪيم.

(٢٠) شاهه لطيف جي ميلي تي ادبي ۽ ڪلچرل ڪانفرنسن ۾ ميران محمد شاهه سان گڏ ڪم ڪيم.

(٢١) سنڌ هاري ڪميٽيءَ ڪي ١٩٣٠ع تي ميرپورخاص ۾ جمشيد ميهتا، جيٺمل پرسرام ۽ شيخ عبدالمجيد جي شموليت سان برپا ڪرائي سيڪريٽري طور ڪم ڪيم.

(٢٢) ڪراچي ضلعي جي مالدار ايسوسيئيشن جو بنياد وجهي مالدارن جي تڪليفن دور ڪرائڻ لاءِ دلچسپي ورتم.

(٢٣) ڪراچي ضلعي جي ميربحرن جي ايسوسيئيشن جو بنياد وجهي انهن جي تڪليفن دور ڪرائڻ ۽ حالت سڌارڻ جي ڪم ۾ دلچسپي ورتم.

(٢٤) مدرسه هاشميه سجاول جي ٽرسٽي طور ڪم ڪيم.

(٢٥) ضلع لوڪلبورڊ دادوءَ جي رستن وغيره جي تعمير لاءِ وائيس پريزيڊنٽ طور ڪم ڪيم.

ان وقت انگريزن خلاف آزاديءَ جي هلچل هلي رهي هئي. ان جي يوٿ ليگ ۽ ڪانگريس اجلاس ۾ شريڪ ٿيڻ ڪري انگريزي عملدارن جي دشمنيءَ جو ڪارڻ بنيس.

۱۲ مئي ۱۹۲۹ع ڌاري اهي اختلاف وڌي ويا. انهن جو پڙاڏو پڌي سيد حاجي عبدالرحيم شاهه سجاول واري هڪ خط موڪليو. ان مان ان وقت جي حالتن تي روشني پوڻ خاطر ان جا ٽڪر هيٺ ڏيان ٿو:

من از بيگانگان هر گز نہ نالم.
کہ باما هرچہ کرد آن آشنا کرد.

"آئون ڌارين جي ظلم کان دانهون نٿو ڪريان،
مون سان پنهنجن ويڙن وهايا آهن.

اوهان کي خدائي عطا ڪيل استقلال جي مبارڪ هجي. ڀيو ڪو هجي ها تہ هيتري چڪتاڻ تي هوند بزدل ٿي پوي ها. اميد تہ اوهان انهن مڙني تڪليفن کان لنگهي وڃي پار پوندا. انهي ۾ اوهان کي زياده مضبوط ڪرڻ لاءِ شايد خدائي خواهش آهي. دشمنن جا منهن اميد تہ سياهہ ٿيندا. وڏو چار پڪڙيل هو. هي خار مغيلان آهن انهن جو فڪر نہ ڪيو. اوهان کي سچ جي سندري مضبوط ڪيو آهي، جو روز بروز مضبوط ٿيندو ويندو."

عبدالرحيم شاهہ

انهي وقت ڌاري ۲٦- جون ۱۹۲۹ع تي ڳوٺ خط لکيم جو ان وقت جي تاثرات جي عڪاسي ڪري ٿو. اهو بہ پيش ڪريان ٿو:

"ڳوٺ کان گهڻو وقت ٻاهر رهڻ ڪري ائين نہ سمجهڻ گهرجي تہ عزيز خويش، ڳوٺ راڄ وسري ويا اٿم. پر هتي ملڪي خدمت جي جنون ۾ مشغول رهڻ ڪري ڳوٺ خط پٽ بہ ڪونہ لکي سگهيو آهيان. جيتوڻيڪ حالت اها آهي تہ هتي خدمت جي عيوض مورڳو دشمنين جو شڪار بنجڻو پيو اٿم. عوام ۾ بيداري ڪانہ آئي آهي. وٽن رڳو سڀ پوٺ ڪاريون آهن.

حافظ شيرازي انهيءَ کي مدنظر رکي چيو آهي تہ:

معرفت نيست درين قوم خدايا مددي،
تابرم گوهر خودرا بخري مدار دگر.

معنيٰ: هن قوم ۾ سڃاڻپ جو مادو نہ آهي، خدا سائين مدد ڪر. ڇا آئون

پنهنجي علم ۽ خدمات کي ڀين درن تي وڃي وکڻان؟

انهن مشڪلاتن ۽ رنڊڪن هوندي به مون ان وقت پاڻ کي سماجي، ثقافتي، اقتصادي، سياسي ۽ لوڪلباڊيز جي ڪمن ۾ مشغول رکيو هو. چوندو هوس:

موجيم ڪہ آسودگي ما عدم ماست.
ما زنده بانيم ڪہ آرام نگيريم.

معنيٰ: اسين اهڙيون لهرون آهيون جن جي زندگيءَ جو مدار سندس طلاطم تي آهي. منهنجي آسودگي يا آرام موت برابر آهي.

انهيءَ وقت ڊاري شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي بمبئي ڪائونسل ۾ ٻيهاري ان جي ڪاميابيءَ لاءِ ورڪ ڪيم. اهو ڪامياب ٿيو. ان تي حاجي عبدالرحيم شاهہ سجاول واري هيٺيون خط موڪليو:

"شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي عظيم ڪاميابيءَ جون لک لک مبارڪون هجنوَ. حقيقت ۾ اها ڪاميابي اوهان صاحبن جي ڪوشش جو نتيجو آهي. خدا صاحب جا بيشمار احسان آهن جنهن غريب طبقي جي عيوضي کي فتح حاصل ڪرائي."

عبدالرحيم شاهہ

انهي وقت باوجود ڪثير سياسي، ثقافتي سماجي ۽ اقتصادي مشغولين جي به رمضان جو مهينو ڪوٺ رهي عبادت ۽ مطالعي ۾ مصروف رهندو هوس. حاجي عبدالرحيم شاهہ سجاول وارو پرهيز گار، عابد، مذهبي رجحان جو بزرگ هو. ان جي خط جي ٽڪري کي ثبوت ۾ پيش ٿو ڪريان:

"عبادت لاءِ گوشہ نشين ٿيڻ نيڪ آهي پر اوهان جيڪا خلق جي خدمت ڪري رهيا آهيو سا به عبادت آهي. تنهن ڪري اوهان جهڙن ماڻهن کي ڪجهہ وقت لاءِ به گوشہ نشين ٿيڻ جي ضرورت نہ آهي."

باوجود اهڙين هدايتن جي آئون عبادت، مطالعي ۽ غور فڪر ۾ مشغول رهندو آيس. مون کي مخدوم نصيرالدين اڳي فرمايو هو تہ بي لوث عوام جي خدمت به عبادت هئي. جنهن قومي خدمت جو جوش خروش، ملڪي تعمير جي نيڪ خواهشن ۽ ارادن سان هن سياسي صحرا ۾ پير پاتو هوم. تنهن سفر ۾ ڪيترين ئي مالي، علمي، سياسي، طبعي ۽ عملي مشڪلاتون سامهون آيم.

"عشق تي آسان پانيم. نيٺ ٿيو اوکو اديون."

انهي زماني کي گهڻو وقت گذري چڪو آهي. هن دور دراز عرصي کانپوءِ آئون هن نتيجي تي پهتو آهيان تہ عملي دنيا ۾ ٿڙڪڻ کان بچائڻ ۾ مون کي چئن ڳالهين گهڻي مدد ڪئي.

(١) حق شناسيءَ لاءِ عبادت ۽ رياضت (٢) علم جي مختلف شاخن (٣) صالحن جي صحبت (۴) حضرت عشق جي نوازش.

عملي زندگيءَ ۾ آءِ. آءِ. قاضي، مولوي فتح محمد سيوهاڻي، جمشيد ميهتا، دادا چيتمل پرسرام، شيخ عبدالمجيد سنڌي جهڙا مخلص ڪارڪن منهنجا سرپرست، همدرد ۽ محسن هئا. باوجود بي انتها مشڪلاتن جي رتيل ڪم کان نہ ٿڙي خدمت خلق ۾ لڳي رهڻ لاءِ سندن همدردي ۽ محبت جو اثر هو. مثال لاءِ علامہ قاضي ۽ مولوي فتح محمد سيوهاڻيءَ جي خطن جا ٽڪرا پيش ڪريان ٿو.

**١٣- فيبروري ١٩٣٠ع:**

"اسان تنهنجي سرگرمين جو احوال گهريءَ دلچسپيءَ سان پڙهي رهيا آهيون. ازانسواءِ تنهنجا بهترين مضمون پرڪاش اخبار ۾ پڙهيا اٿئون. جزاڪ الله خيرا!

خدا تنهنجو ان پروگرام جي ڪاميابيءَ لاءِ مددگار ٿيندو. تون سندس ۾ ڪري رهيو آهين. تنهنجي مخالفن جو تعداد بہ ٿورو نہ آهي انهن کي خدا راهہ هدايت بخشي پر انهن لاءِ خدا جو لقب خيرالما ڪرين ڪم ڏيندو.

دشمن چہ کند چو مهربان باشد دوست.

خدا شل توتي برڪتون ۽ مددون موڪليندو رهي.

امداد قاضي

**٦- مارچ ١٩٣٠ع:**

"ڪوبہ خون نہ ڪر. خدا وڏو مهربان آهي. جنهن صورت ۾ اسان صرف غريب ۽ جاهل عوام جي خدمت ڪريون ٿا ۽ انهن جي ڏک دردن دور ڪرڻ لاءِ ڪوشان آهيون تہ اهڙي حالت ۾ اسان کي خدا جي مدد تي پروسو ڪرڻ گهرجي."

امداد قاضي

انهي وقت ڏاري مولوي فتح محمد سيوهاڻي صاحب هڪ خط لکي منهنجي ڪوتاهين طرف توجهه ڏياريو هو. ان جي جواب ۾ ساڻس عقيدت جو اظهار ڪيو هوم. جنهن تي هيٺيون جواب موڪليائين.

"اوهان جي مهربانين، عنايتن، قربن ۽ عزت ڀريل خط پهتو. رب سلامت رکندو اوهان جي اخلاق محسنين مان اهڙو توقع هو."

جيتوڻيڪ عملي.زندگيءَ کي عبادت سمجهي ڪم ڪندو ٿي آيس پر ان طويل سفر جي مشڪلاتن ۽ عوام ۽ خواص جي بي قدري ڪڏهن دل سست به ڪري وجهندي هئي. پر خدا جي مهرباني ۽ مذڪوره بالا بزرگن جي دلاسن ۽ همدردي ڪري دل جهلي پي هليس.

جڏهن عملي زندگيءَ جي ڪارڪردگيءَ تي نظر ٿو ڪريان ته هي ڳالهه ظاهر ڪرڻ کان رهي نٿو سگهان ته:

عملي زندگي مون کي ٿيوري ۽ پريڪٽس يعني خيالي دنيا ۽ عملي ڪارگذاري جي وچ جا تفاوت معلوم ڪرائڻ ۾ مدد ڏني.

عملي زندگي مون کي سياست ۽ عبادت جو باهمي تعلق ڏياريو.

عملي زندگي مون کي حق ۽ ناحق ڳالهين جي وچ ۾ تفاوت معلوم ڪرڻ لاءِ مواد ميسر ڪيو.

عملي زندگي مون کي فرد ۽ جماعت جي باهمي تعلقات جي ڄڃهارت سمجهائي.

عملي زندگي مون کي پاڻ سڃاڻڻ. پاڻ سڌارڻ ۽ مشڪلاتن ۾ مقابلي ڪرڻ جي همت عطا ڪئي.

عملي زندگي مون کي خود مطلبي جي تنگ دائري مان ڪڍي قوم ۽ ملڪ جي سڃاڻڻ ۽ خدمت ڪرڻ لاءِ راهه هموار ڪئي.

عملي زندگي مون کي دوست ۽ دشمن يا موافق ۽ مخالف ۾ تميز ڪرڻ لاءِ سبق سيکاريا.

عملي زندگي مون کي عملي دنيا جي عجائب گهر ۾ ماڻهن جي هيٺين قسمن سان روشناس ڪرايو:

جنهن ۾ (١) ڪيترا ماڻهو ظاهري صورت ۾ سهڻا پر ڏاڻن (عملن) ۾ ڏوهه هئا.

= (٢) ڪيترا ماڻهو ظاهري ڏيک ۽ ڊيل ۾ وڏا ۽ رعبدار هئا پر اندر ۾ کوکلا ۽ خالي هئا.

جتي (٣) وفادار. ابن الوقت. دغاباز ۽ خود مطلب ماڻهن کي هڪ ئي صف ۾ بيٺل ڏٺم.

= (٤) تصنع ۽ ريا جو جبو ۽ دستار پهريل بداخلاق ماڻهو ڏسڻ ۾ آيا.

= (٥) بي دين ماڻهن کي مذهب جا علمبردار بڻايو ويو هو.

= (٦) ڏاڍائي. شاهوڪاري ۽ اقتدار جي ديوتائن جا مسلمان پوڄاري ڏٺم.

= (٧) هندن جي لباس ۾ اسلامي عقيدن جا پيروڪار ڏٺم.

= (٨) ظاهري حسن ۽ تهذيب جي پويان اندروني بدصورتي ۽ بي وفائيءَ جي صورت ڏسڻ ۾ آئي.

= (٩) روحاني ۽ مذهبي ادارن جا مالڪ بداخلاقيءَ جا مجسم ڏٺم.

= (١٠) بهادر نرم دل ڏٺم ۽ بزدل ڪٺور دل ڏٺم.

= (١١) پنهنجي صورت ۾ پراوا ڏٺم ۽ پراون ۾ پنهنجن جهڙا ڏٺم.

= (١٢) ڌوڪيباز ڪامياب ڏٺم ۽ ايماندارانا ڪامياب ڏٺم.

عملي زندگيءَ ۾ مون سڪن جي سهاڳ پويان ڏکن جو ڏهاڳ لکل ڏٺو.

عملي زندگي مون کي ڏکن ذريعي پرينءَ جو پنڌ ڏيکاري. حياتيءَ جو سفر سولو ڪيو.

عملي زندگي مون کي ڪونـاريءَ ۾ ڪاڙهي ڪچ ڪيڻ لاءِ مدد ڪئي.

عملي زندگي پاڻ وڃائڻ جو سبق سيکاري مجاز کان حقيقت جو رستو ڏيکاريو.

زندگي مون لاءِ ويد ۽ قرآن ثابت ٿي. ان ۾ مون مري جيئڻ جو مزو چکيو. حافظ فرمائي ٿو:

بيا بميکده و چهره ارغواني کن.
مرو بصومع کانجا سياه کارا نند.

معنيٰ: زندگيءَ جي نشي ۾ مست ٿي منهن کي ڳاڙهو ڪر. زهد.

نظريه عقيدن جي جاءِ پناهه ۾ نه وڃ، ڇاڪاڻ ته اتي ڏوڪيباز ويٺل آهن.

شاهه سائين ان لاءِ فرمايو آهي:

پڳوئي پير، جانسين رتوراس ٿئي،
بري بيڪاريءَ سين، هاري ڀاڻ م هير،
ڪت ڪتنديون ڪير، نئين سين نه ڇاڻجي.

**(۴) عشق جو تجربو:**

مذهبي، علمي ۽ عملي زندگيءَ ۾ جنهن تندهي سان ڪم ڪندو آيس اهو پڻ هڪ قسم جو عشق هو. پر جنهن عشق جو نالو ٻڌندو آيو هوس ته اهو ماڻهوءَ کي هوش ڪان بي هوش ڪري ٿو. زمين ڪان آسمان ڏي نئي ٿو. اهو زمان ۽ مڪان جا سنڌا سيڙها متائي ڇڏي ٿو. وصال جي باغ جا ميوا چکائي خوشيءَ کي دائمي بنائي ٿو ته ۽ فراق جي باهه مان لنگهائي ريءَ کي سون ڪري ٿو. ان جو تجربو ڪونه ٿيو هوم.

اڪثري عشق مجازي جنسي خواهش مان پيدا ٿئي ٿو. پر جنهن صورت ۾ منهنجي شادي ننڍپڻ ۾ ستن سالن جي عمر ۾ ٿيل هئي، ان ڪري جنسي خواهش جي پيدا ٿيڻ جي ڪشش گهٽ هئي.

منهنجي شخصي محبت جي شروعات ۱۹۳۲ع ڪان ٿي جڏهن قوهه جوانيءَ ۾ هوس ـ اها به اوچتي ٿي ۽ سڌي نه ٿي، عشق به وچڙندڙ مرض آهي، جنهن جي لهس اچڻ بعد جبل به جلبيو وڃن.

منهنجي زندگيءَ تي ٽن عورتن اثر وڌو جن جا نالا ڏيڻ جي عيوض انهن جو م ـ س ـ ت جي نالن هيٺ ذڪر ڪندس.

شاهه لطيف فرمايو آهي ته:

پلي ڪري ٿيوم، هي سنگ ٻاروچن سين،
وجي ڪيچ ڏنوم، پني لڳي ان جي.

**م جي محبت جو مذڪور:** هي تعليم يافته مهذب سوسائٽيءَ جي عورت هئي. ان سان عوامي ادارن ۾ گڏجي ڪم ڪرڻ بعد واقفيت ٿي. هن سان لاڳاپو اکين جي اڙڻ يا ٻين سببن ڪري نه ٿيو. ڪجهه وقت ملاقات بعد معلوم ٿيو ته اها عورت هڪ دوست جي محبت ۾ گرفتار هئي. دوست به شادي شده ۽ اولاد وارو هو ۽ هيءَ به شادي شده اولاد واري هئي. مون کي

آهستي ڪري هن حال محرم ڪري اندر جو راز ڏنو. درد دک اوڙڻ بعد منهنجي همدردي حاصل ڪري نزديڪ ٿيندي ويئي.

سينہ خواهم شرح شرح از فراق،
تابگويم شرح درد اشتياق.

يعنيٰ: "مون کي اهڙو صاحب دل ماڻهو کپي جو منهنجو درد محسوس ڪري سگهي."

هن کي سندس محبوب جي بي قدري جي شڪايت هئي. مون کي عوام جي بي حسيءَ جي گلا هئي.

شاهہ صاحب جي چوڻ مطابق:

اڇو سورن واريون، ڪريون سور پچار،
ڪن گهٽا ڪن ٿورا، ڪانهي سورن ڌار،
ڏنا جي ڏاتار، سي مون جهولي پائي جهليا.

ابتدا ۾ هن جي مدد ڪرڻ، درد دل ونڊڻ، ساٿس غمخوار ٿيڻ جو جذبو ڪارآمد هو. پر آهستي ٿي آءٌ بہ ان مرض جو بيمار ٿيڻ لڳس. مون کي ڪهڙي خبر تہ ٿي ـ بي ڪان زياده وچڙندڙ مريض عشق جي تيمارداري ڪرڻ خطري جو باعث بنبي. عشق باهہ آهي جنهن جي نزديڪيءَ ۾ رهڻ ڪري لوهہ وانگر سڀ باهہ جون صفتون حاصل ٿيو وڃن. باهہ جو رنگ ڳاڙهو آهي تہ لوهہ بہ ڳاڙهو ٿيو وڃي. باهہ ساڙي ٿي تہ لوهہ بہ ساڙڻ لڳي ٿو. باهہ روشني ڏي ٿي تہ لوهہ بہ روشني ڏي ٿو. اهڙي طرح آئون هن عشق ۾ گرفتار ٿيل عورت جي صحبت ۾ اهي سڀ صفتون، جي مريض عشق ۾ نمودار ٿين ٿيون، مان خود اثر پذير ٿيڻ لڳس.

هن کي حد درجي جو سوز هو مون کي بہ اهو پيدا ٿيو.

هن ۾ حد درجي جو سيماب ـ پڻ هو مون ۾ اهو پيدا ٿي پيو.

هن ۾ حد درجي جي قربانيءَ جو جذبو پيدا ٿي پيو هو. مون تي ان جو اثرَ ٿيو.

هن ۾ روح راڙو هو. مون کي بہ ان کان ورثو مليو.

ان وقت سندس صحبت ۾ سندس حال جي ترجماني ڪندي ڪي

مضمون لکيا اٿم. جن جا ٽڪر موقعي ۽ محل تي پيش ڪندس. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ مون انهي ساري ماجرا کي مختصر طور ”مجازي مرحلا“ نالي مضمون ۾ پيش ڪيو آهي. ان جا ڪي ٽڪرا هيٺ پيش ڪريان ٿو. اميد تہ ان مان منهنجي مجازي محبت جي ترجماني ٿي ويندي. مضمون مجازي مرحلا جو ٽڪرو:

” ١٩٣٢ع جو زمانو هو. عمر ٢٨ سال هئي. سياسي زندگيءَ ۾ داخل ٿئي ١٣ ورهيہ گذريا هئا. سياسي سڏن جي صحرا ذري گهٽ ٿڪائي ڇڏيو هو. عزت جي اڻ ڏاپندڙ اڃ ۽ طاقت جي حصول جي بک بدن بي حال ڪري ڇڏيو هو. مخالفت ۽ دشمنيءَ جي ڊوڙ طبيعت کي پريشان بنائي وڌو هو. مــزاج امن پسند هئڻ ڪري ڪڏهن پور پوندا هئـا تہ ڇـو ناحق اچي هن سياسي مـها ڇار ۾ پاڻ ڦاسايو هوم. عين انهيءَ وقت قسمت ڇـڪي وچي نينهن جو نشانو بنايو. هر ڪمزور کي نوشدارو جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي. منهنجي ڪمـزوريءَ کي ميخاني (محـبت) جي سـرڪ يڪسـر بدلائي ڇڏيو. هڪ نئي دنيا سان روشناس ٿي ويس. جنهن جي هر شيءِ جو رنگ ۽ ڍنگ نرالو. سياسي مقصدن جي عيوض محبوب مقصد بنجي پيو.

نئون نينهن لڳوس، ٻري ۽ ٻالهيون ڪري.

وارو عالم هو. انهن ڏينهن ۾ ويهي غور فڪر ڪرڻ بعد (پنهنجي نئين حالت بابت) ڪي ٻالهيون قلمبند ڪرڻ لڳس. انهن مان هڪ ٧ مئي ١٩٣٤ع تي لکيم، ان جو سرو ”تنهنجي غلاميءَ جا ڏينهن“ هو. ان جا ٽڪرا هيٺ ڏيان ٿو:

” (اي محـبوب) پنهنجي اظهـار ڪرڻ جي ارادي سـان تو مـاڻهن مـان معـشوق ڏاري ملڪ ۾ پنهنجي محبت جـو دام پکيـڙيو. آئون جـو شـهـر ڪاروبار جي گوشہ ۾ پنهنجي فرض ادائيءَ ۾ مشغول هوس، سو بہ ان دام محبت کان بچي نہ سگهيس.

تنهنجي دام محبت ۾ ڦاسڻ بعد تنهنجي قرب مون کي وحشي مان ماڻهو بنائڻ شروع ڪيو. ان وقت آئون غلام هوس تون منهنجو سائين هئين. سچ تہ تنهنجي غلاميءَ جو لطف پنهي جهانن جي بادشاهيءَ کان وڌيڪ هو. تنهنجي دام محبت جو قيدي دنيا جي ٻي هر دام کان آزاد ٿئي ٿو.

مون سان بہ اها حالت ٿي، بہ سائين رکي نہ سگهيس. تنهن ڪري دنيا جي غلاميءَ کان تنهنجيءَ کي ترجيح ڏنم.

درحقيقت تنهنجو مون کي غلامن جي لسٽ ۾ داخل ڪرڻ هڪ نعمت عظميٰ هو. اهو درجو بہ ڪن خاص ماڻهن کي ملي ٿو.

'مومل ماري مير، آميڙين کي آکري. (سام)

ها! اهي گهڙيون گهڙيون نہ مزي جون هيون! جڏهن ڏينهن جا ڏينهن تنهنجي پاڪ حضور ۾ ويهي تنهنجي معشوق جون ڳالهيون تنهنجي اڳيان اچاريندو هوس. اهي ٻڌي تون خوش ٿيندي هئين ـــ تنهنجي خوشيءَ مان مون کي خوشي نصيب ٿيندي هئي. مون کي خبر هئي تہ:

تخت هزاري دا سائين، جانب جوڳي ٿي آيا.
دليان لتاوڻ دي ڪيتي، چاڪ لقب چا لايا.

(خير محمد فقير)

مون خوشيءَ جا ميوا ٻڌا هئا. پڙهيا هئا پر عملي طرح سندن دنيا ۾ وچي ان جو سواد نہ چکيو هو. تنهنجي صحبت مون کي خوشي ۽ رنج جي رازن کان واقف ڪيو.

ها! جڏهن تون پنهنجي معشوق جو اميد افزا احوال ٻڌي خوش ٿيندو هئين تہ تنهنجي مجلس پرنور ۽ جلوه افگن ٿي اندر کي اجاري ڇڏيندي هئي. ان ۾ ابر باران وانگر مئل دلين کي جيارڻ جو تاثير سمايل هو.

اي منهنجا سائين، مون دنيا جي خشڪ بيابان ۾ رهي پاڻ کي پريم جي پاڻيءَ کان محروم بنائي، نيم مرده ڪري ڇڏيو هو. منهنجي احساس جا جزا ئي مدهم پئجي ويا هئا.

اها تنهنجي حضور جي خوشي هئي جنهن منهنجي نيم مرده دل کي پريم جو پاڻي پياري نئون ساهہ وڌو. اها تنهنجي رخ انور جي تجلي هئي جنهن مون جهڙي ڪم همت ۽ ڊرپوڪ ماڻهوءَ کي بي انتها قوت ارادي بخشي، باهمت مردن جي قطار ۾ داخل ڪيو.

اهو تنهنجي دربار جو شان هو جنهن مون جهڙي اڻ گهڙيئي ڪاٺ کي تراشي مجلس ۾ رکڻ جهڙو مجسمو بنايو. اهي سڀ تنهنجي خوشيءَ جا ثمر هئا.

تنهنجي ارمان ۽ افسوس جو ڪهڙو بيان ڪريان. جڏهن تون پنهنجي بحر بي پايان جهڙين ڪوششن ۾ بار آور ۽ ڪامياب نہ ٿي هئين، تڏهن تنهنجي درد ۽ غم مان اها آتش پيدا ٿي ٿي، جنهن بقول خواجہ معين الدين اجميري ـــ

صدر هزاران پرده بوده اندر ميان ما و دوست.
جملہ از يک شعلہ آه و فغان من بسوخت.

معنيٰ: لکها پردا منهنجي ۽ دوست جي وچ ۾ حائل هئا.
سڀ منهنجي دانهن جي باهہ ساڙي ڇڏيا ٿي.

جو ڪم تيٰ ڏنو. آئون ناچيز، عيبدار هوس، منهنجي خامين جو ڪاٿو نہ هو. پر هي آتش سيني خامين کي ساڙي ڪچ ڪڍڻ لاءِ ڪافي هئي. ان درجي جي آتش منهنجي خامين کي ميڻ وانگر رجائي تي پڄڻ ڇڏيو. قوي گمان هو تہ اها آتش مون مان سڀ غير ڪڍي، وڃي سچ ڇڏي ها پر جنهن صورت ۾ آئون سڄو عيبن ۽ خامين سان ڀريل هوس ان ڪري اهو خوف دامنگير رهڻ لڳو تہ متان صفا رجي ختم تي وڃان ۽ باقي بچان ئي ڪونہ ـــ مون تنهنجي پيروي ۾ ڪارا ڪپڙا ڪيا. جي ماتم جي نشاني هئا.

اي دوست، آئون پتنگ وانگر تنهنجي حسن جي تجلي تي سوَن ميلن جي مسافت طي ڪري يڪدم ڪراچي پهچي ويندو هوس.

اهو منهنجي عشق جو ابتدائي زمانو هو جنهن کي صغيرپڻ جي نالي سان ياد ڪيو اٿم.

ان ۾ ڪا لالچ يا لوڀ، اميد ۽ آسرو سواءِ تنهنجي خدمت جي جذبہ سمايل ڪونہ هو.

انهي زماني ۾ (م) کان آيل هيٺيون خط بہ پيش ڪريان ٿو:

٦- مئي ١٩٢٣ع ڪراچي

انگريزيءَ مان ترجمو

ايڪ هُوڪ سي دل سے اٹهتي هے اور درد جگر مين هوتا هے،
هم چپ کيے چپ کيے روتے هين جب سارا عالم سوتا هے.

پيارا ياءُ ـــ

هي خط ساڳي ماٺهو هٿ موڪليان ٿي، جنهن تنهنجو خط ڏنو هو. آئون تنهنجي عمده خط جو ڪيترو ٿورو مڃان. ان خط منهنجي زخميل دل تيٰ مرهم جو ڪم ڏنو.

اميد تہ منهنجي ڳالهہ دل تي اهڙي هنڌائيندين جهڙي طرح آئون تنهنجي خط جو قدر ڪريان ٿي.

آئون تنهنجي شڪر گذار آهيان جو تو مون بدنصيب جي يادگيري ڪئي آهي. ائين نہ ٿئي جو منهنجي ڏک ڪري تون بہ ڏکوئجي پوين.

تنهن ڪري مون کي وساري ڇڏ. توکي خبر نہ آهي تہ آئون تنهنجي خط جو ڪيترو قدر ڪريان ٿي.

تون ظاهري دنيا ۾ صرف هڪڙو ئي دوست آهين جو منهنجي درد پريل دل جو احساس رکين ٿو.

پيارا پياءُ ـ اهو ان ڪري آهي جو خدا سائين توکي حساس دل عطا ڪئي آهي. جا ٻئي ٻي جي درد کي محسوس ڪري سگهي ٿي. خدا تو تي مهربان ٿئي. آئون هاڻ اهڙي جاءِ تي وڃان ٿي جتي مون کي ڪوبه ڏسي نه سگهندو. ان ڪري جيئن آئون دوست جي راهه ۾ رنڊڪ نه ٿيان. هن جو وجود مون کان وڌيڪ ڪارآمد آهي.

جيڪڏهن آئون مري وڃان ته منهنجي قبر تي گلاب جو وڻ پوکي ڇڏج. ڇاڪاڻ ته جڏهن آئون دکي ٿيان تي يا هن جو خيال ڪريان ٿي ته مون کي گلاب جي خوشبوءِ اچي ٿي. ان کان پوءِ دل کي سڪون اچي ٿو. ۽ هو مون کي ملي ٿو. اهو خيالي تصور نه آهي. بلڪه حقيقت آهي. رات به ساڳي حالت گذري. مهرباني ڪري منهنجي لاءِ دعا نه گهر. مون کي حال تي ڇڏي ڏي. هن لاءِ دعا گهر. آئون به هن لاءِ دعا گهران ٿي. ته هن دنيا ۾ جيڪي به سک ملي سو هن کي ملي. مون سندس لاءِ خوشي ڪانه آندي آهي.

منهنجي غم جي. قرة العين جو هيءُ شعر ترجماني ڪندو.

آئون ٢٨- مئي ڏاري ممڪن آهي ڪراچيءَ موٽي اچان ورنه خدا حافظ. مون تي ڏک ايترو اثر ڪيو آهي جو ملڪ ڇڏڻ بهتر سمجهان ٿي. خدا توتي راضي ٿئي ۽ خوش رکي. مهرباني ڪري تون هن جي نظرداري ڪج. مرد سگهو ئي وساري ڇڏين ٿا. جڏهن تون هن سان ڳالهائين يا هن جي خوبصورت اکين ۾ نهارين ته منهنجو يادگيرو ڪج.

منهنجا خدا رسيده پياءُ ـ تون اعليٰ انسان آهين. جيئن توکي سمجهيو ٿي ان کان گهڻو وڏو آهين. دنيا ۾ هن کان سواءِ تنهنجو مٽ نه آهي. خدا تو تي رحمت ڪري.

وڌيڪ لکي نٿي سگهان. دل ويهي وڃي ٿي. دل جون نبضون نٽي رهيون آهن. جلد ڪراچي نه اچج جو آئون ٻاهر هونديس. خدا سندس ۽ تنهنجو نگهبان رهي. خدا حافظ و ناصر. تنهنجي شڪر گذار (م)ـــ

## قرة العين جو شعر

خيز و بيار ساقيا. باده بده بسبوسبو.
جام و صراحي ۽ قدح آربدون گفتگو.
بار عزيز مهوشم مست هميينم آرزو.
گربتو افتدم نظر ديده بديده روبرو.
شرح دهم غمِ تورا نکته بہ نکته هوبهو.
ازسرِ زلفت اي صنم. دام بيادنهاده امِ.
وزلب لعل دلکشا همدم جام باده ام.
بهر طلب نمودنت چشم زسر کشاده ام.
از پئي ديدن رخت همچو صبا فتاده ام.
خانہ ميخانہ دربدر کوچہ بکوچہ کويکو.
بهرجمال اقد ست دل زجهان بريده ام.
شب زفراق تا سحر نالہ بسي کشيده ام.
رحم بکن بحال من بين چہ رنج ديده ام.
ميرودا زفراق تو خون زدو ديده ام.
دجلہ بہ دجلہ يم بيم چشم بہ چشم جو بجو.
عشق تو گشتہ جلوه گربر دل و جان عاشقان.
شب بہ شب همي کنم گريہ و نالہ و افغان.
از تو چگو نہ بگذرداين تن زار ناتوان..
مهر تو در دل حزين يافتہ در قماش جان.
رشتہ بہ رشتہ نخ بنغ تار بتار و پو بپو.
قلب حزين ناتوان راتو بده مئي صفا.
هست حلال عاشقت ظاهر و فاش و برملا.
يار عزيز مهربان سهل بود مکن جفا.
درد دل خويش طاهره. گشت نديد جز ترا.
صفحہ بصفحہ لا بلا پرده بپرده تو بتو"

***

مون کي مجاز ان طرح ذکائي ڏني. جنهن ۾ جنسي خواهش کي کوبہ دخل نہ هو. پيِن جي درد دکن کري آئون ان رنگ ۾ آهستہ ٿي رنگبو ويس. ابتدا ۾ خبر نہ هئي تہ انهي مکتب عشق ۾ خوشي ۽ غم جا سبق کهڙي طرح مون کي حاصل ٿيندا رهيا. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ منهنجي دل اڳئي ان سبقن سنکڻ جي مشتاق هئي. رڳو کنهن طرف کان آڳ لڳڻ جيَ ضرورت هئي.

انهي مسئلي تي زياده روشني وجهڻ کان اڳ ساڳي عورت جو ٻيو خط هيٺ ڏيان ٿو:

٢٦- جون ١٩٣٣ع کراچي

انگريزيءَ مان ترجمو

منهنجا عزيز ترين پياءُ -

آئون ڇا لکي ٻڌايانءِ تہ منهنجي سر تان ڇا ڇا نہ گذري رهيو آهي. هڪ مصيبت مٿان ٻي نازل ٿي رهي آهي. مون کي ماڻهو اڻ ڄاڻائيءَ کان هن بابت خبرون ٻڌائي رهيا آهن جي ڳالهيون مون کي هن جي اخلاق جو ٻيو رخ ڏيکاري مون کي ڏکيو کن ٿيون.

منهنجا پياءُ - هاڻ آئون محسوس کري رهي آهيان تہ هي مون سان سچو نہ آهي. جڏهن هو پنهنجي ذرد جو فکر کري ٿو يا تون کيس عشق جا شعر پڙهيَ ٻڌائين ٿو تہ هي ان وقت کنهن ٻي بابت سوچي رهيو آهي.

تون ۽ آئون ٻي عقل تي سمجهون ٿا تہ هي وفادار آهي.

هاڻ جڏهن منهنجي دل مان آخري اميد ختم ٿي رهي آهي. تہ آئون مرڻ گهران ٿي. صرف تنهنجي اچڻ تائين ترسيل آهيان. تون سمجهي سگهين ٿو تہ کهڙي نہ بي صبري سان تنهنجي اچڻ جي انتظار ۾ هونديس. توکي پتو نہ آهي تہ مون هر گاڏيءَ تي تنهنجي خبر لهڻ لاءِ ماڻهو موکليو آهي ۽ وڏي درد دل ۽ انتظار ۾ ترسي پيئي آهيان تہ "تون کڏهن ٿو اچين."

جڏهن پتو پوي ٿو تہ تون اجا کونہ آيو آهين تہ نااميدي گهيريو وجي ٿي. ڇاکاڻ تہ دنيا ۾ تون اکيلو شخص آهين جنو منهنجي درد دل جي گهراين کان واقف آهين. ٻيا تہ منهنجي حالت تي کلي توکون کن ٿا. ڇاکاڻ تہ اهي درد دل نٿا رکن.

مون کي وچ واري ماڻهوءَ کان پتو پيو آهي تہ هن جي بي التفاتي جو ڪارڻ بہ ڪنهن سان تعلقات آهي.

مهرباني ڪري يڪدم اچ تہ ڪجهہ وقت توسان گڏ گذريءَ ـ ۽ هن حالت مان ٻاهر نڪري سگهان. دل جا حال بہ اوري سگهان. چاڪاڻ تہ دل گهڻو مضطرب آهي. مهرباني ڪري هن کي نہ ٻڌائج تہ توکي هن راز جو پتو آهي. ممڪن آهي هن کي اها ڳالهہ ٻڌي ارمان ٿئي. جو آئون نٿي چاهيان تہ هن کي پتو پوي. جيڪڏهن منهنجي خبر غلط آهي تہ يا اندازو صحيح نہ آهي خدا مون کي معاف ڪري پر جيڪڏهن هو ٻي ڪنهن سان خوش آهي تہ ڀلي خوش رهي.

چاڪاڻ تہ هن جي خوشي منهنجو مقصد آهي. پوءِ ڪٿي ان جي نتيجي ۾ آئون مري وڃان. آئون هن تان خوشيءَ سان صدقي ٿيڻ گهران ٿي. ممڪن آهي منهنجي قرباني هن جي تڪليفن ۽ مصيبتن کي گهٽائي. ڪنهن جي بيماريءَ وقت ماڻهو قرباني ڪندا آهن تہ هو چڱو ڀلو ٿئي.

مون جهڙي انسان جي قرباني وڏي اهميت واري ثابت ٿيندي ممڪن آهي ان ڪري هن جون سڀ مصيبتون دور ٿي وڃن ۽ هو خوشيءَ سان زندگي گذاري. لطف ان ۾ ٿيندو تہ هن کي پتو پوندو تہ جا عورت هن لاءِ قربان ٿي تنهن شڪايت نہ ڪئي ۽ سدائين هن لاءِ دعا گهرندي ۽ پيار ڪندي رهي. اهڙي شدت سان جهڙي منصور خدا جي راهہ ۾ ڏيکاري هئي يا مجنون ليلا لاءِ ڏيکاري هئي.

آئون توکي هي ساري حقيقت لکي رهي آهيان جو مون کي پتو آهي تہ تون دل ۾ سمجهہ رکين ٿو ۽ غلط فهمي جو شڪار نہ ٿيندين.

آئون ان لاءِ نہ لکي رهي آهيان تہ تون هن وٽ منهنجو نقطہ نگاهہ پيش ڪر. يا منهنجي درد دور ڪرڻ ۾ مددگار ٿي. ان جي ضرورت نہ آهي. جو درد خدا مون کي ڏنو آهي ان تي راضي آهيان. ان راهہ ۾ جيڪي بہ ڏک ڏاکڙا مون تي ايندا تن کي خوشيءَ سان برداشت ڪنديس.

آئون تنهنجي اچڻ جو انتظار ان لاءِ ڪري رهي آهيان جو منهنجي درد جو بار ايڏو وڏو ٿي ويو آهي جو برداشت ڪرڻ کان مٿي آهي. ممڪن آهي، تنهنجي همدرد صحبت ۾ ان کي ورهائي ونڊي سگهان. تنهنجي همدردي، تنهنجي فراخدلي. تنهنجي انسانيت. اميد اٿم تہ منهنجو سهارو بڻجي سگهندي.

آئون ان غرور ۾ هيس تہ هو مون کي پيار ڪري ٿو. جڏهن بہ مون سان هو سخت رويي سان هلندو هو تہ سمجهندي هيس تہ هو اها منهنجي چڱائي لاءِ ڪري ٿو. پر هاڻ حقيقتن کلڻ بعد سمجهڻ لڳي آهيان تہ اهو صحيح نہ آهي. ان جي احساس مون کي زخمي ڪري وڌو آهي ۽ طاقت نڪري ويئي اٿم.

هاڻ سمجهان ٿي تہ مون زندگي صرفْ ٻين جي راحت لاءِ گذاري ٿي.

پيارا ٻارَ ـ مون کي ڪابہ روشني نظر نٿي اچي نہ ڪا خوشي رهي اٿم. خود هن جي ڏسڻ ڪانپوءِ بہ خوشي محسوس نٿي ڪريان. چاڪاڻ تہ آئون سمجهان ٿي تہ هي متهنجو نہ آهي. ۽ ان ڪري مون کي ڪوبہ حق نہ آهي تہ هن جي نزديڪ رهان. ان ڪري ڪوشش ڪريان پيئي تہ پنهنجا احساس لڪل رکان. جيڪڏهن هو منهنجو نہ آهي تہ هن دنيا ۾ ٻيو منهنجو ڪوبہ نہ آهي. هاڻ آئون چور چور ٿي پيئي آهيان. باوجود ان جي رات ڏينهن ۾ ان کي وساري نٿي سگهان. هن جو پيار اندر ۾ وِيهي ويو آهي. ايتري قدر جو جنهن زمين تان هي گذري ٿو ان کي بہ پوڄان ٿي.

آئون هن جي اکين ڏي نگاهہ نٿي ڪري سگهان چاڪاڻ تہ آئون کيس پنهنجي بربادي. درد ۽ نااميديءَ جو احساس ڏيارڻ نٿي گهران.

ازانسواءِ آئون ذرا بہ ان جي همدردي جاڳائڻ نٿي گهران. نہ وري منجهس اهو احساس جاڳائڻ گهران ٿي تہ منهنجي هن ساري ماجرا جو ڪارڻ هو ئي آهي. مون کي درد هن نہ ڏنو آهي. اها منهنجي قسمت آهي. خدا مون کي دنيا ۾ آٿي بهشت جي خوشين سان مانوس ڪرايو. هاڻ مون کي دوزخ جي طرف جو سير ڪرائي ٿو.

شڪر خدا جو پتو پوڻ لڳو اٿم تہ هن جي محبت عارضي نشو هو. دائمي ۽ سچي محبت نہ هئي.

هاڻ آئون خاموشيءَ ۾ ويهي جيڪي گذريو آهي. هن جيڪي مون لاءِ ڇيو هو ۽ جيڪا محبت ڏيکاري هئي ان تي غور ڪري تصوير جا ٻئي رخ معلوم ڪرڻ گهران ٿي. خدا پناهہ ۾ رکيس. آئون ڪک پن وانگر پرڻ بعد سڀ ڪجهہ وڃائي ويٺي آهيان. باوجود ان جي آئون هن دنيا ۽ ٻي دنيا ۾ هن لاءِ دعا گهرندي رهنديس. (جنهن مون کي محبت جهڙي لازوال شي سان واقفيت ڪرائي).

مٿين خبر مون کي ٢٠-جون تي پيئي جا ني سال اڳ ساڳي تاريخ اسان جي نزديڪ ٿيڻ جي هئي. مون کي ڪهڙي خبر ته ساڳي ڏينهن نن سالن کانپوءِ ساڳي تڪري هيٺان آئون پيئي رت جا ڳوڙها هاريندس.

پيارا پياءُ ـ منهنجي ڪري تون غمگين نه ٿج. خدا هي سڀ اسان کي پاڻ ڏي نزديڪ ڪرڻ لاءِ ڏيکاري ٿو. جي خدا نزديڪ ٿيو ته پوءِ ٻي ڪهڙي پرواهه رهندي.

پيارا پاءُ ـ مون تي گهڻو گذريو آهي پر هي آخري وار هو.

پيارا پياءُ ـ تون غور ڪر ته اها ڳالهه ڪيتري قدر مون لاءِ افسوسناڪ آهي جو هن جي ڏسڻ ۽ خيال ڪانسواءِ هڪ پل به سهي نه ٿي سگهان. جو باوجود جيڪي ٿي گذريو آهي هڪ سيڪنڊ لاءِ به هن کي دل کان ٻاهر ڪڍي نٿي سگهان.

پيارا پاءُ ـ مون کي يقين آهي ته تون اڪيلو ماڻهو آهين جو منهنجي قبر تي ايندين پر بهتر ٿيندو جيڪڏهن بعضي ان کي به منهنجي قبر تي آڻين.

اها پرواهه نه آهي جو هو مون سان محبت نٿو ڪري پر ـ هن جو منهنجي قبر مٿان هٿ ڦيرڻ مون کي سڪون جي ننڊ ڏيندو.

پيارا پاءُ ــ منهنجي ٻارن جي سنڀال ڪج. هن جي سنڀال ڪج. منهنجي والده کي ڪڏهن ڪڏهن ملندو ڪج. اها توکي پنهنجي پٽ وانگر پيار ڪندي جڏهن کيس خبر پوندي ته سندس ڌي توکي پاءُ وانگر پائيندي هئي. خدا حافظ.

هو پلي مون لاءِ حقارت آميز طريقا استعمال ڪري. پر هاڻ سڀ ختم ٿي چڪو آهي. ڪجهه به نه رهيو آهي. سڀ ڳالهه مرده تاريڪ ۽ اڪيلي رهجي ويئي آهي. صرف هڪ ڳالهه رهي آهي ته آئون کيس پيار ڪريان ٿي. پوڄان ٿي. هو منهنجي لاءِ پاڪ ۽ روحاني آهي.

هو منهنجي گهر نه ايندو. ماني نه کائيندو. هو سمجهي ٿو ته ان طرح سان مون کي ڏکوئي سگهي ٿو. ماڻهو ڀلي کيس مون کان پري رکن پر هو منهنجو معبود آهي.

جيڪڏهن هو منهنجي گهر نٿو اچي ته اهو ڏوهه گهر جو آهي. نه هن جو. معبود عابد جي گهر ان لاءِ نٿو اچي ته مٿان ان ڪري هن جي ڪهڻائي

ٿئي ۽ هو نجس جاءِ تي اچڻ کري پليت ٿي پوي. جيتوڻيڪ معبود پليت ٿي نٿو سگهي.

خدا مهربان آهي. انهن تي. جن کي پسند ڪري ٿو. شايد مون کو ڏوهہ ڪيو آهي جو سندس عام خواص واري مهر بہ مون تي نہ ٿي پوي.

تون نہ ايندين تہ مري ويندس. پر تڪليف نہ وٺ. آئون ان جي لائق نہ آهيان. اها هندو ڇوڪري سندس لاءِ مون وانگر پل سهارو ٿئي. اميد تہ هو سندس ڇڪ جلد ئي محسوس ڪندو. جڏهن آئون هن جهان ۾ نہ هونديس.

ليڪن بعد از وقت پڇتاءَ ڪتب نہ ايندس.

خدا مون کي معاف ڪري جيڪڏهن آئون هن کي پوري طرح سمجهي نہ سگهي هجان. ۽ غلط نموني مٿس بهتان رکان ٿي.

آئون هاڻ خط بند ڪريان ٿي جو ڊاڪٽر چوي ٿو تہ دانهن نہ ڪر. آخر ڪيترو وقت اهڙي حالت ۾ جٽا ڪري سگهنديس.

آئون هن لاءِ ۽ تو لاءِ دعا گهران ٿي.

تنهنجي دلشڪستہ ڀيڻ (م)

**نوٽ:** جيڪڏهن توکي آخري ڏينهن ۾ ڏسي مرنديس تہ منهنجي روح کي راحت ملندي. منهنجي هڪ ڀيڻ ملائڪ آهي اها تنهنجي ڀيڻ ٿي رهندي. مون تي ڇابہ گذري تہ مون لاءِ ارمان نہ ڪج. جو ان ۾ بہ چڱائي هوندي. جيڪڏهن اچين تہ تار ڪج. مون کي تنهنجي ضرورت آهي. تنهن جي ڏسڻ تائين زنده رهندس. آئون دلشڪستہ ٿي چڪي آهيان. تون ڏڍ ڏئي سگهين ٿو ۽ همدردي ڪري سگهين ٿو.

توکي ملڻ بعد پتو پئجي سگهندو تہ زندگيءَ جو ڪو سهارو رهيو آهي يا نہ. هي خط سانديِ رکج جڏهن گذاري وڃان تہ هن کي ڏيکارج تہ ڪو ماڻهو سندس غم ۾ گذاري ويو آهي.

(م)

هن خط پهچڻ بعد ڪراچيءَ ۾ وڃي ڪيس سهارو ڏئي غمن جو ناٿيوارِ ٿي مٿانس بار جهڪو ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم.

انسان جيتوڻيڪ نرم دل آهي تہ بہ ڪڏهن ڪيڏا بہ ڏک ڏاڪڙا

برداشت ڪيو وڃي. ان خط ۽ سندس دکن مون تي ساڳي حالت طاري ڪئي جا هن تي هئي.

اڇو سورن واريون. ڪرريون سورن جي پچار.
ڪن گهٽا ڪن تورا. ڪانهي سورن ڏار.
ڏنا جي ڏاتار. سي مون جهولي پائي جهليا.

ان حالت کان متاثر ٿي مون پنهنجي حالت هيئين طرح قلم بند ڪئي:

## فراق جون گهڙيون

دوست. جڏهن تو مون کان منهن موڙيو تڏهن کان وٺي منهنجي اکين تي اونده جا پردا چڙهي ويا آهن. ويهان ته ويهي نٿو سگهان. هلان ته اونده اندوڪار ۾ ڪرڻ. ٻڌڻ ۽ ڏک ڪائڻ جو امڪان آهي. منهنجي حالت هڪ آتش فشان پهاڙ مثل آهي جو رات ڏينهن پيو ٻري. هڪ هڪ گهڙي قيامت آهي. سڄو ڏينهن دنيا جا ڏنڌا ڪريان هلان. چلان پر هت ڪار ۾ دل يار ڏي. اڳيان ڏينهن ياد ڪريو اڇيو اڏمان جاڳن. پانيان ته ساڳيا ڏينهن موتايان ۽ پڙهيل سبق ازسرِ نو تازه ڪريان پر شرم ۽ غيرت ان ڪان باز رکيو اچي. بيشڪ تنهنجي غلاميءَ جا ڏينهن مسرت بخش هئا. ان وقت آئون هوس ئي ڪونه رڳو تون هئين. ۽ وري جڏهن تو پنهنجي حضور ۾ وصال ڪرايو تڏهن ته واقعي جنت الفردوس ۾ ٿي پاڻ کي پانيم. پر تنهنجي سخاوت بيئي ڪانه. وئين وڌيڪ مهربانيون ڪندو. هاڻ تو مون کي بالغ سمجهي آزادي ڏني آهي. ڊڪ ڊوڙ کان ڇڏائي آزاد ڪرڻ گهرين ٿو. تون بي پرواهه ۽ بي نياز آهين. تون چاهين ته مون ۾ به اهي صفتون پيدا ٿين. پر اي دوست توکي خبر آهي ته هن وقت تائين تنهنجو وصال منهنجي قوت هو. ديدار زندگي بخش هو. سو ائين اوچتو آزاد ڪرڻ تي سمجهين ٿو ته نتيجو ڇا نڪريو هوندو.

ٻڌ ته ٻڌايانءِ. آئون ماهي بي آب. مثل بنجي پيو آهيان. ظاهر جي ڊڪ ڊوڙ ۽ غلاميءَ کان ڇڏائيڻ سو سچ آهي پر اندر جي آنڌ مانڌ ڪيئن لهي. اندر ڪورو ڪامي رهيو آهي. جنهن بي آرامي پيدا ڪري ڇڏي آهي. اڳي ڊڪ ڊوڙ ۾ وندريو ويٺو هوس. اندر جي طرف ڏيان ڪونه هوم هاڻ ڪهڙي وندر ڪريان. تنهنجو فراق وندر آهي. پر باهه سان ڪيڏڻ سولو ڪم نه آهي. هاڻ تون چئين ٿو ته آزاد ٿو ڪريم. پر خبر اٿئي ته اها آزادي بي ڪاري مثل

آهي؛ اڳي وصال قوت هوم جا فراق کڏي چڏي آهي. شايد تنهنجو مقصد آهي تہ آئونءَ بہ تو وانگر بي پرواهہ ۽ بي نياز ٿيان. پر تون نور آهين آئون خاڪ آهيان.

چہ نسبت خاک را باعالم پاک.

انهي مشڪل منهنجي حالت نازڪ ڪري ڇڏي آهي. منهنجي خيال جي ڪشتي اڄ ڪلهہ بي پايان جي وچ ۾ باد مخالف ۽ رات اونداهيءَ ۾ گهيريل آهي. ناڪُو اميد ڪيس هٿان نڪو ڇڏي پر نااميديءَ جون لهرون وچن مٿس غالب پونديون.

هاڻ رهبر راهہ ۾ رسج. منهنجو حال ڪونہ اٿئي. خيال ڪريو ڪريو ننڊ اچيو وڃي. ان ۾ ڪنهن وقت توکي ملان ۽ ملاقات ڪريان ٿو پر تون بہ ڪو عجيب بهہ روپي آهين. ڪڏهن اپرين سنهڙو ڪڏهن اپرين ڳچ. ڪڏهن اڇو ڪڏهن ڪارو. ڪڏهن خوش ڪڏهن رنج. ڪڏهن ظاهر ڪڏهن غائب. منهنجي سمجهہ ۾ اهڙي تميز ڪٿي جو هر حال ۾ توکي سڃاڻي سگهان. اهي روپ بہ جيڪڏهن هڪ عالم ۾ رهي ڪرين تہ چڱو پر جڏهن سمجهين ٿو تہ ناسوت جي سپني روپن ۾ سڃاڻجي پوندين تہي ڏيو وڃيو ملڪوت ۾ پهچين ۽ آئون پيو ناسوت ۾ رلان. جڏهن نااميديءَ جي درياهہ ۾ ٻڏڻ ڪي ويجهو ٿيان ٿو تہ تنهنجي اميد جو ناڪُو اچيو تاري. پري کان ملڪوت ۾ ديدار ڪرائي؛ پوءِ پانيان تہ مون وٽ سدائين هوندين پر وريو گم ٿيو وڃين.

آيل سپنو رڏ. سپني ڪا م وسهي.
ستي هٿڙا گڏ. جان جاڳان تہ ناهہ پرين.
(شاهہ ڪريم)

وري وڃيو عالم خيال ۾ لڪين. اهو ملڪ دل جو موڪرو آهي جنهن جو عرش ۽ زمين ٻئي آسڻ آهن. تنهنجي سوز جي پکن سان پائيان تہ اڏامي دنيا جي سپني ڪندن ۾ توکي ڳولي لهان تہ عيين جا بار ٽڪائي ڪيرايو ڇڏين.

جبل چا سان ٿاڪيان. ڪوڙر نہ ڪاتي.
هڪ فوج فراق جي. ٻي پيرين پيادي.
جيڪو جبل لنگهيان. سو آهي هيبت جو هاٿي.
حق ميلين هادي. ناحق گهوري ناهيان.

هاڻ تو کان سواءِ اچي پويون پساهه ٿيو آهي. دزوازي جو کڙکو، موٽر جو هارن، ٽرام جو آواز. ماڻهن جو ڳالهائڻ. پير جو کڙکو سڀ مون تي کلي رهيا آهن. "پيريءَ ۾ پيئي اکيون تو ڏي کڻان." جڏهن مٿين آوازن مان ڪو آواز ٻڌان ٿو ته پانيان ٿو ته تون آئين. پر:

اچي عزرائيل، ستي جاڳائي سسئي،
ٿي ڊوڙائي دليل، ته پنهون ماڻهو موڪليو.

آيترن اوسيئڙن ۽ الڪن بعد به نئو اچين يا نياپو نئو اچي ته:

ايک هوک سي دل سے اٹھتي هے اور درد جگر ميں هوتا هے،
هم چپکے چپکے روتے هيں جب سارا عالم سوتا هے.

۵-۵-۳۴

اهو مجاز جو ابتدائي دور يا صغيرپڻ هو. جنهن مان خدمت، وصال جي خوشيءَ ۽ فراق جي غم جا تجربا پرايم.

وصال جي خوشي زندگيءَ ۾ سرور ۽ لگن پيدا ڪئي. لطف آميز ۽ خوش ڪن يادگيرين جو انبار ڪٺو ڪيو. جنهن حياتيءَ ۾ يڪدلي ۽ مقصد پيدا ڪيا. فراق جي غم مان سوز. تانگهه ۽ اولي العزمي پيدا ٿيا. جن زندگيءَ ۾ ورونهن. ڪيف. مستي، جوش و خروش. بي خوفي ۽ يقين ڪامل پيدا ڪيو.

خدمت جي جذبي مون ۾ سيمابي طبيعت. فرمانبرداريءَ جي عادت ۽ بي طمعي پيدا ڪيا. عشق مجازيءَ جي انهي مرحلي تي مون کي ڪيتريون اهڙيون ڳالهيون معلوم ٿيون جن جي اڳي ڄاڻ نه هئي - مثلاً، سوز ۽ گداز مون ۾ اها ڪيفيت پيدا ڪئي جنهن جي ترجماني حافظ شيرازيءَ جا هيٺيان مصرع ئي ڪري سگهن ٿا:

شب از مطرب ڪه دل خوش باروي را،
شنيدم نالهءِ جان سوزنيے را،
چنان در جان من سوزش اثر ڪرد،
ڪه بي رقت نه ديدم هيچ شي را.

معني: "رات آواز جي سردار کان خدا شل ان جي دل خوش رکي. نڙ جي درد پيدا ڪندڙ دانهن ٻڌم. انهيءَ دانهن منهنجي زندگيءَ ۾ اهڙو اثر پيدا ڪيو جو دنيا ۾ ڪنهن به شيءِ کي سوز کان خالي نه ڏٺم."

خوشيءَ اها حالت پيدا ڪئي هئي جو بهشت ۾ مس ملي سگهي. ان جي ترجماني ٻہ لسان الغيب حافظ شيرازيءَ جي حوالي ٿو چڙيان ـ

مستي بچشم شاهد دلبند ما خوش است.
زافرو سپر ده اندبہ مستي زمام ما.

معنيٰ: "مستي منهنجي محبوب جي نظر ۾ پسنديده آهي. ان ڪري منهنجي زندگيءَ کي مستيءَ جي حوالي ڪري ڇڏيو اٿس."

عشق مجازيءَ جي هن مرحلي تي سياسي زندگيءَ ۾ پيدا ٿيل طمع جا سڀ وسيلا سڙي ڀسم ٿي ويا. قربانيءَ جو مادو ۽ پراپڪاريءَ جو جذبو پيدا ٿيو.

عشق مجازي مون ۾ اها همت ۽ مستقل مزاجي پيدا ڪئي جو فرهاد وانگر جبل ڏارڻ جي تمنا پيدا ٿي.

عشق مزاجي مون کي اهو نشو ميسر ڪري ڏنو جو بقول حافظ شيرازيءَ:

مست مي بيدار کردن نيم شب.
مست ساقي روز محشر بامدام.

معنيٰ: "دنياوي شراب جو نشو اڌ رات کان پوءِ لهي وڃي ٿو پر ساقيءِ ازل جو پياريل نشو روز محشر تائين قائم رهڻ وارو آهي."

عشق مجازي مون کي يڪدلي ۽ يڪجهتيءَ جي نعمت سان مالامال ڪيو. ان ڪري ڪثرت کان پاسي ٿي وحدت طرف رجوع ٿيس.

حديث ـ العشق ناراً يحرق ماسوئ لمحبوب

يعني: "عشق اها باھ آهي جا محبوب کانسواءِ ٻي هر خيال کي ساڙي ڇڏي ٿي."

عشق مجازيءِ مان مون کي صاف گوئي ۽ مستقل مزاجيءِ سان زندگيءَ جي هر مسئلي ۾ ڪم ڪرڻ جي عادت پيدا ٿي ـ ۽ نقصان جي نتيجي جو خوف ۽ خطرو گهٽجي ويو.

مطلب تہ بقول شاعر:

عشق سيکاريون نيون نيون ڳالهيون سلڻ نہ جهڙيون
مون اندر اجارڻ لاءِ روزا رکڻ. ذکر ڪرڻ. پرهيزڪاري. تقوي.

نمازون وظيفن وغيره جا سڀ طريقا آزمايا هئا پر ڪجهہ نہ ٿيو. عشق جي هڪ ڏڪ لهار جي ڏڪ وانگر سارا معاملا درست ڪري جڏيا.

عشق کي ايک جست نے يہ ڪرديا قصا تمام،
جس زمين و آسمان کو بيکران سمجھا تھا مين.

عبادت. علم ۽ عمل جي زندگي ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هيون پر اهي سڀ عشق ڪانسواءِ بي معنيٰ ۽ بي مطلب رهجي وڃن ها. عشق ان کي بامعنيٰ ۽ بامقصد بڻايو.

عبادت جيڪڏهن سڪون ۽ دل جمعي پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڪئي ۽ علم ڪري ۽ ڪوڙي جي تميز پيدا ڪرائي ۽ عمل زندگيءَ ۾ تحرڪ پيدا ڪيو. ليڪن عشق مجازي انهيءَ ۾ هم آهنگي، يڪجهتي پيدا ڪري منزل مقصد طرف هلڻ جي جرئت پيدا ڪئي.

عشق مزاجي مون جهڙي ڪمزور ۽ سياسي صحرا جي ٿڪل ماڻهوءَ کي نوشدارو پيياريو. ان اها غيبي طاقت پيدا ڪئي جنهن سالن جي مسافت کي منٽن ۾ ڪرايو ٿي.

انهي ذريعي زمان ۽ مڪان جا سنڌا سيڙها متجي ويا. فراق جون راتيون هزار ورهين جي برابر هيون تہ وصال جي رات ١٢ ڪلاڪن مان گهٽجي وڃي منٽن تي ٿي بيٺي.

عبادت مون کي خودي بخشي ۽ عشق بي خودي عطا ڪئي.

علم مون کي شڪ ۽ شبهن جي دنيا سان واقف ڪيو.

عشق انهن کي بدلائي يقين محڪم سان رڱي ڇڏيو.

عمل مون ۾ تگ ودو پيدا ڪئي، عشق انهي بيجا ڪارڪردگيءَ کي سڌي راهہ ۽ رستو ڏيکاريو. مطلب تہ:

عشق مون کي عارضي شين جي محبت کان ٻاهر ڪڍي دائميت ڏي هلايو.

عشق منهنجي ڏامي کي سون ڪيو.

عشق مون کي اگهاڙپ مان ڍڪڻ ۽ ڍڪيل کي اگهاڙو ڏيڻ جي راز کان واقف ڪيو

عسق بيڪار دنياوي لاڳاپن کان مسنني ڪري حقيقي لاڳاپي سان واقف ڪرايو.

عسق اها تمنا ذياري جنهن ڪري وزارت. عزت. اقتدار ۽ مال ملڪيت جا قندا مون تان لهي ويا. اها عسق جي نعمت هئي جنهن بقول حافظ شيرازي:

چو بي خود گشت حافظ ڪي مشمارد. بيڪ جو مملڪت ڪائوس ڪي را.

معنيٰ: "جڏهن حافظ بي خود ٿئي ٿو. ڪيڪائوس جي شهنشاهيءَ ڪي جوَ برابر بہ نٿو سمجهي" جي حالت تي آندو.

اها عشق جي ذات هئي جنهن مون کي اسلام جي صحيح معنيٰ کان واقف ڪيو.

"عشق سارو اسلام مذهب محبت عين مبارڪ"

عشق مون کي حب الوطنيءَ جي ترقي يافتہ مقام سان روشناس ڪرايو.

عشق اهي ڳالهيون سيڪاريون جي نہ ذڪر. نہ علم ۽ نہ فڪر سيکاريون هيون.

محبت اتفاقاً آئي پر گهر ڪري ويئي. انهن مختلف شين جا قدر ۽ قيمتون بدلي ڇڏيا. ان رنديءَ جي راز کان واقف ڪيو.

عشق مون کي احد ۽ احمد جي وچ واري "م" جو مطلب سمجهايو.

عشق مون کي علي عليه جي دروازي جي واقفيت ڪرائي.

عشق مون کي عيسيٰ عليه جي صليبي عروج جي منزل کان متعارف ڪيو.

عشق مون کي شهادت حسين جي راز کان واقف ڪيو.

عشق مون کي منصور جي مام مان آگاهہ ڪيو.

عشق مون کي شمس تبريز جي در جي ساچاهہ بخشي.

عشق مون کي خواجہ عطار واري سر.حقيقت جي خبر ڏني.

عشق مون کي ڪرشن جي مرليءَ جو آواز ڪنن تائين پهچايو.

عشق مون کي سرمد جي شهادت ۽ راسگوئيءَ جي معنيٰ کان آگاهہ ڪيو.

عشق مون کي شري رام جي بنواس اختيار ڪرڻ جي راز کان واقف ڪيو.

عشق مون کي شاھہ بلاول عليہ جي گھاڻي ۾ پيڙجڻ ڪريَ سنڌ جي دشمنن جي پاڙن پٽجڻ جو پتو ڏياريو.

عشق مون کي شاھہ عنايت جي ڪلمہ حق ۽ يار جي راھہ ۾ سر فدا ڪرڻ ۽ بارگران لاھڻ کان واقف ڪرايو.

عشق منهنجي سياست جو دائرو وسيع ڪري سنڌ جي رهاڪن لاءِ بنا فرق مذھب ۽ ملت جي محبت پيدا ڪرائي.

عشق مون کي راتيون جاڳارايون. اکين آب وهارايو ۽ ساري جهان جو درد عطا ڪيو.

عشق مون کي سنڌ جي پنجن هزارن ورهين جي شاندار ماضيءَ سان روشناس ڪرايو.

عشق مون کي عبادت ۾ تسڪين ڏياري.

عشق مون کي عمل ۾ بي راھہ رويءَ کان هٽائي دڳ سان لايو.

عشق مون کي بت پرستيءَ ۾ راحت بخشي.

عشق مون کان بت شڪنيءَ جا ڪم ڪرايا.

عشق مون کي مذهبي سنڌن سيڙهن کان مٿي چاڙهي ڪثرت ۾ وحدت جي پرک ڏياري.

عشق مون مان بي ايماني ڪڍي ايمان کي تازو ڪيو.

عشق مون کي هرجا پرين جو پرتو ڏيکاريو.

عشق مون کي سکن هوندي ڏکن کي ڳولي لهڻ لاءِ آماده ڪيو.

عشق مون کي شاھہ لطيف جي ڪلام جي معنيٰ ۽ مفهوم جي ساڃاھہ ڏني.

عشق مون کي سچل جي مستيءَ جي مامر ۽ منصوري نعري جي ڳجهہ کان واقف ڪيو.

عشق مون کي مثنوي مولانا روم، حافظ شيرازي، حضرت جاميءَ جي ڪلام سمجهڻ لاءِ ڪنجي عطا ڪئي.

عشق مون کي غلاميءَ ۾ لطف رسايو.

عشق مون ۾ آزاديءَ لاءِ تڙپ پيدا ڪئي.

عشق مون کي اها واقفيت عطا ڪئي تہ عشق هر ڪنهن جي نجري ۾ ڪونہ ٿو اچي، صرف خوش نصيبن کي ان مان نجرو ملي ٿو.
"مومل ماري مير اهيڙين کي آڪري." (سامہ)

....

نگاه عشق دلِ زنده کي تلاش مين هے،
شکار مرده سزاوار شاهباز نهين.
(اقبال)

مطلب تہ:

شاد باد اي عشق خوش سودائي ما.
اي طبيب جملہ علتهائي ما.
اي روائي نخوت و ناموس ما.
اي تو افلاطون و جالينوس ما.
(رومي)

معنيٰ: خوش رهہ اي عشق منهنجي درد جا دارو. تون منهنجي هر مرض جو علاج آهين. تون منهنجي عزت ۽ برتريءَ جو نوشدار آهين. تون منهنجو افلاطون ۽ جالينوس آهين.



# فصل ٽيون

## مجاز جو سن بلوغ

چتــان جي نہ چــرن، الآ ان مڙ وسـران،
مون من آهي تن، مڙهيو منجهاران هنئين.

اڳين فصل ۾ مجاز جي ابتدائي دؤر جنهن کي معصوميت جي نالي سان تشبيهہ ڏني هيم جا تجربا بيان ڪيا اٿم. ان ۾ بنا سمجهہ ۽ سوچ جي معصومانہ انداز ۾ ڏڪ ڏوڙ پيي ڪيم. منزل مقصود جو پتو ڪونہ هو.

ڪس ندانست ڪہ منزل گهہ معشوق ڪجاست،
اين قــدر هسـت ڪــہ بانگ جــرس مي آيد.

معنيٰ: "ڪنهن کي عشق جي انتها جي خبر نہ هئي، صرف ايترو هو جو هڪ آواز جي پويان پيي هليس."

انهي عرصي ۾ جا خدمت ۽ عبادت ڪيم ٿي تہ بہ خلوص دل سان بنا مقصد جي معشوق حقيقيءَ جي رضامندي خاطر. ان ۾ آدم جي بهشتي دنيا وانگر اولو ۽ اوسيئڙو ڪونہ هو. مراد ۽ مقصد ڪونہ هو. عبادت يا خدمت مان حاصل ڪيل سرور منهنجي لاءِ ڪافي انعام هو.

انهي زماني ۾ جيڪا علم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ٿي ڪيم. ڪتاب پڙهيم ٿي. مختلف ماڻهن سان ملاقاتون ڪيم ٿي، تہ اهي ذهني وندر ۽ دماغي فرحت لاءِ هيون.

انهي دؤر اندر عملي دنيا ۾ جيڪي ڪم سرانجام ٿي ڪيم سي ٻارن وانگر دل وندرائڻ جهڙا هئا. مختلف ملڪي مسئلن ۾ رات ڏينهن مشغول

رهڻ ۾ دل جي ورونهن ۽ وقت جي وندر برابر هئا.

عشق جي ابتدائي دؤر جي حالت به ساڳي هئي.

"نئون نينهن لڳوس، ڳري ۽ ڳالهيون ڪري."

جي حالت ۾ وصال جا مزا ۽ فراق جي سبقن پڙهڻ ۾ پيو وقت گذرندو هو. مقصد ۽ مراد ڪونه هئا رات ڏينهن هڪ قسم جي بي خوديءَ ۾ سرشار پي رهيس.

هن ٻئي دور ۾ حالتون بدلجڻ لڳيون. آدم جي عقل جي داڻي چکڻ بعد دل جي دنيا ۾ شڪ ۽ شبها پيدا ٿيڻ لڳا. لالچون ۽ سڌون اڀري آيون. دلي سڪون ۽ جميعت بدلجڻ لڳي.

هاڻ وچايل سڪون جي ڳڻتي ۽ پيدا ٿيل شبهن ۽ سوالن ۾ وقت گذرڻ لڳو. هيٺين قسم جي سوالن جي حل لاءِ فڪر ڪرڻ لڳس:

اڳي عبادت ۾ جا دلجمعي ۽ سرور حاصل ٿيندو هو ان ۾ هيٺيون ڳالهيون حائل ٿيون:

(۱) ڪنهن جي عبادت ڪئي وڃي؟

(۲) ڇو ڪئي وڃي؟

(۳) عبادت جو مقصد ۽ مراد ڪهڙا هئا؟

اهي مسئلا عبادت بنسبت هئا. علم بابت به ساڳي قسم جا سوال پيدا ٿيا ته:

(۱) ڪهڙو علم حاصل ڪيو وڃي؟

(۲) ان جا مقصد ۽ مراد ڇا هجن؟

(۳) ان مان ڪهڙا فائدا نڪرندا؟

ساڳيو مونجهارو عملي ڪمن ڪرڻ وقت پيدا ٿيو:

(۱) ڪهڙو عمل چڱو هو ۽ ڪهڙو مدو هو؟

(۲) انهن عملن مان نفعا ۽ نقصان ڪهڙا نڪرڻا هئا؟

عشق جي عالم ۾ به سوال پيدا ٿيا ته:

(۱) محبت ڇا آهي؟

(۲) محبت جا مقصد ۽ مراد ڪهڙا هئا؟

(۳) انهي مان ڪهڙا فائدا يا نتيجا نڪرڻا هئا؟

اهي ۽ ٻيا اهڙا سوال هئا جن مون کي هن نئين مجازي دؤر ۾ سٽائڻ شروع ڪيو. هي سارو فصل انهن جي چنڊڇاڻ ۽ انهي ڏس ۾ حاصل ڪيل تجربن جي ذڪر تي صرف ڪندس. ان ۾ چئني مسئلن جهڙوڪ: مذهبي عبادت، علم، عمل ۽ عشق مان حاصل ڪيل معلومات پيش ڪندس.

**عبادت ڪنهن جي، ڇو ۽ ڪهڙي مقصد لاءِ:**

جڏهن اوائلي دؤر ۾ عبادت ڪندو هوس ته اهو ويساهه ويٺل هو ته جنهن مون کي ۽ ڪائنات کي پيدا ڪيو آهي اهو خدا سائين هو. اهو اسان جو هر ڪارنامون ڏسي رهيو هو. هو عبادت مان خوش ٿي ٿيو ۽ ٻندس وسارڻ مان ناراض ٿيو وڃي. انهي ويساهه ڪري عبادت مان سرور حاصل ٿيندو هو. نماز پڙهي منت ۽ عاجزيءَ سان ٻاڏائي سندس رضامندي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندو هوس. مٿو زمين تي رکي آهه و زاري ڪري روئندو هوس.

عارفانه راڳ ٻڌندي موج ۾ اچي ويندو هوس، پر جڏهن ڪان هن نئين دؤر ۾ مذڪوره بالا سوال دل ۾ پيدا ٿيا ته حالت بدلجڻ شروع ٿي.

پهريون سوال انهي سلسلي ۾ اهو پيدا ٿيو ته هن ڪائنات ۽ منهنجو پيدا ڪندڙ، رزق ڏيندڙ ۽ فنا ڪرڻ واري جي شڪل ڪهڙي هئي ۽ ڪهڙي جاءِ يا مڪان تي ويٺل هو.

اول ۾ ته اهو ٻڌايل هو ته اهو ماڻهوءَ جي شڪل جو ستين آسمان کان مٿي ڪرسيءَ تي ويٺل هو ـ بائبل مان:

خلق الله الا آدم علي صورته

جو حوالو ڏنائون ٿي جي لفظ توريت جي ڪتاب پيدائش جا اوائلي لفظ هئا. اڳتي هلي جو علم ذريعي معلوم ٿيو ته ست آسمان هئا ئي ڪونه. نڪو انهن جي مٿان ڪرسيءَ تي ويٺل ماڻهوءَ جي شڪل جو خدا ويٺل هو ـ ته ان جي عيوض خدا جو ٻيو تصور پيش ڪيو ويو ته ـ هو هر هنڌ حاضر ناظر هو. بي شڪل، بي مثال، مڪان ۽ زمان کان بعيد هو. ان جو پتو پوڻ انساني وهم و گمان ـ عقل کان بالاتر هو.

انهيءَ دليل منهنجي اوائلي يقين ۽ ويساهه واري حالت تبديل ڪري ڇڏي ۽ ان جي جاءِ ٻئي ڪنهن خيال نه ورتي.

خدا جي مجازي تصور جو منهنجي سمجهه ۾ اچڻ تي ويساه ويٺل هو.

ليڪن نئون پيش ڪيل تصور منهنجي سمجهہ کان متي هو. جو خدا فهم ۽ گمان ۾ سمائجڻ کان متي هو. هر جا حاضر ناظر هو. ساهہ جي رڳن کان بہ نزديڪ هو. ان جي عبادت ساڳي صدق دل ۽ يقين سان ڪرڻ مشڪل نظر آئي. نتيجو اهو نڪتو تہ ابتدائي يقين ٽٽي ويو. ان جي جاءِ ڪنهن نئين ويساهہ نہ ورتي تنهن ڪري عبادت رسمي ٿي ويئي. ان مان پيدا ٿيندڙ ابتدائي سرور گهٽجي ويو. اڳي عبادت لاءِ هيٺيان مقصد ڏسيا ويا هئا:

(١) آخر ۾ بهشت ملندو ۽ دوزخ کان نجات ملندي.

(٢) خدا راضي ٿي مالامال ڪري ڇڏيندو.

(٣) اندر اجري اسرار الاهي معلوم ٿيندا.

(۴) گناهہ معاف ٿي ثواب ملندا.

هاڻ آخرت ۽ بهشت ملڻ ۽ دوزخ کان نجات حاصل ٿيڻ وارو تخيل مستقبل سان واسطو رکڻ ڪري سمجهہ ۾ نہ پي آيو. خدا جي رضامندي ۽ ناراضگيءَ جي معنيٰ اها ٿي نڪري تہ خدا انساني صفتن سان موصوف هو پر جنهن صورت ۾ اهو خدائي تصور ٽٽي چڪو هو. ان ڪري اها ڳالهہ ئي بي معنيٰ ٿي لڳي.

اندر اجري اسرار الاهي معلوم ڪرڻ وارو تجربو بہ ناڪامياب ٿيو هو. اهڙيءَ طرح گناهن کان ڇوٽڪاري وارو خيال بہ صحيح نٿي ڏسڻ ۾ آيو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪدا ڪم ڪري خدا جي عبادت ڪرڻ سان انهيءَ مان آزاد ٿي سگهي ٿو. تہ پوءِ عدل ۽ انصاف بي معنيٰ ٿي پيا ٿي. ليڪن باوجود انهيءَ ڳالهين جي عبادت ڪندو آيس. نہ رڳو ايترو پر ماڻهن کي زوريءَ نمازون پڙهائڻ. مسجدون ٺهرائڻ ۽ مذهبي وعظ ڪندو آيس. ۽ سمجهيم ٿي تہ ممڪن آهي مون کي ۽ ٻين ماڻهن کي ان مان فائدو پهچي. جيتوڻيڪ پڪ نہ هئي.

ان وقت ڏاري جمع نماز ۽ عيد نماز پڙهائيندو هوس. انهي موقعن تي خطبہ بہ پڙهندو هوس. گهڻي وقت تائين اهو سلسلو جاري رهيو. انهن مذهبي خطبن ۾ هيٺ ذڪر ڪيل مضمونن جو احوال پيش ڪندو هوس. جي مون وٽ لکيل موجود آهن:

١- مذهب اسلام جي سمجهہ آهر تشريح.

٢- گناهہ ۽ ثواب ڇا هئا.

٣- ملڪي آزادي، ۽ قومي تصوّر تي پنهنجا رايا.
٤- تاريخ عالم ۽ اسلام تي روشني وجهڻ.
٥- قربانيءَ جي مسئلي جي اهميت.
٦- عبادت، علم، عمل ۽ عشق جي سمجهه آهر تشريح ڪرڻ.
٧- غلاميءَ کان آزادي.
٨- سادگيءَ مان فائدا.
٩- فنا ۽ بقا جي مسئلي تي روشني وجهڻ.
١٠- خدمت خلق جا فائدا بيان ڪرڻ.
١١- قومي اتحاد ۽ اتفاق جا فائدا بيان ڪرڻ.
١٢- حڪومت الاهيءَ جو مقصد ڇا هو.
١٣- جهالت ۽ مفلسيءَ کان آزادي.
١٤- بداخلاقيءَ کان گوشه اختيار ڪرڻ.
١٥- رواداريءَ جو جذبو پيدا ڪرڻ.
١٦- حب الوطنيءَ جو مقصد ڇا هو ۽ ان مان ڪهڙا فائدا هئا.
١٧- مذهبن جي ڪثرت پويان وحدت جو نظارو.
١٨- ايمان ڇا هو ۽ ڪهڙيءَ طرح مڪمل ٿي سگهيو ٿي.
١٩- عمل صالح مان فائدا.
٢٠- سنڌي قوم جي تشريح ۽ ان جا مقاصد.
٢١- پراپڪاريءَ جو مطلب ۽ مراد.
٢٢- تميز ڇا هئي.
٢٣- ذهني تنسيخ.
٢٤- مسلمان هڪ قوم نه هئا.
٢٥- مذهب هڪ هو.
٢٦- مذهب جي الاهيات، اخلاقيات، عبادات جي جدا صيغن جي سمجهاڻي.
٢٧- اشتراڪيت ۽ سرمائيداريءَ جي تشريح.
٢٨- شخصن جو معراج قوم ۾ فنا ٿيڻ ۾ هو. ۽

٢٩- سياسي آزادي، اقتصادي خوشحالي ۽ ڪلچرل ترقيءَ جي تشريح تي وعظ ۽ تقريرون ڪندو رهيس.

**علم ڇو ۽ ڇا لاءِ؟**

پهرين دؤر ۾ ڪتاب معلومات وڌائڻ، ونڊر ۽ دماغي تفريح لاءِ پڙهندو هوس، سير و سياحت ۽ دانشورن جي صحبت به ساڳيو ڪم ڏيندي ٿي. ان ڪري علم جي حصول لاءِ مقصد ۽ مراد ڪانه هئي. پر جڏهن ڪان زندگيءَ جو ٻيو دؤر شروع ٿيو جنهن ڪي مون سن بلوغ جي نالي سان سڏيو آهي ته ان ۾ هيٺيان چار سوال پيدا ٿيا:

(١) علم ڇو ٿو حاصل ڪجي؟

(٢) انهيءَ جي حاصل ڪرڻ مان فائدو ڪهڙو آهي؟

(٣) اهو خاص مضمون تي حاصل ڪجي يا جيڪي سامهون اچي اهو پڙهبو وڃجي؟

(۴) منهنجي زندگيءَ لاءِ ڪهڙن مضمونن تي ڪتاب پڙهڻ ڪارائتا ٿيندا؟

**علم ڇو ٿو حاصل ڪجي؟**

انسان کي قدرت چئن لياقتن سان نوازيو آهي:

(١) جبلتن (حيواني خواهشن) سان،

(٢) عقل (روحاني سمجهه) سان،

(٣) دل (جذبات) سان، ۽

(۴) جماعتي زندگي (باهمي اتحاد) جي خاصيت سان.

ماڻهوءَ کي ڳالهائيندڙ جانور ۽ اشرف المخلوقات شمار ڪيو ٿي ويو. انهي ڪري هن کي قدرت ترقي ۽ تڪميل جي حصول لاءِ محدود وسيلا ميسر ڪري ڇڏيا هئا. قرآن شريف ۾ فرمايل آهي ته انسان کي خدا "احسن تقويم" "بهترين ساخت"، ڪري خلقيو هو. پر هو پنهنجي بدڪردارين ڪري هيٺ ڪري ڪمينه به بنجي سگهيو ٿي. هن لاءِ ترقي ۽ تنزل جا رستا کليل هئا. پوءِ جيڏانهن هو وڃي. انهي ڪري ڪن مذهبن تناسخ جي نظريي ۾ اعتماد رکي هن جي ذهني ترقي ۽ تنزل کي سندس ڪرمن جي ڦل تي مدار رکندڙ سڏيو هو. علم انهيءَ راهه ۾ کيس تميز ڏئي صحيح يا غلط رستي تي هلائي سگهيو ٿي. جيڪڏهن ماڻهو صحيح علم حاصل ٿو ڪري ته پاڻ ۽ ٻين

لاءِ باعث رحمت بنجي پوي ٿو. پر جي هو غلط علم حاصل ڪري ان کي ناجائز مقاصد لاءِ ڪتب آڻي ٿو ته پوءِ اسفل السافلين (ذليل ترين) بنجي پنهنجي ۽ ٻين لاءِ باعث ننگ بنجيو پوي ٿو. علم ۾ راهه مستقيم حاصل ڪرڻ لاءِ تقاضا ڪرڻ جي هدايت ڪئي ويئي هئي. جنهن سان پيغمبرن، فيلسوفن، حڪيمن ۽ درويشن کي نوازيو ويو هو. آئون اڳي بنا تميز جي علم جي حصول لاءِ ڪوشان هوس، هاڻ زندگيءَ جي سن بلوغ کي پهچڻ بعد جڏهن تميز جي صفت سان نوازيو ويس ته مون کي غلط ۽ صحيح، فائديمند ۽ نقصانڪار شين جي وچ ۾ شناخت جو مادو عطا ٿيو. پر ان جو مطلب اهو ڪونه هو ته مون کي شناخت سان گڏ اها طاقت به حاصل ٿي ويئي هئي جنهن ڪري صحيح ۽ فائديمند ڳالهين طرف متوجهه ٿي قدم کڻڻ لڳس. ان لاءِ مون کي مختلف تربيت ۽ تجربي مان گذرڻو هو.

انهيءَ دؤر ۾ مون کي حيواني خواهشن جي چڙواڳ استعمال جي نقصان ۽ انهن جي ضابطي رکڻ بعد فائدن جو ٿورو ٿورو پتو پوڻ لڳو. ان مان علم حاصل ڪرڻ جي مقصد جو پتو پيو.

**ٻيو سوال:** اهو هو ته صحيح راهه تي ڪهڙي طرح هلي سگهبو. ان لاءِ قرآن جي آيت ڪريمه ته:

"قد بين الرشد من الغي"

معنيٰ: "اونداهيءَ کان سوجهري وارو رستو پڌرو آهي."

جي هدايت موجب اهو ضرور ڏسڻ ۾ آيو ته هدايت جي رستي تي هلي شخصي ۽ مجموعي نجات، ترقي ۽ ڪمال حاصل ڪجي.

**ٽيو سوال:** اهو فيصلو ڪرڻو هوم ته ڪهڙن مضمونن تي علم حاصل ڪرڻ منهنجي فائدي وٽان هو. جيئن علم بحر عميق وانگر ماڻهوءَ جي محدود کوپڙيءَ ۾ سمائجڻ مشڪل هو. ازانسواءِ عمر محدود هئڻ ڪري زندگيءَ ۾ سڀ علوم تي عبور حاصل ڪرڻ ناممڪن هو. ان ڪري مخصوص مضمون کي چونڊي ان تي ڪتاب پڙهڻ جي ضرورت محسوس ٿي. انهيءَ بعد مون زندگيءَ جو مطمع نگاهه ڏيان ۾ رکي ان تي واقفيت حاصل ڪرڻ جي رٿ رٿي.

مون پنهنجي حياتيءَ جو نقطه نگاهه اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقي نوع آدم رٿي ان جي حصول لاءِ ذهني، عملي ۽ جذباتي يڪ جهتي حاصل

ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. جيئن ته انهي راهه ۾ مون کي مذهب، فلسفي، تاريخ، تصوف، سياسي، اقتصادي ۽ عام معلومات جا ڪتاب ممد و معاون ثابت ٿيڻ وارا هئا. ان ڪري انهن مضمونن تي ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيم. انهي جي پڙهڻ بعد ان وقت جيڪي سوچي سگهيو هوس، ان کي مون پنهنجي ڪتاب "پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني" ۾ قلم بند ڪيو هو.

ان ڪتاب جي جلد ٢ـ ڀاڱي پهرين جي پنجين باب مان ڪي حوالا پڙهندڙن جي معلومات لاءِ پيش ڪريان ٿو.

**ذهني تجربا ۽ معلومات:**

هر جاندار شيءِ کي قدرت طرفان ٻه نعمتون عطا ٿيل آهن، هڪ نفس ٻيو عقل. نفس جو ذڪر اڳتي ڪندس، هتي پنهنجي ذهني معلومات جو احوال پيش ڪريان ٿو:

ٿورو گهڻو عقل هر جانور ۾ ٿئي ٿو. ويندي ڪيئين، ڪنڊڻ، مک ۾ ٻه عقل جو ڪجهه ذرو معلوم ڪيو ويو آهي. انسان اشرف المخلوقات صرف عقل جي زياده هئڻ ڪري سڏيو وڃي ٿو.

ليڪن ماڻهن ۾ عقل هڪ جهڙو نٿو ٿئي. انهي جو مدار سني تربيت، علمي معلومات، زندگيءَ ۾ مختلف تجربن جي حاصلات، غور ۽ فڪر جي مادي ۽ جستجوءَ جي خواهش تي رهي ٿو.

آءٌ جيڪڏهن سڀ کان گهٽ لباس سان ملبوس هوس ته اهو علم هو. ان جا مکيه ڪارڻ ٿي هئا ـ جهڙوڪ:

ڳوناڻي زندگي، درسي علم جي گهٽتائي، آس پاس جي محدود دائري جو ماحول، ليڪن انهي سيني ڪوتاهين هوندي قدرت مون کي ننڍپڻ کان غور ۽ فڪر جو مادو عطا ڪيو هو. جنهن مون کي جستجو ڪندي عالمن ۽ صالحن جي صحبت، ڪتابن پڙهڻ جي شوق، سياسي، مذهبي، سماجي ڪاروبار ۽ تجربن حاصل ڪرڻ جو موقعو ميسر ڪيو.

زندگيءَ جي ڪٺن سفر ۾ بي سمر ۽ سامان علم جي داخل ٿيو هوس، آهستي آهستي ٿي محنت ۽ مزدوريءَ سان ڪجهه ميراث ڪني ٿيڻ لڳي.

عشق منهنجي ساري تگ و دو ۾ طاقت ۽ همت جو ڪم ڏنو ٿي ته غور فڪر جي حاصلات مشعل راهه جو ڪم ڏنو آهي.

ابتدا ۾ هوش کان جوش زياده هوم پر آهستي آهستي ٿي عمر ۽ آزمودي موجب هوش وڌڻ لڳو.

اڄ تائين زندگيءَ ۾ عمل جي واڳ جذبي جي ماتحت پئي رهي اٿم. ليڪن ذهني لياقتن کي وڌائڻ لاءِ مسلسل ڪوشش ۾ رهيو آهيان.

مذهب، سياست، نفسيات ۽ زندگيءَ جي مختلف پهلوئن تي معلومات وڌائڻ واسطي هر موقعي مان پئي فائدو حاصل ڪيو اٿم. انهيءَ ڏس ۾ ڳوناڳون فرصت، سنير و سياحت، جيل ۽ نظربنديءَ جي زندگي، تاريخ، فلسفي، تصوف، سياست ۽ عام معلومات جي ڪتابن جي مطالعي چڱي مدد ڪئي آهي. ليڪن باوجود ان جي هن نتيجي تي پهتو آهيان ته:

"منڊي ماڪوڙي ڪوهه ۾ پيئي ڪڇي اَپ"
(شاهه ڪريم)

وانگر ساري ڪائنات جنهن ۾ ڪروڙها سج سندن نظامِ شمسيءَ جي دائرن ۾ هزار ورهين جي روشنيءَ جي ميلن جي پنڌ تان پنهنجي دورن ۾ مشغول هجن. اتي هڪ محدود مغز واري کوپڙيءَ کي ڪهڙي مجال آهي جو انُ اڻ ڪٿندڙ خزاني جي معلومات کي پاڻ ۾ سمائي سگهي. جيتري قدر معلومات ٿي آهي اوتري قدر پنهنجي ڪم مايگي ۽ بي علميءَ جو راز پي ڪليو اٿم. نيٺ شيخ سعدي عليه وانگر چوڻو پيو:

اي مدعيان در طلبش بي خبراند،
کانرا که خبر شد خبرش باز نيامد.
اي برتراز خيال قياس و گمان و فهم،
وزهر چه گفتنداند، شنيدم ام خوانده ايم.
مجلس تمام گشت باآخر رسيد عمر،
ماهمچنان دراول وصف توماندہ ايم.

معنيٰ: سڀ دعويٰ ڪندڙ علم جا بي خبر آهن. جنهن کي ڪجهه پتو پيو ان کان خبر ٻاهر نه نڪتي. اي خيال، قياس، گمان ۽ سمجهه کان مٿي هستي، جيڪي چيو اٿن پڙهو اٿم يا پڙهيو اٿم. ان ۾ ساري عمر گذري چڪي آهي، ليڪن اڃان تنهنجي وصف جي ڄاڻ ۾ اهڙو رهيو آهيان جهڙو اول ۾ هوس.

### سياسي معلومات ۽ تجربا:

سياست ۾ حصي وٺڻ لاءِ ٻن قسمن جا محرڪ جذبا ماڻهوءَ کي ڇڪي وجي سياسي زندگيءَ ۾ داخل ڪندا آهن.

(۱) غلاميءَ کان آزادي، خدا جي رضامندي ۽ خدمت خلق جي خواهش.

(۲) ناليءَ ناموس جي خواهش، اقتدار جي بک ۽ ذاتي فائدي جي لالچ.

آئون ۱۵ ورهين جي عمر جو هوس، جڏهن خلافت تحريڪ ۾ حصو ورتو هوم. ان مان معلوم ٿي سگهي ٿو ته پهرين قسم جي جذبي جي ماتحت ڇڪجي وجي سياست ۾ داخل ٿيو هوس.

درويشن جي صحبت ۽ صوفين جي تعليم مون کي سياست ۾ خدا جي رضامنديءَ جي تمنا لاءِ راغب ڪيو هو. اڳتي هلي سياسي فلسفي جي پڙهڻ، صالحن جي هدايت مان خدمت خلق جو شوق جاڳيو. باوجود نيڪ نيت ۽ سالم جذبي جي مون تي هوش کان جوش غالب رهي اثر انداز پئي ٿيو آهي. ڪجهه وقت کانپوءِ سياست جي مختلف نظرين مان واقف ٿيڻ لاءِ ڪيئي ڪتاب پڙهيم. پاڻ کي سٺن اصولن تي ٺهيل جماعتن ۾ داخل ڪري جمهور جي آواز پنيان هلڻ لاءِ حتي الامڪان ڪوشش ڪيم. پر اڪثري رد عمل جي ڪن ۾ پئي چڪر ڪاٽيا اٿم. ان جو مکيه سبب منهنجي سياسي زندگيءَ ۾ عقل کان وڌيڪ جوش جو هئڻ هو. هن وقت سياسي نظرين جا مکيه رجحان دنيا ۾ هيٺيان آهن:

(۱) عقل جي بنياد تي سياسي اصول ۽ پاليسي مرتب ڪري ان موجب هلڻ.

(۲) جذباتي ۽ هنگامي نقطه نگاهه کان سياست ۾ ڪم ڪرڻ. مون اڪثر پوئين رجحان هيٺ پئي ڪم ڪيو آهي.

### عمل ڇو ۽ ڇا لاءِ:

اڳي جيئن ذڪر ڪيو اٿم ته عملي زندگيءَ ۾ داخل ٿيڻ بعد صبح شام پيو ڪم ڪندو هوس. خانگي ڪمن کان علاوه سياسي زندگيءَ ۾ جڏهن قدم وڌم ته پهرين خلافت تحريڪ ۾ دلچسپي ورتم. ان کانپوءِ سيدن جي ڪانفرنس سڏائي انهن جي انجمن برپا ڪرايم. تعلقه لوڪلبورڊ، ضلع لوڪلبورڊ، ڪراچي ميونسپالٽي، ڳوٺ سڌار هلچل، مطلب ته ڪيترا ئي مشغلا هئا، جن ۾ دل وندرائڻ ۽ مشغول رهڻ خاطر پيو ڪم ڪندو هوس.

ڳوٺ سڌار هلچل جي سلسلي ۾ جماعت ٺاهي ساري ضلعي ڪراچيءَ جو گشت ڪيم. جلسا سڏايم. رستا، اسڪول، کوهه، اسپتالون، مسافر خانا ڏسي انهن جي درست ڪرڻ لاءِ تجويزون سوچيم. عام ماڻهن سان رابطو قائم ڪرڻ لاءِ جلسا ڪري انهن ۾ تقريرون ڪيم. ديهات سڌار هلچل جون هيٺيون شاخون ٺاهي ان ذريعي ڪم ڪيم:

(١) ديهاتي زالن جي ڀلي لاءِ جماعت ٺاهي. ڳوٺن ۾ زناني تعليم، هنر، گهرن جي صفائي، ويم جي سهوليتن جو ڪم ڪرايم.

(٢) چوپائي مال وارن جي ترقي ۽ مدد لاءِ جماعت ٺاهرائي، روينيو کاتي ۽ ٻين مان چاري جون فيون گهٽائڻ. ڪراچي شهر جي نزديڪ مالدارن جي سروي ڪرائي انهن جي کير کي چڱي اگهه تي نيڪال ڪرائڻ ۽ تڪليفن دور ڪرڻ جو انتظام ڪرايم.

(٣) ڪراچي ضلعي ۾ سمنڊ جي ميربحرن جي جماعت ٺاهي انهن جي ذريعي مڇي ۽ ٻلي جا نيڪا مير بحرن کي ڏيارڻ، سمنڊ جي مڇيءَ جي نيڪال لاءِ سنو انتظام ڪرڻ وغيره بابت ڪوشش ڪيم.

(٤) سن ۾ ڀٽ شاهه تي ادبي ۽ ڪلچرل ڪانفرنسون سڏائي سنڌي زبان ۽ ڪلچر کي ترقي وٺائڻ لاءِ بندوبست ڪرڻ.

(٥) ضلعي جا رستا، کوهه، اسپتالون، اسڪول ٺهرائي، ڳوٺاڻي تعمير کي ترقي ڏياريم.

انهي هل هلان بعد جڏهن عملي دنيا جو سن بلوغ شروع ٿيو ته انهي سلسلي ۾ پاڻ کي ته راهي تي ڪڙو ٿيل ڏٺم:

(١) انهن ڪمن ۾ بي لوث مسلسل ڪوشش ڪرڻ بعد به دشمني ۽ مخالفت جو شڪار ٿيس ٿي ته بعضي اهڙا خيال پيدا ٿيڻ لڳا ته جڏهن ماڻهن ۾ سڃاڻپ نه آهي ته پوءِ پنهنجو ڪائي، محنت ڪري، پاڻ کي آزار ۾ وجهڻ کان بهتر هو ته انهي مهاڄار کان پاڻ آزاد ڪري ڇڏجي.

(٢) ٻي طرف نالي، ناموس، اقتدار ۽ ملڪيت هٿ ڪرڻ جون لالچون سامهون هيون. ڏٺم ٿي ته هر ڪو ان مان نفعو حاصل ڪري رهيو هو. مون ڇو نٿي فائدو حاصل ڪيو. اهڙي طرح ايمان بگيڙڻ جي راهه ڏسڻ ۾ آئي.

(٣) ٽي طرف عملي زندگيءَ جو پراپڪاري نقطہ نگاھہ ۽ خدمت خلق ۾ روحاني ترقي ۽ عوامي ڀلي جا پهلو ڏسڻ ۾ آيا.

انهي دؤر ۾ ٽنهي رستن جي وچ ۾ تميز پيدا ٿي چڪي هئي ليڪن اطمينان قلب حاصل نہ ٿي سگهيو. منجهي ٿي پيس.

ڪنهن وقت سياست ڪان ڪڪ ٿي ان کي ڇڏڻ جا خيال ستائيندا هئا. ڪنهن وقت اقتدار جي ٻک، ٻالي ناموس جي لالچ ستائيندي رهندي هئي. ڪنهن وقت خلق خدا، قوم ۽ ملڪ جي خدمت وارو جذبو همت پيدا ڪري ڪم ڪرڻ تي آماده ڪندو هو انهيءَ وچ ۾ سنڌ جي جدا ٿيڻ جا آثار ڏسي سنڌ اسيمبليءَ ذريعي ملڪي خدمت جي جذبي هيٺ هڪ عوامي پارٽي سر شاهنواز ڀٽي جي ليڊرشپ هيٺ نـاهي ڪم ڪرڻ شروع ڪيم. پر سر شاهنواز ان جي بمبئي ۾ وزير ٿي وڃڻ ڪري اها گهڻو وقت جٽاءُ ڪري نہ سگهي. پوءِ سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊن وقت هڪ ٻي جماعت اتحاد پارٽيءَ جي نالي سان نـاهي سر حاجي عبدالله هارون ۽ سر شاهنواز خان ڀٽي جي معيت ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيم.

**عشق مجاز جو سن بلوغ:**

اڳي فصل ۾ مختصر طور بيان ڪري آيو آهيان تہ ڪهڙي طرح مون کي مجازي عشق جي واقفيت ٿي. ان مان ڪهڙا سبق پرايم. ڪهڙي طرح دوست جي بنا لالچ مدد ۾ سرور ۽ غم جا مزا چکيم.

هاڻ هن نئين دؤر ۾ مون کي هيٺين نين ڳالهين جو پتو پوڻ لڳو ـ جهڙوڪ:

(١) باغ حسن جا ميوا ۽ گل ڪهڙا هئا. ان جي لالچ ڪيتري قدر هرڪائيندڙ هئي.

(٢) انهي جي چکڻ، سنگهڻ ۽ استعمال جا نفعا ۽ نقصان معلوم ٿيڻ لڳا.

(٣) جائز ۽ ناجائز ڳالهين جو پتو پوڻ لڳو.

(٤) سوسائٽيءَ جي قاعدن ۽ قانونن جي اهميت.

(٥) سڌن کي مارڻ يا حاصل ڪرڻ يا سبليميٽ (پاڪيزه) بنائڻ جو پتو پيو.

(٦) انهن ڳالهين جي تشريح ڪرڻ بعد وري مذڪوره بالا دوسبت (م) جا

وڏيڪ خط انهي وقت ۾ پنهنجي ڪيفيت تي لکيل ۽ انهن تي تبصرو ڪندس.

(٧) عشق جي عبادت تي اثر جو ذڪر.
(٨) عشق جو علم جي حصول تي اثر.
(٩) عشق جو عملي زندگيءَ تي اثر.
(١٠) عشق جا رستا ۽ راهون ڪهڙا هئا.

هيٺ مذڪوره بالا هر هڪ مسئلي تي مختصر روشني وجهان ٿو:

**(أ) باغ حسن جا ميوا ۽ گل وغيره:**

شاعرن ۽ اديبن معشوق جي مختلف عضون کي ميون، گلن ۽ درختن سان تشبيهه ڏئي انهن جي خوبصورتي، خوشبوءِ ۽ نزاڪت جو ذڪر ڪيو آهي. اڳي انهن ڳالهين کي شاعرانا ۽ اديبانا مبالغہ آميزي سمجهي ان طرف ايترو توجهہ نہ ڏيندو هوس ۽ نہ ان جي ماهيت جو پتو پيل هو. ليڪن هاڻ عشق مجازيءَ جي لهس لڳڻ، پسنديده صحبت ۾ رهڻ، جنسي خواهش جي جذبي ۽ جذباتي طبيعت انهن جي معنيٰ ۽ مطلب سمجهڻ جو موقعو ڏنو.

مثلاً شاعر هيٺيون تشبيهون ڏنيون هيون:

(١) محبوب جي وارن کي زنجيرن ۽ ڪارن نانگن سان مشابهت ڏني هئائون.
(٢) محبوب جي ڳلن کي گلاب جي رنگ سان تشبيهہ ڏنائون ٿي.
(٣) محبوب جي ڪاڏي يا زنخدان کي صوف سان مشابهت ڏني هئائون.
(٤) محبوب جي اکين کي نرگس جي برابر سڏيو هئائون.
(٥) محبوب جي ڏندن کي ڏاڙهونءَ جي داڻن سان مشابهت ڏنائون ٿي.
(٦) محبوب جي پستانن کي ڏاڙهن يا قبن سان مقابلو ڪرايائون ٿي.
(٧) محبوب جي چپن کي لعل بدخشان، يا شراب سرخ جي نالي سان سڏيائون ٿي.
(٨) محبوب جي غبغب کي چاهہ يا کوه ڪونيائون ٿي.
(٩) محبوب جي ڀرن (ابرو) جي تلوار سان مشابهت ڪيائون ٿي.
(١٠) محبوب جي اکين جي پنبڻن کي ڀالا يا نيزا سڏيائون ٿي.

(۱۱) محبوب جي ٽنگن کي سنگِ مرمر جي پيل پاون سان تشبيهه تي ڏنائون.

(۱۲) محبوب جي چيلهه کي وار جي سنهائيءَ سان مشابهت تي ڏنائون.

(۱۳) محبوب جي قد کي سرو وڻ جي مقابل ڪڙو ڪيو هئائون.

(۱۴) محبوب جي پيشانيءَ کي مسجد سمجهيائون ٿي.

عشق مجازيءَ جي مرحلي ۾ انهي باغ حسن جي ميون، گلن، درختن جي سوڀنهن. خوشبوءِ جو پتو پيو ۽ معلوم ٿيڻ لڳو تہ انهن تشبيهن ۾ واقعي جان هئي.

(۱) زنجير ۽ ڪارا نانگ بيشڪ ايذاءَ رسان هئا، پر زلف جي ڏنگيل ۽ ايذايل جو رنگ ئي اور هو. مولانا همايوني واقعي سچ چيو ٿي جڏهن چيو هئائين تہ:

تنهنجي زلف جي بند ڪمند وڌا،
زندان هزارين مـان نہ رکـو.

(۲) گلاب جي سرخي نهايت خوشبودار ۽ خوبصورت هئي پر محبوب جا ڳل عاشق جي نظر ۾ ان کان هزار دفعا زياده خوبصورت ۽ خوشبودار هئا، صرف سڃاڻپ جي ضرورت هئي.

(۳) صوف بيشڪ سهڻو ۽ مقوي ميوو هئو پر عاشق کي تہ پتو هو، تہ معشوق جي زنخدان اڳيان ان جو مُلهہ ۽ مقدار ڪهڙو هو.

(۴) نرگس جو گل نهايت خوبصورت هو پر جو خمار، خوبصورتي، گهرائي ۽ ڪشش محبوب جي اکين ۾ هئي، ان جو ذڪر سائين مصري شاهہ کان ٻڌو:

ڪنيائون ڪلي نيڻ گهرا گلابي،
پري پاڃهہ نرگس عجب نيم خوابي.

شاهہ لطيف:

ڪٿي نيڻ خمار مان، جان ڪيائون ناز نظر،
سورج شاخون جهڪيون، ڪوماڻو قمر،
تارا ڪتيون تائب ٿيا، ديکيندي دلبر،
جهڪو ٿيو جوهر، جانب جي جمالِ سين.

(۵) باغ ۾ نڙيل ڏاڙهونءَ جا داڻا نهايت خوبصورت ڏسڻ ۾ ايندا آهن. جنهن کي شاعرن نارخندان سڏيو آهي، پر معشوق جا ڏند بنهنجو مثل پاڻ هئا.

نارخندان باغ را خندان کند.

سچل سائين فرمائي ٿو:

ڏند تہ موتي محبوب جا هيرو لعل جواهر ـ

(٦) قبہ نور جي هاڪ ڳهٽن پڌي هوندي پر مولانا جامي ان جي هن طرح تشبيهہ ڪري ٿو:

دو پستان هريڪے چون قبہ نور،
حبابے خواستہ از عين ڪافور.

معنيٰ: ٻہ پستان هر هڪ قبہ نور هو، ان جي ٻنڌي چڻ تہ ڪافور جي نيل هئي.

(٧) لبن جي بهترين تشبيهہ خواجہ حافظ شيرازي هينئَ طرح ڪري ٿو:

در ازل داده بست مارا ساقي لعل لبت،
جرع جامي ڪہ من سرگرم آن جامم هنوز.

معنيٰ: ازل کان تنهنجي لعل لبن مون کي اهو پيالو پياريو آهي، جو زمانو گذري ويوآهي ليڪن اڃان تائين ان جو خمار نہ لٿو آهي.

(٨) ڪاڏي يا زنخدان بابت خواجہ حافظ فرمائي ٿو:

غرق در چاهہ زنخدان توامُ ڪن هر طرف،
صد هزارش گران جان زير طوق غبغب است.

معنيٰ: تنهنجي ڪاڏيءَ جي کوهہ ۾ ڪيئي غرق ٿيل آهن.

(٩) ابرو ـ رخسار پرن لاءِ مولانا همايوني فرمائي ٿو:

ڪئين ابرو تيغ شهيد ڪيا، ڪئين ناز مزيد مريد ڪيا،
ري ناٿي ديد خريد ڪيا، قربان هزارين مان نہ رڳو.

(١٠) اکين جي پنبڻن کي سچل سرمست هھڙيءَ طرح بيان ڪيو آهي تہ:

سهٽيان دے هُڻ مزگان دي، وه ڏنم تيزے بازي،
سيني مار ٿباهہ ڪَين ڪرَ ايڏي دست درازي،
عاشق جهل ڳچي گهت ڪپڙا آپ ٿيون ايلازي،
ڏيوين سر "سچل" آويڪين غمزے دے وچ غازي!

(١١) ٽنگن بابتِ مولانا جامي هينئن طرح تشريح ڪئي آهي:

سخن را نم زساق او ڪہ چون ست،
بنائے حسن راسيمين ستون ست.

معنيٰ: محبوب جون ٽنگون اهڙيون آهن ڄڻ تہ حسن جي محلات جا چانديءَ جا ٿنيا آهن.

(١٢) چيلهہ بابت بہ مولانا جامي هي فرمائي ٿو:

نيا رستن ڪمر از موئي بستين،
ڪزا موبوديش بيم گستن.

معنيٰ: چيلهہ وار وانگر نازڪ آهي جو ان جي ڇڇي پوڻ جو خطرو آهي.

(١٣) قد لاءِ خواجہ حافظ هيئن فرمائي ٿو:

نثار روئي تو هر برگ گل ڪہ در چمن ست.
فدائي قد تو هر سرو بن ڪہ بزلب جو ست.

معنيٰ: تنهنجي منهن تان باغ جو هر گل قربان پيو ٿئي. تنهنجي قد تان دريا جي ڪناريٰ وارو هر سروَ جو وڻ فدا پيو ٿئي.

(١۴) محبُوب جي پيشاني لاءِ شاهہ سائين ۽ سچل سرمست جي شاهدي ڪافي ٿيندي.

چنڊ چوانءِ سچ. جي منو نہ پائئين،
ڪڏهن ايرين سنهڙو. ڪڏهن ايرين ڳچ.
منهن ۾ ٻريئي مچ. تو ۾ ناهہ پيشاني پيرينءَ جي.
(شاهہ)

چوڏس چنڊ هي منهن محبوبي، واهہ وسيع پيشاني،
ويکڻ نال حيران رهيو سے ، رنگ سارا رحماني،
جهلڪ اُهين دي ڪوند جهلے ، جو بوئي نور پيشاني،
سچل حسن جسينان اٿئون، جان ڪيتي قرباني.

**(٣) باغِ حسن جي ميون چکڻ، سنگهڻ جا نفعا ۽ نقصان، جائز ۽ ناجائز:**

جهڙي طرح ڍور سائو گاهہ ڏسي يڪدم گهرندو آهي تہ ان کي کائي يا ٻکيو جانور کاڌو ڏسي ان جي کائڻ لاءِ تيار ٿئي ٿو. جنهن ۾ هنن کي اها

تيمز ڪانہ ٿي رهي تہ اهو ڳاهہ يا ڪاڏو پرائو آهي يا نقصانڪار آهي. ان وانگر عاشق ۾ بہ رواجي طرح مذڪوره بالا حسن جي ميون ۽ گلن کي چکڻ ۽ سنگهڻ جو شوق پيدا ٿيڻ فطري ڳالهہ آهي.

مجازي صغيرپڻ جي دؤر ۾ اها خواهش پيدا نٿي ٿئي پر جيئن مجاز سن بلوغ کي پهچي ٿو تہ اها خواهش پيدا ٿئي ٿي. ان سان گڏ انهيءَ دؤر ۾ تميز جو مادو بہ منجهس پيدا ٿئي ٿو. جنهن مان ان جي نفعي ۽ نقصانن کان ڪيس واقفيت ٿئي ٿي. ليڪن جبلي خواهش ايترو تيز ۽ زوردار ٿئي ٿي جو رواجي طرح ماڻهو ان تي ضابطو رکي صحيح طرح جي استعمال تي قادر نٿو ٿئي.

مجازي عشق جي صغيرپڻ وقت انهن خواهشن کان آزاد هوس پر جيئن مجاز جي سن بلوغ کي پهتس مون تي بہ باغ حسن جي پرفريب ۽ دلڪش ميون ۽ گلن جي چکڻ ۽ سنگهڻ جي زوردار خواهش پيدا ٿي.

اهي ڳاڙها گل جن لاءِ شاهہ سائين فرمايو آهي:

"پسي ڳاڙها گل متان ڪا گل چانگي ڪي چاري."

انهيءَ باغ جو هر ميوو - گل، درخت هوشربا هو. ليڪن ساڳئي وقت تميز جي مادي پيدا ٿيڻ ڪري انهن جي استعمال جي نفعي ۽ نقصانن مان واقفيت ٿي. جماعتي دستورن، مذهبي قانونن، اخلاقي پابندين منهنجي جبلي خواهش پوري ڪرڻ تي روڪ وجهڻ شروع ڪئي، انهيءَ ڪري عجب ڪشمڪش ۾ ڦاسي شش و پنج ۾ پئجي ويس. انهيءَ ڪيفيت کي ان وقت مون چند مضمونن ۾ قلبند ڪيو هو. جي مناسب موقعي تي پيش ڪبا.

**(۴) سوسائٽيءَ جي قاعدن ۽ اخلاقي پابندين جو اثر:**

جانور ۽ انسان ۾ تفاوت اهو آهي تہ جانور گهڻين پابندين کان آزاد آهي. ماڻهو اشرف المخلوقات جي صفت سان موصوف ٿيڻ ڪري پاڻ تي جماعتي نظام، نسل جي پاڪيزگي، باهمي فسق ۽ فساد کان بچڻ لاءِ ڪي جماعتي دستوريءَ اخلاقي پابنديون عائد ڪري ڇڏيون آهن. جنهن ڪري هو جانور وانگر ڇڙواڳ نٿو رهي سگهي.

ماڻهن جماعتي قاعدا هينين مسئلن جي خاطر خواهہ حل لاءِ مرتب ڪيا آهن:

(١) باهمي جنسي ميلاپ جا سنڌا ۽ سيڙها.
(٢) هڪبئي جي ملڪيت يا لاڳاپي جو احترام.
(٣) باهمي رضامنديءَ لاءِ تشدد جي استعمال کان گريز ڪرڻ.
(۴) باهمي تعلقات ۽ ڏي وٺ بابت ڪي دستور مقرر ڪرڻ.
(۵) ملڪيت جي حصول لاءِ دغا، ڪوڙ، وعدي خلافي، تشدد ۽ نفعي خوريءَ کان پرهيز ڪرڻ.
(٦) فرد جون سوسائٽيءَ لاءِ جوابداريون.
(٧) هڪڙين قومن جا ٻين قومن سان رابطي جا اصول.

انهن قاعدن ۽ دستورن جي تڏهن پوريءَ طرح پوئواري ٿي سگهندي جڏهن ماڻهو خودمطلبي ۽ نفس اماره جي پوئلڳي ڇڏي، پراپڪاري ۽ قربانيءَ جون خاصيتون حاصل ڪندو.

انهن قاعدن کي مختلف مذهبي اڳواڻن، قومن جي قديم دستورن ۽ حڪومتن طرفان مقرر ڪيو ويو آهي. باوجود ان جي لکها ماڻهو سندن ذاتي ڪمزورين، جنسي خواهشن، سوسائٽيءَ جي جوڙجڪ، غلط ماحول ۽ ٻين انيڪ سببن ڪري انهن جي پابندي نٿا ڪن. جنهن ڪري ملڪ ۾ جنسي بداخلاقي، چوري، ڌاڪو زني، استحصال، خون خرابي، فساد ۽ ظلم جاري رهي ٿو.

ماڻهوءَ جي زندگيءَ جو سفر گهڻين لالچن ۽ خطرن سان ڀريل رهي ٿو. انهيءَ کان آزاد ٿي زندگي صحيح ۽ ماڻهن جي ڀلي لاءِ هلائڻ ڏکيو ڪم آهي. اها ترڪڻ بازي آهي ان چاڙهيءَ کان جو چڙهيو اهو ڪامياب ليکبو.

اخلاقي اصولن جي پابندي انسان جي مادي ۽ روحاني تڪميل لاءِ ڪارآمد ثئي ٿي. ان جي انحرافي ان کي هيٺ ڪرائي تنزل، فساد ۽ حيواني صفتن تائين پهچائي ٿي. عشق مجازيءَ ۾ هيءَ ڏور نهايت نبرد آزما ثئي ٿو. ان مان چڙهڻ وڏو ڪم آهي.

خدا جي لطف، سني صحت، درويشن جي دعائن، علم جي رهنمائي ۽ حالات جي سازگاريءَ مون کي ان منزل تان چاڙهي ڇڏيو. قرباني ۽ پراپڪاريءَ جي نعمتن سان نوازيو. جنهن نه رڳو مونکي مجازي مرحلي ۾ مدد ڪئي پر زندگيءَ جي هر راهه ۾ رهبري ڪئي.

**(۵) سبلائيميشن (ڪثافت کان لطافت طرف هلڻ):**

هي لفظ علم نفسيات جي ماهرن جو ايجاد ڪيل آهي. جنهن مطابق ماڻهو حيواني جبلتن کي رواجي طرح پوري ڪرڻ جي خواهش جي عيوض اعليٰ اخلاقي، ذهني، روحاني قدرن جي پوري ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻي ٿو. مثلاً عاشق ۾ محبوب جا ڳاڙها چپ ڏسي ان کي چمڻ مان خوشي حاصل ڪرڻ جي خواهش پيدا ٿئي ٿي. يا شراب ڏسي ان مان ڍڪ پيري سرور حاصل ڪرڻ جو شوق جاڳي ٿو.

اهي ٻئي خوشيون عارضي ٿين ٿيون. اهڙيءَ طرح حاصل ڪيل خوشيءَ جي عيوض يا نفعي تي غور ڪرڻ بعد هن ۾ بعضي اهو خيال اچي ٿو ته عارضي خوشي يا سرور جي عيوض ديرپا خوشي ۽ سرور ڪهڙيءَ طرح حاصل ڪري سگهبو.

ترقي يافته روح انهيءَ جذبي مان عارضي خوشي حاصل ڪرڻ جي عيوض ان کي عقيدن تي عمل ڪرڻ، روحاني (ذهني) سرور يا قومي خدمت ۾ وقت صرف ڪرڻ مان جا خوشي حاصل ٿئي ٿي ان طرف مبدل ڪن ٿا. ان ڳالهه کي سبليميٽ ڪرڻ سڏجي ٿو.

اهڙيءَ طرح زلفن کي فراق ۽ قيد سان مشابهت ڏني ويئي آهي. رواجي طرح ماڻهوءَ جي هميشه اها خواهش رهي ٿي ته فراق جا ڏينهن گذري وصال حاصل ٿئيس. پر گهري غور ڪرڻ بعد اهو پتو پوي ٿو ته فراق مان حاصل ٿيندڙ درد يا غم خود هڪ انتها درجي جي خوشي ٿئي ٿي. شاهه سائين فرمائي ٿو:

ڳوليان ڳوليان م لهان، شال م ملان هوت،
من اندر جا لوچ، سا ملڻ سان ماٺي ٿئي.

وڌيڪ غور بعد پتو پيو ٿي ته اهي هڪ ئي شيءِ جا ٻه پاسا هئا. ليڪن ڪن درويشن ته موريگو خوشيءَ ۽ غم کي هيٺيون درجو ڏنو هو. جي: ماڻهوءَ کي ان درجي تي پهچڻو هو جتي ٻنهي جي اثر کان آزاد ٿي وڃڻو هوس. اهو بيخودي يا حيرت جو مڪان هو.

مولانا روم فرمائي ٿو ته:

"خوشتران باشد ڪه سر دلبران، گفته آيد در حديث ديگران."

ان وانگر موٽي مجاز جي درسگاهه ۾ اچي ڪي سبق پڙهي ٻڌايان ٿو.

مجاز جي پهرئين دؤر ۾ جنهن کي معصوميت جي زمين سان تشبيهه ڏني اٿم (م) دوست هڪ استاد، مرشد ۽ رهبر جو ڪم ڏنو ٿي.

هن ٻئين مرحلي تي پهچڻ بعد عقل ۽ سڌن جي وڌڻ سبب همسري جي درجي تي پهتس. جتي اهو دوست مجازي مجسم، درسگاهہ ۽ مسجد جو درجو وٺي ويو. آئون عاشق، شاگرد ۽ عابد بنجي ويس. انهيءَ وقت جو هينيون خط پڙهو:

## دوست جو خط

ڪراچي، ١٦- جولاءِ ١٩٢٣ع

يا علي مدد

(هن خط تي سندس نالي جا ٻہ انيشل رت سان لکيل هئا)

منهنجا عزيز ڀاءُ، منهنجا هن منافقن، خود مطلبن ۽ جاده پرست ماڻهن جي وچ ۾ اڪيلا رازدان!

عزيز ڀاءُ، گذريل رات کان آئون نهايت غمگين رهي آهيان. مون هڪ خط هن کي موڪليو جو مون گهريو ٿي تہ هو مون بابت ڪجهہ فڪر ڪري تہ ان ڪري مون کي آٿت ٿئي ها ۽ ڪيس منهنجي درد جو پتو پوي ها. مون گهريو تہ ڪيس ملان. رواجي طرح آئون ميٽنگ ۾ وڃڻ بعد ڪيس ڏسي سگهان ها. پر مون کي خيال آيو تہ عام مجمعي اڳيان آئون ڪيس پنهنجا جذبات ڏيکاريان سو ٺيڪ نہ هو. چاڪاڻ تہ ڪالهہ آئون ان موج ۾ هيس جو ساري مجمعي جي سامهون ڪيس ڀاکر پائڻ کان پاڻ روڪي نہ سگهان ها. تنهن ڪري گهر ۾ رهي پيس، ۽ ڪي ڪتاب ڪڍي پڙهيم. ميرزا عبدالقادر جو هي شعر نظر مان گذريو جو توکي موڪليان ٿي.

خبر نہ آهي تہ ڇو آئون اهڙو آزادانہ طور توکي لکي رهي آهيان. ها، مون کي معلوم آهي تہ تون شريف انسان آهين ۽ مون کي خبر آهي تہ توکي خدا جو خوف آهي. سڀ کان وڏيڪ اها ڳالهہ آهي تہ درد ڀري دل رکين ٿو. توکي اولاد آهي تنهن ڪري ٻين جي اولاد لاءِ بہ همدرد آهين ۽ قدر اٿئي، جن کي مائٽن لاڏلو ڪري نپايو هو هاڻ ڳجهن جي حوالي وڃي ٿي آهي. خدا توتي پنهنجي رحمت موڪلي. مون کي خبر آهي تہ تون پارسي چڱيءَ طرح ڄاڻين ٿو تنهن ڪري هنن شعرن جي معنيٰ توکي سمجهائڻ جي ضرورت نہ رهندي.

آئون توکي ايترو لکان ٿي چاڪاڻ ته مون کي خبر آهي ته تون ان ڪري ڪڪ نه ٿيندين. نه هن ڳالهه کي شرمناڪ سمجهندين. توکي جيڪڏهن هزارها خط موڪليان ته به تون صبر سان برداشت ڪندين. دل سان پڙهندين. قدر ڪندين. مهربان ماءُ وانگر مون کي هن دکن ۾ ڏڍ ڏيندين.

هن دکن بابت جڏهن آئون توکي لکان ٿي يا حال ڪريان ٿي ته پڪ اٿم ته هڪ همدرد ڀاءُ سان درد اوريان ٿي. ڇاڪاڻ ته مون کي معلوم آهي ته توکي عورتن جهڙي دل آهي. ۽ مردن جهڙي همت اٿئي. اهي ٻئي صفتون هڪ ماڻهوءَ ۾ گڏ هئڻ نادر ڳالهه آهي. ٻڌ ته! مون کي نه ننڊ ٿي اچي نه ڪاڏو ٿو وڻي، جنهن ڏينهن کان تون ويو آهين هتي پيو ڪوبه ڪونه آهي، جنهن سان دل کولي درد ونڊيان. هاڻ جڏهن درد اپري ٿو ته اندر ڪاڇي پيو.

منهنجا عزيز ڀاءُ. توکي خبر نه آهي ته هن ڳالهين ڪهڙيءَ طرح مون کي دک رسايو آهي. آئون ساڳي عورت نه رهي آهيان. آئون دنيا اڳيان اندر جا راز کولي نٿي سگهان. مون کي صرف هن جو خيال آهي ۽ جيڪي مون ۾ بچيو آهي سو هن کي قبول آهي. هاڻ خبر پئيم ٿي ته خدا واقعي آهي ۽ خدا جي سڃاڻپ هن جي ذريعي ٿي اٿم. تنهن لاءِ باوجود هن جي بي التفاتيءَ جي سندس شڪر گذار آهيان.

## بيدل جا شعر هي آهن:

ز چاک سینہ آهے مي نويسم، کتانم ماهے مي نويسم
غبار انتظار کيست اشکم، کہ هر سطرے بر آهي مي نويسم
برنگ سايہ عشق ديگرم نيست، همان روز سياهي مي نويسم
نياز آئينہ اسرار نازست، شکست، کج کلاهي مي نويسم
ز دل نقش اميدم جلوه گر نيست، بر اين آئينہ آهي مي نويسم
دو عالم نسخہ حيرت سوادست، بهر صورت نگاهي مي نويسم
چو صبحم صفحہ بي نقش بيدل، شکست رنگ گاهے مي نويسم.

هي پيو شعر ان کان به بهتر آهي جو ماڻهوءَ کي ايترو متي کٽي وڃي ٿو جتي هو صبر سان همڪنار ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ ته انهيءَ جي پڙهڻ ڪانپوءِ مون کي پنهنجي دانهن تي قابضو اچي وڃي ٿو. هاڻ مون کي پتو پيو ٿو ته

ھن کي خدا موڪليو آھي تہ مون تي ذھن نشين ڪري تہ منھنجو ھڙو حال سڀندس لاءِ ٽڪو (داغ) آھي. مون کي مضبوط ٿيڻ گھرجي. مضبوط ٿيڻ بعد ئي خدا مون کي نوازيندو. خدا مون کي ھنن آزمودن ۾ ان لاءِ وڌو آھي تہ باوجود جدائيءَ جي آءٌ ساٿس ھڪ ٿي ويجان.

## شعر ميرزا عبدالقادر "بيدل"

ز پيرھن برون آئي شڪوھي نيست عرّياني،
جنون ڪن تا حبابي را لباس بحر پوشاني
نموّ ھائي بھار اعتبار افسردگي دارد،
نمي بار و بھار فصل سبحاني بہ آساني،
بيڪرم خاموش نتوان ز ڪلفتھا برون جستن،
نفس را آب ڪن چندانڪہ ڪہ گردخويش بنشاني
محبت نيست آھنگي کہ آفت جوشد از سازش،
گستن بر نمي آرد ز زنار مسلماني
حيا ايجادم از مي بي نقابي ھا نمي آيد،
اگر مزگان ڪشودم چشم پوشيدم بہ حيراني
نہ دارد نقشي از حيرت دبستان خود آرائي،
إز درد دل چہ مي پرسي ھنوز آئينہ مي خواني
محبت تھمت آلود جفا شد از شڪست من،
حبابم گرد بر دريا نشاند از خانہ ويراني
دوچار ھر کہ گشتم چشم پوشيد ز غبار من،
درين صحرائي عبرت امتحاني بود عرياني
ھوس از نسخہ تسليم من صورت نمي بندد،
نگھہ نتوان نوشتن بر بياض قرباني.

---

پويان شعر لاجواب آھن اھي منھنجي اھڙي ترجماني تا ڪن جو تعجب وٺيو وڃيم. ان ۾ شڪ نہ آھي تہ خدا رحيم آھي ھو بي وسيلن جو وسيلو ۽ اپاھجن جو آب رسان آھي. ھو غفور رحيم آھي. آئون شڪستہ ٿيل آھيان پر منھنجي شڪستگيءَ ۾ انبار خوشيءَ جو پريو پيو آھي. آئون ھزار بار شڪستہ ٿيڻ گھران ٿي، ۽ ان تجربن مان گذرڻ چاھيان ٿي. اھڙيءَ طرح خدا کي ماڻھوءَ جي معرفت ڏسي سگھي آھيان.

عزيز پياءُ. جلد اچ. گھڻو ئي ان مسئلي تي توسان ڳالهائڻو اٿم. اسان هڪ ٻين سان دل جا راز کولي سگهون ٿا پر تعجب ان ڳالهہ تي آهي تہ جڏهن پاڻ ۾ ملون ٿا تہ گهڻو ڪونہ ڳالهايون ٿا. جيئن گذشتہ دفعي ٻي زبانيءَ جي زبان ڪانسواءِ نہ تو ڳالهايو نہ مون ڳالهايو. اسان صرف هڪ ٻئي ۾ نهاريو ۽ هڪ ٻئي جي مصيبتن ۽ پريشانين کان واقف ٿياسون. تو ماٺ سان منهنجي درد تي دانهن ڪئي ۽ مون جيڪي اندر ۾ دانهون ٻي ڪيون سي صرف تو جهڙو حساس دل ماڻهو ئي سمجهي سگهيو ٿي.

عزيز پياءُ! خدا تو تي برڪت موڪلي. اها وڏي نعمت آهي. جيڪا مون کي محبت هن لاءِ آهي انهي جو سمجهڻ بہ جهڙي تهڙي جي وسعت کان مٿي آهي. مون کي خبر آهي تہ اها ذات توکي خدا کان مليل آهي.

جڏهن آئون باغ ۾ اڪيلي وهانْ ٿي. پکين جي چون چون ٻڌان ٿي ۽ سهڻا وڻ ۽ گل ڏسان ٿي. تہ مون کي اهو احساس ٿئي ٿو تہ درخت جي هر هڪ پن ۽ گل مان منهنجي محبوب جو ظهور ٿي رهيو آهي. هن جو جمال هر جاءِ تي آهي. هو مون ۾ اندر آهي. ٻاهر آهي چوطرف آهي. آئون پنهنجو منهن سندس هنج ۾ رکي دانهون ڪري ساڻس راند ڪريان ٿي. کلان ٿي. رئان ٿي. مطلب تہ اهو وقت منهنجي لاءِ ناياب ٿئي ٿو. پوءِ ماڻهو هيڏانهن هوڏانهن اچي مون کي ان خوش خواب مان بيدار ڪن ٿا. بعد ۾ انهن ماڻهن سان گفتگو ڪري وري اچي گوشہ خلوت ۾ رهان ٿي. جتي ساڳي حالت ۾ پنهنجي دنيا ۾ رهان ٿي ۽ سندس پوڇا ڪريان ٿي. اها حالت مون کان ڪوبہ ڪسي نٿو سگهي نہ ان حالت ۾ اسان تي ڪو نظر بد وجهي سگهي ٿو. نہ ڪوئي گلا ڪري سگهي ٿو. ان مهل سارو وقت ساڻس گڏ رهان ٿي. سارو وقت سندس خوبصورت اکين ۾ ڏسي رهي آهيان. سندس چپن کي چمان ٿي. ڪيس پاڪر پايان ٿي. ان وقت هو منهنجو رهي ٿو ۽ آئون هن جي ٿيان ٿي. اهڙو اظهار ڪندي ممڪن آهي دنيا مون کي بي حيا تصور ڪري. پلي پئي ڪري. مون کي اُن جي ذري برابر بہ پرواهہ نہ آهي. اهو سڀ خدا جي سامهون ڪري رهي آهيان. جيڪڏهن خدا جو خوف نٿو ٿئيم تہ پوءِ ماڻهو ڇا ڪندا.

خدا مون کي اهو نعمت ڪري ڏنو آهي پوءِ ڏوهہ گناهہ ڪٿي ايندا. پوءِ حياءَ ڪنهن جو ٿيندو. اسان عرب جي صحرا جي پيدائش آهيون. اسان گذشتہ زندگي جهنگلي گذاري هئي اتي پيار ڪندي ساهہ ڏنو هوسون.

هاڻ اسان هن مهذب دنيا ۾. جيئڻ ماڻهو ان کي سڏين ٿا پر پتو نه آهي ته واقعي اها مهذب آهي. هتي مذهبي دستورن. اخلاقي قانونن جي ڪري مڃي ياڻيءَ کان ٻاهر وانگر تڙپي رهيا آهيون. اسان جو خون اهو آهي جو پيغمبر خدا ۾ هو. اسان جو هر ڳالهه ۾ طور طريقو ساڳيو آهي. دنيا جي ڪابه شي اسان کي جدا ڪري نٿي سگهي. دنيا ڇا به ڪري. آه! آئون ڇا لکي رهي آهيان. شايد ستين آسمان تي پهچي ويئي آهيان. اهو ئي سبب هو جو نه ميٽنگ ۾ وڃي ڪيس مليس نه خط موڪليومانس. پر باوجود ان جي باغ ۾ ساڻس گڏ هيس. عين انهي وقت جڏهين هن جو بدن ميٽنگ جي ڪاروبار ۾ مشغول هو. باوجود انهي ملاقات جي آئون دلشڪسته آهيان. دل تي بوجو اٿم. بنگلي جي روم ۾ دروازا بند ڪري تو خدا جي بندي ڏي هي خط لکي رهي آهيان. جو صاحب دل ۽ خدا وارو آهين. توکي دنيا تنگ ڪيو آهي. تون محبت جي آتش جو تجربو ڪري چڪو آهين جنهن ڪري توکي هر ڳالهه سمجهڻ جو مادو آهي. خدائي ذات واري دل اٿئي. خدا توتي رحمت ڪري. خوش رکي. خدا حافظ منهنجا ياءَ.

آئون تنهنجي دائمي ثورائتي آهيان. منهنجي سموري محبت جا هن کان بچيل هوندي (جا نه آهي) تنهنجي سپرد آهي. تنهن ڪري شڪر گذاري ڪريان ٿي. آئون سمجهان ٿي ته تون سمجهندين ته منهنجي محبت ۽ عزت سڀ هن جي حوالي آهي. خط جي ڪناري تي رت سان لکيل لفظ منهنجو هن ڏانهن هديه هئا. پر مون ڪيس موڪلڻ جي عيوض توڏي لکي موڪليا جو سمجهيم ته هڪ ته توکي هن لاءِ پيار ۽ عزت آهي ٻيو ته تو وٽ ان جو زياده قدر ۽ سمجهه آهي.

هاڻ ٽيو شعر لکان ٿي:

شنيدم ڪه شيخ زمان بايزيد. شب داشت از عشق گفت و شنيد
به بهر حضور حقائق شهود. خيالش نقاب تمنا ڪشود
ڪه چه آمن بوالفضول. ڪه يا بد درين رنگ قبول
ندا آمد از حضرت ذوالجلال. ڪه فرش اين جا دوعالم ڪمال
ز جنسي عبادات و علم و عمل. مراست اين ڪشور بي خلل
متاعي بجز نقص ذرڪار نيست. ڪمال ترا ڪس خريدار نيست
شڪسته تو اينجا دوستي نماست. ڪه بحر ڪرم سربسر موميا ست
ز جنسي شڪسته آنچه پيدا شود. براين آستان قيمتش را شود
بران گل ڪند گريه ابر بهار. ڪه رنگ شڪستن نڪرد اختيار.

خدا حافظ. منهنجو خون خشڪ ٿي رهيو آهي؛ ظاهري ڪلي رهي آهيان. پر اکين مان رت وهي رهيو آهي. جيڪڏهن آئون ورهين جا ورهيه عبادت ڪريان ها. پرهيزگار ۽ متقي ٿيان ها ته به مون جيڪي هن ڏهن مهينن جي دک مان پرايو آهي سو حاصل نه ٿئي ها.

پيارا پياءُ! جي زندگي اهڙي گذرڻي آهي ته ان کان ڀلي مري زمين ۾ آرام حاصل ڪريان. بهتر ائين آهي ته هن کان هي ڳالهه ٻڌان ته هو مون کي پيار ڪري ٿو پوءِ مران.

عزيز پياءُ. جيڪڏهن آئون سچي آهيان. منهنجي محبت سچي آهي ته ائين ضرور ٿيندو. خدا منهنجو شاهد آهي آئون سندس پيرن تي مٿو رکي موڪلائي مرڻ گهران ٿي. وڌيڪ لکي نٿي سگهان."

هيٺ آئون انهن خطن بعد جن مان هڪ مثال طور پيش ڪيو اٿم. پنهنجي ان وقت جي حاصل ڪيل تجربي ۽ تصور جو ذڪر ڪريان ٿو. جن کي مون ان وقت مضمونن جي صورت ۾ لکي ڇڏيو هو.

۷-۵-۱۹۳۴ع

## مضمون

ان منهنجي بي لوث غلامي. اوجاڳن ۽ اوسيئڙن ڪري دوست ويو مون کي قريب ڪندو. آخر مون کي خاص خلقه بگوشيءَ ۾ داخل ڪيائين.

جنهن تي منهنجي خوشيءَ جي حد ئي نه رهي. مون بادشاهن تي به اک نه چنڊي پاڻ جهڙو بخت وارو ڪنهن کي نه ٿي سمجهيم. هن آسمان جي مالڪ جي غلامي ڪا معمولي ڳالهه ڪانه هئي. ان غلاميءَ جي لطف جي مون کي خبر هئي، آئون يڪتا ٿي ويو هوس. دنيا مون لاءِ بهشت بنجي ويئي هئي. ڏاڏي آدم جو مثال منهنجي سامهون هو.

"انه کان ظلوماً جهولا"

جي فرمودي کان ٻاهر نڪري نه سگهيس ۽ منع ٿيل درخت (راز) جي سواد وٺڻ لاءِ آماده ٿيس. مونکي "لولاڪ لما خلقت الافلاڪ" جي راز جو پتو نه هو. آئون غلام هوس. منهنجو ڏنڊو بنا مقصد ء لالچ جي خدمت ڪرڻ هو. نه عاشق معشوقيءَ جي رازن کان واقف ٿيڻ هو. آئون هن لاءِ هوس نه هو مون لاءِ هو. هن جو راز صرف سندس معشوق کي معلوم ٿيٺو هو. پر

"الانسان مرکب من سهو والنسیان" انسان-خطا جو گهر آهي سو مون کي بہ سڌ جاڳي تہ غلامي ۾ خدمت جو صلہ ملڻ گهرجيم. ان لالچ ۾ تميز ڀون کي معصوميت جي اعليٰ مکان مان لاهي بهشت تان زمين تي آڻي ڦٽو ڪيو. اڳي معصوميت ۾ منهنجا عيب ڍڪيا پيا هئا. سي ظاهر ٿي پيا. ان حالت تي زار زار رنم. پنهنجي ڪئي تہ پشيمان ٿيس، توبهہ قبول پيئي پر بهشتي حالت واري معصوميت وري نہ موٽي. عالم عبديت ملائڪن جو ملڪ هو. اُن ڪان ٻاهر نڪري ٻي عالم اچڻو پيم.

تجهہ قيد سي دل هوکر آزاد بهت رويا،
لذت کو اسيري کي کر ياد بهت رويا.

۱۹-۵-۱۹۳۴ع

ان جي غلامي منهنجي لاءِ باغ عدن برابرُ هئي پر ان ڪان ٻاهر نڪرن بعد بہ مون تي احسان جو هٿ ڍرو نہ ٿيو.

هاڻ آئون غلام جي عيوض دوست سڏجڻ لڳس. ان ۾ مونَ ڪيئي منزلون طي ڪيون. مون کي ياد آهي تہ سارا ڏينهن ۽ راتيون ان جي بارگاهہ اعليٰ ۾ مون کي شرف باريابي نصيب هوندو هو. متهنجي هن جي وصال ڪانسواءِ ڪانہ سرنديٰ هئي. هن جي لطف جو اهو حال هو جو ويل بہ نہ وساريندو هو. هو ۽ آئون هئاسون. هن جون اکيون جڏهن منهنجي اکين سان ملنديون هيون تہ "فڪان ڪاب قوسين او ادنيٰ" جو نظارو نظر ايندو هو. اهي دريون هيون جن مانَ دوست پي ديدار ڪرايو. ان جي پيشاني منهنجي مسجد هئي، جنهن جي صاف ميدان ۾ بجليءَ جي روشنيءَ يا چنڊ جي چانڊوڪيءَ ۾ وجي دنيا جي مها چار ڪان نجات ۽ سڪون حاصل ڪندو هوس. ان جي رخ انور مصحف جو ڪم تي ڏنو. جنهنَ جي هر هڪ آيت الهام الاهي هئي. ان جيڪي چيو يا لکيو يا سبق ڏنا سي اهڙا هئا جهڙا موسيٰ کي طور سينا تي مليا هئا. ان جي پريم جي پيالي ۾ اها مستي هئي جنهن جي ترجماني خواجہ حافظ نهايت عمده پيرايہ ۾ ڪئي آهي.

رهانيدي مرا از شر هستي، چوپچودي پيا پي جام مئي را.

معنيٰ: "جڏهن شراب محبت جا جامن مٿان جام پيارئي تہ هستيءَ جي مها چار ڪان آزاد ڪري ڇڏيئي."

خواجہ صاحب وڏيڪ فرمائي ٿو ـ

مست مي بيدار ڪَرد نيم شب. مست ساقي روز محشر يامدار.

معنيٰ: "شراب جو نشو اڌ رات تائين هلي ٿو. محبوب جو نشو روز محشر تائين رهي ٿو."

منهنجو اهڙو حال هو. انهي محبت جي مئي بلاشبہ مستان ڪري ڇڏيو هو. پر اهڙي اوج واري حالت ۾ بہ بيتاب هوس. اندر جي آگ صبر وجائي بيقرار بنائي ڇڏيو هو. پاڻ کي پلصراط تي بيٺل پئي معلوم ڪيم. محبوب جي دلربا صفاتي باغ جو هر هڪ ميوو ۽ گل عجيب ميناج ۽ خوشبوءِ وارو هو. جنهن ڪيترن ئي زاهدن جا روزا ٻچي ڇڏيا هئا. انهي ميدان ۾ سندس ڪمان ابرو ڪيترن عاشقن کي گذرا چٽي گهايل ڪري ڇڏيو هو. ان جي ديدن جي دونالي اڄ ڪلهہ جي.جرمن مشين گن کي شهہ ڏئي ڇڏي هئي. ان جي پيشانيءَ جي ميدان ۾ ڪيئي عاشق زلفن جي ڪمند جا اسير ٿي چڪا هئا. اهي عشق جا اجايل عاشق. معشوق جي لعل لبن جي سرڪيءَ لاءِ جا آب ڪوثر کان زياده چاتاڻون ٿي. العطش جو نعرو گذر ڪري ويا هئا.

اي دوست! آئون ٺامون هوس. تنهنجي ڇهڻ مون کي سوَن بنائي ڇڏيو هو.

"راٺا هيس ريءَ. توسائين مون سوَن ڪيو."

تنهنجي جهوليءَ ۾ نند اڳيان حوران بهشت جا هندورا مات هئا. تنهنجي لبن جي لعاب ۽ اکين جي گرم آب. آب حيات جو ڪم ڏنو ٿي.

مطلب تہ تنهنجي باغ صفات جي ڪهڙي ساراهہ ڪريان. ان کان قلم قاصر آهي. اهي سڀ دل وٺندڙ شيون ڏسي دل ٿيم تہ انهي صفاتي بهشت جي باغ جو ميوو چکان تہ هاتف کان آواز آيو تہ منع ٿيل شي کي ويجهو وڃڻ ڪري بهشت عبوديت مان تڙئين. هاڻ ڪثرت جي عالم ۾ اچي ڪنهن بہ صفاتي شيءِ کي هٿ لائيندين تہ قرب ڪبريائيءَ کان تڙجي ويندين.

"بسي ڳاڙها گل. متان ڪا چانگي کي چاري."

نيٺ سندس لطف ۽ احسان سان اها چاڙهي چڙهي جاءِ امن تي پهتس ۽ باغ صفات جي ڪنهن بہ شيءِ کي هٿ نہ لاتم. پاڻ کي اڇوتن جي قطار ۾ داخل سمجهي نياز ۽ ادب جي واٽ وٺي وقت گذاريم.

ڇا لڳي ٿو ڇا ڪجهہ پر ان جي مهرباني مون کي فائر پروف ڪري ان جي تجلي صفاتي ۾ جلڻ کان بچائي ورتو.

جڏهن مون کي ان باغ صفات مان ميوي چکڻ يا گل سنگهڻ جي اجازت ملي تہ مون سواءِ سندس ذات جي ٻي ڪنهن بہ شيءِ جي تمنا نہ رکي. مون پنهنجي تمنائن کي عشق جي آتش ۾ ساڙي ڀسم ڪري ڇڏيو. ليڪن منهنجي حالت بهتر ٿيڻ جي عيوض بدتر ٿي. صفات کي هٿ لائڻ کان گوشو ڪيم. ان لاءِ تہ ذات تائين پهچي سگهان. پر ان جو حصول منهنجي طاقت کان مٿي هو. آخر ان بعد اهو راز کلي پيو تہ ذات اعليٰ کي تسلط ۾ آڻڻ ممڪن نہ هو. اتي صرف ان جي تسلط ۾ رهڻو هو.

عشق نہ آهي راند، جا ڪيڏن ٻيرو.
سسي نيزي ٻاند. اچل تہ اڏ ٿئي.

مون مان اڃا ڪک ڇهي رت ٻئي نڪتو سو ڪٿي ٿي ان اعليٰ مڪان تي پهچي سگهيس. ان ڪانپوءِ منهنجا آزموده شروع ٿيا. پهرين ان محبت جي مڪتب مان سورن جا سبق سکيم. ڇاڪاڻ تہ ان ڪانسواءِ عاشقن کي بارگاهہ حقيقيءِ ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت ملڻي نہ هئي.

## ۱۰-۵-۱۹۳۴ع

## محبوب جو مڪتب

ائين تہ ڄمڻ کان وٺي دنيا جي مڪتب ۾ تعليم شروع ٿئي ٿي: گهر جي تربيت. سنڌي اسڪول جي تعليم. قاضين ۽ مولوين کان پارسي ۽ عربي تعليم.

خلافت. ڪانگريس. لوڪلبورڊ وغيره جاين تي سياسي سکيا. بيشڪ پنهنجو مٽ ٻاڻ هيون. راتيون جاڳي ڪتاب پڙهڻ. سوز ۽ عشق جا ڪلام ٻڌڻ. سٽ سنگ جو ساءُ وٺڻ. تن بہ وڏا ٻال ٻلايا. دنياوي دشمن کان جي سبق سکيس سي بہ نهايت ڪارآمد هئا. پر محبوب جي مڪتب جو رنگ ئي اور هو.

وسريو م سبق. پهرين سٽ نہ سنيران.
اڃا هي ورق. مون مطالع تہ ٿئي.
(سامي)

هتي پيا سڀ سبق وسارڻا پيا. ڀهرين تنهنجي وصال جو مطالعو ڪيم.
تنهن ۾ تون ٻي هئين. ٻي لات لحظي جيتري ڪانه هئي. هي جاءِ سانڊيڻ جي نه هئي اتي اٿموت ئي اچي سگهيا تي. جن جا سر ست ۾ هئا. اتي وجود وڃائڻ ڪانسواءِ پڙهڻ پڙهائڻ جي ڳالهه ئي نه هئي.
مون سمجهيو ته ان جي وصال ۾وقت خير سان گذرندو پر:

ديکهـے تو عـشق کي دهڙکي شب وصل ميں آه،
گرچـه هے پاس تيرےِ، تو بهي هے ششدر عاشق.

ان ڪشمڪش اڳيان چقمق جي لوهه کي چڪ. ٻاهه جو پتنگ کي سڏ. سڀ جو برسات لاءِ واجهائڻ سڀ مات هئا.
ان وقت ظاهر ۾ هن کي ڏنم ته پئي ۽ ان جي حضور ۾ حاضر به هوس، ته به بي تابي لڳي پيئي هئي. جنهن سک نه ئي ڏنو.

بلبل برگ گل خوش رنگ در منقار داشت.
وندران برگ و نوا خوش نالهائي زار داشت.
گفتمش در عين وصل اين ناله و فرياد چيست.
گفت مارا جلوه معشوق در اين کار داشت.

معنيٰ: "بلبل کي خوش رنگ گل جي پنکڙي چهنب ۾ هئي. اها پنکڙي چهنب ۾ هئڻ جي باوجود دانهون پئي ڪيائين. مون پڇيومانس ته وصال جي وچ ۾ هي دانهون فرياد ڇا جي لاءِ هئا. چيائين معشوق جي جلوي مون کي هن بي تابيءَ جي حالت ۾ آندو آهي."
ان وقت معلوم ٿيو ته ڏسڻ ۽ ملڻ ۾ وڏو فرق آهي. عجب اهو هو ته محبوب جي حضور ۾ حاضر به هوس، ڪڏ به وينو هوس پر ان کي آئون پهچي نٿي سگهيس. اهو پردو ڪهڙو هو جو آڏو هو.
بقول شاعر اهو پردو:

تون پاڻ پيــر پردو.آهين پيل پرين تي.
تون نيست ٿي ته نازڪ سان ٿئي وصال تنهنجو.
(اصغر)

اهو پردو ڪيئن هني. ان لاءِ هڪ جهرڪ جي مثال منهنجي رهبري ڪئي.

"هڪ ڏينهن ڏنم ته هڪ جهرڪ آئيني ۾ پنهنجي تصوير ڏسي ان تي عاشق ٿي پيئي پاڻ پٽوڙيو. اها حالت ڏسي ڏينهن جا ڏينهن هلي. ان جدوجهد ۾ اهڙو مستغرق ٿي ويو ٿي جو بر ۾ ڪنهنجو به سڌ سماء ڪونه ٿي پيس. محبوب ئي محبوب سامهون هوس. محبوب کي ڏسڻ جي باوجود به ان کي پهچي نٿي سگهيو. ناڻ جو پردو هن جي اڳيان حائل ٿيو بيٺو هو. جيسيتائين ان کي دور نٿي ڪيائين ان وقت تائين حقيقت جو معلوم ٿيڻ مشڪل هوس."

ان ڪري مون به جيسيتائين سوز جو سبق پڙهي پاڻ وڃائڻ نه سکيو هو. ان وقت تائين اها دوئيءَ جي تصوير سامهون ٿي، ڏوکو ڏئي رهي هئي. پاڻ وڃائڻ بعد ظاهر جون اکيون بند ٿي جڏهن اندر جون اکيون کليون ته پتو پيو ته:

اسين سکون جن کي، سي تان اسان پاڻ،
پڇي وڃ گمان، مون صحيح سڃاتا سپرين.

جيسيتائين مون پاڻ نه وڃايو هو ان وقت تائين دوست کي ملڻ محال هو. ان سلسلي ۾ دوست سوز جا سبق پڙهائڻ شروع ڪيا. تن پاڻ وڃائڻ جو رستو ڏيکاريم. ان کان پوءِ پتو پوڻ لڳو ته جنهن کي تو اکين آڏو سمجهيو ٿي، ان ۽ تنهنجي وچ ۾ فراق جو اجهاڳ سمنڊ بيٺو هو. جو سمورو پار لنگهڻو هوم. اهو پنڌ پراهون ۽ منزل ڏور هئي-

شاهه سائين ان لاءِ چيو آهي ته:

"جي قيام ملن ته به ويجها پانئج سپرين."

هي مڪان ۽ زمان کان ٻاهر جو عالم هو جنهن کي ابديت سڏي سگهجي ٿو. عالم مڪان جي جانچ ٿي ڪيم ته عقل اڏامي ٿي ويو. پهريون مڪان دل هئي جنهن ۾ محبوب وٽ سندس معشوق ڪانسواءِ ٻي ڪي جاءِ ڪانه هئي.

ٻيو مڪان بدن هو. سو شريعت جي حوالي ۾ هو. ٽيون مڪان سندس گهر هو جو ستايل عاشقن جي آرام لاءِ هو.

وري جي زمان جي عالم ۾ ڪيس هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪيم ته اتي به ڪيترين مشڪلاتن جو منهن ڏسڻو پيو ٿي. جڏهن غفلت جو نشو چڙهيل هو ۽ عشق جي احوال کان غير واقف هوس ته ڏينهن ٻارنهن ڪلاڪن

تي مشتمل ڏنم. ليڪن عشق جي دنيا سان روشناس ٿيڻ بعد ان جا معيار ئي بدلجي ويا. وصال جي وقت اهي ١٢ ڪلاڪ گهنجي وڃي چند منٽ ٿيا ٿي ۽ فراق جي حالت ۾ اهو ساڳيو ڏينهن وڏي هزارن ورهين جو ٿي ويو ٿي. اها فراق جي سمنڊ جي سفر جي تياري هئي. خدا شل احسانِ سان پار اڪاري.

جيڪي منجهہ جهان، سو تاريءَ تڳي تنهنجي،
لطف جي لطيف چئي، تو وٽ ڪمي ڪانہ،
عدل چٽان آءٌ نہ، ڪو ڦيرو ڪج فضل جو.

## دوست سان پہ ٿي ڳالهيون (مضمون)

اي دوست ـ آئون هڪ نابلد، اڻ گهڙيو ڪاٺ هوس. تو لطف ۽ ڪرم سان مون کي ملڪ جي ڪنڊ مان هٿ ڪري پنهنجي غلاميءَ ۾ حلق بگوش بنايو.

"راڻا هيس ريءَ، تو سائين مون سوَن ڪيو."

تنهنجي غلاميءَ کي ڪهڙن اکرن ۾ ادا ڪريان. حافظ شيرازي فرمائي ٿو:

"اسير بند تو از هر دو عالم آزاد ست."

معنيٰ: "تنهنجو قيدي ٻنهي جهانن کان آزاد آهي."

آئون هڪ وحشي جانور مثل هوس تنهنجي قرب جي ڪڙي مون کي مهذب صحبت جو لائق بنايو. منهنجي خوديءَ کي تو ڪائي ڇڏيو. گهڻن درن کان پاسي ڪري هڪ پنهنجي طرف راغب ڪيو. اها ڪثرت کان وحدت طرف نيڻ جي شروعات هئي.

هر چند ڪہ صد دوست بمن دشمن شد.
از دوستيءَ يکي دلم ايمن شد.
وحدت بگزيديم زڪثرت رستم.
آخر من ازو شدم و او ازمن شد.
(عمر خيام)

معنيٰ: سوها دوست دشمنيءَ جو باعث بنيا پر دوست رکڻ ڪري دل کي تسڪين آئي. ڪثرت کان نڪري وحدت ۾ آيس. نتيجو اهو نڪتو

تہ هو منهنجو ء أئون هن جو ٿي وياسون. جڏهن غلاميءَ جو زنجير پاتم تہ منهنجون عبادتون گم ٿي ويئون. تنهنجي غلامي منهنجي عبادت هئي.

"هو وہ کافر جسکو ديدار خدا کي هو هوس،
اي بت کافر تيرے هي طالب ديدار هم."

تنهنجي غلاميءَ جا ڏينهن مزي وارا هئا. آئون بي جان پتلو هوس. تون منهنجو ساهہ هئين. منهنجو اٿڻ، وهڻ، سمهڻ ۽ ڳالهائڻ تنهنجو هو. جهڙي طرح ماڻهوءَ کي جن جو آسيب ٿيڻ بعد ماڻهو سندس قبضي هيٺ اچي وڃي ٿو، پوءِ ڳالهائيندو، اٿندو، وهندو صرف جن ئي هوندو آهي. اهڙو ٿنهنجو مون تي قبضو هو. اوچتو ڪو جو واءُ لڳو. جنهن منهنجي حالت بدلائي غلاميءَ مان ڪڍي همسري ۽ هڪجهڙائيءَ جي درجي تي آڻي ڇڏيو.

لذت کو اسيري کے کر ياد بهت رويا،
تجهہ قيد سے دل هوکر آزاد بهت رويا."

(سودا)

مون کي تنهنجي غلامي سون هئي. پر تو نوازش ڪري ترقي ڏيئي خالص محبت کي عشق جي درجي تي آڻي ڇڏيو. اڳي صغير هئڻ ڪري بار سمورو تو تي هو. پر هاڻ آدم وارو داڻو کارائي بلوغت ۾ آنديئم. اڳي لالچ ۽ لوڀ ڪونہ هو. هينئر ٿيڻ لڳم. دل ۾ انعام جي حصول جي اميد پيدا ٿي. راجا وٽ موتين جو ڪالِ ڪانہ هو. تو پنهنجا خزانا منهنجي لاءِ کولي ڇڏيا. آئون خطا جو گهر هوس. سو گمراهہ ٿيڻ کي ويجهو آيس. ۽ امڪان هو تہ تنهنجي لطف ڪرم جو بيجا فائدو وٺان. پر ورني تنهنجي هدايت نصيب ٿي. پاڻ سجاڳي پري رهيس.

چنيسر سين چاڳ، متان ڪا منڌ ڪري،
ڏمريو ڏهاڳ، ڏئي کي سهاڳڻين.

جڏهن نوازش مان مستفيد ٿيڻ جو وقت آيو تہ تو وصال کان پاسي ڪري من کي خود پسنديده فراق طرف راغب ڪيو. ظاهر ۾ منهنجي بدن جو قوت ۽ اندر جو آسانگو بند ٿيڻ تي هو پر رحمت ايزديءَ جي آڌار تي دل جهلي فراق جي سفر جي تياري ڪيم.

هاڻ آئون پاڻ کي بالغ سمجهي آزاد ۽ پاڻ تي پاڙيندڙ سمجهان ٿو.

البت فراق لاءِ "الفراق اشد من الموت" جا لفظ پڏي دل پيئي گهبرائي. ليڪن انهي فراق منهنجي خودي ڪانئين ظاهري پيچ ڊوڙ ڪان پاسي ڪري اندر جي ڊڪ ڊوڙ طرف راغب ڪيو آهي. هاڻ چوڻ لڳو آهيان!

اگرش وفا ست خود مي آيد. در آمد نش و است خود مي آيد.
بيهوده چرا در پي اوميگر دي. بنشين اگر او خدا ست خود مي آيد.
(خيام)

معنيٰ: "جيڪڏهن هن ۾ وفا آهي پاڻهي ايندو. جيڪڏهن اچڻ ضروري ڄاڻندو پاڻهي ايندو. اجايو ان جي پويان ڇو پيو ڦرين. ويهـ! جيڪڏهن هو خدا آهي تہ پاڻهي ايندو."

هاڻي خودداري سکي پيوآهيان. تون سوَن جو سائين آهين، مون جهڙا ڪي ئي تو تي مستان آهن. هاڻ پنهنجي دل جي چوديواريءَ ۾ پنهنجو گهر صفا ڪري ٿو وهان ۽ انتظار ڪندو رهندس، روز پيو راهہ نهاريندس تہ ڪڏهن ٿو ڪرم جا پير پري اچي مون وٽ مهمان ٿين. پوءِ توکي دل جي مسند تي وهاري عشق جي نماز پڙهندس. توکي روئي ريجهائيندس ۽ چوندس تہ:

تو اے حقيقت منتظر نظر آ لباس مجاز ميں،
کہ هزاروں سجدے تڑپ رهے هيں ميري جبيں نياز ميں.
(اقبال)

اکين ۾ تي ويهـــ. تہ واري آءٌ ڍڪئين،
توکي نہ ڏسي ڏيهہ. آءٌ نہ ڏسان ڪي بيو.
(شاهہ)

**خطن ۽ مضمونن تي تبصرو:**

• ائين تہ ناولن، قصن، ڪهاڻين ۽ شعر ۾ عشق بابت گهڻو ڪجهہ پڙهيو هوم ۾ پر جهڙي طرح سائنس جي ٿيوري پڙهڻ بعد جيستائين ان جا ليبارٽريءَ ۾ تجربا نتا ڪيا وڃن. ان وقت تائين صحيح حقيقتن بابت پوري آگاهي نہ ٿي ٿئي. ان وانگر جيسين تائين مذڪوره بالا دوست (م) سان واقفيت نہ ٿي هئي ان وقت تائين عشق جي ماهيت کان واقف نہ ٿي سگهيو هوس. اها عورت وڏي گهراڻي جي اعليٰ تعليم يافتہ، بااخلاق، مهذب ۽ شادي شده هئي.

هن جي محبت منهنجي هڪ دوست سان جو بہ تعليم يافتہ، بااخلاق،

مهذب ۽ شادي شده هو. تي ويئي. اها محبت ايتري قدر زور وٺي ويئي جهڙي سندس خطن مان معلوم ٿئي ٿو ته جنون جي حد کي وڃي پهتي هئي. ٻنهي ماڻهن ۾ تفاوت هي هو ته مرد صاحب دل نه هو. صرف صاحب دماغ ۽ تاجر ذهنيت جو هو ۽ عورت صاحب دل، وفا ۽ قربانيءَ جو مجسمه هئي. هڪ پازيٽو هو ٻي نيگيٽو هئي. انهي جي امتزاج سان بهتر مرڪب بنجي سگهيو ٿي.

جنهن صورت ۾ ٻئي شادي شده، صاحب اولاد ۽ بااخلاق هئا. ان ڪري جنسي خواهش جي ڪشش جو سوال وٺن اهميت رکندڙ نه هو. پر جنهن صورت ۾ اڪثري مجازي محبت ٩٠ سيڪڙي جنسي خواهش جي اثر هيٺ زور وٺي ٿي. تنهن ڪري جيستائين طالب، علم ۽ فڪر ذريعي ان ساري مسئلي جي سبلائيميشن (روحاني تعويل) نه ٿي ڪئي ته ان وقت تائين اهو مسئلو منجهائيندڙ ٿي پيو ٿي. هن حالت ۾ منهنجي مرد دوست انهي محبت کي سواءِ هم خيالي يا وقتي ملاقات جي زياده اهميت نه ٿي ڏني. ليڪن منهنجي (م) دوست ان ساري معاملي کي زندگيءَ جو ماحول سمجهي رات ڏينهن ان فڪر ۽ خيال ۾ گذارڻ شروع ڪيو. جنهن ڪري هوءَ نهايت پريشاني ۽ دک ۾ گذارڻ لڳي. اهڙيءَ حالت ۾ ڪيس ڪنهن مونس غمخوار ۽ همدرد دوست جي ضرورت هئي جو ان کي انهي مشڪلات ۾ سهارو ڏئي سگهي. هن ڪيئي تجربا ڪيا. جڏهن مون سان واقفيت ٿيس ته هن کي اهو ماڻهو ملي ويو جنهنجي ضرورت هيس. هن جو آهستہ ٿي مون تي ڀروسو ٿي ويو ۽ سمجهيائين ته ممڪن هو سندس مشڪل منهنجي ذريعي حل ٿي سگهندي. تنهن ڪري هوءَ ڪلاڪن جا ڪلاڪ مون سان حال اورڻ لڳي: ۽ منهنجي معرفت دوست سان ملڻ ۽ ٻنهي جي وچ ۾ جا ڳالهه حائل هئي ان کي دور ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ لڳي. ان ۾ دوست جي ظاهري بي التفاتيءَ تي نااميدي ۽ دل شڪستہ ٿيڻ ۽ ڪيئي شڪ شبها پيدا ٿيڻ شامل هئا.

وچڙندڙ بيماري وانگر عشق به وچڙندڙ آهي. آئون جذباتي ته آڳي هوس ويتر هاڻ جو هن نئين معلومات جي بنا تي تجربا ٿيڻ لڳم تنهن مون کي "ڪارو ٻڌ ڪمري سان رنگ نه مٽائي اوسان ضرور مٽائيندو" وانگر آهستي آهستي ان عشق جي بيماريءَ جو مريض بنائي ڇڏيو.

پهرين ته مون کي پتو ئي ڪو نه پيو ته آئون به ڪو عشق جي مرض

۾ گرفتار ٿي ويو هوس. صرف ٻنهي دوستن جي باهمي مشڪلات دور ڪرڻ ۽ همدردي لاءِ (م) جي مدد ڪندو رهيس.

منهنجي ۽ دوست (م) جون طبيعتون جذباتي هئڻ ڪري قريباً ساڳيون هيون. ان ڪري هڪ ٻئي جي جذبات کي سمجهڻ ۾ تڪليفَ نہ ٿي ٿي. هن کي پتو نہ پيو تہ آئون انهن ڏکين ملاقاتن ۽ حال اورڻ ۽ همدرديءَ جي وجهہ ڪري سندس محبت ۾ گرفتار ٿيندو ويس ۽ مون کي پتو نہ پيو تہ منهنجي هيتري همدردي، دلچسپي ۽ ساڻس اتساهہ جو ڪارڻ ڪهڙو هو.

ٻهريون دؤر تہ بنا لالچ جي خدمت ۽ همدردي ڪرڻ ۾ گذري ويم. ليڪن ٻئي دور ۾ داخل ٿيڻ بعد جنهن کي سن بلوغ سڏيو اٿم جڏهن تميز جو مادو پيدا ٿيو؛ ۽ سڏن جنم ورتو تہ پتو پوڻ لڳو تہ حڪيم پاڻ مريض بنجي چڪو هو.

جن ڳالهين منهنجي دوست (م) کي منجهايو هو سي ساڳيون ڳالهيون منهنجي سامهون اچڻ لڳيون. مون تي جنسي خواهش، رقابت ۽ حصول مطلب وغيره ڳالهين اڻ سڌيءَ طرح حملو ڪرڻ شروع ڪيو. وصال جي حالت ۾ بہ بي صبري هئي ۽ فراق ۾ بہ بي قراري هئي. انهن ڳالهين منهنجي طبيعت تي گهڻو اثر ڪيو. ان حالت ۾ مون لاءِ ٻہ رستا کليل هئا. هڪَ تہ ان جذبي کي فطري ڪشش سمجهي جنسي خواهش جي پوري ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻيان. ٻيو تہ ان ڳالهہ کي بيڪار ۽ بي معنيٰ سمجهي ڇڏي ڏيان.

ٻهرين راهہ کان مون کي مذهبي، اخلاقي، سوشل اثرن باز رکيو. ٻيءَ کي درويشن جي صحبت ڪري سعادت سمجهي ڇڏڻ جي عيوض وڏيڪ دلچسپي وٺي ان جي سبلائيميشن (روحاني تعويل) لاءِ ڪوشش ڪيم.

منهنجا مضمون انهي غور ۽ فڪر جي ڪڙي معلوم ٿين ٿا. ان سلسلي ۾ منهنجي زندگيءَ جي مختلف شعبن تي ڪهڙو اثر پيو سو مختصر طور هيٺين طرح پيش ڪندس. انهي عشق جو منهنجي عبادت تي هيٺيون اثر پيو.

**عشق جو عبادت تي اثر:**

اڳي جنهن وقت خدا جو تصور مجازي هوم ۽ خيال هوم تہ خدا سائين مٿي آسمان تي وينو آهي سڀ ڪجهہ ڏسي پيو. سڀ ڪم ان جي رضامنديءَ ۽ حڪم سان سرانجام ٿيا ٿي. عبادت ڪرڻ تي راضي ٿي ٿيو. تہ ان وقت سندس عبادت مان سرور حاصل ٿيندو هو. ليڪن بعد ۾ جڏهن علم جي

داڻي چڪڻ بعد خدا جو مجازي تصور بدلجي بي مثال ۽ بي صورت. فهم، گمان کان بلند سامهون آيو. ان ڪانپوءِ عبادت مان اڳوڻو مزو نڪري ويو هو. پر جڏهن کان مجازي عشق سان واسطو پيو ته خدا آسمان مان لهي اچي ماڻهوءَ جي صورت ۾ سامهون بيٺو هو. هاڻ ڪثرت کان نڪري وحدت کي پهتو هوس. محبوب حقيقيءَ جو تصور به مجازي بنجي پيو هو.

"دوستان عيب نظربازي حافظ مکنيد،
ڪہ من اورا از محبان خدا مي بينم."

يعني: "دوستو! نظر بازي حافظ کي عيب نہ سمجهو. ڇاڪاڻ تہ آئون هن کي خدا جي دوستن مان ڄاڻان ٿو."

ظاهري نمازون ۽ روزا ختم ٿيڻ لڳا.

صحبت سپريان جي، وڏي ڀانئج هاج،
قضا ڪج نماز، وقت ورائڻ سترو.

رڳو فراق جي حالت ۾ دل کي آٿت ڏيڻ لاءِ ڪنهن وقت عبادت ڪندو هوس.

ڪي جو ڪيڏاهين، اڪيون پسي آئيون،
تاڻين تيڏاهين، پيئون پاڻ مراديون.

اڳتي هلي جڏهن عشق مجازيءَ کي حقيقي عشق طرف نيڻ جي خواهش پيدا ٿي، تہ خيال آيو تہ چو تہ مرشد جي ذڪر اذڪار ذريعي مجاز مان چڙهي حقيقت کي پهچان. انهي خيال مون کي خواجہ محمد حسن جان سرهنديءَ جي خدمت ۾ موڪليو. جنهن جو احوال اڳي ڪري آيو آهيان. ان حقيقت ۽ مجاز جي وچ ۾ دوئيءَ جي خيال مون کي راهہ راست ڏيکارڻ جي عيوض پاڻ گمراهہ ڪيو.

نہ خدا ئي ملا نہ وصال صنم،
نہ ادهر کے رهے نہ اُدهر کے رهے.

وارو حال ٿيو. پر ان تجربي مان معلوم ٿيو تہ ظاهري عبادت مان ڪجهہ نہ وريو هو. خصوصاً ان حالت ۾ جڏهن دل ٻئي سان ٻري پيئي هئي.

**عشق جو علم تي اثر:**

ابتدا ۾ علم عام معلومات لاءِ پڙهندو هوس ۽ جيڪي نظر سامهون ايندو هوم پڙهندو هوس. هن نئين دؤر ۾ اچڻ بعد مون کي علم جي حصول

لاءِ ڪي خاص معيار مقرر ڪرڻا پيا جهڙوڪ: ١- سرور دل جو حصول ٢- پاڻ وڃائڻ جي معنيٰ سمجهڻ ٣- پاڻ سڃاڻڻ ۴- فراق ۽ وصال جا تفاوت معلوم ڪرڻ.

**(١) علم مان سرور دل جو حصول:**

عشق مجازيءَ جي هن دؤر ۾ اچڻ بعد علم جا رستا ۽ راهون بہ تبديل ٿيڻ لڳا. اڳي علم معلومات جي ذخيري وڌائڻ. ذهني عياشي. مختلف مقصدن جي حصول لاءِ مددگار طور حاصل ڪندو هوس. اڳي ڪتابن. صالحن جي صحبت. غور ۽ فڪر جا ذريعا علم جي حصول لاءِ ڪم ڏيندا هئا. هاڻ تہ محبوب جو منهن مصحف جو ڪم ڏئي ڪيئي اڻ ڏٺل نظارا ڏيکاري ڇڏيا هئا. ساري ڪائنات ۾ ان مجازي محبوب جون نشانيون نظر اچڻ لڳيون هيون.

عالم صفات سندس اصل رنگ ڍنگ ۾ ڏسڻ ۾ آيم. حسن ڪل جو جلوو جڏهن جز ۾ ڏٺم تہ هر شيءِ ان جي حسن سان معمور ڏسڻ ۾ آئي. محبوب جون اکيون. دريون هيون جن مان جهاتي پائي نوان نوان نظارا پئي ڏٺم. ساري ڪائنات جا مختلف مظهر جي اڳي مون لاءِ بي جان شيون پئي معلوم ٿيون. تن ۾ زندگيءَ جي روان ۽ دوان ڏٺم. جبل. زمين. دريا. سمنڊ. وڻ. گل ۽ پن. زبان زندگيءَ سان مون سان ڳالهائڻ لڳا. هاڻ ڪتابن جي گهڻي ضرورت نہ رهي.

مون ڪي اکڙين، وڏا تورا لائيا،
تہ پڻ پرين پسن، ڪٿان جي ڪر سامهون.
(شاهہ)

اڳي ٻڌو هوم تہ مختلف قسم جا نشا سرور پيدا ڪري زندگيءَ کي پرلطف بنائين ٿا. شراب. ڀنگ. چرس وغيره جا نشا عارضي طرح غم غلط ڪري سرور پهچائڻ لاءِ مشهور هئا پر انهن جو نشو عارضي هو. نشي اترڻ بعد ٿڪاوٽ. ڪمزوريءَ ۽ بدحواسي نتيجن ۾ حاصل ٿي ٿيا. راڳ ۾ سرود جو سرور بہ نشہ آور شيءِ وانگر ماڻهوءَ کي ٻي دنيا ۾ وٺي ٿي ويو. سهڻا نظارا. سهڻا ماڻهو. عمديون آڪاڻيون سڀ پنهنجو مٽ پاڻ هيون. پر مجازي عشق جي هن دؤر انهن جي قيمت ڪيرائي ڇڏي.

بي جان شين ۾ جان ڏسڻ ۾ آئي. بي رنگ نظارن ۾ رنگ نظر آيو. بي

معنيٰ ڳالهين جي معنيٰ معلوم ٿيڻ لڳي ۽ عارضي ۽ دائمي ڳالهين جي تميز ٿيڻ لڳي. آهستي ٿي پتو پوڻ لڳو ته صحيح علم اهو هو جو سرور دل پيدا ڪري دنيا و مافيها کان تارڪ ڪري ڇڏي.

**(٢) علم مان پاڻ وڃائڻ جي خبر:**

شاه لطيف فرمايو هو ته:

جي ئي پڙهيم پاڻ لاءِ. سيئي سيلهه ٿيام.
واڳو ٿي وريام. اکر اڳيان ايري.

هن وقت تائين عبادت. علم ۽ عمل خودي پيدا ڪئي هئي. جا محبوب جي ميلاپ کان پڙدو بڻيو بيني هئي. ڪيئي عقيدا، محبتون ۽ تعصب دل ۽ دماغ تي حاوي ٿي ويل هئا.

حڪايت بڌي هيم ته " ڪي ماڻهو حضرت علي عليه السلام وٽ راهه هدايت لاءِ آيا ۽ فيض لاءِ عرض ڪيائون." حضرت جن جي پر ۾ هڪ وڏو پيالو پاڻيءَ جو پريو رکيو هو. پاڻ هنن کي فرمايائون ته "ننڍن پيالن ۾ پاڻي پرئي هن ۾ وجهو." جنهن تي هنن چيو ته "حضرتا! هي پيالو اڳ ۾ پريل آهي ان ۾ وڌيڪ پاڻي پئجي نه سگهندو." ان تي پاڻ فرمايائون ته "جهڙي طرح هي اڳ ۾ پريل پيالو وڌيڪ پاڻيءَ جو متحمل ٿي نه ٿو سگهي. اهڙي طرح جيسيتائين دل ۽ دماغ مان اڳيان عقيدا. محبتون ۽ تعصب ڪڍي صاف ڪري رهبر اڳيانِ پيش نه ٿيا آهيو. ان وقت تائين نوان پيغام ۽ هدايتون حاصل ٿي سگهڻ مشڪل آهي."

پر ان جي معنيٰ پوريءَ طرح سمجهڻ ۾ نه آئي هيم. عشق مجازي بعد مون کي پتو پوڻ لڳو ته عشق جي راهه ۾ پهريون قدم اهو آهي ته پاڻ کي وڃائين.

"جنين پانيو پاڻ. ڪيائين توائي تن ڪي."

بيدل فقير فرمايو آهي ته:

سڪ رمز وجود وڃاوڻ دي. نهين حاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دي.

ان ڪري علم مان فائدو ئي تڏهن پهچندو جڏهن عاشق دارين ۾ معشوق کان سواءِ سڀ کي پنهنجي جداگانه وجود سوڌو فنا ڪري ڇڏي.

نازڪ سان وصال سواءِ نيست ٿيڻ جي حاصل ٿي نه سگهندو.

پرين اهي ٿي پسي سگهندا جي ۽ٿي اکيون غير کان پوٽيندا.
پاڻ وڃائڻ جي ڪنجي فراق جي هٿ ۾ هئي.

**(٣) پاڻ سڃاڻڻ جو علم:**

مجاز جي ٻي درجي ۾ تميز پيدا ٿي عاشق دوئيءَ جي دنيا سان دوچار ٿئي ٿو. انهي کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ طالب کي هڪ طرف چونڊڻو آهي. جو لازمي طور معشوق جو طرف ٿي ٿيڻو آهي. پاڻ کي فنا ڪرڻ بعد ٿي اهو درجو حاصل ٿي سگهي ٿو.

اول ۾ ائين معلوم ٿيندو ته طالب سڀ ڪجهه وڃائي پرينءَ جي پلاند ۾ وجهڻ وارو آهي. پر وڃائڻ بعد ڪيس پتو پوندو ته:

اسين سڪون جنهن کي، سي تان اسان پاڻ،
هاٿي وڃ گمان. اسان صحيح سڃاتا سپرين.
(شاهه)

مذهب جي ابتدائي دؤر ۾ بندو ۽ معبود جدا هستيون هئا. مجاز جي اوائلي درجي ۾ معبود خود بندو هو. يعني حقيقت هئي ڪانه رڳو مجاز هو. اڳتي هلي معلوم ٿيڻ لڳو ته مجاز ۽ حقيقت هڪ تصوير جا ٻه پاسا هئا.

"ڏسڻ جي ڏسين. ته همه کي حق چئين.
شارڪ شڪ م نين. اندا انهي ڳالهه ۾."

اهي ڳالهوين علم تصوف جي ذريعي اڳي پڙهيل هيون. پر جيسين تائين مجازي ليبارٽريءَ ۾ انهن ڳالهين جي ڇاڻ بين نه ڪئي ويئي هئي ان وقت تائين انهن جي صحيح خبر پئجي نه سگهي هئي. اهو عشق ئي هو جنهن مان ان جو عملي ثبوت مليو.

**(٤) وصال ۽ فراق جا فرق معلوم ڪرڻ:**

مجازي عشق جي ابتدائي دؤر ۾ وصال ۽ فراق کي ٻن جدا حقيقتن ۾ ورهايل سمجهيم ٿي. ليڪن آهستي آهستي ٿي هن پٺي دؤر ۾ مون کي معلوم ٿيو آهي ته اهي محبت جي سفر جون ٻه منزلون هيون. وصال سان عشق جي ابتدا ٿئي ٿي ۽ فراق ان جي ترقي يافته منزل آهي. اهي ٻه جدا حقيقتون ڪونه هيون.

هڪ ڏينهن انهي مسئلي جي نازڪ ڳنڍ کي سلجهائڻ لاءِ فڪر ڪندي

ڏکجي پيس ۽ علامہ آءِ. آءِ. قاضي وٽ ان مسئلي تي سمجهائي وٺڻ لاءِ ويس. مون سوال ڪيو تہ "سائين درد ڇا آهي؟" پاڻ فرمايائون تہ "درد خوشيءَ جو ترقي يافتہ درجو آهي. جهڙي طرح سگريٽ ذائقي ۾ تيز ۽ ڪڙي ٿئي تي پر ان جا داتا ساري پاڻيءَ جي پيالي کي منو ڪري ڇڏين ٿا. اهو سميٽل خوشي آهي." مجاز جا مرحلا طي ڪندي اڳتي پنهي کي اثر وڃائيندو ڏٺم.

انهن جو مثال اهڙو هو جهڙو گهڙيال جي پينڊيولم جو. اهو بعضي هڪ طرف تہ ٻي وقت رد عمل ۾ ٻي طرف هلندو رهي ٿو. اهو تحرڪ جو درجو آهي ليڪن آخر اهو درجو بہ اچڻ وارو آهي، جنهن ۾ ظاهري تحرڪ ڪثرت تحرڪ ڪري سڪون ۾ ڏسڻ ۾ ايندو. اهو مجاز هو جنهن انهن مختلف تصورن جي پويان بنيادي وحدت جو راز افشا ڪيو.

**عشق جا منهنجي عملي زندگيءَ تي اثر:**

زندگيءَ جي ابتدائي دؤر ۾ جيئن مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان عملي طرح آئون هر طرف پيو هلندو هوس. لوڪل بورڊ ڪراچي ميونسپالٽي، ڪوآپريٽو تحريڪ ۽ ادبي سنگتن جي معاملن ۾ مستغرق هوس.

هاڻ جيئن سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ جا امڪان ظاهر ٿيڻ لڳا، مون ضلعي جي حد کان ٽپي ساري سنڌ جي سطح تي سياست ۾ بهرو وٺڻ جي تياري ڪئي. پهرين سنڌ پيپلز پارٽي سر شاهنواز ڀٽي جي ليڊر شپ هيٺ ناهي ڪم ڪرڻ شروع ڪيم. پر سر شاهنواز ڀٽي جي بمبئي طرف وزير مقرر ٿيڻ ڪري اها پارٽي هلي نہ سگهي. وري صوبي سنڌ جي جدا ٿيڻ وقت چونڊن کان اڳ اتحاد پارٽي تالي جماعت سر شاهنواز خان ڀٽو ۽ سر حاجي عبدالله هارون جي معاونت سان ناهي چونڊون لڙيس. سنڌ اسيمبليءَ ۾ چونڊجي اچڻ بعد سر شاهنواز خان ۽ حاجي عبدالله هارون جي نہ چونڊجڻ ڪري جڏهن گورنر سنڌ باوجود پنجن ميمبرن جي مدد هئڻ جي، سر غلام حسين هدايت الله کي وزارت ناهڻ لاءِ دعوت ڏني تہ هن هندن جي آزاد پارٽي ۽ اتحاد پارٽيءَ جي مير گروپ کي وزارتون ڏئي پنهنجي طرف ڪري ڇڏيو. اسان خانبهادر الهہ بخش کي رهيل پارٽيءَ جو ليڊر چونڊي مخالفت ۾ ويهي ڪم ڪرڻ لڳاسون. ڪانگريس ٻي جماعت هئي جا اسان سان گڏ مخالفت ۾ ويٺي. پوءِ پنهي جماعتن گڏجي سنڌ ۾ عام راءِ کي هموار ڪرڻ لاءِ

ميٽنگون سڏايون. انهي ڪري هندن جي عام راءِ مخالف ٿيندي ڏسي، ڪي هندو ميمبر وزارت جو ساٿ ڇڏڻ تي مجبور ٿيا.

هاڻ سر غلام حسين ميمبرن جي تعداد وڌائڻ لاءِ لالچ ۽ خوف جي ذريعي ميمبرن کي هٿ ڪرڻ شروع ڪيو. ڪن کي پارليامينٽري سيڪريٽري مقرر ڪيائين، ڪن کي دڙڪا ڏنائين. مون تي دوستن جي معرفت وزارت جو طرف وٺڻ لاءِ زور وڌو ويو. پر انڪار ٿيڻ تي منهنجي پڻ ساٿين ماستر منگهارام ٿهلراماڻي ۽ پير علي محمد راشديءَ کي دٻايو ويو تہ مون کي باز آڻين. ٿهلراماڻيءَ وٽان جواب ملڻ تي هن کي چيف آفيسري مان ڪڍيو ويو.

هنن جو خيال هو تہ ان ڪري هيسجي حالتون تبديل ٿينديون. ليڪن مون جڏهن سندن انهي ڪارنامي خلاف مهملي جو ٺهراءُ سنڌ اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيو تہ هندو ميمبر سڀ ڦري وين. قوي امڪان هو تہ ٺهراءُ پاس ٿي وڃي جو بي اعتباريءَ جي ٺهراءَ برابر هو. اسپيڪر جي مدد سان هنن ٺهراءَ کي ٽاڪ آئوٽ ڪرائي حال جان بچائي ورتي. ان کان پوءِ اتحاد پارٽيءَ سان پروگرام جي بنياد تي ٺهراءُ ڪري وزارت هلائڻ لڳو.

ليڪن پروگرام تي عمل نہ ڪرڻ ڪري سنڌس وزارت کي ڪانگريس ۽ هندو ميمبرن جي مدد سان شڪست ڏئي خانبهادر الهہ بخش جي هٿ هيٺ اتحاد پارٽيءَ جي وزارت ٺهرائي سون. اسان کي اميد هئي تہ عوام لاءِ جنهن جي اڪثريت مسلمان هئي، هن نئين وزارت کان ڪو ڪم ڪرائي سگهنداسون. پر جنهن صورت ۾ مسلم ميمبرن تي اعتبار ڪونہ هو، ان ڪري خانبهادر الهہ بخش هندو ميمبرن جي ناراض ٿيڻ جي خوف کان سنڌ جا مکيہ مسئلا قرضن جي معافي ۽ قانون انتقال ايراضيءَ جا قانون پاس ڪرائي نہ سگهيو. عين انهيءَ وقت ڊلون وڌائي ڇڏيائين جنهن تان اتحاد پارٽي ٽڪرا ٿي پيئي ۽ اسان مخالفت ۾ وڃي ويناسون. سگهو ئي خانبهادر الهہ بخش لالچ ۽ خوف جي ذريعي مسلم ميمبرن کي پنهنجي طرف ڪري ويو. هندو تہ اڳيئي ساڻس هئا. انهي تي مشورو ٿيو تہ مسلم عوام کي مذهب جي نالي ۾ گڏ ڪري وزارت کي مرعوب ڪري سڌاري جا ڪم ڪرايا وڃن، پر جيئن پوءِ تيئن خانبهادر عام راءِ جي نہ هئڻ ڪري ڪابہ پرواهہ نہ ڪيڻ لڳو. مجبور ٿي اسان ہي آل انڊيا جماعت مسلم ليگ جي سهاري هيٺ سنڌ ۾ ڪانفرنس سڏائي عوام کي منظم ڪرڻ جي شروعات

ڪيئي. اهڙيءَ طرح ﭘساڻ آل انڊيا جماعتن کي سنڌ ۾ زور آزمائيءَ جو موقعو مليو.

اڳتي هلي مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ جو ليڊر سر غلام حسين ۽ ڊپوٽي ليڊر مير بنده علي خان وزارتون ورتي وڃي الهه بخش سان شامل ٿيا. اسان چند ماڻهو مسلم ليگ ۾ رهجي وياسون. جن اڳتي هلي مسلم قوم ۽ پاڪستان جي نعري هيٺ مسلمانن کي منظم ڪرڻ شروع ڪيو.

ان مسئلي بابت ڇا وهيو واپريو ان جو مفصل ذڪر مون "نئين سنڌ لاءِ جدوجهد" ۽ "پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني" ۾ ڏنو آهي ان ڪري هتي دهرائڻ ضروري نٿو ڄاڻان.

هتي آئون ان کي مجازي پهلوءَ جي نقطهءِ نگاهه کان پيش ڪندس. جڏهن سر غلام حسين مون کي لالچ يا دباءُ تي مرعوب نه ڪري سگهيو ته هن منهنجي دوست (م) ذريعي پنهنجي طرف آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ اثر کان مٿي دنيا ۾ ڪوبه اثر مون تي ڪونه هو. مون وٽ (م) کي ان وقت مجازي رهبر، محبت جي مرشد ۽ استاد جو درجو حاصل هو. مون سياست جي خلفشار کان پاسي ٿيڻ واسطي وڃي (م) دوست جي پناهه ورتي هئي. هاڻ خود ان جي طرفان زور بار پيو ته سر غلام حسين سان شامل ٿيان. پر ان عرصي ۾ منهنجا سياسي عقيدا ۽ ارادا پڪا ٿي چڪا هئا. ان ڪري آئون انهي اثر هيٺ مڙي نه سگهيس. منهنجي زندگيءَ ۾ اها نهايت نبرد آزما گهڙي هئي، جنهن مان چڙهي پار پيس.

زالن کي مردن کان به وڌيڪ ڪن حالتن ۾ رقابت ٿئي ٿي. دوست کي وهم ۽ گمان به نه هو ته آئون جو ڪيس آقا سڏيندو هوس، سو ڪيئن سندس حڪم جي انحرافي ڪري سياسي معاملن ۾ سندس دست اندازيءَ کي قبول نه ڪندس. ان تي هن جو توجهه ٻن ڳالهين ڏي ويو. هڪ ته هن کي گمان پيدا ٿيو ته شايد هن کان علحده مون تي ڪنهن ٻي عورت جو اثر پيو هو. جا ڳالهه سراسر غلط هئي پر وهم جو ڪو علاج ئي ڪونه ٿيندو آهي.

ٻيو هن کي خيال ويٺو ته ممڪن هو هن پوري طرح پنهنجي اثر رسوخ جو استعمال مون تي نه ڪيو هجي. پهرين سبب ڪري ناراضگي ڏيکاريائين ٻي جي ڪري وري اثر هلائڻ لاءِ ڪوشش ڪيائين. پر ٻنهي حالتن ۾ نتيجو ڪوبه نه نڪتو. آئون پنهنجي ارادي تي اٽل رهيس. خواجه حافظ فرمايو آهي.

ته:

بمي سجاده رنگين کن گرت پير مغان گويد.
که سالک بي خبر نه بود زراه درسم منزلها.

معنيٰ: "جيڪڏهن مرشد چويئي مصليٰ شراب سان آلو ڪر ته ائين ڪر
چاڪاڻ ته سالڪ سفر جي منزلن کان اڻ واقف نه هوندو آهي."

هاڻ سوال اٿندو ته ان حالت ۾ مون ڇو انحرافي ڪئي. ان جو جواب
اهو آهي. انهي دوست جي صحبت ۾ آئون ارادي جو پختو. ڪجهه قدر عقيدن
۾ راسخ ٿيندو ويس. منهنجي زندگي ۾ مذهب. علم. عمل ۽ عشق کي جدا
جدا ڪردار ادا ڪرڻو هو.

جيئن يوناني حڪيم چوندا آهن ته ماڻهوءَ تي چئن طبيعتن جو اثر رهي
ٿو. سودا. دم. بلغم ۽ صفرائي. انهن جي توازن سان تندرستي نيڪ رهي
ٿي. انهن مان هڪ ۾ واڌارو يا گهٽتائي اچي ويئي ته ساري جسماني حالت
جي بگڙڻ جو امڪان ٿي پوي ٿو.

ان وانگر مون کي انهي مذڪوره بالا جدا صيغه زندگيءَ ۾ توازن رکڻ
ضروري هو. ائين نيڪ نه هو ته هڪ وڏي ٻين کي بيڪار بنائي ڇڏي.

مذهب کي پنهنجو دائره عمل هو. علم کي پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻو
هو. عمل کي ڪن مقرر مقصدن ۽ مرادن سان هلائڻو هو ۽ عشق کي انهي
سيني جو روح روان ٿيڻو هو. انهن ۾ قوت پيدا ڪري زندگيءَ جي مذڪوره
بالا شعبن کي ڪارآمد بنائڻو هو نه انهن مان هڪ يا ٻئي کي معطل ڪري
ڇڏڻو هو.

مون سنڌ جي پنج هزار ساله شاندار تاريخ کي زنده ڪرڻ.
سنڌ جي ڪلچر ۽ زبان جي ترقي.
سنڌ جي سياسي آزادي ۽ اقتصادي خوشحالي.
سنڌ جي جدا قومي وجود جي بحاليءَ
سنڌ جي غيرت. حميت ۽ شاندار روايات جي زنده ڪرڻ ـ

جو عهد ڪري سياست ۾ پير پاتو هو. ڪابه ڳالهه جا انهيءَ راهه ۾ رنڊڪ
وجهڻ واري هئي قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه هوس. ڀلي ڪنهن جي طرفان به پيش
ڪئي وڃي.

مون کي پتو هو تہ ملن کهڙي طرح مذهب کي هر شعبي تي حاوي ڪرڻ لاءِ معاشري کي مفلوج بنايو هو. مون ڏٺو هو تہ صوفين، مرشدن ۽ روحاني رهبرن ڪهڙي طرح پنهنجي حد ڪان ٽپي سوسائٽيءَ کي بيڪار بنايو هو. مون ڏٺو هو تہ عالمن علم کي ڪيئن نہ مستقل مفاد جو آلہ ڪار بنائي ڪتب آندو هو. سو پنهنجي مقرر ڪيل راهہ ڪان هٽڻ لاءِ انڪار ڪيم. دوست جي انهي ڪوشش مون کي ڊال طور ٻي دوست (س) سان واسطو رکائڻ لاءِ مجبور ڪيو.

ان ٻي دوست سان نہ مون کي جنسي ڪشش هئي، نہ روحاني رستو هو. صرف سياسي دنيا ۾ سپر ڪري ڪم آڻڻ لاءِ لاڳاپا وڌايم. مون کي سياست ۾ ڪيئي صلاحڪار ۽ دوست رهيا آهن. پر مذڪوره بالا اصولن جي بنياد تي هر هڪ کي ڪجي انهن جي صلاح ورتي اٿم ۽ لاڳاپا هلايا اٿم. نتيجو اهو نڪتو آهي تہ ڪيترائي دوست ڪجهہ وقت رهي وري ڇڏي ويا آهن.

**عشق جون راهون ۽ رستا:**

تجربي بعد آهستي تي مون کي پتو پوڻ لڳو تہ مجازي محبوب ڇُرڻ لاءِ پور (Embass) يا ذريعو هئا ـ جيئن شاهہ فرمايو آهي:

چوريون ڇُرڻ سکيون، پنهون ڪيائون پور."

پر خود مقاصد نہ هئا. مقصد عشق هو. اهو اُها طاقت هئي جنهن جي زندگيءَ جي طويل ۽ مشڪل سفر کي سهل ڪرڻ لاءِ ضرورت پوي ٿي. عشق مذهبي صيغي، علمي شعبي ء عملي زندگيءَ ۾ محرڪ جذبو ٿي ڪم ڏئي ٿو.

عملي زندگيءَ ۾ عشق کي هيٺين مقصدن لاءِ ڪتب آڻُو هُوم: .

(۱) مجازي عشق طالب جي دل مان خوف ڪڍي ٻي ڊپو بنائڻ لاءِ مدد ڪري ٿو. هر طرح جو خوف بزدل ۽ ڪمزور ڪري ٿو.

(۲) مجازي عشق طالب کي هر لالچ ڪان مستثنيٰ ڪري صحيح رستي تي هلائي ٿو.

چورين ڏنا ڇال، تہ بہ لاهوتي لنگهي ويا.

(۳) مجازي عشق خسيس ڳالهين کان مٿي ڪري اولاالعزمي ڏي راغب ڪري ٿو.

تو باز ساعد شاهي منگرز استخوان،
همائي همت خود را بہ بلند ده پرواز.

معنيٰ: "تون بادشاهن جي هٿ جو باز آهين، توکي خسيس شين کي ڇڏي مٿي اڏامڻو آهي."

(۴) مجازي عشق گهڻن درن کان پاسي ڪري هڪ طرف متوجهہ ڪري ٿو.

ڪي جي ڪيڏانهين، چانگوُ چکي آئيو،
تاڻيو تيڏاهين، نيٺ ڇنائي نڪري.

(۵) مجازي عشق خود مطلبيءَ کان پاسي ڪري، قرباني سيکاري ٿو.

اصل عاشق جو، سر نہ ساندڻ ڪم،
سو سنئان اڳرو، سندو دوسان دم،
ھي هڏو ۽ چم، پڪ پريان جي نہ پڙي.

(٦) مجازي عشق مشڪلاتن کي منهن ڏيارڻ لاءِ طالب کي تيار ڪري ٿو.

اوجهڙ وتان آنءَ، پيون سي سڳر سات سان،
جا نيهن ڳنهندي نانءَ، سا مون جيئن پوندي مامري.

(٧) مجازي عشق پاڻ وڃائڻ سيکاري ٿو ڇاڪاڻ تہ "پاڻ" وارا راهہ راست کان ڀلجيو وڃن.

جنين ڀانيو پاڻ، ڪيئن تواڻي تن کي.

(٨) مجازي عشق پاڻ سڃاڻڻ جي راهہ ڏيکاري ٿو.

مون کي اکڙين، وڏا تورا لائيا،
تہ پڻ پرين پسن، ڪڻان جي ڪر سامهون.

(٩) مجازي عشق مون کي آسمان کان لاهي، زمين تي آڻي، ان جي مسئلن کي منهن ڏيڻ سيکاريو.

دوش از مسجد سوئي ميخانہ آمد پير ما،
چيست ياران طريقت بعد ازين تدبير ما،
ما مريدان رو بسوئي ڪعبہ چون آريم چون،
روئي بسوئي خانہ خمار دارد پير ما.

معنيٰ: "ڪالهہ منهنجو مرشد مسجد کان نڪري شرابخاني ۾ آيو. دوستو! هاڻ ڪهڙي صلاح آهي تہ پاڻ ڇا ڪريون. (جواب ۾ اچي ٿو) اسان

مريد ڪعبي ڏي منهن ڪهڙي طرح ڪري سگهون ٿا. جڏهن اسان جي مرشد جو منهن شرابخاني ڏي آهي."

(١٠) مجازي عشق مون کي هر شيءِ جي قدر ۽ قيمت مان واقف ڪيو.

اي نہ مارن ريت، جو سيڻ متائين سونَ تي،
اچي عمرڪوٽ ۾، ڪنديس ڪانہ ڪُريت،
پکن جي پريت، ماڙين تي نہ متيان.

(١١) مجازي عشق مون کي وطن جي حب ۽ مارن جي پريت سيکاري.

"سڄڻ ۽ ساٿيهہ، ڪنهن اٿاسي وسري."

(١٢) مجازي عشق دنيا جي مختلف بي جان نظرين جي معنيٰ ۽ مقصد کان واقف ڪيو.

(١٣) مجازي عشق مون کي بتن جي بنائڻ ۽ ڊاهڻ جي راز کان واقف ڪيو.

"دلان تاکي درين کافي مجازي،
لِکين مانند طفلاںِ خاکبازي."

معنيٰ: "اي دل ڪيترو وقت ٻارن وانگر هن مجازي دنيا ۾ متيءَ جون ماڙيون اڏيندو ۽ ڊاهيندو رهندين."

(١٤) مجازي عشق مون کي ذهن نشين ڪيو تہ زندگيءَ جو لطف دائمي انقلاب ۾ آهي.

موجيم ڪہ آسودگي ما عدم ما ست،
ما زنده بہ آنيم ڪہ آرام نگيريم.

معنيٰ: مجازي عشق مون کي زندگيءَ جي لاهن چاڙهن، جنهن کي شڪست ۽ فتح جي نالن سان سڏيو وڃي ٿو، سمنڊ جي مد ۽ جزر وانگر لازمي قرار ڏئي انهي کان مرغوب ٿيڻ کان بچائڻ ۾ مدد ڏني.

(١٦) مجازي عشق شڪست ۽ ناڪاميابيءَ ۾ راضي رهڻ سيکاريو.

(١٧) مجازي عشق ڪاميابيءَ ۾ دماغ درست ڪرڻ جي تعليم ڏني.

(١٨) مجازي عشق اڻ ڏٺي، اڻ ٻڌي ۽ نامعلوم ملڪ ڏي هلڻ جي ترغيب ڏياري.

"ڳوليان ڳوليان م لهان، شال مَ ملان هوت،
من اندر جا لوچ، سا ملڻ سان مانئي ٿئي."

(١٩) مجازي عشق مون کي خبر ڏني ته دائره عقل کان مٿي به ڪا دنيا آهي.

ستارون سے آگے جهان اور بهي هين.

(٢٠) مجازي عشق صفاتي (مادي) دائري ۾ رهڻ جي باوجود حقيقتُ جي رهبري ڪئي.

متاب روز عشق گر مجازي است،
ڪه آن بهر حقيقت ڪار سازي است.

معنيٰ: عشق کان منهن نه موڙ، جيتوڻيڪ اهو مجازي هجي ـ ڇاڪاڻ ته اهو حقيقت جي رهبري ڪري ٿو.



# فصل چوٿون

## مجازي عشق جي جواني

اڳين فصلن ۾ مجاز جي سن بلوغ جو ذڪر ڪندي لکيو هوم ته انهي دؤر ۾ ڪجهہ شعور ۽ سڌون پيدا ٿيون هيون.

مذهب جي اڳوٽي تخيل ۾ شڪ شبها پيدا ٿي عبادت الاهي مان اڳوٽو سرور گهٽ ٿي ويل هو.

اڳي علم حاصل ڪرڻ واسطي جيڪي سامهون ايندو هوم تنهن کي بنا مقصد ۽ مزاد جي تفريح طبعي لاءِ پيو پڙهندو هوس. هاڻ ان کي تبديل ڪري معنيٰ ۽ مقصدن وارن ڪتابن پڙهڻ جو خيال پيدا ٿيو هو.

اڳي عملي زندگيءَ جو دائرو صرف ڪراچي ضلعي تائين محدود هو ان ڪيٰ حالتن موجب وڌائي "سنڌ" تائين ڪيم. مجازي عشق جي دنيا ۾ سڌن جي پيدا ٿيڻ عجيب اضطراب پيدا ڪري ڇڏيو هو.

هن نئين دؤر ۾ مونکي نئين پيدا ٿيل مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪم ڪرڻو پيو.

هن دؤر ۾ مون کي هيٺيان مسئلا درپيش آيا. جن تي ڪيل تجربن جو احوال هن فصل ۾ ڏيندس.

(۱) مذهب جو زندگيءَ تي اثر (۲) علمي معلومات ۽ تجربا (۳) عملي دائره خدمت (۴) مجازي عشق جا تجربا.

هيٺ آئون مذڪوره بالا هر هڪ مسئلي تي پنهنجي تجربن جي روشنيءَ ۾ ذڪر ڪندس.

**مذهب جو زندگيءَ تي اثر:**

انهي مسئلي کي پوريءَ طرح سمجهڻ لاءِ ضروري آهي تہ ان کي ورهائي هيٺين ٽن شعبن ۾ ڪيل تجربن جو احوال پيش ڪريان:

(١) مذهب جو ذهني يا روحاني شعبو.

(٢) مذهب جي اخلاقي تهذيب جو شعبو.

(٣) نظام اسلامي جو شعبو.

**(١) مذهب جو ذهني يا روحاني شعبو:**

جيئن مٿي ذڪر ڪيو اٿم تہ انساني ڪمال ۽ ترقي خدا شناسيءَ جي معاملي سان مشتمل ٿي ڪئي ويئي. خدا شناسيءَ لاءِ مختلف ڪوشش جو بہ ذڪر ڪري آيو آهيان. هڪ جاءِ تي ڄاڻايو هوم تہ خواجہ محمد حسن جان سرهنديءَ ڪان ذڪر وٺي روحاني ترقيءَ لاءِ جا ڪوشش ڪئي هيم ان مان ڪو روحاني فائدو ڪونہ پهتو. اڳي دؤر ۾ جيئن تہ مقاصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ خواهشون پيدا ٿي چڪيون هيون. انهن کي مدنظر رکي هاڻ منهنجي سامهون بہ راهون ڪليل نظر آيون:

(١) مذهب اسلام دنيا جو آخري، مڪمل ۽ عالمگير هئڻ ڪري، خداشناسي ۽ روحاني ترقي صرف انهيءَ جي ذريعي حاصل ٿيڻ واري هئي.

(٢) دنيا جي جملي مذهبن پويان بنيادي وحدت سمايل هئي، جا اتحادِ انساني، امنِ عالم ۽ ترقي نوع انساني تي مشتمل هئي. ان ڪري کهڙي بہ مذهب جا پوئلڳ انهن بنيادي اصولن کي مڃڻ بعد باهمي تعاون ۽ بقائي باهميءَ جي نقطن تي عمل ڪرڻ سان انهي مقصد کي حاصل ڪري سگهن ٿا.

جواني عمل جي دعوت ڏيندڙ آهي. ان ۾ تعطل جو پيدا ٿيڻ بيڪار ٿئي ٿو. تنهن ڪري پهرين رستي جي تجربي لاءِ عمل شروع ڪري ڏنم. جنهن صورت ۾ اسلام کي افراد ۽ اقوامِ عالم جي ترقيءَ جو واحد ذريعو تسليم ڪري ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هوم. تنهن حالت ۾ اتحادِ انساني ۽ امنِ عالم جو حصول فروغ اسلاميءَ ۾ مضمر ڄاڻي ان جي تبليغ ۽ تربيت ضروري ڄاتم.

ان سلسلي ۾ مسجدون نهرائڻ، مذهبي واعظ ڪرڻ ۽ ماڻهن ۾ اسلام

لاءِ محبت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس. جيئن متي ڄاڻائي آيو آهيان تہ مون اسلام کي آخري، مڪمل ۽ عالمگير مذهب ڄاڻي ڪم ڪيو ٿي. تنهن ڪري بهتر ٿيندو تہ انهن ٽنهي مسئلن جي تشريح ڪري روشني وجهان.

**(1) اسلام دنيا جو آخري مذهب آهي:**

اول ۾ جڏهن روايتي ملن طرفان اهو تخيل پيش ڪيو ويو تہ ۱۳ سؤ ورهيہ اڳ عرب جي ريگستان ۾ پيغمبر خدا حضرت محمد صلعم طرفان جو مذهب پيش ڪيو ويو هو، سو دنيا جي مذهبن ۾ آخري ۽ مڪمل مذهب هو.

ان جو پيش ڪندڙ دنيا جو آخري نبي هو. انسانذات جي تڪميل ۽ فلاح صرف انهي مذهب ذريعي حاصل ٿيڻ واري هئي. اهو دين مڪمل ضابطہءِ حيات جو حامل هو. آئينده دنيا ۾ ڪوبہ پيغمبر يا دين اچڻ وارو نہ هو. ان دين کان ٻاهر جملي ماڻهو گمراهہ هئا. اهو دين وحدت خيال ۽ عمل جي بنياد تي معاشرو قائم ڪري، نجات انسانيءَ جو حامل ٿيڻ وارو هو. تہ عقل جي نقطہ نگاهہ کان اهڙي دعويٰ مضحڪہ خيز پئي نظر آئي. ليڪن علامہ آءِ. آءِ. قاضي ۽ علامہ عنايت الله مشرقي جي صحبت ۽ سمجهاڻين بعد منهنجا خيال بدلجي ويا؛ ۽ مون کي دين اسلام ۾ انسانذات جي روحاني تڪميل ۽ ترقيءَ جو راز ڏسڻ ۾ آيو.

اوهان ضرور چاهيندا تہ اهو ڪهڙو جادو هو جنهن سان علامہ قاضي عليہ ۽ علامہ مشرقي عليہ مون کي تبديل ڪري ڇڏيو هو.

تنهن ڪري انهن بزرگن جي اسلامي تشريح جو ذڪر هيٺ ڏيڻ ضروري ٿو ڄاڻان.

**علامہ آءِ. آءِ. قاضيءَ جي تشريح:**

هن صاحب جو چوڻ هو تہ دنيا جا مذهب بنيادي طرح علحده ڪونہ هئا. اهي هڪ ئي دين فطرت جون شاخون هيون.

قرآن جي سمجهاڻي مطابق دنياجي هر ملڪ ۽ قوم ۾ مختلف زمانن جي وقتي تقاضائن ۽ ضرورتن مطابق خدائي عز و جل طرفان ڪي برگزيده حضرات ماڻهن جي هدايت ۽ رهبري لاءِ آيا ٿي، جن هڪ ئي مقصد، اتحاد انساني، امن عالم، ترقي نوع انسان لاءِ ماڻهن جي ذهني ارتقا مطابق هدايتون ڏنيون ٿي. دين منجمد ڪونہ هو. ارتقا پذير هو. ابتدا کان وٺي

ترقي ڪندو آيو آهي. معاشري جي تبديلي ۽ حالتن جي ضرورتن مطابق ان ۾ نت نوان اضافا ٿيٽا هٿا.

اسلام جي آخري مذهب ۽ پيغمبر اسلام جي آخري نبي هئڻ جي معنيٰ اها هئي تہ انساني معاشرو ۽ ذهن اهڙي درجي تي پهچي چڪو هو. جنهن ۾ آئنده پيغمبرن ذريعي نئي الهامي علم جي ضرورت ڪانہ هئي. مذهب ابتدائي دؤر مان نڪري انهي حالت تي رسيو هو. جتان خودڪار طريقن تي ارتقا ڪرڻ وارو هو.

پيغمبر اسلام جي آخري پيغام جو لب لباب هيٺين رڪنن تي ٻڌل هو:

(١) جملي مذاهب ۾ بنيادي وحدت سمايل هئي.

(٢) انسان ذات ان ذهين ارتقائي درجي تي پهتل هئي، جو آئينده ڪنهن الهامي رهبريءَ جي ضرورت نہ هئي.

(٣) دين سٺن خيالن ۽ عملن جو مجموعو هو. ان ڪري جو ماڻهو صالح هو. اهو مسلمان هو.

**علامہ عنايت الله خان مشرقي:**

هن صاحب جي چوڻ مطابق اسلام جو ڪمال ۽ حرف آخر هن ڳالهہ ۾ هو تہ جنهن ماڻهوءَ انسان ذات جي اصلاح، ترقي ۽ وحدت الاهي جي عقيدن ۾ يقين رکيو ٿي؛ ۽ چڱا ڪم ڪيا ٿي. سو بنا تميز ظاهري مذهبي پوئلڳيءَ جي صالح هو ۽ هر صالح ماڻهو مسلمان هو. انهي ڳالهين جي تبليغ ۾ هن غلبہ اسلام جو راز مضمر ڏٺو ٿي.

مذڪوره بالا بزرگن جي ٻڌايل تشريحن بعد مون اسلام کي آخري مذهب ڄاتي، ان جي عقائد ۽ مقاصد کي دين فطرت سمجهي، انهي جي احڪام جي فروغ لاءِ ڪوشش شروع ڪئي.

آئون اڳي لکي آيو آهيان تہ ٿيوري؛ نظريي يا عقيدي کي جيستائين عمل جي ليبارٽريءَ (تجربہ گاهہ) ۾ ڪوجنا ڪري صحيح ثابت نہ ڪيو ويو آهي، ان وقت تائين ان کي مجرب نسخو تسليم ڪري نہ سگهبو. تجربي لاءِ شروعات ڪرڻي هئي، انهي ڪري، اسلامي نظريي جي بنياد تي ان جي شروعات ڪيم.

**(٣) اسلام دين مڪمل هو:**

روايتي ملن طرفان جڏهن اهين ٻڌڻ ۾ ايندو هو تہ تيرهن سؤ ورهيہ

اڳ عرب جي بدويانہ معاشري جي رهنمائي لاءِ جا شريعت اسلامي پيش ڪئي ويئي هئي، سا باوجود معاشرن جي تبديل ٿيڻ جي جملہ انسانذات لاءِ تاقيامت مڪمل ضابطہ حيات جو ڪم ڏئي سگهندي ـ تہ ان تي اعتبار ٿي ڪونہ ايندو هو. ليڪن مذڪوره بالا بزرگن جي نئي تشريح ان تي تجربو ڪرڻ لاءِ مون کي رستو ڏسيو.

سندن چوڻ هو تہ اسلام جي دين مڪمل هئڻ جي معنيٰ اها هئي تہ اتحاد انساني ۽ امن عالم لاءِ جملي صالح ماڻهن طرفان ٿيندڙ ڪوششون فطرت الاهي مطابق هيون. هاڻ انسان ذات عقل جي نعمت سان نوازي ويئي هئي، جن مان آئينده حڪيم ۽ مدبر معاشري جي ضرورتن پٽاندڙ وقت بہ وقت نوان قانون ٺاهي ڪم هلائيندا رهندا.

دين جي تڪميل اصولن ۾ هئي. فروعي ڳالهين جي تڪميل ٿيڻي ڪانہ هئي. مذهب (اسلام) وهندڙ دريا وانگر روز نوان نوان نياپا آڻڻ وارو هو. معاشري جي تبديليءَ سان ان جا قانون بہ بدلجنا هئا.

دين بنيادي اصولن تي ٻڌل هو. نہ روزمره جي محدود دائري ۾ وقت اندر معشري جي مطابق مقرر ڪيل قانونن تي ٻڌل هو. تنهن ڪري اسلامي اصول بدلجنا ڪونہ هئا. ليڪن شريعت اسلامي اڳين مذهبن جي شريعتن وانگر بدلجي سگهي ٿي.

**(٣) اسلام عالمگير مذهب هو:**

روايتي ملن طرفان دعوي ڪئي ٿي ويئي تہ اسلام عالمگير مذهب هو. ان جي مڃڻ وارا دنيا جي مثالي قوم هئا. انهن کي انسان ذات جي رهبري ۽ هدايت لاءِ ڪم ڪرڻو هو. اهي پاڻ مڪمل هئا ڪين ٻين کي مڪمل بنائڻو هو. جملي انسان ذات کي دين اسلام تي اچڻو هو. انهي مقصد جي تڪميل لاءِ امام مهدي پيدا ٿيڻ وارو هو وغيره.

انهيءَ دعوي تي ڪين جڏهن يورپ جي مهذب قومن سان ڀيٽ ڪيو ٿي ويو تہ معلوم ٿيو ٿي تہ اها دعوي نہ صرف غلط هئي پر شيخ چليءَ جهڙي بڪواس هئي. انهي چاڙهيءَ مان بہ مون کي مذڪوره بالا بزرگن جي رهبري ۽ هدايت مٿي چاڙهيو. هنن جي چوڻ مطابق اسلام جا بنيادي اصول جهڙوڪ اتحاد انساني، امن عالم، ترقي بني آدم بيشڪ عالمگير هئا. انهي مقاصد جي حصول لاءِ راسخون في العلم ۽ صالحن ماڻهن کي ڪم ڪرڻو هو. اهي هر

مذهب جي پوئلڳن ۾ موجود هئا. جن کي باهمي تعاون ۽ بقائي باهميءَ جي اصولن مطابق گڏجي ڪم ڪرڻو هو. انهي واسطي مسلمانن مان چونڊ ماڻهن کي ڪم ڪرڻو هو. جن کي "وسطو التكوبو شهديٰ علي الناس" جي بنياد تي تربيت حاصل ڪري مذڪوره بالا مقاصد جي حصول لاءِ ڪوشش ڪرڻي هئي. انهي لاءِ مسلمانن کي تربيت ڏئي منظم ڪرڻو هو. انهي واسطي اخلاقي تهذيب جو ڪم ڪرڻو هو.

**(۴) مسلمانن جي اخلاقي تهذيب جو شعبو:**

مسلمانن جي اخلاقي تهذيب لاءِ هيٺيان طريقا مقرر ڪيا ويا ٿي:

(١) اسلامي اخلاق جو علم.

(٢) اسلامي طريقهء زندگيءَ لاءِ تربيت. ۽

(٣) اسلامي طريقهء هدايت ۽ رهبري.

انهن ٽنهي طريقن جي مختصر تشريح هيٺ ڏجي ٿي:

**(١) اسلامي اخلاق جو علم:**

روايتي ملن طرفان چيو ٿي ويو تہ "تخلقوا باخلاق الله" يعني "پاڻ کي الله جي اخلاقي قانون مطابق بنايو." ان جي تشريح ۾ ملن جو چوڻ هو تہ ١٣ سؤ ورهيہ اڳ جي شريعتي دستور مسلمانن جي معاشري جي تنظيم ۽ تربيت لاءِ مقرر ڪيا ويا هئا. تن کي خدائي اخلاق سمجهي انهن جي پيروي ڪرڻ گهرجي. انهن اخلاقن جي تشريح ۾ هيٺيون ڳالهيون ٻڌايون ويئون ٿي:

(١) ڏاڙهي رکڻ، مڇون ڪتائڻ.

(٢) ختنہ ڪرائڻ.

(٣) پيڏيءَ ڪان مٿي سُٿڻ پائڻ.

(۴) ويٺي پيشاب ڪرڻ.

(۵) ڪي کاڌا کائڻ ۽ ڪي نہ کائڻ.

(٦) چئن زالن تائين شاديون ڪرڻ.

(٧) زانيءَ کي سنگسار ڪرڻ.

(٨) چور جا هٿ پير وڍائڻ.

(٩) مخالف خيالن جي ماڻهن کي زوري موافق بنائڻ يا قتل ڪرڻ.

(١٠) غير مسلمن کي نفرت سان ڏسڻ.

(١١) پاڻ کي ناجي ۽ غيرِمسلمن يا جدا عقيده مسلمانن کي ناري سمجهڻ.

(١٢) مذڪوره بالا ڳالهين جي حاملن کي بنا چڱن ڪمن ڪرڻ جي مسلمان قوم ۾ شمار ڪرڻ.

اهڙين ڳالهين کي اسلامي اخلاق سان تشبيهه ڏيڻ بي وقوفي پئي معلوم ٿي. ليڪن علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ جي صحبت ۾ اسلامي اخلاق جو ٻيو پهلو معلوم ٿيو. جهڙوڪ:

(١) مذهبي رواداري.

(٢) محبت کي مذهب جو روح سمجهڻ.

(٣) تشدد کان ڪناره ڪري ماڻهن سان نرمي اختيار ڪرڻ.

(٤) سڀ ۾ پرين پسڻ.

(٥) پراپڪاريءَ جا ڪم ڪرڻ.

(٦) حال تي مستقبل کي ترجيح ڏيڻ.

(٧) صالح ڪم ڪرڻ.

(٨) بقائي باهميءَ جي اصول تي هلڻ.

(٩) اتحاد انسانيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

(١٠) امن عالم لاءِ فضا ساز گار بنائڻ.

(١١) جيڪي چوڻ ان تي عمل ڪرڻ.

(١٢) بزرگي ۽ تقويٰ، عمل صالح شمار ڪرڻ.

انهن ڳالهين کي مدنظر رکي اسلامي اخلاق کي ملن جي نقطهءِ نگاهه کان علحده سمجهي انهي مطابق معنيٰ ڪئيم.

**(٢) اسلامي طريقهءِ زندگيءَ لاءِ تربيت:**

روايتي ملن اسلامي طريقهءِ زندگيءَ کي فقهي قانونن جي ماتحت رکي ان مطابق ماڻهن کي هلائڻ گهريو ٿي

مون کي مختلف تهذيبن جي ماڻهن سان رابطي ۾ اچڻ بعد ان قسم

جي طريقہ زندگيءَ جو ڪوڪلي پٺو معلوم ٿي چڪو هو. مون ڪي مذڪوره بالا حضرات جي صحبت مان پتو پيو هو تہ زماني جا دؤر ۽ معاشرتي حالات دهر جي ضرورتن مطابق بدلبا رهيا ٿي. تنهن ڪري انهن جا دستور ۽ طريقا بہ بدلجڻ لازمي هئا. جهڙيءَ طرح مغربي ملڪن گهڻي علم ۽ تجربي بعد ملڪي حالتن ۽ ضرورتن ڪي مدنظر رکي عام راءِ مطابق وقت بہ وقت قاعدا قانون پي ٺاهيا هئا. اهڙي طرح اسان بہ ٺاهي سگهياسون ٿي.

منهنجي سامهون علامہ آءِ. آءِ قاضيءَ جو مثال هو. هو روح اسلام مان پوريءَ طرح واقف هئڻ جي باوجود ڪلين شيو (ڏاڙهي مڇون ڪوڙيل) رهندو هو. سوٽ بوٽ پائيندو هو. محبت جو پنڊار هو. سندس مجلس ۾ تصنع جي بوءِ ڪانہ ايندي هئي. ساري زندگي عزلت ۽ گوشہ نشينيءَ ۾ گذارڻ جي باوجود بہ ماڻهن جي صحيح رهبري ڪندو هو. مذهبي رواداري ڪري هر مذهب ۽ ملت جا ماڻهو سندس صحبت مان فيض پرائيندا هئا. موجوده ملن جي عين ابتڙ هلندو هو. ان مان مون تي ذهن نشين ٿيو تہ ملن وارو طريقہ زندگي هروڀرو اسلام نہ هو. علامہ مشرقيءَ جي چوڻ مطابق هر صالح ماڻهو مسلمان هو. انهي نقطہ نگاهہ ڪان سندس چوڻ مطابق مغربي تهذيب جا ماڻهو زياده مسلمان هئا. بنسبت هنن ملن جي ايجاد ڪرده فقهي طريقہ اسلام جي.

**(٣) اسلامي طريقہ هدايت ۽ رهبري:**

روايتي ملن جي نقطہ نگاهہ موجب راهہ هدايت اها هئي جا شريعت جي نالي ۾ فقهي ملن تسليم ڪئي هجي. جيتوڻيڪ ان جو گهڻو حصو تاريخ جي ڪسوٽيءَ تي غلط ثابت ٿي چڪو هجي. درحقيقت راهہ هدايت اسلامي، هندو يا ڪرشچن ٿي نٿي سگهي. سچ ۽ راهہ هدايت هڪ ڳالهہ هئا. سچ ڪنهن مخصوص طبقي، فرقي يا گروهہ جو ورثو ڪونہ هو. اهو جملي انسان ذات لاءِ ڪليل هو. جنهن ڪي نصيب ۾ اچي. انهي نقطہ نگاهہ ڪان آئون ملن جي ٻڌايل راهہ هدايت جو اصل ڪان قائل نہ رهيو هوس.

**(٤) نظام اسلاميءَ جو شعبو:**

مسلمانن جي هڪ گروهہ جو چوڻ هو تہ اسلام مڪمل ضابطہ حيات پيش ڪيو ٿي. ان جي ذريعي ئي انسان ذات جي نجات. فلاح ۽ بهبودي حاصل ٿيڻ واري هئي. مسلمان جدا قوم هئا. جنهن قوم جو بنياد

وطن، زبان، ڪلچر، تواريخي روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفاد جي عيوض وحدت خيال ۽ عمل تي رکيل هو. انهي اصول جي تبليغ ۽ غلبي لاءِ مسلمانن جو هڪ نظام ناهي ساري دنيا جي رهبري ۽ امامت ڪرڻي هئي. انهي مقصد جي حصول لاءِ ڪنهن هڪ ملڪ ۾ مرڪزي ادارو قائم ڪري جملي مسلمانن جو نظام قائم ڪرڻو هو. انهي ڪري جڏهن مسلمانن جي جداگانہ قوم جو نظريو، مسلمانن جي تنظيم لاءِ نظام ۽ پاڪستان جي قيام جا نعرا بلند ڪيا ويا تہ ٻين وانگر آئون بہ ان دام تزوير (ڏوڪي) ۾ ڦاسي ويس. جواني سيمابي طبيعت جي حامل ٿئي ٿي، عملي زندگيءَ ۾ عشق مجازيءَ جي جوش ۽ خروش سان قدم کڻڻ لاءِ دل اڳڀيئي تيار هئي، ان ڪري مون مسلمانن جي جداگانہ قوم جي نظريي کي قبول ڪيو ۽ اسلامي نظامِ حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ آواز اٿاريو؛ ۽ انهي مقاصد جي حصول لاءِ مرڪزي ملڪ پاڪستان کي ڪتب آڻڻ جو ارادو ڪيو.

## مسلمانن جي جداگانہ قوم بابت منهنجا ان وقت ظاهرڪيل رايا

ماڻهو جڏهن مختلف سببن ڪري ڪنهن نقطہءِ نگاهہ کي مڃڻ لڳي ٿو تہ پوءِ ان جي جواز ۾ دليل پيش ڪري دل کي بہ آٿت ڏي ٿو؛ ۽ ٻين کي بہ قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. مون بہ ائين ڪيو.

پڙهندڙن کي معلوم آهي تہ جڏهن ڪيترن وجهن ڪري آئون مسلم ليگ ۾ داخل ٿيو هوس تہ ان جي فروغ لاءِ هڪ آرگنائيزيشن ڪميٽي جناح صاحب جي حڪم سان سنڌ ۾ قائم ٿي هئي. ان جي چيئرمين جي حيثيت ۾ مون هڪ ميٽنگ ٢٢- فيبروري ١٩٤١ع تي سن ۾ سڏائي، ان جي سامهون تقرير ذريعي هڪ پروگرام رکيو هو. ان تقرير جا ٽڪرا ملاحظي لاءِ هيٺ پيش ڪريان ٿو:

"انسانذات جي تاريخ ۾ نيٺ اها منزل بہ آئي جتي ملڪي، نسلي ۽ زباني امتيازن جي حدن کي ٽوڙي عالم انساني اڳيان هڪ نئون نصب العين رکيو ويو، جنهن موجب ملڪ، زبان، رنگ ۽ نسل جي بنيادن تي قائم ٿيل قومي ديوارون ٽوڙي اسلامي نظريي جي آڌار تي انسان ذات جي بهتري ۽ ڀلائيءَ لاءِ نئين قوم جو بنياد رکيو ويو. مسلم قوم دنيا ۾ ان مقصد جي حصول لاءِ وجود ۾ آئي ۽ مسلمان اهو ئي پيغام کڻي دنيا ۾ پکڙجي ويا.

سندن فتحن جو مقصد ملڪن کي محڪوم بنائڻ جو نہ هو پر ماڻهن جي دلين کي درست ڪري انسان ذات ۾ سچي مساوات ۽ عدل قائم ڪرڻ هو. ساري دنيا هن جو گهر بنجي هئي. انسان ذات جو اتحاد. امن ۽ ترقي سندن مطمع نگاهہ رهڻو هو. ڪين دنيا کي دارالسلام بنائڻو هو."

انهي نقطہ نگاهہ مطابق مسلمانن جي آئنده پروگرام بابت مون پنهنجا رايا هيٺين پوسٽر ذريعي ڇپائي پڌرا ڪيا:

## پوسٽر

### مسلم ليگ جي گهر آهي پاڪستان
### پاڪستان جي معنيٰ اسلامي حڪومت ـــ

(١) جنهن ۾ قرآن شريف جي اصولن مطابق حڪومت قائم ڪئي ويندي.
(٢) جتي سڀني ماڻهن کي سياسي، معاشرتي ۽ اقتصادي هڪجهڙائي ميسر ڪئي ويندي.
(٣) جنهن ۾ حڪومت هلائڻ جون واڳون سچن پرهيزگار مسلمانن جي هٿ ۾ هونديون.
(۴) جنهن ۾ غير مسلمانن جي حقن جي خاص طرح حفاظت ڪئي ويندي.
(۵) جتي حڪومت جو پهريون فرض ملڪ مان غربت. ظلم. بي علمي ۽ طبقاتي مفاد خاطر عوام کي ناجائز طرح ڪتب آڻڻ کي بند ڪرڻو هو.
(٦) جتي جوا، زنا، شرابخوري ۽ وياج خوريءَ جي قانوناً منع هوندي.
(٧) جنهن ۾ عدل ۽ انصاف پئسن تي نہ وڪامندو پر هر هڪ کي مفت نصيب ٿيندا.
(٨) جنهن ۾ عزت جو معيار طاقت ۽ پئسي تي نہ پر چڱن اخلاقن تي مقرر ڪيو ويندو.

**غلام مرتضيٰ شاه**
چيئرمين مسلم ليگ آرگنائزيشن ڪميٽي

ان ڪان پوءِ ساري سنڌ ۾ مسلم ليگ جي مقاصد جي مشتهري ڪئي ويئي ۽ منهنجي تجويز تي آل انڊيا مسلم ليگ مجلس عمل هيٺين مقصد لاءِ

هڪ عالمن جي ڪاميٽي مقرر ڪئي، جنهن جو ڪنوينر مون کي مقرر ڪيائون. ٺهراءُ: "مسلمانن ۾ ڪهڙي طرح اسلامي جذبو پيدا ڪري، منجهانئن غير اسلامي رسمون ۽ عقائد ڪڍي ازسر نو صحيح اسلامي جماعت جو نظام قائم ڪجي."

ان جي ڪنوينر جي حيثيت ۾ مون علامہ آءِ. آءِ. قاضيءَ جي مشوري سان ۹- فيبروري ۱۹۴۴ع تي هڪ سوالنامو تيار ڪري هندوستان جي عالمن، فيلسوفن ۽ مذهبي بزرگن ڏي هيٺين خط سان موڪليو. جنهن جا ٽڪرا پڙهندڙن جي ملاحظہ لاءِ پيش ڪريان ٿو:

"توهان کي معلوم هوندو تہ مسلمانن جو موجوده نسل انساني زندگيءَ جي غير معمولي تبديلين ۽ انقلاب جي منهن مقابل آهي.

موجوده ۽ آئنده نسلن جي نقطہ نگاهہ کان اسان کي دنيا جي ضرورتن ۽ حالتن کي مدنظر رکي اهڙو لائحہ عمل تيار ڪرڻو آهي جنهن ڪري مسلمان خوشحال ۽ سڌريل زندگي گذارڻ جي لائق ٿي سگهن.

اسان پاڻ کي چوڌاري ڪهڙين حالتن ۾ گهيريل ڏسون ٿا؟ اڄڪلهہ مذهب ماڻهن کي متحد ڪرڻ ۽ امن آڻڻ جي طاقت وڃائيندو ٿو وڃي.

نتيجو اهو نڪتو آهي جو نسلي ۽ وطني تعصب زور وٺندا وڃن ٿا، ويتر اقتصادي جهڳڙن انساني زندگيءَ جي يڪجهتيءَ کي ٽوڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو آهي.

اهو ساڳيو منظر جنهن مغرب کي پاڻ ۾ ويڙهائي تباهيءَ جي دروازي تي آندو آهي، سو اڄ هندوستان ۾ اسان جي سامهون اچي رهيو آهي.

جيئن وقت گذرندو تيئن حالتون شايد زيادهہ نازڪ ٿين ۽ مسلمانن کي عيسائي قومن جي افسوسناڪ تجربن مان لنگهڻو پوي، ان ڳالهہ لاءِ علاج ڪهڙو آهي؟

• ڇا اسان هن پنهنجي زندگيءَ جي سموري نقطہ نگاهہ کي بدلائي پنهنجا قديم عقيدا، نظريا ۽ اصول وري زنده ڪري سگهون ٿا، جيئن هن نازڪ دؤر مان سلامتيءَ سان پار لنگهي پئون. جي ها تہ اسان انهيءَ طريقي سان زندگيءَ جو سرشتو بدلائڻ بعد موجوده دؤر جي خاص حالتن ۽ ضرورتن مطابق خوشحال ۽ ترقي پذير حياتي گذارڻ لاءِ لائق ٿي سگهنداسون؟

هن مان اهو امڪان آهي تہ مذهب ذريعي زندگيءَ جي مسئلن کي

فيصل ڪرڻ سبب شايد وري مذهبي فرقن جي موجوده تعداد ۾ اضافو ٿي وڃي. اتحاد ۽ طاقت هٿ ڪرڻ جي عيوض مسلمانن جو قومي شيرازو ويتر ڪمزور ٿئي. پر انهيءَ خوف ڪري هن اهم سوال کي نظر انداز ڪري مغربي قومن جي پوئلڳيءَ ۾ ساڳين حالتن ۽ مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ ڪيتري قدر مناسب ٿيندو.

انهن سيني نڪتن تي تفصيلوار غور ۽ فڪر ڪري ڪا مڪمل تجويز تيار ڪرڻ جي ضرورت آهي. وقت نزديڪ اچي رهيو آهي جڏهن اسان کي انهن سوالن جو جواب ڏيڻو پوي. تنهن ڪري ضروري آهي ته اڳواٽ ئي انهن سوالن تي غور ڪرڻ شروع ڪجي."

آئون اهڙن خيالن ۾ رهڻ ڪري رات ڏينهن مسلم قوم ۽ اسلامي حڪومت جي نالي ۾ مسلمانن ۾ ڪم ڪندو رهيس.

(۱) مون کي جوانيءَ جي جوش ۽ غير تجربيڪاريءَ ڪري اهو پتو نه پيو ته اسلام جي انهيءَ تعبير ۾ ڪيترا ماڻهو مون سان متفق هئا.

(۲) مون کي اها ڳالهه خيال ۾ نه آئي ته دنيائي اسلام ۾ اهڙي قسم جون اڳي ڪيتريون ڪوششون ٿيل هيون جي سڀ ناڪامياب ٿيون هيون.

(۳) مون کي اهو به خيال ۾ نه آيو ته ان مسئلي ۾ مون جن ماڻهن سان رفيق بنجي ڪم ڪيو ٿي، انهن جا عقيدا، نقطہ نگاهہ ۽ عمل ڪهڙا هئا.

(۴) مون کي اها پروڙ نه پئي ته مسلم ليگ جماعت جنهن جي ذريعي اسان مذڪوره بالا مقاصد حاصل ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو سا رجعت پسند، انگريزن جي پوئلڳن، يو. پي ۽ سي. پي جي مستقل مفاد جي نمائنده جماعت هئي.

(۵) منهنجو ان ڳالهه ڏي توجهه نه ويو ته واقعي جملي مسلمان باوجود مختلف فرقن، عقيدن، طبقن ۽ ڪردارن جي خيال ۽ عمل ۾ هڪ قوم بنجي ويا هئا.

(٦) منهنجو توجهه هن ڳالهه ڏي به نه ويو ته جناح صاحب ۽ سندس حوارين ذريعي ڪهڙي طرح اسلامي حڪومت قائم ٿي سگهندي.

(۷) مون کي اها ڳالهه خيال ۾ به نه آئي ته مسلمانن جي جدا قوم جو نظريو، پاڪستان جو قيام، مسلم اقليت وارن صوبن ۽ پنجابي

مستقل مفاد جا ايجاد ڪيل نظريا سندن حڪومت برپا ڪرڻ لاءِ
ناهيل هئا.

(٨) ان وقت مون کي اهو وهم ۽ گمان به نه آيو ته دنيا جي ڪنهن به ملڪ ۾ مذهب جي بنياد تي ڪنهن قوم کي تسليم نه ڪيو ويو ٿي.

(٩) مون کي اها ڳالهه ذهن ۾ نه ويٺي ته مسلمانن جي جدا قوم جي نظريي کي مڃڻ ڪري آئون سنڌين جي هزارها ورهين جي تسليم ٿيل قوميت کي ختم ڪرڻ لاءِ مهر ثبوت هڻي رهيو هوس.

(١٠) منهنجي وهم ۽ گمان ۾ اها ڳالهه نه ويٺي ته انهيءَ نظرئي کي مڃڻ ۽ ملڪ جي ورهاڱي بعد سنڌين جي زبان، ڪلچر، سياسي آزادي، زمين، ڪارخانا، واپار ۽ نوڪرين تي ٻاهريان ماڻهو قابض ٿي کين محڪوم ڪري ويندا ۽ پنهنجن حقن جي حفاظت لاءِ آواز ڪڍڻ تي سزائن ء غدارِ ملڪ ۽ ملت جي لقبن جا مستحق ٿيندا.

اهو سڀ ٿيو، بيخبري يا ساده طبعي ڪري، پنهنجي ڪئي جو نه ويڄ نه طبيب.

## علمي معلومات ۽ تجربات

جڏهن مسلمانن جي جداگانه قوم، اسلام جي دين مڪمل هئڻ، پاڪستان کي نظام اسلاميءَ جي مرڪز ڪري ڪتب آڻڻ جو خيال دماغ ۾ ويهي ويو، ته پوءِ ان لاءِ جواز پيدا ڪرڻ لاءِ ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيم، ان واسطي مون کي هيٺين ذريعن مان مدد وٺڻي پيئي:

(١) هندوستان ۾ مسلم تاريخ جي معلومات.

(٢) سر سيد احمد خان ۽ علامه اقبال جي ڪتابن جو مطالعو.

(٣) خاڪسار تحريڪ جي باني علامه مشرقيءَ جا ڪتاب.

(۴) مسلم ليگ لٽريچر، ۽

(۵) فسطائي نظريي سياست.

انهيءَ مطالعي مان مون کي جيڪي حاصل ٿيو ان جو مختصر ذڪر هيٺ ڏجي ٿو.

**(ا) هندوستان جي مسلم تاريخ:**

هن جي مطالعي بعد معلوم ٿيو ته برصغير هند ۾ گهڻي وقت کان علماءِ ڪرام ء صوفياءِ عظام ۾ ٻن خيالن جا ماڻهو موجود هئا:

(١) هڪڙن جو چوڻ هو تہ جنهن صورت ۾ مسلمانن جو گهڻو تعداد مڪاني ماڻهن مان تبديل ٿيل هو. انهن جي زبان، ڪلچر، تاريخي روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفاد لوڪل ماڻهن سان هڪجهڙا هئا. هو هندن جي مقابلي ۾ تعداد ۾ ٿورا هئا. مڪاني ماڻهن ۾ اختلاف هئڻ ڪري مسلمان عارضي طور تلوار جي زور تي مٿن مسلط ٿي ويا هئا پر انهيءَ تسلط جو گهڻي وقت تائين قائم رهڻ ممڪن نہ هو. تنهن ڪري مڪاني هندن سان تاليف قلوب ۽ محبت جي ذريعي هڪ ٿي ڪين حڪومت جي ڪاروبار ۾ شريڪ ڪري ڪم هلائڻ لاءِ وڏيڪ دانشمندانہ قدم هو.

(٢) ٻين جو چوڻ هو تہ مسلمان مذهبي، نسلي نقطہ نگاهہ کان هندن کان برتر ۽ اعليٰ هئا. اها سندن لياقت ۽ قوت هئي جنهن ڪين هندن تي حاڪم بنايو هو. سندن منزل مقصود ٻين مذهبن کان علحده رهي پنهنجي برتري قائم رکڻ هو. انهيءَ لاءِ مسلمانن جي جدا قومي تنظيم ۽ اتحاد کي مستحڪم بنائي سندن حاصل ڪيل تسلط کي قائم رکڻ ضروري هو.

اهڙيءَ طرح ذهني ۽ مذهبي نظرين ۾ بہ ٻنهي گروهن جا نقطہ نگاهہ علحده هئا. پهرئين گروهہ جو خيال هو تہ جنهن صورت ۾ جملي مذاهب جي پويان بنيادي وحدت ڪم ڪري رهي هئي، مختلف ادوار ۾ ماڻهن جي ذهني صلاحيت ۽ حالت مطابق فروعي ڳالهين ۾ اختلاف ٿيل هو.

اسلام دين فطرت هو جنهن جو مدار محبت تي هو، جنهن جي وسيلي ماڻهن ۾ اتحاد پيدا ڪري امن ۽ ترقي حاصل ٿي سگهي ٿي. تنهن ڪري هندوستانين ۾ بنا تميز مذهب جي اتحاد پيدا ڪري بقاءِ باهمي جي اصول تي هڪٻئي کي ويجهو آڻڻ سان مقصد پورو ٿي سگهيو ٿي. اها ئي دين فطرت جي تقاضا هئي.

ٻئي گروهہ وارن جو چوڻ هو تہ مسلمان مذهبي ۽ اخلاقي طور هندن کان ارفع ۽ اعليٰ هئا. ان ڪري مسلمانن جي جدا تنظيم جي ضرورت هئي.

مسلمانن جي اصل مشن اها هئي تہ جملي مڪاني ماڻهن کي تبليغ ۽ جهاد جي ذريعي مسلماني مذهب تي آندو وڃي. ان ڪري مسلمانن جي تنظيم ۽ اخلاقي درستي ذريعي اقتدار جو قائم رکڻ ضروري هو. انهيءَ ڪري

انهيءَ گروهہ جي درويشن مسلمانن کي اخلاقي تربيت ڏيڻ ۽ غير مسلمن کي مسلم بنائڻ طرف زياده توجهہ ڏنو. اڳتي هلي انهن ٻنهي گروهن جي پوئلڳن سندن نقطہ نگاهن کي فلسفن جي صورت ڏياري.

پهرئين گروهہ وحدت الوجود جي فلسفي جو آڌار ورتو. جو ويدانت جي بنياد تي برپا ڪيل هو. جنهن مطابق بنيادي طرح وجود هڪ هو. ان جا پاسا ٻہ هئا. جن نظر ۽ عقل جي ڪوتاهي ڪري دوئيءَ جي صورت اختيار تي ڪئي.

ٻئي گروهہ وحدت الشهود جي فلسفي کان مدد تي ورتي. جو فلسفو زراشتر جي دوئيءَ جي بنياد تي تعمير ٿيل هو. ان موجب خير ۽ شر کي ٻہ جدا وجود ڪري مڃيو ٿي ويو. انهن خيالن کي سياسي طرح طاقت ۽ اهميت ٻن مسلمان حاڪمن جي دوُر ۾ ملي.

پهرئين گروهہ جي سرپرستي اڪبر اعظم. ملا مبارڪ. سندس ٻن پٽن ابوالفضل ۽ فيضيءَ جي مشورن سان ڪئي ٿي. جنهن جي ٻين مذهبن جي عالمن ٻہ حمايت ڪئي ٿي.

خواجہ معين الدين چشتي ۽ ان جا پوئلڳ نظريہءَ وحدت الوجود جا هندوستان ۾ باني هئا.

ٻئي گروهہ جي طرفدارن اورنگزيب عالمگير جي دوُر حڪومت ۾ حضرت غلام احمد صاحب رباني سرهندي جي تعليم جي مدار تي زور ورتو هو.

تاريخ شاهدي ڏئي ٿي تہ پهرئين نظرئي جي سبب اڪبر اعظم جي ڏينهن ۾ مغل سامراج طاقتور ٿيو. اقليت ۾ هئڻ جي باوجود مسلمان برصغير تي حڪمران رهيا. ۽ ٻئي نظرئي جي اورنگزيب عالمگير جي ڏينهن ۾ عارضي ڪاميابيءَ کان پوءِ مغل سلطنت جو زوال شروع ٿي مسلمانن جو تسلط برصغير تان ختم ٿي ويو.

انهن ٻنهي نظرين جا پوئلڳ مسلمانن جي حڪومت وڃڻ بعد بہ برصغير ۾ هلندا آيا.

انگريزي دوُر حڪومت جي اول ۾ پهرئين نظرئي جي پوئلڳن ديوبند ۾ مرڪز قائم ڪري هندن جي شموليت سان وري مسلمانن جو وڃايل اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. انهن مان ٻن بزرگن شاهہ اسماعيل ۽

سيد احمد بريلوي جون ڪوششون ناڪامياب ويون. انهيءَ گروهہ ١٨٥٧ع جي جنگ آزاديءَ لاءِ هندن جي شموليت ۾ حصو ورتو پر ناڪامياب ٿيا. انهيءَ وقت ڏاري هڪ صاحب، سر سيد احمد خان جو انگريزن جي نوڪريءَ ۾ هو. بدليل حالت کي مدنظر رکي مسلمانن جي طريقہ ڪار لاءِ نئين سر پاليسي مرتب ڪئي.

(١) هن صاحب اسلام جي جديد نموني تي تشريح ڪئي.

(٢) هن صاحب جي راءِ مطابق انگريز برصغير تي جديد علم ۽ سائنس جي آڌار تي قابض ٿيا هئا. سموري ملڪ تي هنن جو قبضو ٿي چڪو هو. جديد اسلح سان مسلح هئڻ ڪري سندن اخراج قريباً ناممڪن هو. ان ڪري آئنده مسلمانن جي مستقل مفاد کي بچائڻ خاطر اهو امر لازمي هو تہ مسلماني حڪومت جا خيال ترڪ ڪري انگريزن جي حمايت ڪجي، انهيءَ طرح سان مخالفت کان بچي، مسلمان پنهنجا حق محفوظ رکي سگهندا.

ٻئي طرف حضرات ديوبند جو چوڻ هو تہ انگريزن جي غلاميءَ تي مسلمانن کي مانوس ڪرائڻ منجهن بزدلي، بي غيرتي پيدا ڪرائڻ جي مترادف ٿيندو ۽ جذبہ آزادي منجهان نڪري ويندو. ان ڪري ملڪي آزاديءَ لاءِ جدوجهد جاري رکڻ ضروري هئي.

غور ڪرڻ بعد معلوم ٿيندو تہ ٻئي ڌريون ڪجهہ قدر صحيح ۽ ڪجهہ قدر غلط هيون. مسلمان سندن موجوده حالت ۾ جا مغل شهنشاهيءَ دؤر ۾ عياشي ڪري ويتر خراب ٿي ويل هئي، اهڙي پوزيشن ۾ نہ هئا جو انگريزن جو مقابلو تن تنها ڪري، وڃايل وقار حاصل ڪري سگهن ها. تنهن ڪري ٻاهرين طاقت جي آڌار تي حڪومت هٿ ڪرڻ جا خواب لهڻ ۾ حضرات ديوبند وارا غلط هئا.

سر سيد احمد خان جي پاليسي مطابق مسلم مستقل مفاد عارضي طرح پنهنجي مفاد جي حفاظت ڪري سگهيا ٿي. ليڪن دائمي طور اها پاليسي سندن ۽ ملڪي مفاد جي خلاف هئي. سر سيد احمد خان جي نظريي مسلمانن کي ملڪي مفاد کان زياده فرقيوارانہ مستقل مفاد جي تحفظ جي تعليم ڏني ٿي. عارضي طرح ڪيتري قدر بہ اها پاليسي فائديمند ٿي سگهين ها پر انڪار وطن تي هڪ فرقي جي مفاد لاءِ ڪم ڪرڻ ديرپا مصلحتن جي خلاف هو. اهڙيءَ طرح اڳين ٻن گروهن جا پوئلڳ مسلمان وري ورهائجي ويا.

حضرات ديوبند ملڪ جي مجموعي مفاد کي مدنظر رکي اڳتي هلي ڪانگريس سان گڏجي ڪم ڪرڻ کي ترجيح ڏني. سر سيد احمد خان گروهہ جي مسلمانن اڳتي هلي انگريزن جي مشوري سان فرقيوار مسلم ليگ برپا ڪري ان جي ذريعي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. ابتدا ۾ منجهن گهڻو اختلاف ڪونہ هو. مسلمانن مان ڪيترا قوم پرست مسلمان مسلم ليگ سان تعلق رکيو آيا. سندن ڪوشش هئي تہ ان ڪري ڪانگريس ۽ مسلم ليگ کي گڏي ملڪ جي آزاديءَ لاءِ ڪم آڻڻ ڪري ملڪ جي انگريزن خلاف مجموعيٰ طاقت وڌندي.

جناح صاحب منڍ ۾ قوم پرست ڪارڪن هو. تنهن انهي نقطہ نگاهہ کان مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪري پنهي جماعتن کان لکنو پئڪٽ ڪرايو:

ان ڪري ڪانگريس مسلمانن جي جدا چونڊن جو حق تسليم ڪيو ۽ ان جي عيوض ۾ مسلم اڪثريت وارن صوبن جي نمائندگي گهٽائي انهن ۾ غير مسلمن کي اڪثريت ڏني ويئي. چند سيٽون مسلم اقليت وارن صوبن جي مسلمانن کي وڌائي ڏنيون ويون.

جيئن ملڪ کي وڌيڪ آئيني سڌارا انگريزن طرفان ملڻ جو امڪان پيدا ٿيو تہ تيئن يو - پي ۽ سي - پي جي مستقل مفاد کي خطرو نظر ايندو.

جيئن ڪانگريس وارا آزاديءَ جي هلچل تيز ڪندا ويا تيئن هي بہ سوداگريءَ جي طريقي تي پنهنجون گهرون وڌائيندو ويا. ايتري قدر جو گول ميز ڪانفرنس جي موقعي تي اهي گهرون وڌي جناح صاحب جي چوڏهن لفظن ۾ نمودار ٿيون. پر اهي سڀ گهرون جدا مسلم اقليت طرفان هيون، جن جي حصول جو مدار انگريزن جي مدد کان سواءِ ٻيو ڪونہ هو. عين انهيءَ وقت علامہ محمد اقبال الهہ آباد ۾ مسلم ليگ جي ساليانہ اجلاس وقت سندس خطبہ صدارت ۾ ان مسئلي کي نئين تشڪيل ڏني تہ:

"مسلمان مذهب جي بنياد تي وحدت خيال ۽ عمل ڪري جدا قوم هئا.

انهن جي قسمت مسلم اڪثريت وارن صوبن ۾ جدا حڪومت ناهڻ ۾ مضمر هئي. ڪوبہ نئون نظريو ماڻهن تي جلد اثر نہ ڪندو آهي، جيسين تائين ڪہ حالتون سازگار نہ ٿين. ليڪن ڪانگريس جا ڪارڪن پنهنجي

تنظيم جي پروسي ۾ دنيا ۾ مروج جديد قوميت جي اصول کي مدنظر رکي. برصغير هند جي مخصوص حقيقتن کان منهن موڙي متحده قوميت هند جي اصول تي قائم رهندا آيا.

سنڌ ۾ اسان سنڌ اتحاد پارٽيءَ جي بنياد تي جماعت ٺاهي اسيمبليءَ ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هو. ليڪن سواءِ پروگرام جي اسان کي ڪنهن نظريي جي پشت ڪانه هئي.

ان وقت ڌاري مولانا عبيدالله سنڌي ٢۴ سالن جي جلاوطني بعد موٽي سنڌ ۾ آيو هو. هو ديوبند جي مڪتبِ فڪر جو حامل هو. هن دنيا ۾ افغانستان، روس، ترڪي، عرب ممالڪ سير ڪري حالات کي جانچي غور ۽ فڪر بعد نئين نظريي جو اظهار ڪيو ته "هندوستاني هڪ قوم نه هئا ۽ نه مسلمان جدا قوم هئا. بلڪ برصغير هند جاگرافيائي حدن، زبانن، ڪلچرن، سياسي اقتصادي مفاد جي بنياد تي مختلف قومن جو مجموعو هو" جي صرف باهمي تعاون سان آزادي حاصل ڪري سگهيا ٿي.

اهو نئون لفظ نقطه نگاهه هو ڪانگريسي ڪارڪن ان کي سنڌن سياسي نظريي ۽ مفاد جي خلاف سمجهو.

مسلم ليگ جا مسلم اقليت وارن صوبن جي مسلم مستقل مفاد جي نمائنده جماعت هئي، ان به انهي کي سنڌن مفاد جي خلاف سمجهو. هندوستاني سياستدانن مان صرف هڪ راجا گوپال آچاريه هو جنهن ان نظريي جي حمايت ڪئي پر هن کي ڪنهن نه پڏو.

آئون خواجه محمد حسن جان سرهندي جي اثر هيٺ فرقه پرست بنجي ويو هوس. ليڪن سنڌ سان ابتدا کان وني محبت هيم. سنڌ جي غريب عوام جي محبت سنڌ جي مترادف ٿي سمجهيم. انوقت سنڌ اندر ٽي مستقل مفاد طبقا هئا جن عوام جو استحصال ٿي ڪيو:

(١) وياج خور ۽ واپارين جو گروهه

(٢) ڪامورن جو گروهه

(٣) زميندار ۽ جاگيردارن جو گروهه

پهرين ۽ ٻي گروهه ۾ اڪثريت هندن جي هئي ۽ ٽي ۾ اڪثريت مسلمانن جي هئي. اسان اول ۾ پهرين ٻن گروهن جي چنبي مان عوام جي جان ڇڏائڻ لاءِ پروگرام رٿي ڪم ڪرڻ چاهيو ٿي، ڇاڪاڻ ته سنڌ

اسيمبليءَ ۾ مسلمان زميندار ۽ جاگيردار ميمبرن جو تعداد زياده هُئڻ ڪري اسان انهي گروهن سان هڪ وقت پڇي نہ ٿي سگهياسون. اسان کي ڪانگريس جماعت ۾ اميد هئي تہ هو هندوستان جي ٻين صوبن وانگر هتي اسان جي مدد ڪندا. پر جدا چونڊن هئڻ ڪري هندو مستقل مفاد ووٽرن جي اثر هيٺ هو اسان جي مدد ڪري نہ سگهيا. جيتوڻيڪ اسان ڳوٺن ۾ ساٿن شامل ٿي گذريل پروگرام جي بنياد تي ڪانفرنس ۾ شرڪت پئي ڪئي.

سنڌ ڪانگريس ڪارڪنن جي اهڙي روش ڪري اسان رد عمل ۾ اچي بنا سمجهہ جي وچي مسلم ليگ ۾ شرڪت ڪئي. اسان سمجهيو هو تہ انهي ذريعي مسلمانن کي متحد ڪري عوامي مسئلا حل ڪرائي سگهنداسون. پر نہ تجربو هوسون تہ پورو سياسي شعور هوسون. جنهن ڪري اسان اهو ڪونہ سمجهي سگهياسون تہ جيڪڏهن هتي سنڌ ۾ ڪانگريس هندو مستقل مفاد جي خلاف قدم کڻي نٿي سگهي تہ ٻي طرف مسلم ليگ مسلم اقليت وارن مسلمانن جي مستقل مفاد جو اڏو هئي. سنڌ ۾ ان کي زور وٺائڻ جو نتيجو اهو نڪرڻو هو تہ هتي جا خود مطلب زميندار ميمبر جي عهدن خاطر هندن جي پوئلڳي ڪري عوام جي پلي لاءِ باوجود اڪثريت هئڻ جي، ڪجهہ ڪري نٿي سگهيا. سي اڳتي هلي يو. پي ۽ سي. پي جي مستقل مفاد مسلمانن سان ملي سنڌي عوام جا حق نون حاڪمن جي حوالي ڪري ڇڏيندا. پر جوش وقت هوش سالم نہ رهندو آهي. اسان جي حالت بہ اها ٿي.

ننهن ڪري اسان مسلمانن جي جداگانہ قوم کي حقيقت سمجهي ان لاءِ پرچار ڪرڻ لڳاسون.

انهي پرچار وقت اسلامي حڪومت، فروغ اسلام، دنيا جي مسلمانن جي اتحاد غلبيءَ اسلام جا نعرا هنيا ويا ۽ ماڻهن کي چيو ويو تہ دؤر خلافت راشده کي موٽائي آڻينداسون. اسان کي اهو خيال نہ رهيو تہ جناح ۽ لياقت علي خان ڪهڙي طرح اسلام جا علمبردار ٿي خلافت راشده جو زمانو آڻيندا.

ان تحريڪ کي يو. پي مسلمان جي دماغ ۽ پنجابي مسلمان جي مستقل مفاد جي نئين حڪومت تي قبضي جي خواهش زور وٺايو. اسان سنڌ

۾ مذهبي جنون جذبي ۾ لڙهي وياسون. اسان کي پتو نہ پيو تہ ڪيڏانهن وڃي رهيا هئاسون.

نہ مولانا عبيدالله سنڌي جي، سنڌي جداگانہ قوم جي نظريي اسان تي اثر ڪيو. نہ حضرات ديوبند جي عالمن جي مشورن اسان کي راهہ راست ڏيکاري.

حالات کي مدنظر رکي خانبهادر الهہ بخش سومري اها پاليسي اختيار ڪئي جا جيڪڏهن ڪامياب ٿيڻ ڏيون ها تہ سنڌ هن وقت يو. پي ۽ پنجاب جي مستقل مفاد جي تسلط هيٺ نہ رهي ها: ۽ ممڪن هو تہ پاڪستان ئي موجوده صورت ۾ قائم نہ ٿئي ها. پر اسان تي مذهب جو جنون سوار ٿي ويل هو. اسان حالتن جو صحيح اندازو ڪري نہ سگهياسون.

ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃي مسلمانن جي جداگانہ قوم. اسلامي حڪومت ۽ پاڪستان جي قيام جو پرچار ڪيوسون. منزل گاهہ پيري هڪ ڊٺل ۽ ويران مسجد جي سرڪار کان قبضي وٺڻ لاءِ هلچل ۾ حصو ورتوسون. مسلم ليگ کي سنڌ ۾ زور وٺايوسون. اسان کي جوش ۾ پتو نہ پيو تہ سر سيد وارو مسلمانن کي هندن کان علحده رکڻ وارو نظريو عارضي ۽ يو. پي مسلم مستقل مفاد جي فائدي لاءِ ايجاد ڪيل هو. علامہ اقبال جي مسلمانن جي وحدت خيال ۽ عمل جي بنياد تي ايجاد ڪيل نظريي جي پويان پنجابيءَ مسلمانن جي برتري، فسطائي نظريءَ سياست ۽ شعرانہ بلند خياليءَ کانسواءِ ٻي ڪا صحيح حقيقت ڪانہ هئي. اسان لاءِ مسلم ليگ اسلام جو نشان بڻجي ويئي. باوجود ان جي، جو اسان کي اڪثر مسلم ليگ ڪارڪنن جي شخصي اخلاق ۽ انگريزن جي غلامانہ ذهنيت جو پتو هو. پر هندو مستقل مفاد جي ضد ۽ الهہ بخش مرحوم جي روش ايترو تنگ ڪيو جو سڀ ڳالهيون پويان اڇلائي مسلمانن جي جداگانہ قوم. مسلم ليگ واحد نمائنده جماعت. پاڪستان جي مسلمانن جي مطمع نگاهہ جو پرچار ڪندا آياسون.

مون نہ صرف سنڌ ۾ مسلم ليگ کي زور وٺائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي، پر آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽي ۽ ڪاميٽي آف ائڪشن تي مسلسل ڪم ڪري آل انڊيا مسلم سياست ۾ حصو ورتو. خاڪسار تحريڪ ۾ بہ انهي جذبي هيٺ داخل ٿيس. علامہ عنايت الله خان مشرقيءَ جي اسلامي تشريح ترقي پسندانہ هئي. هن جي تعليم ۾ ٻي ڳالهيون نهايت عمده هيون:

(١) مسلماني صلاحيت تي مدار رکندڙ هئي. اها ڪنهن مخصوص فرقي يا گروهہ سان وابستہ نہ هئي. هر صالح ماڻهو مسلمان هو. پوءِ هو کهڙي بہ مذهب سان واسطو رکندڙ هجي.

(٢) اسلام جو فروغ ۽ غلبو صحيح اخلاق ۽ خدمت خلق ذريعي حاصل ٿي سگهندو.

(٣) مسلمانن جي ترقيءَ جو راز سادگي ۽ سپاهيانہ زندگيءَ ۾ مضمر هو. ليڪن علامہ مشرقي جيتري قدر اسلامي تشريح ۾ بلند ۽ بالا هو. اوتري قدر جذباتي هئڻ ڪري ڪيترين ڳالهين ۾ غلط پاليسي اختيار ڪري ناڪاميءَ جو باعث بنيو. جهڙوڪ:

(١) هٽلر جي فسطائي تحريڪ کي مدنظر رکي هن خاڪسار هلچل ذريعي جنهن جو مدار تشدد تي هو. مسلمانن کي منظم ڪيو ۽ تربيت ڏيڻ شروع ڪئي.

(٢) جمهوريت جي نظريي کي بيڪار سمجهي ڊڪٽيٽرشپ جي تعليم ڏني.

(٣) جيتوڻيڪ نظرياتي طور هن سيني مذهبن جي صالح ماڻهن کي مسلمان سمجهي انهن جي تنظيم ڪرڻ تي چاهي پر عملي طرح سان ان ۾ مسلمان اڪثريت شامل ڪيائين.

(۴) هن خاڪسار تحريڪ ذريعي نہ صرف سياست ملڪ ۾ حصو ورتو ٿي. پر مسلمانن جي اصلاحي. معاشرتي ۽ سپاهيانہ ٽريننگ ۾ بہ دلچسپي ورتي.

جنهن صورت ۾ ملڪ ۾ جمهوري سرشتو رائج هو. ان ڪري چوندن جي معاملي ۾ هي عوام کي پنهنجي راهہ تي راغب ڪري نہ سگهيو.

ڊڪٽيٽرشپ جي اصول ۾ مجڻ ۽ سخت ضابطہ رکڻ ڪري مخلص ماڻهن کان سواءِ عام سياسي ماڻهو سندس طرف اچي نہ سگهيا.

ازانسواءِ هيٺيون ڳالهيون سندس ناڪامي ۽ بدناميءَ جو باعث بنيون:

(١) لاهور ۾ شهيد گنج مسجد جي معاملي ۾ حڪومت سان بي موقع تصادم ڪرڻ.

(٢) يوپيءَ ۾ شيعن ۽ سنين جي صدين جي اختلافن کي زوريءَ ناهہ ڪرائڻ جي پاليسيءَ ڪري حڪومت سان ٽڪر ۾ اچي جيل ۾ وڃڻ ۽ معافي وٺي ٻاهر نڪرڻ.

(٣) مسلم ليگ ليڊرن سان تصادم ۾ اچڻ.
(۴) مهاڀاري جنگ جي عرصي ۾ ملٽري ٽريننگ خاڪسارن کي ڏيڻ ڪري انگريزي حڪومت کي خوفزده ڪرڻ سبب جيل ۾ وڃڻ وغيره.

انهن ڳالهين سندس بهترين نظام جي باوجود عوام وٽ ڪيس مرغوب نہ ڪيو. ان جا ٻيا بہ ڪيترا ڪارڻ هئا:

(١) هن جو جمعيت العلماءِ هند ۽ احرار اسلام جي ترقي پسند علماءِ سان سمجهوتو نہ ٿي سگهيو.
(٢) خاڪسار جماعت ۾ داخل ٿيڻ بعد سيني ڪارڪنن کي سندس سخت نگراني هيٺ رهڻو ٿي پيو.
(٣) نالي خاطر مجلس مشاوره رکيائين ٿي پر انهن جي صلاح ۽ مشوره موجب نٿي هليو.

آئون ۽ ٻيا ڪيترا ڪارڪن جي ان جي تحريڪ ۾ هئاسون. آهستي ڪري مجبوراً ان مان ٻاهر نڪري وڃي مسلم ليگ جي جهوليءَ ۾ ڪرياسون.

ازانسواءِ علامہ کي بہ هيٺين سببن ڪري شڪستہ دل ٿي ردعمل ۾ ڪي اهڙا قدم کڻڻا پيا جي مناسب نہ هئا:

(١) هن کي معلوم هو تہ هزارن جي تعداد مسلمانن ۾ هن جذبہ حريت پيدا ڪيو هو.
(٢) هن کي پتو هو تہ سندس تحريڪ ۾ وڏي تعداد ۾ سرويچ ڪارڪن موجود هئا.
(٣) سندس ڪارڪن مخلص، ساده مزاج، بي لالچ، پنهنجو ڪائي ڪم ڪندڙ هئا.
(۴) هن مقابلتاً ڏٺو ٿي تہ مسلم ليگ جا ليڊر فرعون صفت، انگريزن جا پوئلڳ، اقتدار جا بکيا، مستقل مفاد رکندڙ هئڻ جي باوجود بہ مسلمانن جي اڪثريت هنن جي پويان هلي ٿي.
(۵) هو ۽ ان جا پوئلڳ مذهب جا پابند، نماز باجماعت پڙهندڙ، سادو ڪائيندڙ ۽ پيئندڙ، چنده بازي کان پاسي هئا تہ بہ عوام کي مذهب جي نالي ۾ گمراهہ ڪري مسلم ليگ جي پويان هلايو ٿي ويو. اهڙي حالت ۾ ڪيس جوش اچڻ لازمي هو.

اهڙن سڀني ڪري سندس.هڪ پوئلڳ جناح صَاحب تي بمبئي ۾ ناڪامياب حملو ڪيو. دهليءَ ۾ مسلم ليگ ڪنويئشن جي موقعي تي زوريءَ مسلم ليگ ليڊرن کي نيچو ڏيکارڻ لاءِ ناڪامياب ڪوشش ڪيائون. اها ڳالهہ مسلم تاريخ ۾ نئين نہ هئي. امام حسين عليه السلام سان باوجود صداقت جي ڪٽنب سميت صرف ٻاهتر افراد هئا. ۽ ٻئي طرف يزيد جي لشڪر ۾ هزارها ماڻهو هئا. جن رسول جي خدا ترس ڏهتي کي فاسق. فاجر حاڪم جي چند پيسن تي شهيد ڪر سر نيزي تي گهمايو هو. مسلمانن جي ملن. حاڪمن جي چوڻ تي درويشن ۽ عالمن کي قتل ڪرائڻ ۽ سختين ڪرڻ لاءِ فتوائون ڏنيون هيون.

منصور حلاج عليه. امام حنبل. امام حنيفہ. سرمد. شمس تبريز. مخدوم بلاول ۽ شاهہ عنايت عليه جا نالا انهي لاءِ مثال طور پيش ڪري سگهجن ٿا.

اسان کي مسلم ليگ ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ تجربي بعد پتو پوڻ لڳو تہ مسلم ليگ جو اسلام سان ڪو واسطو نہ هو. اها يو. پي ۽ سي. پي جي مستقل مفاد ۽ انگريزن جي دلالن جي جماعت هئي. پر باوجود انهيءَ علم جي ان اميد تي تہ ممڪن آهي اسان ان جي خامين کي دور ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃون. ان ۾ رهي ڪم ڪندا آياسون.

ان ساري دؤر ۾ آئون فسطائي سياست. فرقہ پرستي. مسلم قوم جي ڏوڪي ۽ پاڪستان جي چڪمي مان ڀاڻ ڇڏائي نہ سگهيس. عام مسلمانن جي اها حالت هئي جو هنن جي ڪثرت مولانا ابوالڪلام آزاد. مولانا حسين احمد مدني. خان عبدالغفار خان جهڙن خدا ترس مذهب جي پابند قربانيءَ جي پتلن. جيل ۽ سختيون سهندڙ مخلص ڪارڪنن کي ڏڪاري ڦٽو ڪيو. انهن جي عيوض جناح. لياقت علي ۽ ٻين ڪينرن ئي بدڪردار. ابن الوقت. مذهب کان عاري. فرعون صفت ليڊرن کي اسلام جو علمبردار بنائي ڇڏيو. شڪر آهي تہ آئون ۽ ٻيا منهنجا دوست مذڪوره بالا قوم پرست بزرگن جي توهين ۾ شريڪ نہ ٿياسون.

جڏهين جناح صاحب مولانا ابوالڪلام آزاد کي هندن جو 'شوئباءِ' سڏيو. جڏهن عليگڙهہ جي شاگردن مولانا آزاد جي 'بي عزتي' ڪئي.

جڏهن يو. پي جي انگريز پرست نوابن مولانا آزاد کي 'مهابڪو چيرا' لقب ڏنو تہ عام مسلمان تماشبين ٿي ڏسندا رهيا.

اسان بہ بيوسيءَ ۾ ويچارا ٿي اهو تماشو ڏسندا رهياسون. جوانيءَ جي ڪري جنهن رد عمل ۾ داخل ٿيو هوس، ان مان پاڻ.ڇڏائي نہ سگهيس. ۽ جڏهن بہ مسلم ليگ ليڊرن جي اهڙين حرڪتن کي ڏٺم ٿي تہ ان لاءِ سندن شخصي خامين کي جوابدار ٺهرائي مسلم ليگ جماعت کي مستثنيٰ ٿي سمجهيم.

جواني انڌي سڏبي آهي پر مون کان جواني اهي ڪم ڪرايا جن جي سزا ۱۳ سالن جي نظربندي ۽ جيلن وسيلي ڪاٽي چڪو آهيان. پر انهي ڪري مذهب اسلام، سنڌوديش، بلوچستان، پختون ايراضين ۽ بينگال کي جو نقصان پهتو ان جو سدباب تڏهن ٿي سگهندو جڏهن اهو ڏوڪي جو قلعو پاڪستان ختم ٿيندو.

چوٽي آهي تہ دوزخ ڏي رستو بہ چڱن ارادن سان پڌل ٿئي ٿو. ان وانگر مون بہ خدا شناسي، اسلامي اصولن جي سربلندي، دنيا کي دارالسلام بنائڻ، روحاني ترقي جي ڏوڪي هيٺ اهي ڪرتب ڪيا، جن کي ڏسي هوند شيطان بہ شرمائجي وڃي.

پر هڪ ڳالهہ جو آڌار اٿم تہ اهي سڀ ڪم گهٽ عقل، غلط نظرين ۾ ڦاسڻ، تجربن جي نہ هئڻ ۽ ساده مزاجي سبب ٿيجي ڪيا.

خدا شاهد آهي تہ مون چاٽي واٽي جناح، لياقت علي، يو. پي ۽ پنجاب جي مستقل مفاد وانگر پنهنجي ذاتي يا طبقاتي مفاد کي سڌ ڪرڻ لاءِ اهي ڪم نہ ڪيا هئا. نہ وري سر غلام حسين ۽ ٻين سنڌي مسلم ليگ ليڊرن وانگر اقتدار جي قيام لاءِ يو. پي ۽ پنجابي سامراجي جنتا جي پوئلڳيءَ ۾ اهي ڪم ڪيا هئا.

شيخ عبدالمجيد سنڌي پهريون شخص هو جو ان ڏارين جي ڏوڪي مان مخالف ٿي مسلم ليگ کان ٻاهر نڪتو، ۽ وري ان ۾ داخل نہ ٿيو. ان کانپوءِ آئون پنهنجي ساٿين رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي ۽ حسن بخش شاهہ وغيره سان ٻاهر نڪتس.

## عملي دائره خدمت

اڳئين فصل ۾ ذڪر ڪيو هوم تہ جڏهن سنڌ جي جدائيءَ جا آثار نظر آيا تہ ٻين ڪمن تان هٿ ڪڍي سنڌ جي سياسي پارٽي ٺاهي انهي ذريعي ڪم ڪرڻ لڳس.

سنڌ اسيمبليءَ جون چونڊون اتحاد پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي لڙي اسيمبليءَ ۾ چونڊجي آيس.

پارٽيءَ جا مکيہ ليڊر سر شاهنواز خان ڀٽو ۽ سر حاجي عبدالله هارون چونڊن ۾ شڪست کائي ويا هئا. ان تي اسان خانبهادر الهہ بخش سومري کي اسيمبليءَ پارٽيءَ جو ليڊر چونڊي ڪانگريس سان گڏ مخالفت ۾ ويهي عوامي نقطہ نگاهہ کي سوالن، ٺهرائن ۽ تقريرن ذريعي اسيمبليءَ جي اڳيان پيش ڪندا رهياسون.

. سر غلام حسين هدايت الله جنهن جا صرف ۵ ميمبر چونڊيا هئا، گورنر سر رانسليٽ گرهام طرفان ڪيس وزارت ٺاهڻ لاءِ گهرائڻ بعد اسان جي ڪيترن ميمبرن کي وزارت جي لالچ ڏئي پنهنجي طرف ڇڪائي ويو. مير گروپ، مير بنده علي خان جي پوئلڳيءَ ۾ پهرين دغا ڏني. ان کان پوءِ برادرم ميران محمد شاهہ پارليامينٽري سيڪريٽريءَ جو عهدو وٺي اسان کان علحده ٿيو.

هاڻ پارٽيءَ جو ليڊر الهہ بخش سومرو رهيو ۽ محمد هاشم گزدر سيڪريٽري تي ڪم ڪرڻ لڳو. سر غلام حسين هندو آزاد پارٽيءَ کي ٻہ عهدا وزارت ۽ اسپيڪر ڏئي پنهنجي طرف ڪيو.

اسان ۽ ڪانگريس پارٽي جڏهن مخالفت ۾ ويجي سرڪاري ڪامورن جي رشوت خوري ۽ عوام جي ٻين مشڪلاتن جي اپٽار ڪرڻ شروع ڪئي، ۽ سنڌ جي جدا جاين تي گڏيل ڪانفرنسن ۾ حڪومت جي خامين جو پرچار ڪيو تہ هندو عام راءِ وزارت جي مخالف ٿيڻ لڳي. جي هندن کي ٻن جاين ملڻ مان ڪو نفعو ڪونہ هو. اهو فائدو ٻن شخصن جو هو. هندن ۾ سياسي شعور هو. جي شخصي ۽ ملڪي نفعي جي وچ ۾ تفاوت معلوم ڪري سگهيا ٿي. ان ڪري ڪي هندو ميمبر وزارت ڊر کي ڇڏي اچي مخالفت ۾ ويٺا هئا. ان تي سر غلام حسين مسلمان ميمبرن کي هٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جيئن تہ آئون اتحاد پارٽيءَ جو باني ۽ روح رواڻ هوس ان ڪري مون کي ڦيرائڻ لاءِ تن طرفان زور وڌو ويو.

سيد ميران محمد شاهہ ۽ صاحبزادي عبدالستار جان سرهندي معرفت مون تي شخصي اثر آندو ويو پر ان ۾ ناڪامي نصيب ٿيڻ بعد هنن مسٽر منگهارام ٿهلراماڻيءَ. جو منهنجو ٿياسافست دوست هو ۽ سندس والد سن

۾ هيڊ ماسٽر تي رهڻ ڪري گهڻي وقت کان واقف هو. ان وقت دادو ضلع لوڪلبورڊ ۾ چيف آفيسر هو. جي معرفت اٿر وجهڻ شروع ڪيو. مسٽر ٿهلراماڻي سمجهدار ماڻهو هو. هن کين چيو ته "سيد سياسي عقيدن ۾ پڪو ماڻهو هو. اتحاد پارٽيءَ جي باني مان هو. ان مان اها توقع رکڻ ته پارٽيءَ کي خير آباد چئي شخصي لڳ لاڳاپن جي اٿر هيٺ وڃي سرڪاري بينچن تي ويهي، ناممڪن هو. ازانسواءِ آزاد خيال ماڻهو هئڻ ڪري سندس اٿر مٿس پئي نه سگهندو."

ان تي هنن ناراض ٿي خانبهادر نور نبي خان ڪليڪٽر دادوءَ جي معرفت هن کي بنا سبب چيف آفيسريءَ تان هٽائي، خانبهادر محمد ايوب خان کهڙي جي سالي ميان عبداللطيف پنوهر کي چيف آفيسر ڪري رکيو.

مون ان بي واجبي قدم تي اسيمبليءَ ۾ مهمليءَ حو ٺهراءُ پيش ڪيو.

هندو ميمبرن ان کي هڪ هندو آفيسر سان بي واجبي روش سمجهي ٺهراءُ جي طرفداري ڪئي. اڪثر هندو ميمبر اسان سان ووٽ ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويا. جي ٺهراءُ پاس ٿي وڃي ها ته اهو بي اعتباريءَ جي ٺهراءَ وانگر سمجهيو وڃي ها. ان تي سر غلام حسين ديوان پوڄسنگ اسپيڪر سنڌ اسيمبليءَ کي منت ڪري ٺهراءُ ٽاڪ آئوٽ ڪرائي ڇڏيو.

اهڙيءَ طرح وزارت بچي ويئي. ليڪن وزارت ڏر کي سنڌن ڪمزوري معلوم ٿي ويئي. مخالف ڌر جا حوصلا بلند ٿي ويا. اهڙي نازڪ حالت ۾ وزارت گهڻو وقت جٽاءَ ڪري نه سگهي ها. تنهنڪري سر غلام حسين اتحاد پارٽيءَ سان سمجهوتو ڪرڻ لاءِ گفتگو ڪئي. ڪجهه وقت ڳالهين هلڻ بعد اتحاد پارٽيءَ هڪ گڏيل پروگرام جي بنياد تي وزارت سان گڏجي ڪم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

ليڪن مخالفت ۾ بدستور رهي نقطه چيني ڪرڻ جو حق قائم رکيو. ان ٺهراءَ موجب وزارت جي رهنمائي ڪرڻ لاءِ هڪ گڏيل ورڪنگ ڪاميٽي ناهي ويئي جنهن جي مشوري مطابق ڪم هلائڻو هو. پوءِ هر مهيني ۾ هڪ يا ٻه دفعا ورڪنگ ڪاميٽي گڏ ٿي ٺهراءَ پاس ڪري حڪومت کان ڪم ڪرائيندي هئي. باوجود ان توقعات جي پروگرام مطابق مکيه ڪم نه ٿي سگهيا.

ان جو مکيه ڪارڻ اهو هو ته مير بنده علي خان ۽ مکي گوبندرام

ڪمزور وزير هئا. جي سيڪريٽرين کان پروگرام مطابق ڪم ڪرائي نہ ٿي سگهيا.

ازانسواءِ مکيہ مسئلا جهڙوڪ قانون انتقال ايراضي ۽ قرضن جي معافيءَ جي بلن تي انگريز عملدارن ۽ هندو ميمبرن جي دٻ کان هو قدم کڻڻ لاءِ تيار نہ هئا.

هو صرف ننڍا ڪم جهڙوڪ درٻارين جون ڪرسيون ۽ روينيو پنجري معاف ڪرائي سگهيا. ان وچ ۾ مکي گوبند رام ڪن خانگي سببن ڪري وزارت تان استعيفا ڏئي ٻاهر نڪري ويو ۽ ديوان ڀوڄسنگ اسپيڪر وفات ڪري ويو. انهن جي خالي ٿيل جاين جي ڀرڻ تي وري ڪشمڪش پيدا ٿي. هندو ميمبرن جي اڪثريت اڳيئي مخالفت ۾ وينل هئي.

جملہ مسلمان ميمبر سر غلام حسين جي وزارت جا حامي هئا. انهي تي سر غلام حسين مسلمان ميمبرن کي راضي ڪرڻ لاءِ سيد ميران محمد شاهہ کي اسپيڪر چونڊائي ڇڏيو ۽ هندن مان ڊاڪٽر هيمنداس کي وزير ڪري رکيو. هندن جي راءِ مسٽر نيچلداس جي فائدي ۾ هئي ان تان ويتر هندو ميمبر وڌيڪ ناراض ٿي پيا. ليڪن باوجود مسلمان ميمبرن جي اڪثريت ساٿس شامل هئڻ جي هن هندو عام راءِ کان ڊڄي مکيہ بل پاس ڪرائڻ کي پوئتي اڇلائي ڇڏيو. ان تي اتحاد پارٽيءَ وارن ڪيس ناراض ٿي ٻہ شرط ڏنا تہ يا بل پاس ڪرائي يا ٻہ وڌيڪ باهمت وزير وڌائي تہ هو پاڻهي بل پاس ڪرائي ڇڏيندا. پر اهي ٻئي شرط هو مختلف وجوهات ڪري پورا ڪري نہ سگهيو. جن جو تفصيل "نئين سنڌ لاءِ جدوجهد" ۽ "پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني" جي ڪتابن ۾ ڏنل آهي.

آخر ناراض ٿي اسان ڪانگريس ۽ هندو ميمبرن سان گڏجي وزارت ڊاهڻ لاءِ ڪٽ موشن پيش ڪيو. ان تي سر غلام حسين مون تي (مرحوم) دوست جو زور بار وڌو پر ان ڪري بہ آئون پنهنجي راءِ کان ڪونہ هٽيس ۽ وزارت ڊاهي نئين وزارت اتحاد پارٽيءَ جي وجود ۾ آنديسون. جنهن جو وزيراعليٰ خانبهادر الهہ بخش. وزير ثاني پير الاهي بخش ۽ ٽيو وزير مسٽر نيچلداس وزيراڻي مقرر ٿيا.

نئين وزارت ٺهڻ تي پير الاهي بخش کي سنڌ جو دورو ڪرائي ڪامورن جي اثر گهٽ ڪرڻ لاءِ مهم هلائيسون. ان ڪانپوءِ پروگرام موجب

توقع رکي سون تہ اتحاد پارٽيءَ جي دستور العمل مطابق مکيہ بل ٿين، پر هندو مستقل مفاد جي اثر ڪريٰ نئين وزارت اهي بل پاس ڪرائي نہ سگهي. الهہ بخش کي مسلمان ميمبرن جي وفاداريءَ تي اعتبار ڪونہ هو. هنن جي اڪثريت بزدل، دغاباز ۽ خود مطلب هئي. مسلم عوام خواب غفلت ۾ ستل هئا. منجهن سياسي شعور ڪونہ هو. هو ڪامورن، زميندارن، پيرن ۽ ملن جي ماتحت هئا. کين سندن نفع نقصان جي پروڙ ڪانہ هئي. پر آئون جنهن سر غلام حسين جي وزارت کي پروگرام تي عمل نہ ڪرڻ ڪري ڪرايو هو. مات ڪري نہ وينس ۽ وزارت تي بلن پاس ڪرائڻ لاءِ زور رکندو آيس.

انهي وقت ڏاري گورنر وزيرن کي زرعي ڍلون وڌائڻ لاءِ زور رکيو جيئن تہ ڍلن وڌائڻ جو سوال نهايت نازڪ هو ان ڪري الهہ بخش ان مسئلي ۾ منهنجي مدد گهري. مون کيس مشورو ڏنو تہ جملہ پارٽين کي جن جي مدد سان هن وزارت ٺاهي هئي گهرائي سندن رايو معلوم ڪري. جنهن تي هن اتحاد پارٽي، هندو آزاد پارٽين ۽ ڪانگريس پارٽين جون ميٽنگون گهرائي راءِ ورتي. جنهن تي سيني پارٽي ڍلن کي مهمل ڪري نئين سر جانچ ڪرائڻ جو فيصلو ڪيو. پر وزارت گورنر جي زور بار ڪري پارٽين جي ٺهرائن جي خلاف ملڪ تي ڍلون مڙهي ڇڏيون. ان تان اتحاد پارٽيءَ ۾ اسان ناراض ٿياسون ۽ هندو ۽ ڪانگريس پارٽين پهرين مخالفت ڪري بعد ۾ پاهرين اٿرن ڪري ڦيرو ڪائي وري وزارت کي مدد ڪرڻ جو دلاسو ڏنو. ان تي احتجاج ڪرڻ لاءِ مون مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ سردار ولڀ ڀائي پٽيل ڪانگريس پارليامينٽري بورڊ جي ميمبرن کي فيصلو ڪرڻ لاءِ سنڌ ۾ گهرايو. پر اهي بہ خاطر خواهہ فيصلو ڪري نہ سگهيا. نتيجو اهو نڪتو تہ اسان عام راءِ پيدا ڪرڻ واسطي آل انڊيا مسلم ليگ ليڊرن کي سنڌ پراونشل مسلم ليگ جي اجلاس ۾ گهرايو. ان موقعي تي پنجاب جو وزيراعليٰ سر سڪندر حيات خان، بنگال جو وزيراعليٰ مولوي فضل الحق ۽ سر سعدالله خان آسام جو وزيراعليٰ ۽ جناح صاحب ۽ ٻيا آيل هئا. انهي ڪان مرعوب ٿي الهہ بخش مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ قبول ڪيو. سيني ميمبرن مسلم ليگ پليج تي صحيحون ڪيون.

الهہ بخش کي اميد هئي تہ پنجاب ۽ بينگال وانگر هو آل انڊيا مسئلن ۾ مسلم ليگ سان شامل هوندو ۽ سنڌ ۾ کيس مذڪوره بالا صوبن جي وزارتن وانگر هلڻ ڏنو ويندو.

مگر غلام حسين ۽ سندس ساٿين جي چوڻ تي جناح صاحب الهہ بخش کي استعيفا ڏئي وري مسلم ليگ پارٽيءَ جي ليڊر چوندجڻ لاءِ زور رکيو جا ڳالهہ هن قبول نہ ڪئي. نتيجو اهو نڪتو تہ سمجهوتو ٽٽي پيو ۽ هو وزارت ۾ رهجي ويو ۽ اسان مسلم ليگ ۾ ٿي رهياسون. ان ڪانپوءِ جناح صاحب جي چوڻ تي اسان سر غلام حسين کي مسلم ليگ اسيمبليءَ پارٽيءَ جو ليڊر ۽ مير بنده علي خان کي ڊيپوٽي ليڊر چونڊيو.

جناح صاحب جي موجودگيءَ ۾ مسلم ليگ اسيمبليءَ پارٽي مون کي الهہ بخش وزارت خلاف بي اعتباريءَ جو ٺهراءُ پيش ڪرڻ لاءِ چيو.

بعد ۾ جڏهن اهو ٺهراءُ سنڌ اسيمبليءَ اڳيان پيش ٿيو تہ مسلم ليگ جو ليڊر سر غلام حسين ۽ ڊيپوٽي ليڊر مير بنده علي خان. الهہ بخش کان وزارتون وٺي وڃي سرڪاري بينچن تي ويٺا. ان بابت مفصل احوال "نئين سنڌ لاءِ جدوجهد" ۽ "پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني" ڪتابن مان ملي سگهندو.

اهڙي طرح الهہ بخش وزارت جي مخالفت ڪري اسان مسلم ليگ جي دامن ۾ وڃي ڦاٿا سون. حاجي عبدالله هارون صوبہ سنڌ مسلم ليگ جو ان وقت صدر هو. اهو مسلم ليگ کي زور وٺائڻ ۽ وزارت کي نقصان پهچائڻ لاءِ ايترو منتظر هو. جو جڏهن سکر جي مسلمانن جي هڪ گروهہ منزلگاهہ جي مسجد کي سرڪاري قبضي مان ڇڏائڻ لاءِ گهر ڪئي تہ يڪدم ان سوال کي هٿ ۾ کڻي سنڌ سرڪار سان مسجد موٽائڻ لاءِ لڪيڙهہ ڪئي. خاطر خواهہ جواب نہ ملڻ تي صوبہ مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ اڳيان سوال پيش ڪري ستيا گرهہ ڪرڻ جو ٺهراءُ پاس ڪرايائين. ميٽنگ ۾ مون ان جي مخالفت ڪئي تہ مذهبي ڳالهين کي سياسي ڳالهين سان ملوث نہ ڪجي پر ٺهراءُ پاس ٿي وڃڻ بعد ستيا گرهين جي چارج هٿ ۾ ورتي، ٻين ساٿين سان گڏ نومبر ١٩٣٩ع تي جيل ۾ ويس. جنهن ڪري سنڌ ۾ هندو مسلم فساد ٿي پيا. هندن جڏهن ڏٺو تہ الهہ بخش وزارت سندن جان ۽ مال جي حفاظت ڪرڻ ۾ ناڪامياب ثابت ٿي هئي تہ هنن مجبور ٿي جيل مان ٻاهر نڪرڻ بعد الهہ بخش وزارت کي شڪست ڏياري اسان کي وزارت ۾ آندو.

باوجود ان جي جو الهہ بخش هندن جي رضامندي خاطر مسلمانن کي جيلن ۾ وجهي، منزلگاهہ ۾ مارون ڏياري مسجد جو قبضو خالي ڪرايو هو. هوڏانهن مسلمان ميمبرن جي اڪثريت ووٽ کيس ڏنا ڇاڪاڻ تہ مسلمان

زميندار ميمبرن جي اڪثريت ۾ سرڪار وقت جي مخالفت ڪرڻ جي همت ئي ڪانہ هئي. ڪجهہ وقت وزارت ۾ رهڻ بعد مون کي معلوم ٿيو تہ هندو ميمبرن جن اسان کي وزارت ۾ آندو هو ۽ جن تي ئي اسان جو مدار هو تن پروگرام مطابق اسان کي ڪم ڪرڻ نہ ٿي ڏنو. تنهن ڪري سگهو ئي مون جناح صاحب سان صلاح ڪري وزارت کان استعيفا ڏئي سمورو توجہ مسلم ليگ جماعت کي منظم ڪرڻ جو ارادو ڪيو. ليڪن مکيہ سوال منهنجي اڳيان اهو هو تہ وزارت کي ڪهڙي طرح مضبوط ڪري پروگرام مطابق سنڌي عوام جي ڀلي جا بل پاس ڪرائجن. ان لاءِ رستو صرف هڪ هو تہ جملي مسلمان ميمبرن کي ڪنو ڪري هندو مستقل مفاد جي چنبي مان آزاد ڪجي. ان لاءِ مون الهہ بخش کي وزارت ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ چيو پر جنهن صورت ۾ هن کي هندن طرفان وزير اعليٰ ڪرڻ جو دلاسو مليل هو ۽ مسلم ليگ ميمبرن جي وفاداريءَ تي سواءِ سندس پوئلڳن جي ڪنهن ڀروسو نہ هو، ان ڪري انڪار ڪيائين. تنهن ڪري مون مولانا ابوالڪلام آزاد کي گهرائي ان جي معرفت اثر وجهارايو تہ وزارت ۾ شامل ٿئي. جنهن جي چوڻ تي هو گڏيل وزارت ۾ اڌ وزيرن جي شرط تي رضامند ٿيو.

فيصلو اهو ٿيو تہ هڪ جاءِ يڪدم خالي ڪري الهہ بخش کي آندو وڃي ۽ ٻيءَ جاءِ هڪ مهيني کان پوءِ خالي ڪري هن جي ڌر کي ڏني ويندي.

مون بروقت استعيفا ڏئي الهہ بخش کي وزارت ۾ آندو. ان تي جناح صاحب ڪاوڙجي پيو. هو گڏيل وزارت جي فائدي ۾ نہ هو. سندس خيال هو تہ سموري وزارت مسلم ليگي مسلم ميمبرن تي مشتمل رهي. اهٰا ڳالهہ سنڌ جي حالتن ڪري ناممڪن هئي. ان حالت لاءِ جوابداري مٿس ۽ سندس مسلم ليگ حوارين مسلم اقليت وارن صوبن تي پئي ٿي، جن سندن نفعي خاطر سنڌ جي مسلم ميمبرن جو تعداد ۽ نمائندگي گهٽارائي ڇڏي هئي.

جناح صاحب جي ضد ڪرڻ سبب ٺهراءُ ٽٽي پيو ۽ بجيٽ جي موقعي تي الهہ بخش هندن سان گڏجي مسلم ليگ وزارت کي شڪست ڏئي وزارت ٺاهي.

مسلم ميمبرن مان صرف ٻہ ميمبر کهڙو صاحب ۽ گزدر هئا جي لالچ تي الهہ بخش سان وزارت ۾ شريڪ نہ ٿيا. ۽ اسان سان گڏ مسلم ليگ ۾ رهيا.

۱۹۴۲ع ۾ ڪانگريس انگريزن خلاف ستيا گرهه ڪيو. جنهن کي ڪئٽ انڊيا تحريڪ جي نالي سان سڏيو ويو.

ان وقت ڏاري حاجي عبدالله هارون وفات ڪري ويل هو.

الهه بخش هاڻ ڪانگريس سان پڪو ٿي ويو هو تنهن ڪري ان آزاديءَ جي ڪارڪنن تي انگريزن طرفان سختيون ڪرڻ تي پنهنجي لقبن تان احتجاج طور دستبرداريءَ جو اعلان ڪيو.

جيئن ته ان وقت ٻي مهاڀاري لڙائي هلي رهي هئي. انگريزن الهه بخش جي اهڙي قدم کي سنڌن لاءِ نقصانڪار سمجهي ڪيس وزارت اعليٰ تان ڊسمس ڪري ڇڏيو ۽ سنڌس وزير سر غلام حسين کي وزارت ٺاهڻ لاءِ سڏيو. جنهن پير الاهي بخش کي وزارت ڏيئي الهه بخش کان ڦيرائي ورتو. پير صاحب جو اصل کان اهو دستور رهيو هو ته اقتدار جي حصول لاءِ هر برو ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندو هو. تنهن ڪري سنڌس دوست الهه بخش کي ڇڏي وڃي سر غلام حسين سان سامل ٿيو. وري به سائيس مسٽر نيچلداس وزيراڻي کي هجي جنهن سر غلام حسين جي وزارت ۾ شامل ٿيڻ کان انڪار ڪيو. ان کان پوءِ سر غلام حسين مسٽر کهڙي ۽ مسٽر گزدر کي وزارت ۾ شامل ٿيڻ لاءِ آچ ڪئي. ليڪن جناح صاحب انهيءَ جي خلاف هو. سنڌس چوڻ هو ته جنهن صورت ۾ مسلم ليگ سنڌ اسيمبليءَ ۾ مخالف پارٽي هئي. تنهن ڪري سر غلام حسين جي عيوض مسلم ليگ ليڊر خانبهادر کهڙي کي وزارت ٺاهڻ لاءِ گهرايو وڃي ها. پر گورنر اها ڳالهه قبول نه ڪئي نيٺ مذڪوره بالا ٻئي صاحب سر غلام حسين جي وزارت ۾ ان شرط تي داخل ٿيا ته سر غلام حسين مسلم ليگ ۾ ايندو ۽ وزارت مسلم ليگي سڏبي. اهڙيءَ طرح سان سنڌ ۾ مسلم ليگ انگريزن جي آڌار تي وري طاقت ۾ آئي. مون کي جناح صاحب آل انڊيا مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽيءَ تي اڪيئي ميمبر نامزد ڪيو هو. ان ڪري آل انڊيا آئيني مسئلن ۾ دلچسپي وٺڻ ڪري منهنجي سياسي ڪم جو دائرو وڏو ويو.

حاجي عبدالله هارون جي وفاتيءَ کان پوءِ مون کي جناح صاحب صوبه سنڌ مسلم ليگ جو صدر چونڊايو هو ۽ خانبهادر کهڙي کي ان جي جاءِ تي آل انڊيا مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽيءَ تي ميمبر نامزد ڪيو هو.

ڪانگريسي جيلن ۾ هئا، جناح صاحب ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ

بمبئي ۾ گهرائي ان ۾ اهڙو نهراءُ پاس ڪرڻ گهريو ٿي جنهن ۾ انگريزن جي همدرديءَ ۾ هلچل جو ذڪر ڪانگريس تي وجهڻ گهريائين ٿي. مون ان وقت ڪانگريس سان سمجهوتو ڪرڻ جي تجويز پيش ڪئي جنهن تي ناراض ٿي پيو.

اهڙيءَ طرح مون کي آهستي آهستي پتو پوڻ لڳو تہ مسلم ليگ جي سياست مسلم اقليت وارن مسلمان مستقل مفاد ۽ انگريزن جي فائدي خاطر هلائي ٿي ويئي. ٿوري وقت بعد سنڌ ۾ سر غلام حسين وزارت بدنام ٿيڻ لڳي.

مون صوبہ سنڌ مسلم ليگ جي صدر جي حيثيت ۾ حالتن سڌارڻ لاءِ جناح صاحب کي رپورٽون ڪيون پر هن صاحب انهن کي پڙهو اڻ پڙهو ڪري ڇڏيو. ان تان منهنجي ۽ وزارت جي وچ ۾ اختلاف ٿي پيا.

جڏهن خانبهادر کهڙو الهہ بخش مرحوم جي شهادت جي ڪيس ۾ جيل ۾ ويو تہ پوءِ تان سر غلام حسين اڪثر مسلم ليگ ميمبرن جي راءِ خلاف مير غلام علي خان کي سندس جاءِ تي وزير نامزد ڪري ڇڏيو.

هاڻ سر غلام حسين انگريز گورنر جي آرڊر تي اهڙا ڪم ڪرڻ لڳو. جي جماعت جي بدناميءَ جو باعث بنيا ٿي پر باوجود ان جي جناح صاحب هن جو حامي رهيو. وڌيڪ احوال "نئين سنڌ لاءِ جدوجهد" مان ملي سگهندو.

مون باوجود انهن ڳالهين جي ۱۹۴۳ع جي ۳- مارچ تي سنڌ اسيمبليءَ ۾ پاڪستان جي قيام لاءِ تجويز پيش ڪري نهراءُ پاس ڪرايو. ان وقت ڪيل تقرير جا ڪجهہ ٽڪر ناظرين جي ملاحظہ لاءِ هيٺ ڏيان ٿو.

۳- مارچ ۱۹۴۳ع تي مون سنڌ اسيمبليءَ ۾ هيٺين تجويز پيش ڪئي:

## نهراءُ

" هي اسيمبلي سنڌ سرڪار کي سفارش ٿي ڪري تہ وائسراءِ هند جي معرفت بادشاہ سلامت جي حڪومت کي صوبہ سنڌ جي مسلمانن جي جذبات ۽ خواهشن کان واقف ڪري تہ:

جنهن صورت ۾ هندوستان جا مسلمان مذهب، فلسفيءَ حيات، معاشرتي رسمن، ادب، روايات، سياسي ۽ اقتصادي عقيدن جي جدا هئڻ سبب

هڪ جدا قوم آهن. تنهن ڪري جدا قوم جي حيثيت ۾ هندوستان جي جنهن خطہ زمين ۾ هو اڪثريت رکن ٿا اتي هو 'آزاد ۽ خودمختيار قومي حڪومتون' قائم ڪرڻ جا حقدار آهن. ان ڪري سنڌ جا مسلمان پرزور طريقي پنهنجي راءِ جو اظهار ٿا ڪن تہ ڪين ڪوبہ اهڙو آئين قبول نہ ٿيندو جو ڪين هڪ مرڪزي حڪومت ۾ بہ 'اڪثريت واري قوم' جي ماتحت رهڻ لاءِ مجبور ڪري.

ايندڙ حالتن هيٺ زندگيءَ کي آزاد ۽ پنهنجي نقطہ خيال مطابق بسر ڪرڻ لاءِ اهو ضروري آهي تہ ڪين پنهنجون قومي حڪومتون قائم ڪرڻ ڏنيون وڃن. تنهن ڪري ڪابہ اهڙي ڪوشش، جا هندوستان جي مسلمانن کي سندن مرضيءَ جي خلاف هڪ مرڪز جي ماتحت رکندي، سا ڪين قبول نہ آهي. بلڪ اهڙي ڪوشش لازمي طور ملڪ ۾ خانہ جنگي، نامناسب ۽ خوفناڪ نتيجن جي صورت اختيار ڪندي."

انهيءَ ٺهراءَ پيش ڪرڻ بعد جا مون تقرير ڪئي ان مان ڪي ٽڪرا ملاحظہ لاءِ پيش ڪريان ٿو:

جناب صدر!

آئون هن ٺهراءَ ذريعي سنڌي مسلمانن جي عيوضي جي حيثيت ۾ هندوستان جي ڏهہ ڪروڙ مسلمانن جي مطالبہ پاڪستان کي هن ايوان ۾ پيش ڪري رهيو آهيان. اهو مطالبو قومن جي حق خود ارادي جي اصول مطابق، مسلمانن جي حقن جي حفاظت لاءِ ضمانت جي صورت رکي ٿو.

دنيا اڄ ڪلهہ سياست جي انهي ارتقائي دؤر مان گذري رهي آهي. جو دؤر هر قوم کي هڪجهڙن موقعن ۽ حقن سان آزاديءَ جي نعمت ماڻڻ لاءِ اميدون ڏياري رهيو آهي.

اها آزاديءَ جي تمنا هئي جنهن هندن ۽ مسلمانن کي خلوص دل سان جدوجهد ڪرڻ تڪليفن سهڻ ۽ قربانين ڏيڻ لاءِ آماده پي ڪيو آهي.

آئون اوهان کي يقين ٿو ڏياريان تہ مسلمان قوم جنهن انگريزي حڪومت کان اڳ ست سؤ ورهيہ هندوستان ۾ حڪومت ڪئي هئي، تنهن کي سندس نفسياتي ساخت، قومي ڪردار ۽ روايات ڪري هندوستان جي آزادي لاءِ ايتري خواهش ۽ جذبو پي رهيو آهي. جهڙو هندوستان جي بين رهاڪن کي آهي.

پاڪستان جي گهر مسلمانن جي جدا قوم هئڻ جي بنياد تي ڪئي وڃي ٿي. برصغير هند جاگرافيائي طور هڪ ملڪ شمار ڪري نٿو سگهجي...

بلڪ ان کي هڪ ملڪ سڏڻ حقيقتن جي برعڪس ٿيندو....

جيڪڏهن يوپ کي انهي نقطہ نگاهہ کان هڪ ملڪ سڏبو تہ مثال نهڪي ايندو پر يورپ اجا تائين مختلف قومن جو مجموعو آهي. اهو فيڊريشن جي درجي تائين بہ پهچي نہ سگهيو آهي.

هتي جيڪڏهن گجرات ۽ سنڌ صوبن جا مثال وٺبا تہ حقيقتن تي پوري روشني پئجي سگهندي. باوجود ٻنهي جي سرحد مليل هئڻ جي هڪ صوبي مان ٻئي صوبي ۾ پهچڻ لاءِ ٢٨ ڪلاڪ لڳي وڃن ٿا. ڇاڪاڻ جو ٻنهي جي وچ ۾ وڏو رڻ پٽ حائل آهي. ٻئي طرف فرانس ۽ جرمنيءَ جو مثال وٺبو تہ معلوم ٿيندو تہ فرانس مان جرمني پهچڻ ۾ صرف پنج منٽ لڳن ٿا... هندوستان برصغير تي سگهي ٿو. يورپ، افريقا، اتر ۽ ڏکڻ امريڪا جا مثال ساڻس مشابهت رکن ٿا... جيڪڏهن هندوستان کي هڪ ملڪ شمار ڪبو تہ آمريڪا، ڪئناڊا، ميڪسيڪو ۽ الاسڪا کي بہ هڪ ملڪ شمار ڪرڻو پوندو. ليڪن اهي ملڪ علحده تسليم ٿيل آهن... ڪئناڊا ۽ يونائيٽيڊ اسٽيٽس جا رهاڪو ساڳي نسل، لباس ۽ ٻولي وارا آهن...... ليڪن باوجود ان جي اهي ملڪ جدا قومي وجود قائم رکيو ويٺا آهن.

ساڳي حالت ڏکڻ امريڪا جي آهي جوهڪ خطہ ايراضيءَ ۾ مختلف حڪومتن جو مجموعو آهي. جن ۾ گهڻن جي زبان اسپيني آهي. لباس، طرز معاشرت ۽ مذهب بہ ساڳيو اٿن. ليڪن باوجود ان جي هو پنهنجي نموني جدا رهڻ پسند ڪن ٿا. انهن مثالن کي نظر ۾ رکندي صرف جاگرافيائي وحدت، متحده قومي وجود لاءِ دليل ٺهرائي نہ ٿي سگهجي....

يورپ جي تاريخ تي سرسري نظر ڊوڙائبي تہ پتو پئجي ويندو تہ جمهوريت ۽ نيشلزم ان کي اتحاد ۽ ميلاپ طرف ڇڪڻ جي عيوض جدائي طرف پئي گهليو آهي.

.نيشنل ۽ جمهوري حڪومتن جو زوريءَ ڳانڍاپو ڪا معنيٰ نٿو رکي.... صرف باهمي سمجهوتي ۽ مسلسل لاڳاپن ذريعي ديرپا اتحاد قائم ٿي سگهي ٿو. فطري قانون ٻڌائي ٿو انساني اتحاد جي ترقي مقرر حد کان مٿي تيز نہ ٿي

سگهندي. ان کي مصنوعي طريقن سان گهٽائبو تہ فائدي بجاءِ نقصانڪار رد عمل پيدا ڪندو.

ميوي کي درخت ۾ پچڻ کان اڳ ڪٽيو ته اهو ٺيڪ ٿيڻ بدران سڙي پوي ٿو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو ان کي قبل از وقت پٽيندو ۽ مٺي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو تہ سندس فطري مٺاس کهڻجي ويندي. اختلاف جيتوڻيڪ اڻ وڻندڙ ڳالهہ آهي، ليڪن ترقيءَ جي راهہ ۾ مقابلي جو هئڻ ضروري سمجهيو وڃي ٿو.

ڪليل مقابلي ڪانسواءِ مصنوعي ۽ زوريءَ اتحاد پيدا ڪرڻ قومي زندگيءَ ۾ جمود ۽ خوف پيدا ڪرڻ جي مترادف آهي.

اسان جيڪڏهن هندوستانين جي مذهبي نقطہ نگاهہ کان پيٽ ڪنداسون تہ معلوم ٿيندو تہ انهن مان هڪ فرقو ٻئي سان سوشل تعلقات نٿو رکي.... پنگتي جدائي هنن ۾ عام قبوليل اصول ٿي ويل آهي.

جيڪڏهن ڪو پڇي تہ سندن اختلافن جو بنيادي سبب ڪهڙو آهي تہ ان جو جواب ملڻ ڏکيو نہ ٿيندو. هن زماني ۾ اسان جن ڳالهين کي نظرين جي نالي سان سڏيون ٿا، تن کي اڳئين وقت ۾ مذهب جو نالو ڏنل هو.

جماعتون بہ اڳي مذهبي نقطہ نگاهہ تي ٺهنديون هيون.

يورپ جا ترقي يافتہ عناصر ۽ جديد خيالن جا حامل گهڻين تڪليفن ۽ قربانين کان پوءِ مس انهي مذهبي تنگ خياليءَ جي پيدياڻن کان پاڻ ڇڏائي سگهيا آهن.

ليڪن پنتي پيل ملڪن جا قدامت پسند فرقا اڃا تائين فرقہ بندي ۽ پنگتي پيد ياون ۾ ڦاٿا پيا آهن؛ ۽ دنيا جي ارتقائي رفتار ۾ پوئتي رهجي ويا آهن.

هتي جي قدامت پسنديءَ جو ثبوت ان مان ملندو تہ ٻڌ ڌرم جو هندن جي مذهب ۾ هڪ ارتقائي قدم هو جو سوسائٽيءَ جي گهڻين خامين کي مٽائي اڳتي وڌائي سگهيو ٿي. تنهن کي هتان جي قدامت پسند گروهہ قبولڻ جي عيوض مخالفت ڪري تڏي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ ان وڃي سيلون، چين، تبيٽ ۽ برما ۾ پناهہ ورتي. جاهل برهمڻ اڃا تائين چون ٿا تہ گوتم ٻڌ هندو ڌرم کي ختم ڪرڻ آيو هو.

بنيادي طرح برهمنزم نان مشنري ۽ قدامت پسند مذهب رهيو آهي. سندن چوڻ مطابق برهمڻ صرف جمي پيدا ٿيندو آهي: ٻين مذهبن مان شڌ ٿي برهمڻ بڻجي نٿو سگهي.

ڪوبہ ماڻهو ڪيتريون سرويتون يا سمرتيون ڪٽي چاڙندو هجي ۽ نسل بہ آريا مان هجي پر نہ برهمڻ نہ ڪتري بنجي سگهي ٿو. البتہ وئش يا شودر بنجڻ لاءِ رستا ڪليل اٿس.

جيڪڏهن ڪنهن نسل يا فرقي جو جوڙجڪ اهڙو محدود ۽ سخت نهيل هجي جو ان ۾ ڪنهن بہ قيرقار جي گنجائش نہ هجي تہ جيسيتائين انهن حالتن ۾ تبديلي نہ آئي آهي. تيستائين اتي جمهوري ۽ نيشنل حڪومت آسانيءَ سان نهي ان تي عمل درآمد ٿيڻ مشڪل پيو نظر اچي."

پوءِ انهي مذهبن جي اختلافن تي روشني وجهندي مون چيو تہ "جيسين تائين پنهي مذهبن جي عوام مان ڪٽرپڻو گهٽ نہ ٿيو آهي. ان وقت تائين انهن جو گڏجي هڪ قومي قالب ۾ سمائجڻ مشڪل پيو نظر اچي.

پروفيسر رينان جيڪو نيشنلزم جي موضوع تي ماهر سمجهيو ويجي ٿو تنهن جو چوڻ آهي تہ:

"قوميت هڪ روحاني ۽ نفسياتي جذبات تي ٻڌل حقيقت ٿئي ٿي. هم جنسيت جو خيال ئي مختلف فردن کي هڪ ٻئي جي نزديڪ آڻي ٿو. اها هم جنسيت بہ ڌاري تلوار مثل آهي جا جيڪڏهن ڪن کي حقيقتن جي بنياد تي گڏي ٿي تہ ڪن کي هڪ ٻئي کان ڌار ڪري ٿي."

عام طرح ائين پيو چوڻ ۾ اچي تہ عوام لاءِ اقتصادي مسئلو بنسبت مذهبي. پنگتي نظرين جي زياده اهميت رکي ٿو ۽ انهي مسئلي کي پوري طرح سلجهائڻ بعد فرقيوار سوال ازخود ختم ٿي ويندا. ليڪن سماج جي موجوده ذهين ۽ پنگتي پست حاليءَ ۾ انهي مسئلي جو ترت حل نظر ئي ڪونہ ٿو اچي.

جيڪڏهن اسان جو آخري مقصد هڪ آزاد ۽ ترقي يافتہ متحده قوم بنائڻ جو آهي تہ ان جو بهتر ذريعو اهو آهي تہ هندن ۽ مسلمانن کي سندن اڪثريت وارين ايراضين ۾ انهن جي ڪلچر. فلاسافي ۽ روايات جي مدنظر ترقي ڪرڻ لاءِ مناسب موقعا ۽ سهوليتون مهيا ڪيون وڃن. تہ پوءِ اڳتي هلي هو خوشنما مرڪب جو مجموعو بنجي پوندا....

جمهوريت جي معنيٰ عوام جي حڪومت آهي پر ان عوام جو هم جنس هئڻ سني کان ضروري آهي. انهي لاءِ آزادانہ طور بنا خوف ۽ خطري جي ڪم ڪرڻ لاءِ درمياني عرصي جي ضرورت آهي."

آئون ١٩٣٨ع کان مسلم ليگ ۾ شريڪ ٿيس. ١٩٤٠ع ۾ مسلم ليگ وزارت جو رڪن بڻيس. سال جي آخر ۾ سنڌ جي مسلمان اسيمبليءَ ميمبرن ۾ اتحاد آڻي پروگرام موجب عوام جي ترقيءَ واسطي مون وزارت تان استعيفا ڏني. ساڳي سال جناح صاحب مون کي سنڌ مسلم ليگ کي منظم ڪرڻ لاءِ آرگنائيزيشن ڪميٽيءَ جو چيئرمين مقرر ڪيو. جنهن بعد مون مسلم ليگ جي مقصد پاڪستان جي لاءِ سنڌ جي ڪُنڊ ڪُڙڇ ۾ وڃي پرچار ڪيو.

ان ڪري مون کي جون ١٩٤١ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر نامزد ڪيو ويو.

١٩٤٣ع ۾ مون کي صوبا سنڌ مسلم ليگ جو صدر چونڊيو ويو. جنهن عهدي تي ١٩٤٥ع جي آخر تائين رهندو آيس.

١٩٤٣ع جي آخر ۾ آل انڊيا مسلم ليگ ڪراچيءَ جي آخري اجلاس وقت استقباليه ڪميٽيءَ جو صدر هوس. اجلاس جي ڪاميابيءَ لاءِ حتي الامڪان ڪوشش ڪيم. انهي وقت ڏاري مون کي آل انڊيا مسلم ليگ جي مجلس عمل جو ميمبر نامزد ڪيو ويو. انهي زماني ۾ مون کي مسلم ليگ اندر رهي ڪم ڪرڻ ڪري منهنجي سياسي ۽ مذهبي معلومات ۾ اضافو ٿيو.

تجربي بعد آهستي آهستي منهنجي خوش فهميءَ جا خواب پريشان ٿيڻ لڳا. معلوم ٿيڻ لڳو ته مسلم ليگ جماعت جو اسلام سان واسطو ڪونه هو. ان جي ڪارڪنن مذهب کي عوام کي ڌوکي ڏيڻ لاءِ استعمال تي ڪيو. اها جماعت يو. پي ۽ سي. پي مسلم مستقل مفاد لاءِ ڪم ڪري رهي هئي. مسلمانن جي جداگانه قوم جو وجود ئي ڪونه هو. مسلم ليگ وزارتون زميندار ۽ وڏن ماڻهن جي طبقاتي ۽ ذاتي مفاد لاءِ هلايون ٿي ويون.

مسلم ليگ ليڊرشپ ابن الوقتي حرص و هوس جي چار ۾ ڦاٿل هئي. انهن اصول پرستيءَ کي بيوقوفي سمجهي ان تي کِليو ٿي.

هنن کي عوام جي ضروريات ۽ تڪليفن سان ڪابه دلچسپي ڪانه هئي. دولت ۽ سياست اقتدار جو حصول مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ وٽ اهم ڳالهه هئي. سرڪاري نظامِ حڪومت جي تطهير ۽ ملڪي تعمير جا مسئلا هنن قبل از وقت سمجهي پاڪستان جي حصول تائين پوئتي تي اڇلائي ڇڏيا. هنن اخلاقي ۽ جمهوري اصولن کي بي معنيٰ ڳالهه سمجهيو ٿي.

مسلم ليگ جي ناليءَ سان عوام کي منظم ڪرڻ جو خيال غائب ٿيڻ لڳو. هندن کان وڌيڪ هاڻ مسلم وڏيرن عوام جو استحصال ڪرڻ سروع ڪيو هو. مسلم ليگ جي واڳ يو. پي ۽ پنجابي مستقل مفاد جي هٿ ۾ هئي.

انگريزن جي مسلم ليگ کي پشتي ڏسي سنڌي وڏيرا اقتدار جي حصول خاطر سنڌ جي مسئلن کي وسارڻ لڳا.

ايتري قدر جو جنهن قانون انتقال ايراضيءَ لاءِ اسان لڙندا آيا هئاسون. ان کي جڏهن سنڌ اسيمبليءَ پاس ڪيو ته مسلم ليگ ليڊرن ان جي منظوري نه ڏني. ڇاڪاڻ ته هاڻ هندن جي جاءِ هنن کي والارڻ جو ارادو هو.

اسان کي ڪهڙي خبر ته جنهن پاڪستان لاءِ اسان رات ڏينهن ڪم ڪيو ٿي سو اڳتي هلي "ڳلن جي هار بدران سورن جو سڳڙو بنجي پوندو."

ان ۾ سنڌ جي وجود کي مٽائڻ لاءِ ڪوششون ٿينديون.

ان ۾ سنڌين جي جدا ڳاني قومي وجود کان انڪار ڪيو ويندو.

ان کي مهاجر پنجابي سامراج جي ڪالوني طور ڪتب آندو ويندو.

ان ۾ سنڌي وڏيرن جا ذهن مسخ ڪري سياسي طرح گمراهه ڪيو ويندو.

ان ۾ سنڌ جي هزارن ورهين واري زبان سان مٽاتيجي ماءُ وارو برتاءُ ڪيو ويندو.

ان جي نوڪرين، واپار، ڪارخانن، بئنڪن، زمين، اقتصادي ادارن تي مهاجر پنجابي مستقل مفاد کي مسلط ڪيو ويندو.

جهڙيءَ طرح ان جي قيام لاءِ محنت ڪرڻي پئي سون. اهڙيءَ محنت سان ان کي ڊاهڻ لاءِ ڪم ڪرڻو پوندوسون.

**مجازي عشق جا تجربا:**

زندگيءَ سان واسطو رکندڙ هر ڳالهه ساڳي حالت ۾ قائم رهڻي نه آهي. جيئن جانور ۽ ماڻهو ڄمي، صغيرپڻ، سن بلوغ، جواني ۽ پيريءَ جي مرحلن مان گذرندا آهن. اهڙيءَ طرح ساڻن واسطو رکندڙ شين جي حالت رهي ٿي. شخصي طبيعت، علم، عقل، لڳ لاڳاپا بدلبا رهن ٿا. اهي ڳالهيون نه صرف شخصن سان وابسته آهن پر قومن جي معاشري، تهذيب، نظرين، مذاهب سان به ان جو واسطو رهي ٿو.

مون مجاز جي ٻن مرحلن جو اڳين فصلن ۾ ذڪر ڪري ان ۾ پنهنجي تجربن ۽ تاثرن جو احوال ڏنو آهي. انهن ٻنهي دورن کي آئون جيڪڏهن جامع لفظ سان سڏيان ته "رومانس" جو زمانو ٿي سگهي ٿو.

جنهن ۾ حقيقتن سان گهٽ واسطو رهيو ٿي. خيال آرائي، تخيل ۽ مبالغي سان زياده هو. جواني جي وقت ماڻهو حقيقتن کي مدنظر رکي عملي طرح ڪم ڪري ٿو. هن دؤر ۾ منهنجي اها حالت هئي. آئون اڳي چئي آيو هوس ته شخصي مجاز ٽن سببن ڪري وقوع ۾ اچي ٿو:

**جنسي خواهش، طبعي انس، هم خيالي:**

آئون جڏهن پهرين (م) دوست سان لاڳاپي ۾ آيو هوس ته جيئن مٿي ذڪر ڪيو اٿم ته نادانسته طور مختلف سببن ڪري ان طرف ڇڪجي ويس. انهي دؤر ۾ پنهنجي دنيا بنائي زمين ڪان مٿي ڪنهي خيالي دنيا ۾ اڏامڻ لڳو هوس. ليڪن گذشته دؤرن جي تجربي بعد حقيقتن جي منهن مقابل ٿيڻ ڪري آهستي ٿي اهي خيالي تصور غائب ٿيڻ لڳا. معلوم ٿيڻ لڳو ته هر شخصي مجاز ۾ گهڻو حصو نادانسته طور جنسي خواهش جو ٿئي ٿو. جنهن کي مٿي چاڙهي عاشق روحانيت جي درجي تي پهچائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

حافظ شيرازي ان جي تشبيهه هيئن طرح ڪري ٿو:

"ازان افيون ڪه ساقي درمي افگند. حريفان رانه سرمانند نه دستار"

معني: "ساقي شراب ۾ جو آفيم وجهي ٿو. اهو اهڙو تيز ٿئي ٿو جو پيئندڙ جو دماغ سالم نٿو رهي."

مون کي به اڳتي هلي هن دؤر ۾ پتو پوڻ لڳو ته منهنجي هن رومانس ۾ به نادانسته طور گهڻو حصو جنسي خواهش جو هو. جو هيئن سببن ڪري گهٽجڻ لڳو:

(١) شادي هئڻ ڪري جنسي خواهش جي پورائي جو انتظام هو.

(٢) معاشري جي اخلاقي قدرن جو اثر مسلط هوم.

(٣) مذهبي تربيت ۽ ان جي اثر ممانيت ٿي ڪئي.

(۴) مجاز کي حقيقت جي چاڙهي سمجهڻ ڪري خوف هو ته ان خواهش جي پورائي ڪري بنيادي مقصد فوت ٿي وڃڻ جو امڪان هو.

(۵) جنسي خواهش ٻن طريقن سان پوري ٿي سگهي ٿي. هڪ ناجائز

جنسي خواهش جو پورائو جنهنجي معاشري، اخلاق، مذهب ۽ روحاني
ڪشش اجازت نٿي ڏني.

بي شادي ذريعي، هم رفيق بنائي پوري ڪرڻ سان. حالتن مطابق اها بہ
ممڪن نہ هئي.

انهي ڪري مون زبردستي پنهنجي نفس اماره تي قبضو رکي دوست
جي باغ حسن جي گلن سونگهڻ يا ميون چکڻ کان پرهيز ڪئي. ان جو
نتيجو اهو نڪتو تہ شراب خالص مان آفيم جي نڪري وڃڻ ڪري ان جو
جنون ساز اثر گهٽجي ويو ۽ آسمان مان لهي هيٺ زمين تي اچي پهتس. هاڻ
دوستيءَ لاءِ باقي بہ ڪارڻ وڃي رهيا هئا.

(١) هم نفسي صحبت (٢) هم خيالي لاڳاپو.

ان مان پهريون ڪارڻ نهايت دلفريب هو. اول ۾ ڏينهن جا ڏينهن ان
جي صحبت ۾ رهي نهايت خوش پيو گذاريندو هوس. اهو هڪ نشو هو
جنهن مان عمدو سرور ميسر ٿي تيو. پر منهنجي زندگي صرف هڪ طرفي نہ
هئي، مذهب، علم، عمل سان بہ واسطو هوم. اهي راتيون ۽ ڏينهن جي سرور
جي حالت ۾ گذاريم ٿي تن مون کي پنهنجي ٻين ڳالهين جي فرض ادائيءَ ۾
رڪاوٽ ٿي وڌي.

هاڻ مون کي فيصلو ڪرڻو پيو تہ يا تہ موالين وانگر دوست جي
صحبتي سرور ۽ لهو ۽ لعب ۾ گذاريان يا زندگيءَ جي تڪميل لاءِ ان جي ٻين
شعبن کي بہ وقت ڏيان. مون اڳيئي مذڪوره بالا ٽنهي شعبن ۾ چڱي ترقي
ڪئي هئي ان ڪري بقول حافظ شيرازي:

"نگويم کہ هم سال مي پرستي کن.

سہ ماه مي خور و نہہ ماه پار ساقي باش."

معنيٰ: "آئون نٿو چوان تہ سارو سال عشق عاشقي ڪندو رهہ. ٽي مهينا
عشق سان رهہ نو مهينا دنيائي ڪاروبار سان."

انهي تميز جو اثر ٻنهي طرفن تي پيو. منهنجو دوست (م) بہ پنهنجي
ڪثير عملي سرگرمين ۾ مشغول هو ۽ آئون پنهنجي مذڪوره بالا ٽنهي شعبن
جي ڪاروبار ۾ رڌل رهيس. سياست ملڪ ۾ هن ۽ منهنجا طريقا عمل
مختلف هئا. سياست ۾ حصي وٺڻ بعد مون تي منهنجي حريفن ٻيا طريقا
آزمائڻ بعد دوست جي اثر جو فائدو ورتي ان جي ذريعي مون کي پنهنجي راهہ

تان تيزڻ جون ڪوششون ڪيون. ان لاءِ مثل طور تي ڳالهيون بيان ڪريان ٿو:

(۱) **پهريون دفعو** ضلع لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي پريزيڊنٽيءَ وقت هڪ لوڪلبورڊ عملدار هڪ انگريزي حاڪم جي آڌار تي منهنجي قوم پرست ۽ ڳوٺ سڌار هلچل جي مخالفت ڪري منهنجي لوڪلبورڊ زندگيءَ کي تلخ ڪري ڇڏيو هو.

هن جي جملي خامين تي آئون راهبانه صبر سان خاموش رهندو آيس. ليڪن ڪجهه وقت ڪانپوءِ هن سان سندس ٿي دوستن ناراض ٿي ان جي عيبن جي اپٿار ڪري لوڪلبورڊ نوڪريءَ مان ڪيڻ جي تجويز بورڊ اڳيان پيش ڪري مون کي رهبري ڪرڻ لاءِ تار رستي ڳوٺان گهرائي ورتو. ان تي هن عملدار ٻيو رستو نه ڏسي اچي مهنجي دوست (م) جو سهارو ورتو. جنهن تي دوست مون کي هن جي مخالفت ڪرڻ کان روڪيو. مون هيٺين سببن ڪري آڻ مڃي:

(۱) دوست جي بي انتها اثر کان انڪار ڪري نه سگهيس.

(۲) هن عملدار جي ڪسمپرسي ۽ پنهنجي سر ندي ٿرڻ جي جذبي ڪري.

(۳) ڪمزوري طبع. جنهن ڪري ناجائز اثر کان مرعوب ٿي ويس.

(۴) شرافت طبعي. جنهن ۾ "پنهنجي توڙ نباهه. هن جي هو ڄاڻي" جو خيال غالب هو.

نتيجو اهو نڪتو ته ٻوٽلڪ دوستن جي پيچڻ ڪانسواءِ يڪطرفو فيصلو ڪري مخالف کي معاف ڪرڻ ڪري منهنجا دوست منهنجي ليڊريءَ کان نااميد ٿي ويا ۽ سندن اعتبار ٽٽڻ کي نزديڪ اچي بيٺو.

(۲) **ٻيو دفعو** سر غلام حسين جي وزارت خلاف ڪنموشن جي اچڻ بعد مون کي عين ووٽن جي موقعي تي وري (م) دوست طرفان زور بار وجهايو ويو. پر هن دفعي ڪجهه اڳئين تجربي. ڪجهه خانبهادر الهه بخش جي مشوري ۽ ڪجهه (س) دوست جي مدد اهڙي ڪمزوريءَ کان بچائي ورتو. نه ته ممڪن هو آئنده آئون نه سياست ۾ ڪو اهم ڪردار ادا ڪري سگهان ها. نه وري مون تي ڪو سياسي طور اعتبار ٿي ڪري سگهي ها.

سياسي معاملن ۾ به ڪي اخلاقي اصول ٿين ٿا. جيڪڏهن ڪو مڪيه

ڪارڪن مقرر ڪيل معيارن تان ڪري پوي ٿو ته ان جو وقار گهٽجيو وڃي. ان ڪري سندس ڪم جي صلاحيت ۾ رخنو پئجيو وڃي.

(٣) ٽيو دفعو ـ مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ سان اختلاف وقت مون کي (م) دوستيءَ مسلم ليگ ليڊرن سان زوري ٺهراءُ تي ڪرايو. ليڪن ان وقت تائين آئون پنهنجي ارادي ۾ پختو ٿي ويو هوس ۽ انڪار ڪري پنهنجي راءِ تي قائم رهيس. انهن ۽ اهڙين ڳالهين کي مدنظر رکي مون کي سندس صحبت ۾ رهڻ جي وقت کي گهٽائڻو پيو. جو مون کي معلوم ٿيو ته اها جاءِ هاڻ منهنجي لاءِ سياسي آرائشن کان آرام وٺڻ واري نه رهي هئي، بلڪ خلاف مصلحت جي ڦاسڻ جو ڪوڙڪو ٿي پيئي هئي.

ان ڪري هاڻ گذريل رومانس واري دؤر جو ٻيو پهلو ڏسڻ ۾ آيم. "لااحب الافلين" معنيٰ ـ رفتار ٿيندڙ شين سان محبت نٿو ڪريان چئي پاند بچائڻ لڳس.

جڏهن فري ميسٽري ۾ داخل ٿي رهيو هوس ته اتي مون کي ٻڌايو ويو هو ته ميسٽري جي جنهن به لاج ۾ ڀهرين داخل ٿجي. ان ڪانپوءِ جيڪڏهن ڪيترن سببن ڪري ٻين لاجن ۾ داخلا وٺڻي پوي ته به اصل لاج، جنهن کي مدرلاج سڏبو آهي کان منهن نه موڙبو آهي. مون ساڳي طرح (م) دوست لاءِ ساڳي عزت ۽ احترام برقرار رکيو آهي.

شاهه صاحب فرمايو آهي ته:

> منهن جنهين جي مون، ڏنو منهن ميهار جو،
> سو اتم ساه سئون، اهوگهڙو آئون ڪيئن گهوريان.

هاڻ ڪجهه احوال دوست (س) بابت به بيان ڪريان ٿو:

هن عورت سان منهنجو لاڳاپو جذباتي نه هو. سياسي دنيا ۾ رهڻ ڪري اڪثري ٻيو ملڻ ٿيندو هو. هن عورت جي سموري دنيا سياسي هئي. هن جون دوستيون ۽ مخالفتون سياسي هيون. مون کي خبر آهي هن جا دوستانه تعلقات ڪيترن ماڻهن سان هئا. پر اهي جنسي خواهش يا جذباتي سڌن کان بالاتر هئا. انهن جو ڪارڻ سياسي يا سماجي لاڳاپا هئا. هي عورت ملڪي سياست، قومي آزادي، سماجي خدمت جو مجسمو هئي. مون سان ان جا سياسي يا شخصي تعلقات ابتدا ۾ ڪونه هئا. جڏهن کان تعلقات ٿيا ته هن ڪڏهن به منهنجي سياسي ڳالهين ۾ دست اندازي نه ڪئي. سواءِ

مشوري، مدد ۽ همدرديءَ جي. سياسي معاملن ۾ هن سان گهڻو وقت واسطو رهيو آهي جنهن جا مختلف دور گذريا آهن ان ڪري ان جي هڪ سؤ کان مٿي خطن مان چند هيٺ پيش ڪريان ٿو. اميد ته اهي يڪمشت نمونه خروار جو ڪم ڏيندا. هڪ خط پنهنجو ان ڏي موڪليل ڏيندس.

" ڪراچي، ۱۴-۱۱-۱۹۴۰ع

پيارا ڀاءُ سيد

مون کي تنهنجي تندرستيءَ جو فڪر رهي ٿو. مون کي خبر موڪل ته هن وقت تنهنجي حالت ڪيئن آهي.

اڄ گرونانڪ جي جنم جو ڏينهن آهي. هن اسان وٽ هندو مسلم اتحاد جو پيغام آندو هو:

"رام، رحيم، قران، پران، ڪهي مت ايڪ."

خدا ڪري ان جي پيغام جي اڄ سندس جنم ڏينهن صحيح معنيٰ سمجهي سنڌ جي تاريخ ۾ نئون ورق واريون. ۽ اسان پاڻ کي سنڌ ۽ هند جا نياڻيون ۽ فرزند سمجهي ملڪ جي آزاديءَ جي صف اول ۾ ڪڙا ٿي بيهون. اها منهنجي دعا آهي. خدا اسان سيني کي تڏهن ئي منزل مقصود تي پهچائيندو جڏهن اسان جون دليون صاف ۽ سچيون هونديون.

برادرم عزيز. اڇو ته اسان صحيح رستي تي هلون. خدا شل اسان کي غلط رستن تي هلڻ کان بچائي. پوءِ يقين آهي ته اسان منزل تي پهچي سگهنداسون.

تنهنجي مادر وطن جي محبت ۾ ـ

خير خواه ڀيڻ (س)"

بهتر ٿيندو ته ان خط جي پس منظر بابت ڪجهه ذڪر ڪريان.

هي اهو وقت آهي جڏهن آئون پنهنجي دوست (ت) جي ناگهاني وفات ڪري افسرده دل هوس. انهي وقت ڏاري مون وزارت تان استعيفا ڏئي الهه بخش کي وزارت ۾ آڻي سنڌ ۾ آل پارٽيز وزارت بنائڻ جو قدم کنيو هو.

آئنده جي لائحه عمل تي غور ڪرڻ لاءِ سن ۾ اڇي ايڪانت ۾ رهڻ لڳو هوس. بهتر ٿيندو ته وڌيڪ خط ڏيڻ کان اڳ (ت) دوست بابت ذڪر پيش ڪريان.

هن سان واقفيت پريپٽ برادرم ميران محمد شاهہ جي معرفت ٿي هئي، جنهن هڪ خط ذريعي هن جو تعارف ڪرايو هو. ان خط جو ٽڪرو ملاحظہ لاءِ پيش ڪريان ٿو.

"جڏهن مون ان ماهوش کان سندس تعريف لاءِ التجا ڪئي تہ هن هيٺيون احوال پيش ڪيو."

"آئون هڪ آواره سر. پريشان دل. سرا سيمہ. وارفتہ عورت آهيان. جنهن جي رڳن ۾ والد جي طرفان ٽيونس (آفريڪا) جي عرب شيخ جو خون ۽ والده جي طرفان هڪ فرانسيسي جاگيردار جي ڌيءَ جو خون اختلاط ٿيل آهي. پئرس يونيورسٽيءَ جي گريجوئيٽ ۽ لنڊن اسڪول آف ايڪنامڪس جي ڊپلوما حاصل ڪيل آهيان. هندوستان جي سرزمين جو شوق اٺن ورهين جي عمر کان اسڪول ۾ پڙهندي دامنگير ٿيم. جنهن لنڊن وڃي انگريزي سکڻ تي مجبور ڪيم. فلاسافي ۽ ايٿڪس (اخلاقيات) سان خاص دلچسپي اٿم.

سر زمين هند ۾ ڪن وڏن آسرن ۽ اميدن جي ترهي اچي نڪتس پر ساحل مراد تي پهچڻ کان اڳ. ناخدا جي بيوفائي ۽ ڪج ادائيءَ جو شڪار ٿي قهر غم و الم ۾ مبتلا ٿي ويئي آهيان."

"انهي بيان ٻڌڻ بعد منهنجو سڄو جسم ڪانڊارجڻ لڳو... افسوس جو پارسيءَ ۾ درڪ نہ اٿس جيتوڻيڪ عربيءَ ۾ ماهر آهي... "طعام تناول ڪرڻ کان فارغ ٿي... حياتيءَ جي دقيق نڪتن ۽ خلقت انسان جي عميق مسئلن تي گفتگو ڪرڻ لڳاسين. سندس خيال ۾ دل جي خوشي ۽ اطمينان حاصل ڪرڻ حياتيءَ جو لب لباب آهي. انهي مقصد جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪاب ڪشر نہ ڇڏجي، چاهي انسان کي جسم خاڪيءَ کي قربان ڇو نہ ڪرڻو پوي... تنهن ڪري آئڊيلسٽ کي.... جماعت جي دستورن ۽ رواجن کي مسمار ڪري بہ منزل مقصود کي پهچڻ گهرجي نہ تہ حياتيءَ جو مقصد هڪ کيل ۽ تماشو ٿي پوندو.... .

انهي تي مون هن کان هڪ سوال پڇيو تہ" انتهائي ۽ دائمي خوشي ۽ اطمينان قلب ڪيئن حاصل ڪري سگهجن ٿا ۽ انهن کي حاصل ڪرڻ بعد انسان ڇا ڪري سگهي ٿو ۽ ان کي ڪهڙو فائدو رسي ٿو."

جواب ۾ چيائين تہ " دائمي خوشي هڪ اڻ ڏٺل وهم ۽ گمان کان

مٿي، حقيقت اشياء ۽ رازهائي حيات جو معلوم ڪرڻ آهي. جنهن جي جستجو ۾ ڪولا ۾ هزارن ورهين ڪان درويش، فيلسوف ۽ اهل دل ماڻهو پئي رهيا آهن. ڪي انهيءَ راهه ۾ هلندي گذر ڪري ويا ڪن ڪي انهي آئڊل جي جهلڪ محو حيرت بنائي ڇڏيو. مغرب ڪي ڇڏي مشرق طرف مون ڪي اهو اشتياق ڇڪي آيو آهي. آئون صرف هيترو چئي سگهان ٿي تہ ان سناٽي سفر ۾ هڪ هم خيال، هم نفس، باڪمال، باوفا، بيغرض ۽ سچي دوست جو سات هجڻ، تسڪين جو سبب ۽ سهارو ٿئي ٿو. پوءِ "دو دل يڪ شوند بشڪند ڪوه را" وانگر انسان جي دسترس لامحدود ٿي پوندي، هن ڪي پارس هٿ اچي ويندو. جنهن ڪي لڳائڻ سان خاڪ بہ سون ٿي پوندي، اطمينان قلب حاصل ٿيڻ بعد هو نہ رڳو پاڻ مستفيد ٿيندا پر آسپاس ڪي بہ رڱي سگهندا.....

ٻيو نڪتو جو بيان ڪيائين سو اهو هو تہ اڪثري ماڻهو جسم ۽ ان سان تعلق رکندڙ شين ڪي وڌيڪ پيارو رکندا آهن ۽ انهن جي خوشيءَ ڪي حقيقي خوشي سمجهندا آهن. آئڊلسٽ جو تعلق روح سان آهي هو فطرت جي پابندي ڪندي دائمي خوشيءَ جو متلاشي آهي ۽ مٽيريلسٽ جسم جي رضامندي خاطر عارضي خوشيءَ تي راضي ٿيو وڃي." ان تي هڪ دوست مذاق طور ڪيس چيو تہ "جي جسم ڪي ٿو وٽ فوقيت نہ آهي تہ توکي تنهنجي جسم جي ڪنهن بہ عضوي جي حفاظت جي پرواهہ نہ هوندي."

ان تي چيائين تہ برابر مون ڪي عضون جي پرواهہ نہ آهي.... پر جيستائين انهن جو روح جي پاڪيزگيءَ سان تعلق آهي، تيستائين انهن جي حفاظت مون لاءِ لازمي ٿئي ٿي.... ليڪن جسمي خواهش ڪي ايتريقدر وڌڻ نہ ڏبو جو بنيادي شيءِ يعني روحاني خوشيءَ جي جستجو وسري وڃي. "انهي نوع جي گفتگو ڪرڻ ۽ اهڙي بلند حوصلگي ء فلسفہ حيات جي باريڪ نڪتن جي ايثار بعد بي اختيار اوهان جو نالو پيش ڪيم تہ منهنجو هڪ عزيز انهي راهہ جي رهنمائي بابت ڪجهہ خبر ڏيئي. باقي اسان انسانن جي اتي پڄت نہ آهي." پاڻ اوهان سان تبادلہ خيالات جو اشتياق ڏيکاريائين. خير نياپو اسان پهچايو، آئينده پاڻ مالڪ آهيو."

سائس پهريون ۽ پويون دفعو ملاقات سيپٽمبر ١٩٣٠ع تي بمبئي ۾ ٿي. ان موقعي تي دوست (س) بہ ساڻ هو. سارو ڏينهن ميٽنگن ۾ ٻين موقعن تي (س) سان گڏجڻ جو موقعو ملندو هو ۽ شام جو چار پنج دفعا (ت)

دوست کي ملڻ ٿيو ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ مختلف مسئلن تي گفتگو ٿي.
آخري ڏينهن تي گهڻو وقت مون سان گڏ هئي ۽ اسٽيشن تائين اماڻڻ آئي. ان
ڪانپوءِ آئون موٽي اچي پنهنجي سياسي معاملن ۾ مشغول رهيس. ڏسڻ ۾ اچي
ٿو ته منهنجي واپس اچڻ بعد هن کي مون سان وڌيڪ ملاقات ڪرڻ جو
شوق جاڳيو. ان لاءِ سنڌ ۾ اچڻ بابت هن مون کي ۽ منهنجي دوست کي خط
لکڻ شروع ڪيا جي آئون ملاحظه لاءِ پيش ڪريان ٿو.

بمبئي ٢٠-٩-١٩٤٠ع

**پيارا سيد**

جيئنڪ ڏهن مريض کي حڪيم جي علاج جي ضرورت آهي ته پوءِ
حڪيم پنهنجو مجرب نسخو ڏيندو. پر توکي معلوم هئڻ گهرجي مجرب
نسخو تڏهن ئي ڪارگر ثابت سگهندو جڏهن صدق دل سان مريض علاج لاءِ
آمادگي ڏيکاريندو. ڇا توکي علاج جي ضرورت آهي؟ آئون تنهنجي ها يا نه
جي جواب لاءِ انتظار ڪنديس..

(ت)

ان ڪانپوءِ ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته مون ڪيس ڪو جواب نه ڏنو آهي، ان
ڪري هن هيٺيون خط منهنجي دوست ڏي لکيو.

## خط

بمبئي ٢٥- سيپٽمبر ١٩٤٠ع

پيارا ميران شاهه

مون کي تنهنجو گذريل خط پهتو. ان جي ادبي طرز کان وڌيڪ ان
جي مواد مون تي اثر وڌو. مون کي خبر پيئي آهي ته تون ڪهڙو نه منهنجو
وفادار ۽ خير خواه دوست آهين. اهو منهنجي اميدن کان مٿي آهي. مون کي
اهو ارمان نه ٿيندو ته مون پنهنجي دل جو راز انهيءَ ماڻهوءَ کي ٻڌايو آهي
جو صحيح رازدان نه آهي. آئون توکي ساڳي اعتماد سان پنهنجو احوال صاف
دليءَ سان موڪليندي رهنديس. جيتري قدر ممڪن ٿي سگهندو.

جيئن ته تنهنجي صلاح ۽ رايو منهنجي دل تي روشنيءَ جي جهلڪ
آڻيندو جو منهنجي زندگيءَ جي تاريڪ ۽ اونداهي ڪوشش ۾ مدد ڏئي
سگهندو. تنهنجي خط ۾ هڪ جملو آهي جو پوريءَ طرح مون کي سمجهه ۾

نٿو اچي جيتوڻيڪ نهايت اهم ڏسڻ ۾ اچي ٿو. آئون توکي عرض ڪنديسَ ته ان کي کولي لکي موڪل.

اهو جملو هي آهي ته "آئون صدق دل سان تنهنجي خوابن جي تعبير ڏسڻ گهران ٿو۽ پوريءَ طرح ڪوشش ڪندس ته توکي هو پنهنجي دل ۾ جڳهه ڏي. باوجود هن جي ته ونس منهنجي پهچ گهٽ آهي. آئون تنهنجي هن لاءِ اشتياق جو پورو احساس رکان ٿو." ان جملي جي معنيٰ مونُ کي سمجهه ۾ نٿي اچي ڇاڪاڻ ته مون کي مسٽر سيد جي طبيعت جو پورو پتو نه آهي. شايد توکي ان جو وڌيڪ پتوآهي. مون صرف ان جي اندر ۾ هڪ ٽيبي ڏٺي هئي. جيتوڻيڪ اها ڪافي هئي ته آئون هن بحر بي پايان جي گهرائي جو پتو ڪڍي سگهان. مون ڏٺو آهي ته مون کي هن جي صحبت مان روشني نصيب ٿيندي. جنهن رستي رهبري حاصل ڪري هن جي هٿ هيٺ آئون منزل مقصود تي پهچي سگهندس. مون کي پتو نه آهي هن جو منزل مقصود ڪهڙو آهي. ان بابت آئون اونده ۾ آهيان. پر مون کي يقين آهي ته ڇيڪڏهن هو گهري ته منهنجي لاءِ رهبري ڪري سگهي ٿو.

پيارا شاهه! اها تجويز نهايت عمده آهي ته سندس ڳوٺ ۾ تون هاليڊي ملهائڻ گهرين ٿو. آئون ان موقعي تي سندس علم مان مخدر حاصل ڪري سگهنديس. ممڪن آهي هو مون ۾ ٻاهراڙيءَ جهڙي سائنٽيڪي ماحول ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺي. آئون گهران ٿي ته ڪو وقت هو پين ڪمن کان آجو ٿي منهنجي دل جي گهراين ۾ وڃي. مون کي انهن زنجيرن مان آزاد ڪري جن مونِ کي بيڪار ڳالهين ۾ ڦاسائي ڇڏيو آهي. ۽ مون کي نجات جي راهه ڏيکاري.

هيٰ منهنجي زندگيءَ ۾ جوت جلائي سگهي ٿو.

هن وقت تائين مون جهنگلي جانور وانگر پي گذاريو آهي. پنهنجي جبلت ۽ وجدان جي ماتحت پي گذاريو اٿم. جيڪڏهن هو گهري ته انَ کان مون کي ٽوڙي صحيح راهه تي آڻي سگهي ٿو.

ان کان اڳ آئون پنهنجي مستقبل بابت ڪوبه فيصلو ڪري نٿي سگهان جيسيتائين شانتيءَ جو تعلق آهي مون کي ڪوبه شڪ نه آهي ته اهو منهنجي زندگيءَ جي ان ڳالهه بسان واسطو رکي ٿو جنهن کي ظاهري ڇٽي سگهجي ٿو. ان ظاهري ڳالهين جو مون وٽ قدر صرف ان وقت تائين آهي

جيسين تائين اهي روحاني سچائپ ۾ مددگار ٿي سگهن. تنهن ڪري تون سمجهي سگهين ٿو تہ ان سلسلي ۾ سيد پنهنجي آزادي برقرار رکي سگهي ٿو باوجود ان جي آئون هن سان تعلق رکي سگهان ٿي. آئون زال ٿي رهڻ نٿي گهران. انَ جي معنيٰ ۾ جهن ۾ ان کي هن دنيا ۾ سمجهيو وڃي ٿو. انهي کان علاوه مرد ۽ عورت جي وچ ۾ پيا تعلق بہ ٿي سگهن ٿا جي اهڙا ئي گهاٽا ۽ عميق يا ان کان بہ وڌيڪ ڳوڙها ٿي سگهن ٿا جهڙا زال ۽ مڙس ۾ ٿين ٿا. آئون ان ڪري ڪنهن بہ صورت ۾ هن جي گهرو زندگيءَ ۾ رڪاوٽ نہ ٿينديس ۽ هن جي سياسي ڪاروبار ۾ بوجهو نہ ٿينديس.

آئون هن سان ان حد تائين وابستہ رهڻ چاهيان ٿي جيتري قدر هو رهڻ جي اجازت ڏيندو. آئون سمجهان ٿي منهنجو سندس نزديڪ هئڻ سندس لاءِ بہ ڪارآمد ٿيندو. ان ۾ منهنجي لاءِ دائمي خوشي ٿيندي.

پيار مان (ت)

اهو خط مون کي ڏيکاريو ويو ۽ دوست جي جذبات ۽ خواهش کان واقف ڪيو ويو. ليڪن هن وقت تائين آئون عورتن جي رومانٽڪ آبيس (محبتي تخيل جي تسلط) کان ڪجهہ واقف ٿي چڪو هوس. مون سمجهيو تہ هي بہ مٿس هڪ عارضي دور هو جو وقت گذرڻ بعد جهڪو ٿي ويندو. آئون ڪنهن جي روحاني رهنمائي ڪري سگهان ها سا مون کي خبر هئي.

خودِ گم ست ڪرا رهبري ڪند.

معنيٰ: "جو پاڻ گمراهہ آهي سو ٻين جي ڪهڙي رهبري ڪري سگهندو."

ان ڪريٰ مون ان ڳالهہ کي ايتري اهميت ڏني جيتري جي اها لائق هئي. سگهو ئي مون کي ٻيو خط لکيائين جو هيٺ ڏجي ٿو:

بيچ ڪئنڊي بمبئي
٦- آڪٽوبر ١٩٤٠ع

منهنجا پيارا سيٺ

"منهنجي اڳي پيش ڪيل نسخي تو تي هن حالت ۾ اثر نہ ڪيو ٿو ڏسجي. ان جو ڪارڻ اهو آهي تہ حڪيم ۽ مريض جي وچ ۾ مفاصلو گهڻو هو.

اهو دستور آهي تہ حڪيم جو مريض جي پر ۾ هئڻ ضروري آهي تہ

وقت بوقت ان جي نظرداري ڪري مدد ڪري سگهي. اها منهنجي غلطي هئي. پر ان جو ڪارڻ اهو به هجي ته جيڪڏهن تون ڪوشش ڪرين ها ۽ پنهنجي ضرورتن ڪان پوريءَ طرح حڪيم کي واقف ڪرين ها ته توکي حڪيم فائدو پهچائي سگهي ها. مون کي پتو آهي ته تنهنجي لاءِ اها خبر پهچائڻ ناممڪن نه هو پر منهنجي لاءِ ايتري پنڌ تان پتو لهڻ مشڪل مسئلو آهي.

آئون اجا تنهنجي درجي تي پهچي نه سگهي آهيان ۽ اهو تو تي ڇڏيل آهي ته مون کي پاڻ جهڙو ڪر. آئون گهران ٿي ته توکي کهڙيءَ به طرح پهچان ۽ ان خواهش مون کي سڪرات جهڙو بيمار ڪري ڇڏيو آهي. مون کي تنهنجي عيادت جي سخت ضرورت آهي. ڇا منهنجي تيمارداري ڪري سگهندين؟

تون ڏسي سگهين ٿو ته منهنجي بيماري سبجيڪٽو (اندروني روحاني) ۽ پڻ آبجيڪٽو (ظاهري) آهي. تنهن لاءِ تنهنجي حاضريءَ علاج پنهي جي ضرورت اٿم. جيڪڏهن تون اجازت ڏين ته آئون آڪٽوبر جي آخر ۾ هڪ مهيني جي هاليڊي (ڇٽي) تي ايڏانهن اچان. وڏيڪ به جيئن توکي سهوليت وارو ٿئي."

تنهنجي (ت)

اجا آئون خط جو جواب ڏيان ته ان وچ ۾ مون کي هڪ ٻيو خط ٨- آڪٽوبر ١٩٤٠ع تي لکيو اٿس.

ولافاطمر
بريچ ڪئنڊي واردن روڊ بمبئي
٨- آڪٽوبر ١٩٤٠ع
منهنجا پيارا سيد

(ان خط ۾ هڪ ماڻهوءَ جي ڪم جي سفارش ڪندي آخر ۾ لکي ٿي ته) اميد ته ٻه ڏينهن اڳي موڪليل خط پهتو هوندو. آئون تنهن جي جواب لاءِ منتظر آهيان. جيڪڏهن اعتبار ڪرين ته آئون ايترو ٿڪل ۽ ڪمزور آهيان جو صرف تنهنجي نزديڪيءَ ۾ مڪمل آرام ملي سگهندم. جيڪڏهن تون سنڌ مان ٻاهر هاليڊي لاءِ نڪري ڪا جاءِ منتخب ڪرين ته آئون توکي اتي اچي ملان جلدي جواب موڪل."

پيارن سان تنهنجي (ت)

انهي ڏينهن تي ميران محمد شاهہ کي خط لکيائين جنهن جي آخر ۾ لکي ٿي تہ "سيد کي منهنجو اڳوڻو خط ڏيکاريئي يا نہ؟ ان ڪهڙو جواب ڏنو. هو هن وقت گشت تي آهي."

وري هڪ خط ١٧- آڪٽوبر تي لکي ٿي.

فاطمہ ولا بريچ ڪئنڊي واردن روڊ بمبئي
١٧- ١٠- ١٩٤٠ع

منهنجا پيارا سيد

منهنجا خيال منهنجي لاءِ اذيت بنجي پيا آهن. چاڪاڻ تہ مون کي پتو نہ آهي تہ اهي ڇا آهن. آئون سخت تاريڪيءَ جي دنيا ۾ هٿ پير هڻي رهي آهيان ۽ چاهيان ٿي خيال ڪرڻ ڇڏي ڏيان. ليڪن ڪا نامعلوم طاقت مون کي گمنام گوشن ۾ ڇڪي وڃي ٿي، جتي آئون ختم ٿيو وڃان.

آئون تنهنجي لاءِ ايترو خيال ڪري رهي آهيان.ممڪن آهي تنهنجو حضور مون ۾ آتت آڻي سگهي. اهو رڳو تون ئي آهين جو مون کي هن زندگيءَ جي مها چار مان جو مون کي هيتري مدت تائين پنهنجو قيدي بنايو ويٺو آهي، ٻاهر ڪڍي سگهي ٿو.

آئون ان قيد مان ٻاهر نڪرڻ گهران ٿي. آئون گهران ٿي تہ هي ذهني بيماري ڇٽي وڃي. پر منهنجي خواهش ان لاءِ ڪافي نہ آهي. آئون اڃا طفل مڪتب آهيان مون کي استاد ڪامل جي رهبريءَ جي ضرورت آهي. صرف تون ئي منهنجي ان راهہ ۾ مشڪل ڪشائي ڪري سگهين ٿو.

جڏهن آئون دوستن سان ڳالهائيندي آهيان تہ ڪنهن وقت سمجهندي آهيان تہ هو مون کي سمجهي سگهندا هوندا پر اوچتو پتو پوندو اٿم تہ اسان هڪ ٻئي جا ضد هئاسون ۽ سموري محنت رائگان وڃي ٿي. ليڪن توسان ٻي حالت محسوس ڪئي اٿم. ان ڪري منهنجو اشتياق تنهنجي نزديڪ رهڻ لاءِ روزانہ وڌي رهيو آهي.

آئون ڪراچيءَ اچڻ جو هڪ مهيني لاءِ انتظام ڪري رهي آهيان. پوءِ اسان ڏسنداسون تہ آئنده لاءِ ڇا ڪجي.

پر مون کي تنهنجي اجازت جي ضرورت آهي آئون صرف ان لاءِ اچان ٿي تہ تنهنجي نزديڪ ٿيان. آئون ٻي ڪنهن سان ملڻ لاءِ ڪونہ ٿي اچان.

مون کي پڪ نہ آهي تہ تون منهنجو اچڻ چاهين ٿو. ممڪن آهي آئون تنهنجي مداخلت جو باعث بنجان ۽ تون ان کي اهميت نہ ڏين يا پسند نہ ڪرين. ممڪن آهي ٻيا سماجي لحاظ ان لاءِ مانع بنجن.

آئون گهران ٿي تہ تنهنجي ايترو ويجهو گذاريان جيترو سماجي طرح ممڪن هجي. يا جيترو ويجهو رکڻ گهرين.

مون کي پتو نہ آهي تون ان لاءِ ڪهڙيءَ طرح انتظار ڪري سگهندين. جيڪڏهن تون ٻاهر ڇتي وٺي نڪري سگهين يا ڪوٺ ۾ رهي سگهين تہ بهتر ٿيندو. بهرحال ڪنهن نہ ڪنهن طرح جي تون منهنجو اچڻ قبولين تہ پوءِ پاڻهي طريقو ڳولي لهندين.

مون ميران محمد شاهہ کي لکيو هو جنهن جواب ڏنو تہ هو توسان گفتگو ڪرڻ کان پوءِ جواب موڪليندو. مون کي ڊپ آهي تہ هو مون کي پوريءَ طرح سمجهي نہ سگهيو هجي. پر مون کي يقين آهي تہ تون ضرور سمجهندين. تنهن ڪري اهو توتي ڇڏيل آهي تہ فيصلو ڪر.

تنهنجي وفادار (ت)

انهي وچ ۾ آئون ڪراچي ضلعي جي گشت تي ويل هوس. ان وقت ۾ آئون سنڌ حڪومت ۾ وزير هوس. ان ۾ پوري طرح ڪم نہ ڪرڻ سبب تنگ ٿي استعيفا ڏيڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو هوم. ضلعي ۾ گشت وقت تقريرن ۾ مون عام ماڻهن کي حقيقتن کان واقف ڪري پنهنجي وزارت ڇڏي عام راءِ کي منظم ڪرڻ جي ارادي کان آگاهہ پي ڪيو. جنهن لاءِ پنهنجي بمبئيءَ جي گشت وقت مسٽر جناح سان بہ مشورو ڪري ڇڏيو هوم. هن دوست جا مون کي ۽ برادرم ميران شاهہ کي خطن پنيان خط پي آيا. ان ڪري هو مون وٽ ٺٽو محمد خان ۾ آيو ۽ ڪيس آيل خط ڏيکاري اجازت گهريائين تہ دوست کي سنڌ ۾ ٽاٽي بولا خان گهرائجي. جتي پاڻ صاحب آرام لاءِ رهندو هو. ان تي ڪيس گهرائڻ جو فيصلو ٿيو. ان وقت ڊاري هڪ ٻيو خط بہ ميران محمد شاهہ کي لکيائين. جنهن جو هڪ پنو غائب ٿيل آهي. پر باقي حصو هيٺ ڏيان ٿو.

ولا فاطمہ بريچ ڪئنڊي وارڊن روڊ بمبئي
١٨- ١٠- ١٩٤٠ع

پيارا ميران شاهہ

تنهنجو خط هاڻ پهتو آهي. مون کي هتي پهچڻ ۾ هڪ هفتو لڳو آهي.

جنهن مان پتو پوي ٿو ته تون ڪتنهن ڏوراهين بريٽ جي خيابان ۾ آهين. مون تنهنجو خط ٻه دفعا پڙهيو آهي وڌيڪ دفعا پڙهنديس. چاڪاڻ ته ان جي مواد کي چڱي طرح سمجهڻ چاهيان ٿي تنهن ڪري توکي مون ڪان هن ڪانپوءِ به خط پهچندا.

هي خط صرف تنهنجي مون ۾ دلچسپي ۽ مدد جي شڪرگذاريءَ لاءِ لکي رهي آهيان. آئون توسان قبول ڪريان ٿي ته هر ڪا ڳالهه سيد بنسبت منهنجي لاءِ وڏي اهميت واري ٿئي ٿي. ۽ تنهنجو خط مون کي قيمتي علم جو ذخيرو پهچائي ٿو.

آئون تنهنجي ڪهڙي طرح شڪرادائي ڪريان ته تون منهنجي خاطر تڪليف وٺي وجي هن سان گشت ۾ ملئين ۽ احوال ڪيو. مون کي خوشي ٿي آهي جو ان ڪري معاملو هن کي پوري طرح سمجهه ۾ اچي سگهندو. اميد ته هاڻ هو ان کي اسان جي تسلي موجب فيصل ڪري سگهندو.

- ان وچ ۾ مون به ٻه خط ڪيس موڪليا آهن. پويون خط ڪالهه موڪليو اٿم. جنهن ۾ پنهنجو مطمع نگاهه صاف طور بيان ڪيو اٿم.

..... هڪ پنو غائب .....

حياتيءَ ۾ هن قسم جي خوشيءَ حقيقي زندگي ئي اهم آهي.

آئون انهيءَ مواد سان تعمير ٿيل آهيان جنهن سان ڪي ٿورا نهيل هوندا. اسان جي سماجي زندگيءَ جو معيار مون تي ڪوبه اثر نه ڪري سگهي ٿو. جڏهن آئون تحريڪ ۾ اچان ٿي. تنهن ڪري جيتري قدر سيد سان واسطو آهي مون کي پنهنجي آسائش جو فڪر نه آهي. مون کي ان ڳالهه جي ضرورت آهي ته جيترو جلد ٿي سگهي آئون ڪجهه وقت تائين هن جي اٿر هيٺ رهي پاڻ سجاڻي سگهان ۽ هن کي سجاڻان. مون کي خيال آهي ته هو به ساڳيءَ طرح سوچيندو هوندو.

جيستائين هن جي جسم جو واسطو آهي مون کي اهو مشڪل مسئلو نٿو ڏسڻ ۾ اچي. ان سلسلي ۾ جيڪي واقع ٿئي يا نه ٿئي ان جو فڪر نه آهي. ان مسئلي ۾ آئون صاف آهيان. آئون شانتيءَ سان وفادار رهي آهيان ۽ رهڻ گهران ٿي. ۽ آئون وهم ۽ گمان ۾ به ان سان بيوفا ٿيڻ نٿي چاهيان.

سيد جو معاملو علحده آهي اهو منهنجي شانتيءَ سان تعلقات تي اثرانداز نه ٿيندو. ان ڳالهه جو جڏهن پتو پيم ته عجب وٺي ويم. پر هاڻ اهو

مسئلو صاف ٿي ويو آهي. آئون خاص طرح انهي معاملي ۾ سيد بنسبت صاف آهيان، پر ممڪن آهي ان جي اثر هيٺ اچڻ بعد منهنجي ثابت قدمي ۽ مستقل مزاجي ٽٽي پوي باوجود ان جي جو سيد سان ڇا بہ ٿي پوي. آئون پنهنجي بدني آزادي قائم رکندس. شانتي سان بہ مون ساڳي آزادي قائم رکي آهي. آئون ڪنهن بہ حالت ۾ شادي نہ ڪنديس. مسٽر سيد کان سنڌ ۾ اچڻ لاءِ خط جو انتظار ڪري رهي آهيان. پر تون خط لکندو رهج.

تنهنجي (ت)

---

اهو سندس آخري خط هو. هاڻ سندس ٽاٽي بولا خان اچڻ جو فيصلو ٿي چڪو هو. پر مون کي ڪي نامعلوم ڳالهيون اندر ۾ هري رهيون هيون جي آئون هن وقت غور ڪرڻ بعد سمجهان ٿو تہ ممڪن آهي هيٺيون هجن:

(١) آئون وزيري ڇڏڻ جو فيصلو ڪري چڪو هوس. ان ڪانپوءِ جو سفر جو رستو مون کي اختيار ڪرڻو هو سو سچ وارو هو. هن وقت آئون وزير هوس. ان سان گڏ ان جو فريب حسن (Glamour) بہ هو. استعيفا ڪانپوءِ مون کي ڳوٺن ۾ وڃي در در پرچار ڪرڻو هو. ان حالت ۾ هن کي گهرائڻ پيڙي چاڙهي ڦرهي ڪڍڻ جي برابر تہ نہ ٿئي ها.

(٢) هو ولايت جي عورت هئي سندس معيار زندگي بلند هو. آئون غريب ڳوٺاڻو هوس. اسان جي رهڻي ڪهڻي سادي. پيدائش ٿوري، ڇا اهو اڇو هاٿي تہ نہ ڏارڻو هو.

(٣) آئون مجازي عشق جي تجربي مان اڳي گذري چڪو هوس. جنهن مون کي شاهہ صاحب جي هيٺين چوڻي مطابق بنائي ڇڏيو هو:

مون کي ماءُ مجاز، پچاري جيئڻ پچيو.
هٿن ڇڏي هاڄ، ويٺي سار سنڌن مان.

ان شراب پيئڻ کان توبهہ ڪرڻ جي نزديڪ هوس، ڇا وري توبهہ ٽوڙي ان ۾ تہ ڦاسڻ جو امڪان نہ هوم.

(٤) هن دوست کي سواءِ ذهني لاڳاپي ۽ روحاني ڪشش جي منهنجي لاءِ نہ جنسي ڪشش هئي نہ سياسي لاڳاپو. آئون سياسي معاملن ۾ ڪجهي تائين ڦاٿو پيو هوس. مون کي پاڻ تي اعتبار نہ هو تہ وري ان معاملي ۾ اٽڪڻ بعد پنهنجي سياسي فرض اداين کان قاصر نہ ٿي وڃان.

(٥) مون کي خبر هئي تہ هن عورت جيڪي مون کي سمجهيو آهي، اهڙو آئون ڪونہ هوس. ممڪن هو تہ ڪجهہ وقت مون سان رهڻ بعد اها خوش فهمي متانس لهي وڃي ۽ آئون ڪيس اصل صورت ۾ ڏسڻ ۾ اچان.

(٦) مون کي اهو وهم ۽ گمان نہ آيو تہ هو مون کان صرف روحاني رمز حاصل ڪرڻ لاءِ نہ تي آئي پر منهنجي خامين کي درست ڪرڻ ۽ زندگيءَ جي ڪٺن سفر ۾ پاڻهن پيلي ٿيڻ لاءِ اچي سگهي ٿي.

(٧) هن وقت تائين آئون شخصي مجاز جي ڪشش ڪان نڪري آئڊيل يا اصولي مجاز طرف روانو ٿي چڪو هوس، مون کي ڊپ هو تہ متان هي انهي راهہ ۾ رنڊڪ وجهي. ان ڪري نادانستہ طور مون ڪيس هيٺيون خط لکيو:

## خط

حيدر منزل مسلم ڪالوني
ڪراچي ٢٣- ١٠- ١٩٤٠ع

پياري خانم

تنهنجو ٦- آڪتوبر جو موڪليل خط ظاهر ڪري ٿو تہ ڪهڙي طرح حڪيم ڦري مريض ٿي پيو آهي ۽ ڪالهوڪي مريض ڪان علاج ڪرائڻ لاءِ آماده ٿيو آهي.

آئون انهي صاف بيانيءَ جي تعريف ڪريان ٿو پر مون کي خوف مريض جي حڪيم بابت خوش فهميءَ جو آهي. باوجود ان جي آئون هن راءِ جو آهيان تہ حڪيم جو منصب قبولڻ ڪان اڳ اهو ضروري ٿو ڇاڻان تہ موجوده حالتن جي صفائي مستقبل جي رهبريءَ لاءِ ڪئي وڃي.

(١) اها حقيقت آهي تہ تون ان ماڻهوءَ جي نزديڪ رهي فيض وٺڻ ٿي گهرين جنهن کي سندس ٿورين ملاقاتن ۾ تون پوريءَ طرح سمجهي نہ سگهي آهين. جنهن سندس گفتگو ذريعي تنهنجي دل تي حيرت انگيز اثر پيدا ڪيو آهي ۽ تنهنجي شوق تجسس ڪري تون گهرين ٿي تہ هن پراسرار ماڻهوءَ جي صحيح حقيقت ڪان واقف ٿين.

جيڪڏهن واقعي ائين آهي تہ آئون توکي يقين ڏياريان ٿو تہ تون ان

تفتيش ۾ نااميدي ٿيندين جوَ اها تنهنجي علم جي کوجنا لاءِ دائمي پياسي دل جي تمنا آهي. جنهن تو تي اهو اثر وهاريو آهي. ورنہ مون کي ايترو علم ئي ڪونہ آهي.

مون کي خبر آهي تہ اهو مشڪل مسئلو آهي تہ تنهنجي بلند خيال دماغ لاءِ ڪو وسيع ميدان ميسر ڪري سگهبو. مون کي محسوس ٿو ٿئي تہ جلد ئي تون جڏهن منهنجي دماغي دسترس ماپي ڇڏيندين تہ نااميد ٿي پوندين. جا نااميدي آئون پيدا ڪرڻ نٿو گهران بلڪہ آئون گهران ٿو تہ تون انهي ڪيفيت ۾ وڌيڪ وقت رهين. جيستائين جذبي جي جاءِ عقلِ والاري ۽ اها ڪشش وقت جي ڪڙاهيءَ ۾ پچي راس ٿئي.

(٢) جيڪڏهن آئون غلط نہ آهيان تہ ٻيو سبب تنهنجو مون ۾ دلچسپيءَ جو اهو هجي تہ گهٽين واقفيتن جي باوجود تون ڪو مثالي دوست ڳولي نہ سگهي آهين جو تنهنجي فلاسافر ۽ دوست جو ساڳي وقت ڪم ڏئي سگهي. تو تي اهو اثر ويٺو آهي تہ آئون اهو شخص آهيان جو تنهنجي علم جي پياس دور ڪري مضطرب دل کي تسلي بخشي سگهندس. جيڪڏهن ائين آهي تہ مون کي ڊپ آهي تہ تون مون کي ان جوَ لائق نہ ڏسندين..

جنهن ماڻهوءَ کي تو پنهنجي دل جي اضطراب دور ڪرڻ لاءِ چونڊيو آهي اهو پاڻ مضطرب دل آهي. حساس دل رکڻ ڪري چوڌاري جي ماڻهن جون مصيبتون ۽ غم منهنجي دل ۾ گهر ڪري ويون آهن. ڪو وقت اهڙو بہ ٿئي ٿو تہ اهي ڳالهيون جنون جي درجي تي پهچي دماغي توازن وڃايو ڇڏينم. آئون نٿو سمجهان تہ جو ماڻهو ذهني ۽ مجموعي مسئلن سان وابستہ هجي سو ڪهڙو شخص انصاف ڪري سگهندو. آئون سمجهان ٿو تہ جيڪڏهن منهنجي تشخيص پنهنجي بنسبت صحيح آهي تہ مون کي ڊپ آهي تون مون ۾ اهو مثالي ماڻهو نہ ڏسين. جنهن جي توکي ڳولا آهي.

صرف هڪ ڳٽنين ڪان واندو ۽ علم عقل سان مزين شخص جنهن کي اشياءِ ۽ افراد جي چڱيءَ ڄاڻ هجي. سو تنهنجو رفيق بنجي زندگيءَ جي منزل مقصود تي پهچائي سگهي ٿو.

(٣) منهنجي اڳيان انسانذات جي بي لوث خدمت جو واضح پروگرام مطمع نگاهہ آهي. جيڪي پنهنجون زندگيون انهيءَ مقصد لاءِ وقف ڪرڻ

واسطي تيار هجن ۽ انهي لاءِ تيار هجن ته جملي مشڪلاتن جي انهي مقصد جي حصول جي رستي ۾ سامهون اچن، تن کي خوشيءَ سان برداشت ڪري سگهندا ته اهي مون سان پلي انهي ڪارڪنن جي صف ۾ شامل ٿين ٻي جي جاءِ نه آهي.

گانڌي جي ۽ مس مسليڊ جو مثال اهڙن ڪارڪنن سان مشابهه ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن باوجود ان جي جو مون مٿي لکيو آهي تون گهرين ٿي ته هيڏانهن اچين ته پلي ١٠ نومبر يا ان کانپوءِ ڏاري اچ.

آئون وڏيڪ پڌائڻ گهرانءِ ته جنهن حالت ۾ سياسي يا سماجي طرح آئون گهيريل آهيان، اهو تنهنجي لاءِ مصلحت ڀريو ڪم نه ٿيندو ته تون ڪراچيءَ ۾ مونسان گڏ رهين جو تمام قدامت پسند ۽ پابند رسوم شهر آهي. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته توکي پاڻ هتي جي سماجي ۽ رسم رواجي پابندين جو احساس ٿيو آهي، جنهن جو ذڪر تو خط ۾ ڪيو آهي.

انهن رڪاوٽن کان پاڻ ڇڏائڻ لاءِ ٻيو رستو جو مون کي سجهي ٿو سو اهو آهي ته تون اچي برادرم ميران محمد شاهه وٽ ٿاٽي بولا خان ۾ رهه. اها جاءِ ڪراچيءَ کان گهڻو پري نه آهي، اهو ڳوٺ منهنجي تڪ ۾ واقع آهي. آئون اتي چند ڏينهن لاءِ اچي توکي رفاقت ڏئي موٽي ڪراچي پيو ايندس، آئون اهو انتظام ڪندس ته تون اتي نهايت آرام ۽ آسائش سان رهي سگهين.

تون به وقتن تي ڪراچيءَ ۾ اچي سگهين ٿي. منهنجي ڳوٺ ۾ رهڻ سهوليت ڀريو نه ٿيندو جو آئون اڪثر ڪراچيءَ ۾ رهان ٿو ۽ هيڊ ڪوارٽرس کي گهڻي عرصي لاءِ ڇڏي نه سگهندس. تنهن ڪري اها جاءِ سهائتي نه ٿيندي.

ٿاٽي بولا خان ڪان اسان ضلع جا ٻيا به دلچسپ مڪان ڏسي سگهنداسون ۽ اتي پروگرام مطابق رهي سگهنداسون. جو ١٠ نومبر کان پوءِ رٿيان ٿو. جيڪڏهن تون دل جهلي اچڻ گهرين ته مون کي اڳواٽ اطلاع ڏج ته آئون ضروري انتظام ڪريان.

جي. ايم. سيد

انهي خط لکڻ بعد سندس اچڻ جي اشتياق کي مدنظر رکي ٿاٽي بولا خان ۾ پير رسول بخش شاهه جي وساطت سان ۽ برادرم ميران محمد شاهه

جي نگرانيءَ هيٺ سندس رهائش لاءِ انتظام مڪمل ڪيا ويا ۽ انتظار هو تہ خط جو جواب جلد ايندو. پر چوٽي آهي تہ بندي جي من ۾ هڪڙي، صاحب جي دل ۾ ٻي، ان مطابق اوچتو ۳۰-تاريخ آڪٽوبر ۱۹۴۰ع تي مون کي هن کان هيٺين تار پهتي.

"سڀ ڳالهہ لاءِ شڪريہ ــ آئون اسپتال ۾ وڃان ٿي، ميران شاهہ کي خبر ڏي، عيد مبارڪ!"

(ت)

انهي تار انتظار ۾ شڪ پيدا ڪيا، يڪدم سندس ٽيليفون تي گفتگو ڪرڻ گهريم پر گهر بند هئڻ ڪري جواب ڪونہ آيو. ٻي طرح سان بہ پتو پئجي نہ سگهيو. اهو انتظار ۹ نومبر تائين هليو ۽ ٻي ڏينهن مسٽر جهانگياڻي اسلامڪ پريس جي رڪن کان هيٺيون خط پهتو.

" پيارا سائين!

مون کي افسوس سان اطلاع ڏيڻو پوي ٿو تہ مس طريقي موسيڪس کي گذريل هفتي ۾ ماتا جي بيماري ٿي هئي، سا اڄ ٦ نومبر ۱۹۴۰ع تي اسپتال ۾ گذر ڪري ويئي. مون کي معلوم ٿيو آهي تہ سيد ميران محمد شاهہ اسپيڪر سنڌ اسيمبليءَ بہ ان جي دوستن مان هو ان کي اطلاع ڏيندا. "
ڪرشن .ڊي. جهانگياڻي

اتفاق اهو ٿيو تہ جنهن وقت خط پهتو انهي وقت ٽاٽي بولا خان مان پيرن جو ماٺهو خبر وٺڻ لاءِ ڪراچي پهتو. انهيءَ اميد تي، تہ ڪڏهن ٽا ٽاٽي بولا خان هلون. تار ڪانپوءِ دوستن ڪيئي شڪن گمانن جو اظهار ڪيو.

چي عورت جي دل نهايت نازڪ ٿئي ٿي. تنهنجو خط سنگدليءَ سان پريل ۽ صدمو ڏيندڙ هو. ممڪن آهي ان ناميديءَ کان هن زهر کائي پاڻ کي اسپتال ۾ داخل ڪيو هجي وغيره. مطلب تہ جيترا رازدان دوست اوترا رايا. ازانسواءِ سندس اچڻ جي توقعات ۽ پروگرامن جو ائين اوچتو ختم ٿيڻ بہ غمناڪ هو.

ساري زندگيءَ ۾ جيئن مون پڌايو آهي ٽن عورتن سان منهنجي محبت جو لاڳاپو ٿيو. پهرين (م) هئي جا ٻي کي پيار ڪندي هئي، آئون صرف سندس بي انتها رومانس جي اثر هيٺ لهسجي ويو هوس. همخياليءَ ۽ هم آهنگي ڪانہ هئي. (س) سان صرف سياسي لاڳاپو هو. هي ٽئي (ت) هڪ

عورت هئي جنهن ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته مون کي نه صرف پيار ڪيو ٿي پر هڪ مثالي انسان سمجهي منهنجي نزديڪ ويهي روحاني ترقي ڪرڻ جا خواب لڌا پر مون مذڪوره بالا سببن ڪري ان طرف توجهه نه ڏنو.

ان اوچتي وفات مون کي نهايت صدمون پهچايو. جذباتي ته اڳي هوس سو ايتري قدر اثر ٿيو ته جهڙي طرح هن انقلابي قدم کنيو آهي ان طرح آئون به ڪي قدم کڻان.

شاهه صاحب جا هينيان بيت رات ڏينهن زبان تي رهڻ لڳا:

امڙ! ڪڻ هتان، چرڪو چيهاڙيون ڪري،
مچڻ موت چِتان، مون سوريندي وِسري.

***

امڙ! وجي آڻ، چرڪو آتڻ وچ مان،
ڪتيم جنهين ڪاڻ، سو ڪوهيارو ڪيچ ويو.

***

انهي ساري ماجرا لاءِ مون ٽن ڳالهين کي جوابدار ڄاتو: (۱) هڪ وزارت جي ڪاروبار (۲) ٻيو (م) دوست جي اثر. (۳) پنهنجي ڪنور دلي - تنهنڪري فيصلو ڪيم ته تنهي مان جند ڇڏائبي. وزارت مان استعيفا ڏيڻ جو اڳي فيصلو ڪري وينو هوس پر ٿائيم ۽ آخري فيصلو ڪيل ڪونه هو. ان ۾ تڪڙ ڪري جلد جان ڇڏائڻ جو آخري فيصلو ڪيم.

(۲) دوست (م) جو ان ۾ ڪوبه قصور نه هو پر سمجهيم ته اڻ سڌيءَ طرح انهيءَ لاڳاپي مون تي اثر وجهي اهڙي بي اتفاقي ڪرائي آهي.

ان ڪري ان جو فوٽو مون وٽ هو ۽ روزانو ان تي گل چاڙهيندو هوس ان کي ويڙهي واپس (م) کي ڏياري موڪليم. جنهن جي معنيٰ هئي ته انهي قيد مان به پاڻ کي آزاد ٿي ڪرايم.

(۳) پاڻ کي سخت سزا ڏيڻ لاءِ طريقا ڳولڻ لڳس. انهيءَ کان بچائڻ لاءِ پير حسام الدين راشدي، علي محمد راشدي، ميران محمد شاهه، رئيس پرڳڙيءَ ۽ حسن بخش شاهه مون تي نظرداري رکي ته آئون ڪو اوچتو قدم نه کڻي ڇڏيان. هڪ رات ته هن ساري جاڳندي گذاري. ٻيو جنهن ماڻهوءَ منهنجي تتل دل تي ڇنڊو وجهڻ جي ڪوشش ڪئي

سو دوست (س) هو. هن رڻل پار وانگر مون کي پرچائڻ لاءِ هر طرح
جا حيلا هلايا. زوريءَ موٽر ۾ چاڙهي گهمائي دلِ وندرائيندي هئي.
گهر گهرائي چاءِ پياري گفتگو ڪري دل کي آٿت ڏيندي هئي.

مطلب ته بدن جي بيماريءَ جي تيمارداري ته نرسون خوب ڪري
سگهن ٿيون پر هن دل جي بيمار جي جنهن احتياط ۽ نزاڪت سان
تيمارداري ڪئي. ان ٿئي قدم ڪٹڻ ڪان باز آٿي زندگيءَ ۾ وري ويساهه پيدا
ڪرايو. نه.ته مڪمل طرح سان دل شڪسته ٿي چڪو هوس.

پيو ماڻهو جنهن کي ان واقعي صدمو پهچايو سو برادرم ميران محمد
شاهه هو. جهڙيءَ طرح هن دوست مون کي ٿي پيار ڪيو ۽ مثالي انسان ٿي
سمجهيو. اهڙيءَ طرح برادرم ميران محمد شاهه وري هن کي پيار ٿي ڪيو
۽ مثالي عورت ٿي سمجهيو.

ان کي جڏهن بولا خان ۾ ان ڳالهه جو پتو پيو ته ذري گهٽ غش ٿي
ويو هو.

هڪ پن ڏينهن ۾ پير رسول بخش شاهه جي ڳالهين ڪيس ڪجهه آٿت
ڏنو پر هڪ ڏينهن پير صاحب ڪان شاهه جو هيئيون بيت اوچتو وات مان
نڪري ويو:

اجان پئي جئين، سڄڻ ساريو نه مرين،
وٺيون وهه ڳاڏريون، پري چو نه پئين،
لڳئي ڪونه هنئين، ڪو ڳڻ پاروچل جو.

ان بيت ٻڌڻ سان هن کي ڏندڻ پئجي ويا ۽ ٽن ڪلاڪن ڪانپوءِ وڏي
تڪليف ڪانپوءِ مس هوش ۾ آيو. پير صاحب خط لکي مون کي به ڪجهه
آٿت ڏنو ۽ ڪجهه تنبيهه ڪئي.

سندس خط جو هيئيون ٽڪر ملاحظه لاءِ ڏيان ٿو —

"جا ڳالهه خوشيءَ جو باعث ڇاڻجي ها سا اسان جي سينه ڪشي ۽
بي پرواهيءَ ڪري هٿان ويئي. وڏيڪ توهان کي ڇا چوان فقط ايترو چوندس
ته اسان جي سنگ دلي ۽ بي پرواهي بيشڪ تحسين جوڳي آهي... حيرت جي
ڳالهه آهي ته ڪٿي پئرس، ڪٿي بمبئي، ڪٿي سنڌ. يعني ڪٿي جو انسان
ڪٿي ڇائو. ڪٿي پليو ۽ ڪيئن گرفتار ٿيو.

مرغ کہ دانہ دید گرفتار دام شد.

سائين منهنجا اندازو ڪريو ته جڏهن مرحوم اڪيلي اسپتال ۾ هوندي ته ڇا نظر آيو هوندس. اتي توهان جي ضرور يادگيري آئي هونديس ته سبحان الله! نه سڄڻ نه سائيهہ. نه مارو نه ملير. ڪاش! جي اهي هجن ها (يعني توهان) ته سندن جيئڻ لاءِ ڪافي ڪوشش ڪن ها ۽ اسپتال ۾ ائين نڌڻڪو نه ڇڏين ها پر:

جنين لاءِ مياس، سي ڪلهي ڪانڌي ڪين ٿيام.

توهان لاءِ هي بيت معنيٰ رکي ٿو:

سڪي سنگ ڪيوم، لڪي ڇپي لوڪ ڪان،
سنگت سپريان جو، اپر منو هوم،
هاڻ سمهڻ سور ٿيوم، ٿي گهنگر گهاريان ڏينهڙا،

مجاز ۾ مون وصال جو لطف به ڏٺو هو ته فراق جو دک به سٺو هو. ليڪن ترڪ يا تياڳ رهيل هو جو مجازي دنيا ۾ انقلابي قدم آهي. اهو هاڻ حاصل ٿيم.

سنجهي مون نه سنڀاليو، ته ڪي اوٺي ڪندا ايئن،
ڪهي ڪميٽي ڪيئن، جڏي رات جتن ڪئي.

ماڻهن جي جواني خوشيءَ ۾ گذري ٿي. منهنجي ساري الميہ ۾ گذري.
مذهبي تخيل جو تجربو غلط ثابت ٿيو.
علم صحيح رستي جي عيوض غلط رستو ڏيکاريو.
عملي زندگي بي نتيجي ثابت ٿي.
مجازي طرح وڏي الميہ سان منهن مقابل ٿيس.

گهوڙن هنيون گهٽيون، اُنن هئين آئون،
جا نينهن ڳنهندي نانءُ، سا مون جيئن پوندي مامري.



# فصل پنجون

## مجاز جي پيري

بدنامي حيات دو روزي نبود بيش
آن هم، کليم، باتو بگويم چسان گذشت
يک روز صرف بستن دل شد به اين و آن
روز دگر بکندن دل زين و زان گذشت.
(کلير ڪاشاني)

معنيٰ: ”زندگيءَ جي بدنامي صرف ٻن ڏينهن تي مشتمل هئي. ڪليم چوي ٿو ته اها به هن طرح سان گذري: هڪ ڏينهن هن ۽ هن سان دل ۽ لاڳاپا لڳائڻ ۾ صرف ٿيو. ٻيو ڏينهن انهن جي ٽوڙڻ ۾ گذري ويو.“

مجازي (جسم) سان واسطو رکندڙ هر شيءِ مختلف دؤرن مان گذري، وري پرده غيب ۾ غائب ٿيو وڃي.

اها حالت مادي دنيا جي هر ڳالهه سان واسطو رکي ٿي. پوءِ اها جمادي، نباتي، حيواني درجن سان واسطو رکندڙ هجي. يا قومن تهذيبن، مذهبن، نظرين ۽ حڪومتن سان متعلق هجي.

مٿي آئون پنهنجي جواني تائين مجازي تجربن کي بيان ڪري آيو آهيان. هاڻ هيٺ آئون مجاز جي پيري واري زماني جو ذڪر ڪندس. هتي هي چوڻ ڪافي ٿيندو ته اول ۾ مجاز جي جن شين کي دائمي طور حقيقي ٿي سمجهيم سي تجربا وقت گذرڻ بعد فاني ڏسڻ ۾ آيم. ڪو وقت هو جو حسين شڪل، خوبصورت نظارو، مٺو آواز ۽ عمده ماحول دل تي اثر انداز

ٽيندا هئا. انهن ڪيِ ڊائمي ۔ مجهہ حمندو هوس تہ:

در سرصت ـيمت [illegible] ، ..وشت بي بستان،
بسي گردش کند گردون، بسي ليلٰ و نهار آرد.

معنيٰ: "فرصت جو وقت غنيمت ڄاڻ ۽ ان مان پورو فائدو وٺ. ڇاڪاڻ تہ زمانو بدلجي ڪيئي راتيون ڏينهن آڻيندو."

پر هاڻي تصوير جو ٻيو رخ بہ ڏسڻ ۾ اچڻ لڳو.

هيٺ آئون زندگيءَ جي هيٺين شعبن جي ٻي طرف جو ذڪر ڪندس. (١) مذهبي شعبو. (٢) علمي شعبو. (٣) عملي شعبو. (۴) مجازي عشق ـ انهن چئن شعبن جي ڪارگذاري بابت اڳين دؤرن جو احوال ڪري آيو آهيان. هاڻ پيريءَ جي دؤر وارن تجربن جو هيٺ بيان ڪندس.

## شعبہ مذهب جو ٻيو طرف

اڳين فصلن ۾ مون ٻڌايو هو تہ مذهب اسلام بابت ٻہ نظريا منهنجي اڳيان پيش هئا:

(١) اسلام دنيا جو آخري، مڪمل ۽ عالمگير مذهب هو.

(٢) ڪثرت مذاهب پويان بنيادي وحدت مضمر هئي.

جيئن اڳين فصلن ۾ بيان ڪيو اٿم تہ مون پهرين نظرئي جي صداقت ۾ ويساهہ رکي ان تي عمل ڪرڻ جو تجربو پيش ڪيو.

**(١) اسلام دنيا جو آخري مذهب هو:**

اسلام جي آخري مذهب ملا جي نقطہ نگاهہ واري ۾ مون کي اڳيئي شڪ هو پر جيئن اڳي فصل ۾ لکيو اٿم تہ علامہ آءِ. آءِ. قاضي ۽ علامہ مشرقيءَ جي تشريحن بعد انهي نظريي جي صداقت ۾ اعتماد رکي تجربي ڪرڻ شروع ڪيم. ڪجهہ وقت اڳتي هلي تجربي بعد معلوم ٿيم تہ مذڪوره بالا ٻنهي بزرگن جي تشريح واري اسلامي سڪي جو رواج ملڪ ۾ چالو ڪونہ هو. اسلام جي آخري مذهب جي تشريح ۽ تعبير يو. پي ۽ پنجابي مستقل مفاد مسلمانن جي نمڪخوار ملن جي هٿ ۾ هئي. هنن جي نقطہ نگاهہ وارو ساڍيو ١٢ سؤ ورهيہ اڳي عرب معاشري لاءِ ايجاد ڪيل فقهي قانون وارو اسلام آخري دين هو. جو هر ترقي پسند خيال ۽ ايجاد جو مخالف هو. جنهن ۾ هر معاملي ۾ ماڻهو دقيانوسي ملن جي تعبير جو محتاج رهيو ٿي.

دنيا جي هر نئين ڳالهہ بدعت هئي. ان ۾ عقل جي استعمال تي بندش هئي. انهي اسلام جي نئين تعبير لاءِ هر ڪوشش ناڪامياب ويل هئي. انهيءَ ڪري نيٺ آئون هن راءِ جو ٿيس تہ انهيءَ اصول ۾ مڃڻ ڪري پاڻ کي مستقل مفاد گروهہ جي چنبي ۾ ڦاسائڻ برابر هو. ان لاءِ پهرين طريقو اهو هو تہ انهيءَ اصول جي مڃڻ کان انڪار ڪجي. ملا واري اسلام کي دنيا جو آخري دين ڪري مڃڻ پاڻ کي ڪوڙڪي ۾ ڦاسائڻ جي برابر هو.

**(٣) اسلام دين مڪمل آهي:**

مون کي مذڪوره بالا عالمن جي صحبت ڪري ذهن ۾ ويٺل هو تہ اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقي بني آدم لاءِ صالحن جي جماعت طرفان ٿيندڙ ڪوششون دين اسلام جو روح هيون. دين اسلام جا متي ٻڌايل ٽي مٿا بنيادي ۽ مڪمل هئا. انهي ۾ ڦير گهير نہ ٿيڻي هئي. ليڪن انهن جي حصول لاءِ طريقہ ڪار، حالات زمانہ ۽ تقاضائي وقت مطابق وقت بہ وقت ايجاد ڪري ڪم هلائڻو هو.

تجربي بعد معلوم ٿيم تہ علامن جي تشريح اسلاميءَ کي موجوده مستقل مفاد جي قدامت ۽ رجعت پسند ملن طرفان قبول نٿي ڪيو ويو. هن جو چوڻ هو تہ تيرهن سؤ ورهيہ اڳ عربستان جي معاشري جي ماڻهن جي رهبريءَ لاءِ جي قاعده ۽ قانون يا شريعتي دستور مقرر ڪيا ويا هئا. اهي هر دؤر ۽ معاشري جي ماڻهن لاءِ مڪمل ضابطہ حيات تي ڪم اچڻا هئا. انهن کانسواءِ انسانذات جي نجات ممڪن نہ هئي. جيئن تہ ڪثرت تعداد ملن جو پوئين فڪر جو قائل هو ان ڪري عام طرح دين مڪمل مان معنيٰ سندن نقطہ نگاهہ واري ورتي ٿي ويئي. جنهن نقطہ نگاهہ کان مون دين اسلام کي دين مڪمل تسليم ڪيو هو. ان کي خود ساختہ اسلام جي دعويدارن قبول نہ ٿي ڪيو. تنهن ڪري تجربي بعد مون کي پنهنجي غلطي معلوم ٿي، هاڻ مون تي اها ڳالهہ ذهن نشين ٿيڻ لڳي، تہ مذهب جي ملن واري تشريح روح اسلام جي خلاف هئي، ان ذريعي اتحاد انساني جي عيوض نفاق پيدا ٿي ٿيو. امن پيدا ٿيڻ بدران بدامني پيدا ٿي ٿي. انهي مذهبي تخيل انسانذات جي ترقيءَ جي راهہ ۾ رڪاوٽ پيدا ڪئي ٿئي. ملن طرفان پيش ڪيل اسلامي تخيل فروعي، فسطائي، مادي، تشدد جو حامي ۽ گمراهہ ڪن هو. تنهن ڪري اهڙي تشريح واري مذهب کي دين مڪمل تسليم ڪرڻ بي سود هو. انهي عقيدي مان فائدي جي بدران نقصان جو انديشو هو.

### (۳) اسلام عالمگير مذهب هو:

ملن جي ٽين اسلام بابت دعويٰ اها هئي ته اسلام عالمگير (يونيورسل) دين هو ۽ ان جي مڃڻ وارا مثالي قوم هئا. انهن کي انسانذات جي رهبري ڪرڻي هئي، مسلمان وحدت خيال ۽ عمل ڪري مڪمل قوم ۽ راه راست جا پيروڪار هئا. هاڻ صرف هنن کي رهيل دنيا جي ٻين ماڻهن کي راه راست تي آڻڻو هو. انهي نظريي کي به تجربي جي ڪسوٽيءَ تي آزمائي ڏٺو ۽ معلوم ٿيو ته هندوستان جي ڪن مستقل مفاد مسلمانن جو اهو عقيدو به غلط ۽ خوش فهميءَ تي برپا ڪيل هو. رسول مقبول صالح ماڻهن کي اعتقاد ۽ عمل جي بنياد تي جنهن سوسائٽيءَ بنائڻ جو اظهار ڪيو هو سا مختلف وجوهات ڪري وجود ۾ اچي نه سگهي هئي. صوفيائي ڪرام، سنتن ۽ ٻين بزرگن طرفان ڪوشش جي باوجود ان خواب جو پوريءَ طرح تعبير نه ٿي سگهيو هو. پاڪستان جي مسلمانن کي ان مثالي قوم سان تشبيهه ڏيڻ خود فريبي هئي. هتي مسلمانن جي نالي هيٺ ڪني ٿيل جم غفير کي صالحن جي جماعت سمجهڻ غلط هو. هن دنيا جي پست پيل، بداخلاق، متضاد عقائد ۽ عمل جي ماڻهن کي عالمگير قوم تصور ڪري دنيا جي رهبريءَ جو لائق سمجهڻ جهالت هئي.

پاڪستان جي قيام بعد ٿيل واقعن جي تجربي بعد هنن اسلام جي دعويدارن جي اڪثريت جي عقيدن، عملن، طريقه ڪار، تشدد، ظلم، استبداد ۽ استحصال جي ڪارنامن مون تي وڏيڪ واضح ڪيو ته هي اها قوم بنيل نه هئا، جنهن لاءِ "شهداءِ علي النفس" جو معيار نهڪي اچي.

انهي ڪري گذريل ۱۳ سؤ ورهين جي تاريخي تجربي ۽ پاڪستان جي روئداد کي مدنظر رکي آئون هن راءِ جو ٿيو آهيان ته مذڪوره بالا ملا جي تشريح ڪيل بنيادن تي عام ماڻهن جي ترقي ۽ سڌارو ناممڪن هو. دنيا جي ٻين مذهبي تجربن به انهي ڳالهه جي تصديق ٿي ڪئي. تنهن ڪري مسلمانن جي جداگانه قومي نظريي کي ڦٽو ڪري قوم جو بنياد ملڪ، زبان، تاريخي روايات، ڪلچر ۽ سياسي ۽ اقتصادي مفاد تي رکي محدود دائري ۾ ماڻهن جي يڪجهتي ۽ هم خياليءَ لاءِ ڪوشش کي وڌيڪ ڪارگر سمجهان ٿو. اهو قومي نظريو فطري ۽ ديرپا هو. هي يو. پي ۽ پنجاب جي مستقل مفاد مسلمانن جو ايجاد ڪيل نظريو غلط هو. ان مان ملڪ ۽ ماڻهن کي فائدي جي عيوض نقصان پهتو هو.

## دين اسلام اتحاد انساني آڻڻ وارو هو ڇا؟

ملن جو چوڻ هو تہ اسلام، انسانذات ۾ اتحاد، مساوات ۽ محبت آڻڻ وارو هو. اهو خيال بہ تاريخ جي ڪسوٽيءَ تي غلط ثابت ٿيو هو. اسلام انسانذات ۾ وحدت تہ نہ آندي آهي پر جملي مسلمانن ۾ بہ يڪجهتي، اتحاد، مساوات نہ آڻي سگهيو آهي.

ان سلسلي ۾ مسلمانن طرفان جملي ڪوششون رائگان ويون آهن. پين اسلامزم جو تجربو بہ بيڪار ثابت ٿيو آهي.

پاڪستان ۾ چند مستقل مفاد انهيءَ تاريخي تجربي جي آڌار تي ناڪامياب ٿيل نظرئي کي دوباره اسان جي اڳيان صرف ماڻهن کي بيوقوف بنائي پنهنجا مقاصد حاصل ڪرڻ لاءِ پيش ڪري رهيا هئا. انهيءَ نالي ۾ سنڌين، بلوچن، پٺاڻن، بينگالي قومن جي جداگانہ وجود کي ختم ڪرڻ جي سازش هئي. ان ۾ مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي برتري قائم رکڻ جو منصوبو هو. ان نالي جي پويان سامراجي ذهنيت ڪم ڪري رهي هئي.

ان ذريعي سنڌ جي مسلمانن کي ڌوڪو ڏئي، سنڌين ذهن مسخ ڪري، مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراج جي غلاميءَ لاءِ رضامند ڪرڻ جو راز سمايل هو.

دنيا ۾ ڪٿي بہ ڪنهن بہ مذهب وارا عقيدي ۽ عمل ۾ هڪبئي سان متفق ڪونہ هئا. يورپ جا مهذب ڪرستان-ملڪ ۽ قومون پاڻ ۾ اتحاد نہ ڪري سگهيا آهن. عرب ملڪ پاڻ ۾ اتحاد ڪري مٺ جيترن يهودين جي تسلط کان آزاد ٿي نہ سگهيا آهن.

**مذهب جو ٻيو مکيہ صيغو اخلاق آهي** -انهيءَ سلسلي ۾ (١) اسلامي اخلاق (٢) اسلامي طريقہ زندگي (٣) اسلامي راهہ هدايت جا نالا ورتا وڃن ٿا. انهن ٽنهي مسئلن تي تجربي بعد آئون هيٺين نتيجن تي پهتو آهيان.

**(ا) اسلامي اخلاق:**

ملن طرفان اسلامي اخلاق بابت جيڪي ظاهر ڪيو ٿي ويو ان جو احوال اڳي ڏنو اٿم. ازانسواءِ علامہ آءِ. آءِ. قاضي صاحب طرفان ان جو ٻيو پهلو بہ پڌو هوم. جنهن تي وسهجي ويو هوس تہ ممڪن آهي تہ اسلام جا موجوده ٺيڪيدار بہ انهيءَ پهلو واري اخلاق ۾ اعتماد رکندا هجن.

جناح صاحب، لياقت علي خان وغيره مسلم ليگ ليڊرن ۾ ملن جي مقرر ڪيل اسلامي نشانن مان هڪ به ڪونه هو ته به انهن کي اسلامي علمبردار سڏيو ٿي ويو. ان تي مون کي اهو گمان وينو هو ته ممڪن آهي اسلامي اخلاق ملن طرفان مقرر ڪيل نه هجي، پر ان هوندي به مسلم ليگي ليڊرن جڏهن بار بار اسلام جو نالو ٿي ورتو ۽ ڪم ان جي مخالف ٿي ڪيا ته به ملا ماٺ ۾ رهندا آيا.

مسلم ليگي ليڊر نالو اسلام جو وٺندا آيا. ڪم پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪندا آيا. تنهن ڪري اسلام جا علامه قاضيءَ صاحب طرفان پڌل اصول ڏسڻ ۾ آيم ته يڪي بعد ديگري قربان ٿي رهيا هئا. جهڙوڪ:

(۱) **اسلامي رواداري:** جي اصول کي ختم ڪري ان جي جاءِ تي انتها درجي جي تعصب کي اختيار ڪيو ويو هو.

(۲) **محبت:** محبت کي مذهب جو روح سمجهڻ جي عيوض مذهب کي مخزن نفرت بنايو ويو هو.

(۳) **عدم تشدد:** عدم تشدد جي اصول تي هلڻ بجاءِ هر ڳالهه ۾ تشدد جو استعمال ڪيو ويو نه رڳو ايترو پر خود اسلام جو بنيادي متو تشدد بنائي ان کي فسطائي نظرئي تي تعمير ڪيو ويو هو.

(۴) **بيخودي:** جي اصول کي وساري سڀ ۾ پرينءَ پسڻ جي عيوض خوديءَ کي زور وٺائي ان جو پرچار ڪيو ويو ٿي.

(۵) **پراپڪاريءَ:** جي جذبي کي وساري هرڪو سامراجي ايجنٽ سنڌ ۾ استحصال، بليڪ مارڪيٽنگ، سمگلنگ ۽ ملاوت جي پيشي کي اختيار ڪري پيٽ پرڻ ۾ مشغول ٿي ويو هو ۽ اهڙن ڪڌن ڪمن.تي فخر ڪري ان کي "هذا من فضل ربي" سڏي انهن گناهن جي پاداش ۾ مسجدن، مقبرن جي تعمير ڪرائڻ ۽ ملن کي فريب ڪرڻ سان ڪفاره ادا ڪرڻ لڳو هو.

(٦) **آخرت ۾ ايمان:** هي ظالم ان کي قيامت جو نالو ڏئي ملڪ ۽ قوم جي مسئلن سان غير تعلقي ڏيکاري سندن شخصي ۽ طبقاتي مستقل مفاد جي ڳنڍيءَ ۾ رهيا ٿي.

(۷) **اعمال صالح:** اعمال صالح طرف توجهه ڇڏي سارو ڌيان ذاتي ۽ طبقاتي مفاد جي حاصل ڪرڻ طرف ڏنو ويو ٿي، صحيح ذريعن اختيار ڪرڻ کان دلچسپي ڪنئي ويئي هئي.

(٨) **بقاء باهمي:** جي زرين اصول کي ترڪ ڪري جهنگلي قانون بقاء اصلح تي اعتبار رکي هرڪو ڏاڍو ڪمزور کي ختم ڪرڻ جي پويان پيل هو.
سنڌ جا رهاڪو سندن سياسي آزادي، اقتصادي خوشحالي ۽ ڪلچرل ترقيءَ لاءِ سندن جارحيت جو شڪار رهيا ٿي.

(٩) **اتحاد انساني:** جي مقصد کي وساري سندن گروهه جي ترقيءَ لاءِ هٿن برا ڪم ڪرڻ شروع ڪيا. جملي مذاهب جي اتحاد، جملي مسلمانن جي مختلف گروهه جي اتفاق کي وساري، انهن مسلمانن خلاف به جارحيت ڪئي ٿي جي سندن سامراجي سياسي تسلط، اقتصادي استحصال ۽ ڪلچرل غلبي جي خلاف هئا.

(١٠) **امن عالم:** هنن امن عالم لاءِ سازگار فضا بنائڻ جي عيوض چند پيسن خاطر دنيا جي سامراجي طاقتن سان جنگي معاهدن ۾ شامل ٿي فساد عالم جي طاقتن کي زور وٺايو ٿي.

(١١) **قول ۽ فعل جي يڪساني:** قرآن جو حڪم هو ته جيڪي چئو اهو ڪري ڏيکاريو. عين ان جي خلاف هنن ڪم ڪرڻ شروع ڪيا هئا. سندن قول ۽ فعل يڪسان نه هئا. نالو اسلام جو ورتائون ٿي، ڪم ڪفر جا ڪيائون ٿي. نالو اخلاق جو پر مينا بازارون، شراب، جوا، زنا، وياجخوري جاري رکيائون. بلڪ ان کي زور وٺائڻ لاءِ حالتون سازگار بنايائون ٿي.

(١٢) **بزرگي تقويٰ:** تي مدار رکڻ جي عيوض هنن ان جو مدار پيسي جي فراواني، اقتدار جي حصول ۽ ٺوڪيازيءَ ۾ قابليت تي شمار ڪيو ٿي.
اهڙين حالتن کي ڏسي منهنجا اسلامي اخلاق جي باري ۾ خواب پريشان ٿيڻ لڳا. ان ڪري مون کي احساس ٿيڻ لڳو ته جڏهن نوجوان تعليم يافته طبقي جي چند ماڻهن رد عمل ۾ اچي موڙکو مذهب کان بيزاري ٿي ڏيکاري ته ڪين ڏوهه ڏيڻ مشڪل هو.

(٣) **اسلامي طريقه زندگي:**

روايتي ملن اسلامي طريقه زندگيءَ کي قديم فقهي قانونن جي ماتحت رکي ان کان علاوه هر ڳالهه کي بدعت ۽ گناهه تي ٺهرايو.

ڏاڙهي رکڻ، مڇون ڪتائڻ، ويٺي پيشاب ڪرڻ، خاص قسم جو لباس

پهرڻ، ويندي اٽڻ ويهڻ تائين هنن لڪير جي فقير وانگر جيڪي اڳين ماڻهن ڪي ڪندي ڏٺو هو ان ڪي اسلامي طرز زندگي تسليم ڪري ان کان ٻاهر هر ڳالهہ کي غير اسلامي ٿي ڇاتو.

پر انهن ملن سندن مسلم ليگي آقائن ڪي اهڙي طرز زندگي اختيار نہ ڪرڻ تي چشم پوشي ٿي ڪئي. جناح صاحب جنهن کي ذري گهٽ هنن اسلام جو علمبردار پئي سمجهيو. ان جي ڏاڙهي مچن ڪوڙڻ. روزا نہ رکڻ، نماز نہ پڙهڻ، بيٺي پيشاب ڪرڻ، ملن جي مقرر ڪيل لباس نہ پهرڻ، ابن الوقت پاليسي، انگريزن جي دلالي ڪرڻ تي ڪجهہ نٿي ڪڇيو.

اهڙيءَ طرح جڏهن لياقت علي خان اسلامي آئين نافذ ڪرڻ جي ڳالهہ ڪري شرابخوري، زنا، جوا، گهوڙي ڊوڙ، وياجخوري، مينا بازارن کي قائم رکيو ويٺو هو تہ اکر بہ خلاف نہ ٿي ڳالهايائون. ازانسواءِ لياقت علي خان جڏهن اسلامي آئين جو نالو وٺي ان ۾ صرف ٻہ جملا وڌا. ١- ڪوبہ قانون قرآن ۽ سنت جي خلاف نہ ٺهندو. ٢- پاڪستان جي ريپبلڪ اسلامي هوندي ۽ ان جو صدر مسلمان هوندو. تہ هي خوش ٿي ويا. باوجود ان جي جو ملڪ جا فوجداري قانون ساڳيا انڊين پينل ڪوڊ يا ڪرمنل پروسيجر ڪوڊ انگريزن جا رومن قانون جي بنياد تي قائم ڪيل هئا. ملڪ ۾ ٻيا سڀ قانون قريباً انگريزيءَ دور واراً ساڳيا هئا. پوءِ بہ هنن ماڻهن کي ڏوڪي ڏيڻ لاءِ اسلامي طريقہ زندگيءَ جو راڳ آلاپڻ کان شرم نہ ٿي آيو ـ۽ اسلام، مسلم ليگ ۽ پاڪستان جا نالا وٺي ماڻهن کي ڏوڪو ڏنو ٿي ويو.

**(٣) اسلامي نظام حڪومت:**

هنن مهاجر پنجابي مستقل مفاد ۽ سندن ايجنٽن جو چوڻ هو تہ:

(١) مسلمان مذهب جي بنياد تي جدا قوم هئا.

(٢) انهن کي هڪ مرڪزي حڪومت پاڪستان ۾ بنائي دنياءِ اسلام جي رهبري ڪرڻي هئي.

(٣) ان ملڪ ۾ حڪومت جو آئين ۽ نظام اسلامي ڪرڻو هو.

سندن مذڪوره بالا دعوائن جو تجربي بعد پتو پيو تہ غلط هيون.

**(١) مسلمان مذهب جي بنياد تي جدا قوم هئا؟**

(١) اهو نظريو مسلمانن جي تاريخي روايات جي خلاف هو. تاريخ ۾

ڪڏهن بہ مسلمان هڪ قوم نہ رهيا هئا. مسلمان قومن ۽ حاڪمن جون باهمي جنگيون ٿيون هيون. هو نہ عمل ۽ نہ اعتقاد ۾ يڪسان رهيا هئا ۽ نہ آهن.

(٢) اهو نظريو مذهبي وحدت خيال ۽ عمل جي نقطہ نگاهہ کان بہ غلط هو. مسلمانن ۾ ٣٥٠ کان بہ گهٽا فرقا پيدا ٿيل آهن جن مان هر هڪ پاڻ کي ناجي ۽ ٻين کي ناري ٿي سڏيو.

مسلمانن ۾ ڪي ماڻهو زاني، رشوت خور، استحصالي، شرابي ۽ بدڪردار هئا تہ ٻيا پرهيزگار، غريب ۽ صاحب اخلاق هئا. اهي ٻئي گروهہ ڪهڙي طرح هڪ جهڙا ۽ هڪ قوم جا فرد ٿي سگهيا ٿي.

(٣) دنيا ۾ موجوده مسلمان ملڪ جهڙوڪ: افغانستان، ايران، عراق، ترڪي، لبنان، شام، ڪويت، يمن، سعودي عربيا، جورڊان، مصر، سوڊان، لبيا، تيونس، الجيريا، سومالي لئنڊ، نائجيريا، گني، بنگلہ ديش، مليشيا ۽ انڊونيشيا وغيره سڀ جديد نظريہ قوميت تي جدا قومون سڏيا ٿي، جن جو بنياد وطن، زبان، ڪلچر، تاريخي روايات سياسي ۽ اقتصادي مفاد تي هو.

(۴) دنيا جو ڪوبہ مسلمان ملڪ مذهبي بنياد تي قوم نٿو سڏائي سواءِ پاڪستان جي مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراجي خيال ماڻهن جي.

(۵) اهو دنيا جي وڏن سياسي ۽ مذهبي ڏوڪن مان هڪ آهي، جنهن جو سمورو مدار ڪوڙ ۽ ڏوڪي تي آهي.

**(٢) پاڪستان مرڪز اسلام هو:**

جي غور سان نگاهہ ڪبي تہ پاڪستان ڪڏهن اڳي هڪ ملڪ نہ رهيو هو نہ وري هن وقت ئي يڪسان مفاد جو ملڪ آهي. ان ۾ چار قومون رهن ٿيون: سنڌي، بلوچي، پٺاڻ، پنجابي. جن کي پنهنجا جاگرافيائي وطن، پنهنجون زبانون، تاريخي روايات ۽ ڪلچر آهن. سندن سياسي ۽ اقتصادي مفاد جدا آهن.

هن ملڪ کي برپا ڪرڻ وقت ان جي رهندڙ قومن سان جي عهدناما ڪيا ويا هئا تہ ان ۾ شامل ٿيندڙ ملڪ آزاد ۽ خودمختيار رياستون ٿي رهنديون، سي ٽٽي چڪا آهن.

هي سارو ملڪ هن وقت مهاجر پنجابي سامراج جي ماتحت سندن

طبقاتي ۽ قومي مفاد جي استحصال لاءِ ڪتب اچي رهيو آهي. جنهن ۾ گهڻي ۾ گهڻو نقصان سنڌو ديش کي پهتو آهي. سنڌ کي هيٺيان نقصان پهتا آهن:

(١) سنڌ جا رهاڪو جدا قوميت وڃائي پنجاب جي وڏي قوم جي اقليت بنجي پيا آهن.

(٢) پاڪستان جي ڪري سنڌين جي جدا قوميت، وطن ۽ حق خود اراديءَ کان انڪار ڪيو ويو.

(٣) پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ بعد سنڌ جي زمين، ڪارخانا، واپار، نوڪريون، پيسو، غير ملڪي ماڻهن جي حوالي ٿيو آهي.

(٤) پاڪستان جي قيام بعد ٻين صوبن جا رهاڪو ٥٠ ڪروڙ روپيا ساليانو سنڌ مان ڪمائي ٻاهر کڻي سنڌ جي معيشت کي نقصان پهچائي رهيا آهن.

(٥) پاڪستان ٺهڻ بعد سنڌين جو نظريي پاڪستان، اسلامي آئين ۽ مضبوط مرڪز جي نالي ۾ استحصال ٿي رهيو آهي.

(٦) پاڪستان جي قيام ڪري، ٻاهرين متاستا، واپار، بئنڪون، ريلوي، ٽيليگراف، ريڊيو، ٽيليويزن، ڪاٺيون، اقتصادي ادارا، مرڪزي حڪومت جي نالي ۾ مهاجر پنجابي سامراجين جي حوالي ۾ ڏنا ويا آهن.

(٧) پاڪستان جي آئين مطابق سنڌ مان وصول ٿيندڙ ٢٥٠ ڪروڙ روپيا ساليانہ ٽيڪس جا پيسا مرڪز جي حوالي ڪري مهاجر پنجابي سامراج جي هٿ ۾ ڏنا ويا آهن.

(٨) پاڪستان جي مرڪزي حڪومت ۾ دفاع، خارجہ معاملات ۽ ڪرنسي کاتن تي ٨٠ سيڪڙو خرچ سنڌ مان وصول ٿيندڙ ٽيڪسن مان خرچ ڪرڻ جي باوجود پنجن هزارن پويان هڪ سنڌيءَ کي بہ نوڪري نہ ملي سگهي آهي.

(٩) پاڪستان جي حڪومت کي هڪ قوم جي بنياد تي برپا ڪرڻ ڪري مرڪزي اسيمبليءَ ۾ سنڌين کي ٢١ سيڪڙو نمائندگي ڏني ويئي آهي.

(١٠) انهيءَ تصور جي بنياد تي مرڪزي حڪومت تي سدائين مهاجر پنجابي سامراجين جو قبضو رهڻو آهي. سنڌي سندن رحم ڪرم تي رهڻا آهن.

(١١) انهيءَ هڪ قومي نظرئي جي بنياد تي سنڌين کي مرڪزي حڪومت جي نوڪرين ۾ هڪ سيڪڙو به نوڪريون نصيب نہ ٿيون آهن.

(١٢) پاڪستان جي قيام ڪري غير ملڪي اردو زبان کي قومي زبان بنائي هزارها سالن جي سنڌي زبان جي حق کي ريٽيو ويو آهي. ۽ ساري ملڪ تي مهاجر ڪلچر کي مسلط ڪرڻ لاءِ دروازو کوليو ويو آهي.

(١٣) پاڪستان جي قيام ڪري ملڪ ۾ سياست ۽ مذهب کي گڏي هلائڻ جي بهاني تي مهاجر پنجابي سامراجين کي مسلط ڪيو ويو آهي.

(١۴) پاڪستان جي قيام ڪري برصغير هند ورهائجي ٻاهرين سامراجي طاقتن جي باهمي اختلافن جو آکاڙو بنجي پيو آهي.

(١۵) پاڪستان جي آذار تي ٻين صوبن جي ماڻهن کي سنڌ ۾ ڪالونائيز ڪرڻ لاءِ دروازو کوليو ويو آهي.

(١٦) پاڪستان جي قيام بعد سنڌي قوم کي پنجابي اڪثريت. پيسي ۽ تشدد جو محتاج بنايو ويو آهي.

(١٧) پاڪستان جي آذار تي سنڌ مان ٻاهر موڪليل مال جي متاسنا جو پيسو مرڪزي حڪومت جي حوالي ٿي سنڌين جي فائدي لاءِ ڪم اچڻ کان روڪجي پيو آهي.

(١٩) پاڪستان جي قيام بعد هندوستان کان لکها ماڻهو آڻي انهن کي سنڌ ۾ ڪالونائيز ڪري سنڌ جي اقتصاديات جي واڳ سندن حوالي ۾ ڏني ويئي آهي.

(٢٠) پاڪستان جي قيام بعد مهاجر پنجابي حڪام سنڌي سياستدانن کي دٻ ۽ لالچ جي آذار تي مطيع ڪري سنڌي مفاد جي خلاف ڪتب پئي آندو آهي.

**(٣) اسلامي نظام حڪومت:**

سنڌي مسلمانن جي مذهب سان محبت جو ناجائز فائدو وٺي ڪين اسلامي آئين ۽ اسلامي نظام حڪومت جي ڏوڪي هيٺ برغلايو ويو آهي.

آئين هندو يا مسلمان ڪونہ ٿيندو آهي. آئين جا مکيہ شعبا پنج آهن. (١) عوام جا بنيادي حق. (٢) مرڪزي حڪومت جا اختيار. (٣) صوبائي حڪومتن جا اختيار. (۴) عدالتن جا اختيار. (۵) ٽيڪسن جي ورهاست ۽ لڳائڻ جا اختيار.

انهن پنجن ئي شعبن جي رهبريءَ لاءِ اسلام مان ڪابہ مدد حاصل ٿي نہ ٿي سگهي.

موجوده آئين ۾ هينيان فقرا تہ:

(١) ريپبلڪ اسلامي هوندي ۽ ان جو صدر مسلمان هوندو.

(٢) ان ۾ قرآن ۽ سنت جي خلاف ڪوبہ قانون پاس نہ ٿيندو.

داخل ٿيڻ ڪري اهو آئين اسلامي ڪونہ ٿي پيو. ان جا اڪثري قانون روايتي اسلام جي خلاف آهن. شرابخوري، وياج خوري، جوا، عوام جو استحصال عام جام آهن.

اهڙي طرح اسلامي نظام حڪومت جو خيال بہ غلط آهي. اسلامي نظام حڪومت جا حامي ماڻهن کي ڏوڪو ڏئي سندن توجهہ حقيقي مسئلن کان هٽائڻ لاءِ اهڙو آواز اٿارين ٿا. ريوينيو کاتو. پوليس کاتو. ميڊيڪل کاتو. پبلي کاتو. تعليم کاتو. مالي کاتو. بچاءُ کاتو. خارجيہ معاملات جو کاتو. پوسٽ ۽ ٽيليگراف، ريڊئي ۽ ٽيليويزن کاتن کي اسلامي يا غير اسلامي بنائڻ جي گفتگو ماڻهن کي بيوقوف بنائڻ واري آهي.

هر حڪومت ۾ ورثي، شادي جا قانون. هر هڪ مذهب جي پوئلڳن سان سندن مذهبي ۽ مرضي مطابق لاڳو ٿيندا آهن.

ليڪن بين سيني مذڪوره بالا کاتن سان تعلق رکندڙ قاعدا ۽ قانون حالتن ۽ ضرورتن مطابق باهمي سمجهوتي سان ٺاهيا وڃن ٿا. حقيقت ۾ جي اسان اسلامي قانونن جي اصول کي قبول ڪنداسون تہ پوءِ قومي ۽ جمهوري حڪومت جو سمورو نظام بيڪار ٿي پوندو: ان مان هيٺان اختلافي سوال پيدا ٿي پوندا.

(١) اهي قانون عام ماڻهن جا چونڊيل نمائندا ٺاهيندا يا ملا ٺاهيندا؟

(٢) اهي قانون جيڪڏهن مذهبي ماڻهن کي ٺاهڻ جي اختياري ڏجي تہ کهڙي مذهب ۽ فرقي جي ماڻهن کي قانون ٺاهڻ جي اختياري هوندي؟

(٣) انهن ماڻهن جي چونڊ جي اختياري عام ووٽرن کي هوندي يا مذهبي سنديافتہ عالم اها چونڊ ڪندا؟

(٤) جي قانون ٺاهڻ وقت مختلف عالمن ۽ فرقن جي نمائندن جي وچ ۾ ڪنهن ڳالهہ تان اختلاف ٿي پوي تہ فيصلو ڪير ڪندو ۽ ڪهڙن اصولن تي فيصلا ڪيا ويندا.

(۵) شرعي قانون نهڻ بعد ان جي هلائڻ لاءِ ڪورٽون موجوده ججن ۽ ماجسٽريٽن تي مشتمل هونديون يا قاضي ۽ مفتين کي ڪيس هلائڻ لاءِ ڏنا ويندا.

(٦) ڪورٽن ۾ ڪيسن جي سربرآوري لاءِ وڪيل ملا مقرر ڪيا ويندا يا موجوده وڪيلن کان ڪم ورتو ويندو.

(٧) انجنيئري، ميڊيڪل، ايڪسائيز، پيلا، ڊفينس، بئنڪن جي کاتن سان تعلق رکندڙ قانونن ناهڻ لاءِ ملا جي تصور واري شريعت ڪهڙي طرح جي رهبري ڪري سگهندي.

(٨) انتظامي کاتو: انتظامي کاتي جو مکيه عملدار ڊسٽرڪٽ ماجسٽريٽ ۽ ڊيپوٽي ڪمشنر ٿئي ٿو. ان جي جاءِ تي ملا جي تعليمي نصاب جو سند يافته عملدار رکتو پوندو يا ملن کي موجوده سول آفيسرن جي هدايتن لاءِ هر هڪ آفيس ۾ رکتو پوندو.

(٩) پوليس کاتو: پوليس کاتي جي عملدارن لاءِ ملا صاحب ڪهڙي علمي لياقت جائز نهرائيندا. پريڊ ڪرڻ، جاسوسي ڪرڻ، چورن کي هٿ ڪرڻ، ٽرئفڪ تي ڪنٽرول رکڻ، فسادن جي روڪ ٿام ڪرڻ وغيره ڪمن لاءِ ملا جي شريعت ڪهڙي رهبري ڪري سگهي ٿي. ڇا موجوده پوليس عملدارن کي شريعت موجب هدايتون ڏيڻ لاءِ هر هڪ ٿاڻي سان ڪو ملا ملحق ڪيو ويندو.

(١٠) انجنيئري کاتو: انجنيئري کاتي جا ڪم بئراج ٻڌڻ، واهه کوٽائڻ، پاڻيءَ جي ايڪڙن ۽ فصل پٽاندڙ ورهاست ڪرڻ، رستا، بلڊنگون نهرائڻ وغيره ٿين ٿا. ان ڪم ۾ ملا جي شريعت ڪهڙي رهبري ڪري سگهندي. انجنيئري کاتي کي ڪهڙي طرح مشرف به اسلام ڪري سگهبو.

(١١) ريلوي کاتو: انهي کاتي سان واسطو رکندڙ ڪم ريلون پکيڙڻ، اسٽيشنون ناهڻ، ريلن جا گاڏا ۽ انجڻيون ناهڻ ۽ هلائڻ، ريلوي لائين جون پلون ٻڌڻ، ٽڪيٽون نهرائڻ ۽ ڏيڻ، سگنل ۽ تارن وغيره جا ڪم ٿين ٿا. جنهن لاءِ انجنيئر، تارن وارا، اسٽيشن ماسترن ٽڪيٽن ڏيڻ وٺڻ وغيره لاءِ رکتا پون ٿا. نظام اسلاميءَ جا حامي ٻڌائي سگهندا ته انهي کاتي کي ڪهڙي طرح شرعي نظام موجب هلائڻ لاءِ تجويز اٿن.

(١٢) تعليم کاتو: دؤر جديد ۾ تعليم جو دائرو ايڏو وسيع ٿي ويو آهي جو ان جون ڪيئي شاخون ٿي ويئون آهن. مثلاً ١- سائنس ٢- آرٽس ٣- ميڊيسن ۴- انجنيئرنگ ۵- اگريڪلچر ٦- جنگي تعليم ٧- ميڪينيڪل ٨- پاليٽڪنڪ ٩- آرڪيالاجي ١٠- جيالاجي وغيره.

انهن لاءِ اسڪول، ڪاليجن، يونيورسٽيون، ليبرريون، ليبارٽريون وغيره ڪولٽيون پون ٿيون جي سڀ دؤر جديد جي پيداوار آهن. ١٣ سؤ ورهيه اڳي معاشري لاءِ رٿيل شريعت ان راهه ۾ ڪابه هدايت ڪري نٿي سگهي. نظام اسلاميءَ جي نالي ۾ ڏوڪو ڏيندڙ مهاجر ۽ ان جا ايجنٽ ٻڌائي سگهندا ته يونيورسٽين ۽ ليبارٽرين ۾ ملا صاحب ڪهڙي رهبري ڪري سگهندا؟ جي نٿا ڪري سگهن ته پوءِ ڇو هرويرو ماڻهن کي اسلام جهڙي روحانيت ۽ اخلاق جي علمبردار مذهب جي نالي ۾ گمراهه ڪري پنهنجا طبقاتي مقاصد حاصل ڪن ٿا.

(١٣) بچاءَ کاتو: اڄ ڪلهه ٽينڪون، بم گولا، هوائي جهاز، مشين گنون، ميزائيل وغيره جنگ يا بچاءَ لاءِ ڪتب آندا وڃن ٿا. اهو کاتو جديد سائنس جي نين کوجنائن مطابق هلي ٿو، ان کي اسلامي آئين بنائڻ لاءِ جيڪڏهن ملا صاحب چون ته اهي سڀ کوجنائون بدعتون آهن. صحيح اسلامي جنگ ائين، گهوڙن تي تلوارن ۽ ڀالن سان ٿيڻ گهرجي ته ان جو ڪهڙو جواب ڏيڻو پوندو. هر هڪ ڪمانڊ آفيس ۾ جنرل جي هدايت ۽ رهبريءَ لاءِ ملن جو رکڻ لازمي ٿي پوندو ڇا؟

(١۴) خارجيه معاملات: انهي کاتي ذريعي ڌارين حڪومتن سان تعلقات قائم ڪرڻ، ٻاهرين ملڪن سان واپار ڪرڻ، جاسوسي ڪري ٻين ملڪن جي چرپر ۽ ارادن کان واقفيت حاصل ڪرڻ ٻاهرين ملڪن سان آمدرفت جا ڪم سرانجام ڪرڻ ٿين ٿا. ملا جي شريعت موجب جهاد اسلام جي بنيادي اصولن ۾ داخل آهي. ان حالت ۾ دوستانه تعلقات صرف مسلمان ملڪن سان رکي سگهجن ٿا.

اوائلي خليفن جي دستور موجب غير مسلم ملڪن جي حڪومتن کي هدايت ڪرڻي آهي ته دين اسلام قبولين نه ته سندن خلاف جهاد ڪري پڪيڙڻو پوندو. امريڪا، روس، چين جا ملڪ جيڪڏهن اسلام

نہ قبولين تہ انهن سان جنگ ڪرڻي پوندي ڇا؟ ٻاهرين ملڪن ۾ سفير موڪلڻا پون ٿا. انهن جي لياقت، سيرت ۽ صورت لاءِ نظام اسلامي وارن جو ڪهڙو حڪم ٿيندو؟ اهي سفير ملا مدرسن جا تعليم يافتہ عالم هوندا ۽ ڏاڙهيون هونديون ۽ ڪين زالن کي پردو ڪرڻ ضروري هوندو ڇا؟ يا خارجيہ معاملن کي شريعت مطابق هلائڻ لاءِ وزارت خارجيہ سفارت خانن ۾ عالمن جو تقرر لازمي ٿيندو؟

(١٥) مالي ڪاتو: اڄ ڪلهہ ملڪن جي ضروريات، ترقي ۽ تعمير لاءِ سوها ٽيڪس ۽ ڍلون ماڻهن تي وڌيون وڃن ٿيون. ملا انهن جو جواز قرآن ۽ حديث مان ڪهڙي طرح ڪندا. فقهہ موجب تہ سواءِ زڪوات جي ٻيو ڪو ڇتو ٽيڪس ذڪر ڪيل آهي. زڪوات موجوده دور حڪومت ۾ بيڪار ٿي چڪي آهي. دنيا جي اڪثر مسلمان ملڪن ۾ ان جي وصولي نہ ٿي ڪئي وڃي. وياج وٺڻ ۽ ڏيڻ شريعت جي خلاف آهي پر ڪهڙو مسلمان ملڪ آهي جنهن ۾ بئنڪون نہ هجن: جي اهي نہ هجن تہ واپار، ڪارخانا، ترقي ۽ تعمير جو ڪاروبار هلي نہ سگهي. ملڪ ۾ ٩٠ سيڪڙو ماڻهو غريب، بيروزگار، بيمارين ۾ مبتلا آهن. انهن جي آبادڪاريءَ، معاشي ۽ سماجي ترقيءَ جو ڪم جيڪڏهن ڪا حڪومت ڪندي تہ ان لاءِ پيسي جي ضرورت پوندس. ان واسطي حڪومت سوشلزم موجب ڪي قدم کڻڻ چاهي تہ ملن طرفان شخصي ملڪيت جي بچاءَ جي بهاني سان حفاظت ڪئي ويندي. پوءِ ان حالت ۾ ڪو سڌارو ٿي نہ سگهندو.

(١٦) صحت ڪاتو: اڳين زماني ۾ بيمارين لاءِ ڌنڀ ڏيڻ، رما هڻڻ، سيرون ڇوڙڻ. بيمارن کي جن جو اثر سمجهي مارون ڏيڻ يا سرندا وڄائڻ جا علاج ڪيا ويندا هئا.

هن وقت ايڪسري ايجاد ڪيا ويا آهن. انجيڪشنون هنيون وڃن ٿيون. ميڪرو اسڪوپ ۽ ريڊيا گرام وغيره ڪتب آندا وڃن ٿا. طبي تعليم لاءِ ميڊيڪل ڪاليج، ليبارٽريون کوليون وڃن ٿيون: انهي ڏس ۾ شريعت اسلامي ڪهڙي مدد ڏئي سگهي ٿي. جيڪڏهن خدانخواستہ ڪا وچڙندڙ بيماري ڪالرا، پليگ، انفلوئنزا وغيره پيدا ٿي پوي تہ صحت کاتي وارا جديد دوائون ڪتب آڻيندا يا ملن کي گهرائي ورد،

وظيفن ۽ دعائن ذريعي ان جو سدباب ڪندا. جن ماڻهن نظام اسلاميءَ جو نالو ورتو ٿي تن کي يا تہ خبر نہ هئي تہ جديد حڪومت ڪهڙي ٿيندي هئي، يا چاٽي واٽي ماڻهن کي ڌوکي ڏيڻ لاءِ ائين ڪيائون ٿي. عام ماڻهو مذهب جي نالي ۾ سولائيءَ سان گمراهہ ٿيو وڃن. ابن الوقت سياستدان ڪابہ اهڙي ڳالهہ ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهن، جنهن ڪري ماڻهو ناراض ٿين. پاڪستان قائم ٿيڻ کان اڳ ماڻهن کي چيو ٿي ويو تہ پاڪستان بعد هو اسلامي نظام حڪومت قائم ڪندا پر ٢٦ سالن جي گذرڻ بعد بہ اهو نظام قائم نہ ٿيو آهي، نہ وري ماڻهن کي سمجهايو ويو آهي تہ اها يلا ڪهڙي ٿيندي آهي. پلا جنهن حڪومت کي اسلامي بنائڻ جي واڳ جناح صاحب، لياقت علي خان، ايوب خان، يحيٰ خان، ڀٽي صاحب جي هٿن ۾ هوندي انهي مان ڪهڙي تجديد اسلاميءَ جو توقع رکي سگهبي. تنهن ڪري اها ڳالهہ صاف ظاهر پئي ڏسڻ ۾ اچي تہ اهي نظريا مهاجر پنجابي مستقل مفاد ۽ سندن ايجنٽن مسلم عوام کي ڌوکي ڏيڻ ۽ سندن مفاد سڌ ڪرڻ لاءِ ايجاد ڪيا هئا!

## (٢) شعبہءِ علم جو ٻيو طرف

مون اڳي چاٽايو آهي تہ پهرين خداشناسي ۽ روحاني ترقي لاءِ پرهيزگاري، تزڪيہ نفس، صحبت صالحان جي ذريعي ڪوشش ڪيم. ان کان پوءِ جڏهن تميز پيدا ٿي، عقل جي دوراهي تي اچي بيهاريو تہ علم جي معاملي ۾ هڪ طرف وحدت الشهود. ٻي طرف وحدت الوجود جا فلسفا نظر آيم: پهرين مان اورنگزيبي سياست، علي ڳڙهہ مڪتب فڪر، علامہ اقبال جي اسلامي تشريح نڪتا ٿي. ٻي مان اڪبري سياست، ديوبند مڪتب فڪر، صوفيانہ اسلامي تشريح نڪتا ٿي.

گذريل دؤر جوانيءَ ۾ جڏهن دل عمل لاءِ آماده هئي مون مسلمانن جي جداگانہ قوم، اسلام دين مڪمل هئڻ ۽ پاڪستان کي نظام اسلاميءَ جي مرڪز ڪري ڪتب آڻڻ جي عقيدي کي قبولي ان جي جواز لاءِ ڪتاب پڙهي ان مطابق هلڻ کي راهہ نجات سمجهيو. ان جو ذڪر گذريل فصل ۾ ڪري آيو آهيان. تجربي بعد مون کي معلوم ٿيو تہ وحدت الشهود جو فلسفي زراشتر جي فلسفي دوئيءَ جي بدليل صورت هئي. انهي اتحادجي

عيوض نفاق تي پيدا ڪيو. انهي مطابق پاڪ ۽ پليت، حق ۽ ناحق، نور ۽ ظلمت ٻه جدا حقيقتون هيون.

اسلام پاڪ هو جنهن حق ۽ نور طرف رهنمائي تي ڪئي. ان کان ٻاهر پليتائي، ناحق ۽ ظلمت هئا. تنهن ڪري راهه نجات صرف اسلام جي پوئلڳ مسلمانن کي حاصل ٿيڻ واري هئي، ان کان ٻاهر ماڻهوسڀ گمراهه ۽ گناهگار هئا.

ليڪن اڳون اڳي ٻڌائي آيو آهيان اسلام جي دين مڪمل، مسلمانن جي جدا گانه قوم ۽ پاڪستان جي نظام اسلاميءَ جي مرڪز جا نظريا تجربي ۽ وڌيڪ معلومات ميسر ٿيڻ بعد غلط. فرسوده ۽ مهاجر پنجابي مستقل مفاد جا ايجاد ڪرده معلوم ٿيا.

مون کي اول ۾ اسلام جي دين مڪمل هئڻ جو خيال ويئل هو اهو تاريخي تجربي جي بنياد تي غلط ثابت ٿيو. جن بنيادن ۽ اصولن تي اسلام کي دين مڪمل تي سمجهيم ان اسلام جو تصور مسلمانن ۽ خاص ڪري پاڪستان ۾ عدم موجود هو. جنهن اسلام جو سڪو ملڪ ۾ چالو هو ان جا متا هيٺيان هئا:

١- ان اسلام جو مقصد اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقي بني آدم نه هو. بلڪه هڪ مخصوص طبقي مسلمان جي بلندي، اقتدار ۽ خوشحالي هو.

٢- ان اسلام مان مساوات انسانيءَ جي تعليم نٿي ملي بلڪه فسطائي بنياد تي انسان ذات کي لائق ۽ اڻ لائق ۾ ورهائي اوچ ۽ نيچ جا سنڌا قائم تي ٿيا.

٣- ان اسلام موجب پيغمبر خدا حضرت محمد صلعم کي رحمت العالمين شمار نٿي ڪيو ويو. بلڪ مسلمانن جي مستقل مفاد طبقي جو ليڊرز سمجهيو تي ويو.

٤- انهي اسلام کي اتحاد انسانيءَ لاءِ ڪتب نٿي آندو ويو بلڪه فساد في سبيل الله لاءِ استعمال ڪيو تي ويو.

٥- انهي اسلام جي پوئلڳن محبت جي عيوض نفرت جو پرچار تي ڪيو.

٦- انهي اسلام جي حامين امن جي عيوض بدامنيءَ لاءِ فضا هموار تي ڪئي.

٧- انهي اسلام جي طرفدارن هر معاملي ۾ تشدد کي رهبر راهه بنايو هو.
٨- انهي اسلام جي مڃيندڙن عقيدي ۽ عمل مطابق صالح ماڻهن کي مسلمان مڃڻ جي عيوض هڪ مخصوص رسم و رواج ۽ دستور جي جم غفير کي مسلمان تي سڏيو.
٩- انهي اسلام جا پيروڪار قانون فطرت جي خلاف گذشته ٻن هزار سالن جي تاريخ خلاف ملڪ ۾ انتشار پکيڙي رهيا آهن.
١٠- انهي اسلام کي هر قسم جي وهم پرستي، اشتعال انگيزي، استحصال جو پنڊار بنايو ويو آهي.

مون پاڪستان کي صحيح اسلامي تعليم، اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقي آدم جو مرڪز سمجهي ان جي قيام لاءِ ڪوشش ڪئي هئي، پر تجربي بعد معلوم ٿيو ته ان ۾ هيٺيون ڳالهيون ٿي رهيون هيون:

١- گذريل ٻن هزار سالن جي تاريخي ارتقا خلاف مسلم مستقل مفاد جي سامراجي مقاصد ۽ استحصال لاءِ ان کي وجود ۾ آندو ويو آهي.
٢- ان جو وجود سنڌي، بلوچي، پنجابي، پٺاڻ ۽ بينگالي قومن جي مفادن ۽ انهن جي انفرادي وجود خلاف سازش ذريعي برپا ڪيو ويو آهي.
٣- اهو اتحاد، امن، ترقي ۽ پاڪيزگيءَ جي عيوض بدامني، بداخلاقي، ظلم، تشدد ۽ استحصال جو مخزن ٿي ڪم اچي رهيو آهي.
٤- پاڪستان انگريز سامراجي گروهه جي ايما تي وجود ۾ آيو ۽ امريڪي سامراجيت جي ايجنٽ طور ڪم اچي رهيو آهي.
٥- پاڪستان نفرت جي بنياد تي قائم ٿيو ۽ انهي جي بل بوتي تي هلايو وڃي ٿو.
٦- پاڪستان مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي فائدي لاءِ وجود ۾ آندل هو ۽ انهن جي ابتعمال غرضي لاءِ هلايو وڃي ٿو.
٧- پاڪستان جي قيام کان وٺي ٻاهرين سامراجي حاڪمن سنڌي وڏيري کي شو بواءِ بنائي سنڌي مفاد خلاف غداريءَ جا ڪم پي ورتا آهن.
٨- پاڪستان جي قيام سبب ان ۾ شامل قومن جهڙوڪ: سنڌي، بلوچي، پٺاڻ، پنجابيءَ جي قديم زبانن کي ريتي انهي تي غير ملڪي اردو زبان کي مسلط ڪيو ويو آهي.

پاڪستان جي قيام سبب رڳو سنڌ کي هيٺيان نقصان پهتا آهن.

١- سنڌ مان ١٢ لک هندن، (جي شاهه لطيف، سچل، سامي ۽ گرونانڪ جي تعليم محبت انساني جا مڃيندڙ هئا، جي سنڌي زبان جا ڄاڻو هئا، جي پاهران سنڌ ورڪ مان ڪمائي سنڌ ۾ پيسو خرچ ڪندڙ هئا، جن ۾ ڪيترا انجنيئر، ڊاڪٽر، پروفيسر، اديب، سائنسدان هئا)، کي زوريءَ لڏائي، انهن جي جاءِ تي ٣٠ لک پاهريان ماڻهو آندا ويا آهن جي غير زبانن جا ڄاڻندڙ، فرعون صفت، نفرت جا پندار، اسلامي محبت جي صفت کان عاري، سنڌين جا جاني دشمن، وطن جي بنياد تي قوميت جا منڪر آهن.

٢- اهي سنڌين جي جدا قوميت، جدا ملڪ، جدا مفاد کان انڪار ڪري خود ساخته نظريه پاڪستان جي بنياد تي پاهرين جو سامراج قائم ڪرڻ جا حامي آهن.

٣- سنڌ جي هزارن ورهين جي زبان کي منظم سازش جي ماتحت ختم ڪرڻ لاءِ سئنيمائن، اخبارن، ڪتابن، ريڊين، ٽيليويزن، ڪاليجن، سرڪاري دفترن ۽ حڪومت جي سرپرستيءَ هيٺ نقصان پهچائي اردو زبان کي زور وٺائڻ جي پاليسي هلائي وڃي ٿي.

٤- سنڌي هندن کي زوريءَ لڏائڻ بعد انهن جي ڇڏيل ٢٠ لک ايڪڙ کان به مٿي زمين پاهرين ماڻهن کي گهرائي مفت ڏني ويئي آهي. جي هنن اسلام خاطر سنو هو. جيتوڻيڪ انهن ماڻهن کي منظم منصوبي هيٺ گهرائي ڪالونائيز ڪرڻ لاءِ گهرايل هو.

٥- سنڌي هندن جا ڇڏيل ڪروڙن روپين جا شهري گهر، دڪان، سامان، پاهرين ماڻهن جي حوالي ڪري کين آباد ڪيو ويو آهي.

٦- سنڌي هندن جا ڪروڙن جا ڇڏيل ڪارخانا، واپار جون منڊيون پاهرين ماڻهن جي حوالي ڪيا ويا آهن.

٧- سنڌي هندن جون خالي ڪيل نوڪريون جمله پاهرين ماڻهن جي حوالي ڪيون ويون آهن. سنڌي بيروزگار گهمندا وتن ٿا.

٨- سنڌي ڪلچر ۽ معاشرت تان ڪِلون ڪري سنڌين ۾ احساس ڪمتري پيدا ڪري مهاجر ڪلچر جي اختيار ڪرڻ لاءِ ماحول سازگار بنائڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي.

(٩) سنڌين مان غدار قوم بنائي انهن کان سنڌ دشمنيءَ جا ڪم ڪرايا ويندا. جهڙوڪ: جناح کان نظريہ پاڪستان قبول ڪرائڻ، ڪراچي سنڌ کان ڪسائڻ، مهاجرن کي ڪثير تعداد ۾ آڻڻ، اردوءَ کي قومي زبان بنائڻ، بعد ۾ انهيءَ مٿان قبضو اڏائي ماڻهن ۾ سندس رتبو وڌايائون. جيئن آئينده ماڻهن جي ذهن تي اها ڳالهہ وهي تہ سنڌ دشمنيءَ مان فائدو حاصل ٿئي ٿو.

(١٠) پاڪستان حڪومت هڪ قوم جي بنياد تي ناهي سُنڌين کي اقليت بنائي ڇڏيو آهي.

(١١) اڪثري اختيار مرڪزي حڪومت جي حوالي ڪري سنڌين کي ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ ڇڏيو ويو آهي.

(١٢) مرڪزي سرڪار جي نوڪرين ۾ سنڌين کي هينئن نمائندگي ڏني ويئي آهي.

(الف) مرڪزي حڪومت جي سيڪريٽريٽ ۾ سنڌين کي پنجن هزارن پويان هڪ جاءِ مس نصيب ٿيل آهي.

(ب) بچاءُ کاتي ۾ ڏهن هزارن پويان سنڌين کي هڪ جاءِ مس حصي ۾ آيل آهي.

(ت) خارجہ معاملات کاتي ۾ اڪثريت سنڌين کي دور رکيو ويو آهي. انهيءَ کاتي ۾ سنڌي پنجن هزارن پويان مس هڪ ملندو.

(ث) ماليٰ کاتي جي ساڳي حالت آهي، سنڌي اتي ۾ لوڻ برابر آهن.

(ج) اسٽيٽ بئنڪ جي ڪلاس ون ۽ ٽو ۾ جملي ٩٥٩ آفيسرن مان سنڌي صرف ٽي آهن. هينئن ٽن هزارن جي عملي ۾ سنڌي ٢٠ آهن.

(ح) نيشنل بئنڪ جي ڪلاس ون ۽ ٽو جي جملي ١٢٠٠ سؤ عملي مان سنڌي ٥ هئا ۽.هينئن ٣٥٠٠ عملي مان سنڌي ٤٠ هئا.

| | | |
|---|---|---|
| (خ) ريلوي ڊپارٽمينٽ ۾ | هڪ هزار تي | هڪ سنڌي |
| پوسٽ ۽ ٽيليفون کاتي ۾ | = | = |
| ٽيليگراف | = | = |
| پورٽ ٽرسٽ | = | = |
| ڪسٽمس | = | = |

| | | |
|---|---|---|
| پي. آءِ. ڊي. سي | = | = |
| ريڊيو ۽ ٽيليويزن | = | = |
| سرڪاري ڪارخانن ۾ | = | = |
| يونيورسٽين ۾ | = | = |

(د) سنڌين جي جداگانہ قوميت کي ختم ڪري ڪليل مقابلي ۾ نوڪريون ڏنيون وڃن ٿيون. پبلڪ سروس ڪميشن تي اڪثريت انهن ماڻهن جي رکي ويئي آهي جي غير سنڌين جا حمايتي آهن.

(ذ) سنڌين لاءِ سرڪاري نوڪرين ۾ تعداد مقرر ڪرڻ جي گهر ڪندڙن کي علائقائي تعصب رکندڙ نظريہ پاڪستان جا مخالف، اسلام جا دشمن ۽ دشمن جو ايجنٽ سڏيو وڃي ٿو.

(ر) اردوءَ کي قومي زبان تسليم ڪري سنڌين کي غير مساوي حيثيت ۾ رکيو ويو آهي. ان لاءِ پهرين ڪراچي ميونسپلٽيءَ جي حدن مان سنڌيءَ کي بي دخل ڪيو ويو. پوءِ سنڌ اندر زوريءَ اردوءَ کي مسلط ڪيو ويو. انگريزن جي ڏينهن ۾ سنڌ اندر نوڪري ڪندڙ عملدارن کي سنڌي سکڻ لازمي هئي. هاڻ ان کي معطل ڪيو ويو آهي.

(ز) ڪراچي ۽ ٻين وڏن شهرن جي گهٽين جا اڳوڻا نالا مٽائي ان تي غير سنڌي نالا رکي قديم تاريخي روايات کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

(س) شهرن ۾ سنڌي زبان ۾ تقرير ڪندڙن تي غنڊن ڪان چوري حملا ڪرايا وڃن ٿا.

(ش) سنڌ ۾ اسٽيشن، روڊن، ٻين جاين تي سنڌي نالا اردوءَ ۾ لکائڻ جي ڪري مضحڪہ خيز ٿي پيا آهن.

(ص) ريڊيو، ٽيليويزن کي اردو زبان، ڪلچر جي پروپيگنڊا جو آلہ ڪار ڪري استعمال ڪيو وڃي ٿو.

(ض) مهاجرن کي گهٽي تعداد ۾ ڪالونائيز ڪرڻ بعد ڪين همٿايو ويو آهي تہ هنن لاءِ مهاجرستان صوبو قائم ڪيو وڃي.

(ط) سنڌ ۾ هر طرف کان ٻاهرين ماڻهن جي اچڻ لاءِ رستو کليو ڇڏيو ويو آهي. جي سنڌ ۾ ڪمائي ۵۰ ڪروڙ روپيا سالانہ کان مٿي پيسا سنڌ کان ٻاهر موڪلي رهيا آهن.

(ظ) پهرين صوبہ سنڌ کي پنجاب سان ملائي ون يونٽ قائم ڪيو ويو، هاڻ مضبوط مرڪز هيٺ ان کي تباھہ ڪرڻ جا سانباهہ ٿي رهيا آهن.
(ع) سنڌ مان وصول ٿيندڙ( ٣٥٠) ٽي سؤ پنجاه ڪروڙ روپين ٽيڪسن جو پيسو مرڪزي حڪومت جي حوالي ۾ ڏنو ويجي ٿو، جنهن مان هڪ سيڪڙو بہ سنڌ تي خرچ نٿو ڪيو وڃي.
(غ) سنڌ کي ١٩٤٥ع جي عهدنامي مطابق سنڌونديءَ جي دريائن مان جيڪو پاڻي ملڻو هو ان جي پيچڪڙي ڪري نوان ڊيم ۽ بئراج ٻڌائي سنڌ جي آباديءَ کي سڪائڻ جا سانباها ٿي رهيا آهن.
(ڪ) سنڌ جي واپار، انڊسٽريز، بئنڪن کي منصوبي تحت غير سنڌين جي حوالي ڪري اقتصادي طرح اصلوڪن سنڌين کي نادار بنايو ويو آهي.
(ق) سنڌ ۾ ٻاهران آيل ماڻهن جي ڪثير تعداد کي نوان ڳوٺ ٻڌائي آباد ڪيو ويو آهي ليڪن سنڌ جا اصل باشندا خانہ بدوشيءَ جي حالت يا جهوپڙين ۾ رهيا پيا آهن.

اهي سڀ ڪم اسلام، پاڪستان، مسلم قوم ۽ نظام اسلاميءَ جي نالي ۾ ڪيا ويا آهن، انهن ڳالهين کي مدنظر رکي منهنجو رد عمل مذڪوره ذيل ڳالهين بابت هيٺيون ٿيو آهي:

**پاڪستان:**

(١) پاڪستان، مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراجين ۽ سندن آقا امريڪن حڪومت جو اڏو ٿي ڪم اچي رهيو آهي.
(٢) پاڪستان ۾ اصلي رهاڪو قومن کي ريڊ انڊين وانگر سندن جدا قومي وجود، زبان، ڪلچر، سياسي ۽ اقتصادي مفاد کي ختم ڪرڻ جي منظم سازش هلي رهي آهي.
(٣) پاڪستان جو وجود نندين قومن خاص ڪري سنڌ لاءِ زهر قاتل برابر آهي.
(٤) پاڪستان جو وجود اسلام جي بنيادي اصولن جي فروغ لاءِ هاڃيڪار آهي.
(٥) پاڪستان جو وجود ظلم، استبداد، استحصال، بداخلاقي ۽ سامراجي سازشن جو مرڪز آهي.

(٦) پاڪستان جو وجود اتحاد انسانيءَ لاءِ نقصانڪار آهي.
(٧) پاڪستان جو وجود مغرب ۽ مشرق جي تهذيبن ۽ فلسفن جي وچ ۾ امتزاج آڻڻ لاءِ رڪاوٽ آهي.
(٨) پاڪستان جو وجود امن عالم لاءِ خطرو آهي.

انهي پاڪستان جو خاتمو اهڙو ضروري آهي جهڙو ڪنهن وچڙندڙ بيماريءَ جو سمجهيو وڃي ٿو.

آئون هن نتيجي تي پهتو آهيان تہ سنڌ مڪمل آزاد ٿيڻ گهرجي. ان جو پاڪستان سان ڪنهن بہ طرح جو لاڳاپو نہ هئڻ گهرجي. سنڌ جي هر قوم پرست کي پاڪستان جي نظرئي، وجود، قوميت، جهنڊي ۽ مفاد کي سنڌ لاءِ نقصانڪار سمجهي ان کي ختم ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي. حق اهو آهي تہ پاڪستان ۾ رهڻ جي لاءِ اسان کي بهشت آڇيو وڃي تہ ان کان دوزخ کي زياده ترجيح ڏيڻ گهرجي.

**اسلام:**

آئون مسلمان آهيان، ان جي هئڻ لاءِ فخر اٿم ليڪن مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراجين ۽ سندن ايجنٽن جي اسلامي تعبير بعد مون تي اهو رد عمل ٿيو آهي تہ اسلام جي نالي ۾ جيڪا بہ سياسي ڳالهہ ڪئي وڃي ٿي، ان کي ڌوڪو، بدمعاشي ۽ استحصال سمجهڻ لڳو آهيان. ازانسواءِ تجربي بعد آئون هن نتيجي تي پهتو آهيان تہ:

"مسلماني در ڪتاب و مسلمانان در گور"

ڪانسواءِ هاڻ ڪجهہ نہ رهيو آهي ان ڪري:

(١) مغربي قومن جي تجربي مان سبق وٺي مذهب کي ماڻهن جو شخصي معاملو تصور ڪري ان کي سياست کان علحده رکڻ نهايت ضروري آهي.
(٢) جنهن صورت ۾ اسلام جو اصل مقصد اتحاد انساني، امن عالم، ترقي بني آدم آهي. جنهن صورت ۾ قرآن ۽ جيد عالمن جي تشريح مطابق چڱن اخلاقن ۽ عملن وارو هر صالح ماڻهو بنا تميز مذهب جي مسلمان هو. تنهن ڪري سنڌ ۾ دائمي رهندڙ، سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ، سنڌي ڪلچر رکندڙ، سنڌ جي سياسي آزادي ۽ اقتصادي

خوشحاليءَ لاءِ جدوجهد ڪندڙ ماڻهن کي بنا تميز مذهب هڪ قوم شمار ڪري انهن جي اتحاد. امن ۽ ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ. راهه هدايت هئي.

اتحاد عالم لاءِ سنڌ ۽ سنڌي هيٺين سببن ڪري زياده موزون ٿي سگهن ٿا:

(١) اها گذريل ٣ هزارن ورهين جي تاريخي روايات ڪري محبت ۽ امن جي فروغ لاءِ بهترين جڳهه آهي.

(٢) ان ۾ آزادي حاصل ڪرڻ بعد بقائي باهميءَ جي اصولن تي مختلف مذهبن. سياسي نظرين. طبقن جي ماڻهن جي وچ ۾ امتزاج ٿيڻ سهل ڪم ٿيندو.

(٣) سنڌ جي آزاد مملڪت. مشرق ۽ مغرب جي تهذيبن ملائڻ. روس ۽ هند جي وچ ۾ تعاون وڌائڻ لاءِ ڪار نمايان ادا ڪري سگهي ٿي.

(۴) سنڌ ۾ جمهوريت. عدم تشدد. سيڪيولرزم. سوشلزم ۽ قوم پرستي سهوليت سان زور وٺي سگهن ٿا.

(۵) سنڌ ڪي روحاني ۽ مادي فلسفن جي وچ ۾ امتزاج آڻڻ جي مشن ادا ڪرڻي آهي.

**مسلم قوم:**

تجربي بعد معلوم ٿيو اٿم ته مسلمانن جي جدا قوم دنيا ۾ ڪٿي به موجود نه آهي. اهو نظريو مهاجر پنجابي مستقل مفاد سندن مغربي هند ۾ سامراج قائم ڪرڻ لاءِ ايجاد ڪيو آهي.

مسلمان نه عقيدي جي نقطه نگاهه کان هم خيال قوم آهن. نه عمل جي نقطه نگاهه کان هڪڙي مقصد لاءِ ڪم ڪري رهيا آهن.

مسلمانن جي نه هڪڙي زبان آهي جنهنجو هئڻ قومي وجود لاءِ ضروري ٿئي ٿو.

مسلمانن جو نه هڪڙو ڪلچر آهي جنهن جو هئڻ قومي وجود لاءِ ضروري آهي.

مسلمانن جا سياسي ۽ اقتصادي مفاد به هڪجهڙا نه آهن.

مسلمان نه تواريخي روايات موجب متحد ۽ يڪسان رهيا آهن.

مسلمان قوم جو وجود دنيا جي ڪنهن به حصي ۾ تسليم نه ڪيل آهي.

تنهنڪري آئون سمجهان ٿو تہ مذهب کي قومي ۽ سياسي معاملن کان علحده ڪري آئينده قوم جو وجود وطن، زبان، ڪلچر، تواريخي روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفاد تي رکڻ گهرجي، نہ مذهب جي بنياد تي. جيڪڏهن مذهب کي سياست سان ڳنڍي هلائڻ جي وڏيڪ ڪوشش ڪئي ويئي تہ مذهب جي هٿان بہ ائين پاڙ پٽجي ويندي، جهڙي ڪميونسٽ ملڪن مان پٽجي ويئي آهي.

جناح، لياقت علي ۽ ٻين کي مسلم قوم ۽ اسلام جو علمبردار تسليم ڪرڻ اسلام لاءِ زهرِ قاتل برابر ٿيندو.

**نظام اسلامي:**

تاريخي تجربي مان ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي تہ دنيا جي اڪثر ملڪن مان مذهب کي سياست کان علحده ڪري حڪومت جو نظام سيڪيولر طرز تي قائم ٿي رهيو آهي. اهو صرف پاڪستان جو ملڪ آهي جتي هر قسم جو زنا، رشوت خوري، ظلم، استبداد، استحصال جو ڪم جاري رکندي، اسلامي نظام حڪومت جو ڍوڪو ماڻهن کي ڏنو وڃي ٿو.

هاڻ وقت آيو آهي جو صاف طرح ظاهر ڪيو وڃي تہ جيڪي ماڻهو نظام اسلاميءَ جو نالو وٺن ٿا، سي ڍوڪيباز، احمق ۽ استحصال ڪندڙ آهن.

موجوده معاشري ۾ قديم مذهبي شريعتن مطابق حڪومتي نظام قائم ڪرڻ ناممڪن آهي. تنهنڪري اهڙي گفتگو ڪندڙن کي يا گدو بندر موڪليو وڃي يا جرمنيءَ جي يهودين وانگر تباھ ڪيو وڃي. جنهن صورت ۾ سنڌ کي جاءِ امن بنائڻو آهي ان ڪري سنڌ ۾ هيٺين خيالن جي ماڻهن جي موجودگي ان جي قيام لاءِ نقصانڪار ثابت ٿيندي:

(۱) جي ماڻهو نظرئي پاڪستان کي مڃين ٿا.

(۲) جي ماڻهو اسلام جي مهاجر پنجابي مستقل مفاد واري تشريح ۾ اعتماد رکن ٿا.

(۳) جي ماڻهو انڪار وطن جي بنياد تي قومي تخيل ۾ مڃين ٿا.

(۴) جي ماڻهو سنڌ ۾ رهي ان جي ٻولي نٿا سکن، سنڌي ڪلچر نٿا اختيار ڪن ۽ سنڌ جي قديم رهاڪن خلاف سازشون ڪن ٿا.

(۵) جي ماڻهو پاڪستان جي مفاد کي سنڌي مفاد تي ترجيح ڏين نا.

(٦) جي سنڌ جا اصل رهاڪو ٻاهرين سامراجين جا ايجنٽ ٿي ڪم ڪن ٿا.

هر بقا کان اڳ فنا جو حصول لازمي آهي. تنهنڪري جيڪڏهن سنڌ کي آزاد ڪرائڻو آهي. جيڪڏهن سنڌ کي صالحن جو دارالامان بنائڻو آهي. جيڪڏهن سنڌين کي اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقي بني آدم جي لاءِ مشنري ٿي ڪم ڪرائڻو آهي ته ان واسطي پاڪستان جي وجود، نظريي پاڪستان، انهي ۾ مروج مهاجر پنجابي تشريح واري اسلام، اسلامي نظام حڪومت جي ڏوڪن کي ختم ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻي پوندي.

اهي ٻت آهن انهن جو ٽوڙڻ نهايت ضروري آهي:

## شعبہ عمل جو ٻيو طرف

چوڻي آهي ته، "ٻندي جي من ۾ هڪڙي صاحب جي من ۾ ٻي" ڪنهن کي پتو هو ته ڪجهه وقت سنڌ جي بمبئيءَ علائقي سان گڏ رهڻ بعد ڪانگريسي ليڊرن سيٺ هرچندراءِ وشنداس ۽ رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ کي بمبئيءَ کان سنڌ جي علحده ڪرائڻ جو خيال پيدا ٿيندو، ۽ ان جي مخالفت به ڪانگريسي ليڊر شري جيرامداس دولترام ۽ ڊاڪٽر چوئٿرام گدوائي طرفان ٿيندي ڏسي شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ سيٺ حاجي عبدالله هارون کي مجبور ٿي خلافت ڪانفرنس، جميعت العلماءِ هند ۽ مسلم ليگ جي مدد وٺڻ جي ضرورت پوندي، ۽ هندوستان جا مسلمان ليڊر سنڌ جي آزاد ڪرائڻ جي عيوض ان کي لنگڙي لولي حيثيت ۾ آزاد ڪرائي، اسان کي آزمائش ۾ وجهي ڇڏيندا. سنڌ کي ٽن خامين سان جدا ڪرايو ويو.

(١) جدا ڇوندڻ جو سرشتو ان ۾ برقرار رکيو ويو جي اڪثريت لاءِ هميشه نقصانڪار ٿينديون آهن.

(٢) سنڌ ۾ غير مسلم آبادي ٢٥ سيڪڙو هئي پر هندستان جي مسلم اقليت وارن صوبن جي فائدي خاطر سنڌ ۾ غير مسلمن کي نمائندگي وڌائي ٤٠ سيڪڙو ڏني ويئي. ان جي عيوض هندستان جي مسلم اقليت کي ڪجهه سيٽون وڌائي ڏنيون ويون.

(٣) سنڌ اسيمبليءَ ۾ ميمبرن جو تعداد گهٽ رکيو ويو ٦٠ مان ٣٥ ۽ ٢٥ غير مسلم نمائنده ڇونڊڻا هئا. جنهنڪري صرف ڇهن ميمبرن جي ڦيري ڪائڻ ڪري مسلم اڪثريت اقليت ۾ بدلجي سگهي ٿي.

باوجود انهن ابتدائي ڪوتاهين جي، سنڌ جي ماڻهن شادمانا ڪيا ۽ نئين صوبي جي چوندن ۾ حصي وٺڻ لاءِ پارٽي ناهي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو سون.

اڳي سنڌ ۾ گروهه بندي هوندي هئي جي، سر غلام حسين گروهه ۽ سر شاهنواز خان ڀٽو گروهه سڏبا هئا. جن کي ڪي اصول ڪونه هوندا هئا. اهي گروهه ليڊرن جي نفعي خاطر برٽش سرڪار سان ساٿ ڏيندا هئا.

نون سڌارن ملڻ بعد پنجاب جي مدبر سياستدان سر فضل حسين جي راءِ تي تہ مسلم اڪثريت وارن صوبن ۾ فرقيواز پارٽيون مسلم مفاد لاءِ نقصانڪار هئڻ ڪري اتي غير فرقيوار پارٽيون ناهيون وڃن.

هن ان لاءِ پنجاب ۾ يونينسٽ پارٽي ناهي چوندن ۾ حصو ورتو ۽ اسان ان جي تتبع تي سنڌ اتحاد پارٽي ناهي چوندون لڙيون. پهرين سنڌ جا جملي مسلمان سياستدان ان پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿيا. سيٺ حاجي عبدالله هارون جي ليڊرشپ هيٺ سر غلام حسين ۽ سر شاهنواز ڀٽو ڊيپوٽي ليڊر ٿي رهڻ قبول ڪيو. پر ڪنوينشن جي ميٽنگ ۾ ٽئي نالي سيد ميران محمد شاهہ ڊيپوٽي ليڊر چوندجڻ تي سر غلام حسين احتجاج طور اتحاد پارٽي ڇڏي وڃي نئين فرقيوار مسلم سياسي پارٽي ناهي، ان تي چوندون لڙيون. انهن چوندن ۾ اتحاد پارٽيءَ جا ٢۴ ميمبر چونڊيا ۽ سر غلام حسين گروهہ جا ۵ ميمبر چونڊيا. چوندن ۾ اتحاد پارٽيءَ جا ٻہ مکيہ ليڊر سر شاهنواز خان ڀٽو ۽ سر حاجي عبدالله هارون شڪست کائي ويا. ان جو بهانو بنائي گورنر سنڌ سر لينسليٽ گرهام ۵ ميمبرن جي ليڊر سر غلام حسين کي وزارت ناهڻ لاءِ گهرايو. جنهن وزارت جي لالچ ڏئي مير گروپ جي ميمبرن کي اتحاد پارٽيءَ مان ٽوڙيو ۽ هندو ميمبرن کي هڪ وزارت ۽ هڪ سنڌ اسيمبليءَ جي اسپيڪريءَ جي جاءِ ڏئي پنهنجي طرف ڪيو. ان طرح شروعات ۾ ئي هندو ۵٠ سيڪڙو عهدا حاصل ڪري ويا.

سنڌ جي عوام جي اڪثريت مسلمان هئي جن جو ٽن مستقل مفاد گروهن استحصال تي ڪيو. (١) ڪامورو گروهہ (٢) واپاري ۽ وياج خور گروهہ (٣) زميندار ۽ جاگيردار گروهہ. پهرين ٻن گروهن ۾ هندن جي ڪثرت هئي ۽ ٽئي گروهہ ۾ مسلمان ڪثرت ۾ هئا. وزارت جي قيام بعد اتحاد پارٽي خانبهادر الهہ بخش جي ليڊر شپ هيٺ مخالفت ۾ ويئي ۽ ٻي

پارٽيءَ جا مخالفت ۾ ويٺي سا ڪانگريس جي هئي. اسان اتحاد پارٽي وارن جي ڪوشش هئي تہ عــوام کي پهــرين ين گـــروهن جي چنبي مـــان آزاد ڪرايون.

ڪانگريس پارٽي هندستان ۾ جتي برسر اقتدار هئي، اهڙا قدم کنيا هئا جنهنڪري اسان کي اميد هئي تہ هتي بہ هو ان ڏس ۾ اسان جي مدد ڪندا. ابتدا ۾ سر غلام حسين وزارت تي زور بار آندوسون تہ هو قانونِ انتقال ايراضي ۽ قرضن جي گهٽائڻ جا بل پاس ڪرائي، ليڪن هن جي وزارت جو مدار هندو ميمبرن تي هئڻ ڪري هو اهو ڪم سرانجام ڪري نہ سگهيو. ان ڪري اسان مجبور ٿي ڪانگريس ميمبرن جي مدد سان سر غلام حسين جي وزارت کي ڪيرائي خانبهادر الهہ بخش جي ليڊري هيٺ اتحاد پارٽيءَ جي وزارتِ ٺهرائي. ليڪن ان وزارت کي بہ ساڳي هندو مستقل مفاد مذڪوره بالا ڪم ڪرڻ نہ ڏنا. جنهن تان مجبور ٿي اسان اتحاد پارٽي ڇڏي سنڌ ۾ مسلم ليگ جي نالي ۾ مسلم عوام کي ڪنو ڪرڻ شروع ڪيو. اسان جڏهن مسلم ليگ ۾ وياسون تہ اميد هئيسون تہ انهيءَ جي معرفت اسان سنڌي عوام لاءِ مذڪوره بالا ڪم ڪرائي سگهنداسون. اسان کي پتو نہ هو تہ خود مسلم ليگ ليڊرشپ مستقل مفاد جي هٿن ۾ هئي.

مون کي اول ۾ ١٩٤٢ع ۾ پتو پيو، جڏهن جناح صاحب مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽيءَ ۾ ڪانگريس سان سمجهوتو ڪرڻ جي عيوض انگريزن جي رضامندي خاطر ڪانگريس جي تحريڪ آزاديءَ لاءِ ستياگره کي مسلمانن جي خلاف ٺهرائي ڏوهہ ڏنو.

ان ڪانپوءِ جڏهن مسلم ليگ وزارت سنڌ ۾ عوام جي نقصان جا ڪم ڪرڻ شروع ڪيا ۽ مون لاهور ۾ جناح صاحب جي ڌيان تي صوبائي مسلم ليگ جي صدر جي حيثيت ۾ اهي ڳالهيون آنديون تہ هن وزارت خلاف شڪايت ٻڌڻ کان انڪار ڪيو.

ٽيو تجربو تڏهن ٿيو جڏهن سر غلام حسين مسٽر گزدر مسلم ليگي وزير کي وزارت مان ڪڍي هڪ انگريز سر ٿامس کي گورنر جي چوڻ تي وزير ڪري رکيو. جو سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر بہ نہ هو. جڏهن مون صوبائي مسلم ليگ جي صدر جي حيثيت ۾ جناح صاحب جي ڌيان تي اها ڳالهہ آندي تہ هن ان لاءِ خاطر خواه سد باب نہ ڪيو.

چوٿون دفعو اهو هو تہ جڏهن مسلم ليگ وزارت کي مسلم ليگ جي ميمبرن تنگ ڪرايو ۽ ان جو اطلاع جناح صاحب کي ڪيو ويو تہ وزارت جي فائدي ۾ صوبائي مسلم ليگ تي ناراضگيءَ جو اظهار ڪري، وري ميمبرن کي وزارت بحال ڪرڻ لاءِ چيائين.

پنجون دفعو جو تجربو شمله ۾ وائسراءِ جي گهرايل ميٽنگ وقت ٿيو، جڏهن منهنجي طرفان ڪيس ڪانگريس سان سمجهوتي ڪرڻ لاءِ چوڻ ٿيو تہ ان تي سخت ناراضگيءَ جو اظهار ڪيائين.

ڇهون دفعو نئين چونڊن وقت ترقي پسند مسلم ليگ ڪارڪنن کي مسلم ليگ مان ڪڍي آفيسرن جي آڌار تي چونڊون ڪرائي، رجعت پسند ماڻهن کي اسيمبليءَ ۾ چونڊايائين.

اهڙي طرح سان مسلم ليگ هائي ڪمانڊ سنڌي عوام جي خير خواهہ گروهہ کي اسيمبليءَ مان ڪڍائي، خود مطلب ۽ جي حضور ۽ بي غيرت سنڌي وڏيرن جي آڌار تي حڪومت هلائڻ لڳو.

ان بابت مفصل احوال منهنجي ڪتابن ”نئي سنڌ لاءِ جدوجهد“ ۽ ”پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني“ مان ملي سگهندو. ان ڪانپوءِ سگهو ئي هندوستان جو ورهاڱو ٿيو ۽ انگريزن طرفان مسلم ليگ کي پاڪستان جي حڪومت سپرد ٿي. جنهن ۾ جناح صاحب کي گورنر جنرل ۽ لياقت علي خان کي وزيراعظم نامزد ڪيو ويو. جي ٻئي مهاجرن جا نمائنده هئا.

هنن حڪومت جي چارج وٺڻ بعد ڪراچيءَ کي پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪري هيٺيان ڪم ڪيا:

(١) نظريي پاڪستان کي مشتهر ڪرڻ لاءِ اخبارن، ريڊين، تقريرن ذريعي پروپيگنڊا ڪري مڪاني ماڻهن جا ذهن مسخ ڪيا.

(٢) هندوستان کان مسلمان عملدار گهرائي پاڪستان ۾ مکيہ عهدن جي چارج هنن جي حوالي ڪئي ويئي.

وزيراعظم لياقت علي خان جو پاڪستاني حڪومت جي پاليسي مقرر ڪرڻ لاءِ جوابدار هو. هيٺيان ڪم ڪيا:

(١) هن عوام جو توجهہ حقيقي مسئلن کان هٽائڻ ۽ ٻين ڪيترن سببن ڪري هندوستان خلاف مخاصمت جي پاليسي اختيار ڪئي.

(٢) هن امريڪن بلاڪ سان جنگي عهدنامه ڪري روس ۽ ڀارت سان دشمني پيدا ڪري ملڪ کي بلاڪ پاورس جي تصادم ۾ ڦاسايو.

(٣) هن مڪاني قومن جي وجود کان انڪار ڪري انهن کي ٻاهران آيل مهاجر سامراجين جي زبان ۽ ڪلچر ۾ ضم ڪرڻ جي شروعات ڪئي، جنهن مان اڄا تائين آزاد نه ٿي سگهيا آهيون.

(۴) هن سنڌ ۾ مهاجرن کي ڪالونائيز ڪرڻ لاءِ کوکراپار، سمنڊ ۽ واگهه جي رستي کان ماڻهن اچڻ لاءِ رستا کولائي ڇڏيا. جڏهن پنجاب، سرحد ۽ بنگال جي صوبائي حڪومتن وڏيڪ ماڻهن جي آمد تي بندش وڌي ته به هي سنڌ جا رستا کولايو ويٺو هو.

سنڌ جي وزيراعليٰ کهڙي جڏهن انهن جي اچڻ تي بندش وڌي ته ان سان دشمني وڌائين.

(۵) هن پنهنجي ماڻهن هٿان سازش ڪرائي ڪراچي، نوابشاهه ۽ جيڪب آباد ۾ هندن خلاف فساد ڪرائي انهن کي لڏائڻ گهريو. ان مان سندس مقصد هندن جي جاين ۽ ملڪيت تي سندس ملڪ مان ماڻهو آڻائي ڪالونائيز ڪري سنڌ کي مهاجرن جي زير تسلط آڻڻ هو،

(٦) هن ڪراچيءَ کي مهاجرن جو مرڪز بنائڻ لاءِ جناح صاحب کي گمراهه ڪري سنڌ کان ڌار ڪرايو.

(٧) هن ڪراچيءَ جي جدا ڪرڻ وقت واعدو ڪيو هو ته ان ۾ سنڌ سرڪار طرفان ڪيل خرچ ۽ نئين ڪئپيٽل ٺهرائڻ لاءِ مرڪزي سرڪار کان معاوضو وٺي ڏيندو. پر جڏهن سنڌ سرڪار طرفان ان جي گهر ڪئي ويئي ته چيائين ته "فتح ڪيل ملڪ جو عيوضو ڪونه ٽيندو آهي."

(٨) هن ساري پاڪستان جي قومي ٻولي اردوءَ کي ٺهرايو ۽ سنڌ ۾ اردوءَ کي زوريءَ مسلط ڪرائڻ لاءِ پير الاهي بخش وزيراعليٰ سنڌ کان اردوءَ کي لازمي پڙهائڻ جو حڪم جاري ڪرايو. ڪراچي شهر مان سنڌيءَ کي خارج ڪرايو.

(٩) هن منظم منصوبي جي ماتحت هندوستان کان مهاجر گهرائي سنڌ جي مکيه شهرن ۾ آباد ڪرائي سنڌ کي مهاجرن جي ڪالوني بنائڻ جي شروعات ڪئي. جنهن کي پوين مرڪزي حڪومتن پايه تڪميل تي

پهچائڻ جون ڪوششون پئي ڪيون آهن.

(١٠) هن جي سنڌي زبان ۽ ڪلچر کي نقصان پهچائڻ جي شروعات کي ڏسي سيد حاجي علي اڪبر شاهه صدر مسلم ليگ سنڌ هڪ وفد وٺي وٽس ويو، ته سنڌ جي زبان ۽ ڪلچر جي سرڪار طرفان حفاظت ڪئي وڃي، ته ان تي هن ڏڪار جي لفظن ۾ ڪين جواب ڏنو ته "سنڌين جو ڪلچر گڏهه هڪلڻ ۽ اٺ ڪاهڻ جو هو، ان جي ڪهڙي حفاظت ڪري سگهبي."

(١١) هن جي دؤر حڪومت ۾ خانبهادر محمد ايوب کهڙو سنڌ جو وزيراعليٰ هو، جو مضبوط ماڻهو هو. هن کي جڏهن لياقت علي خان جي سنڌ کي مهاجرن جي ڪالوني بنائڻ جو پتو پيو ته ان هن جي هيٺين ڪمن جي مخالفت ڪئي: ١- ڪراچيءَ کي سنڌ کان جدا ڪرڻ؛ ٢- اردوءَ کي زوريءَ سنڌ ۾ لازمي تعليم نه ـــهـــرائڻ. ٣- هندوستان کان مهاجرن جي آمد جي ڇوٽ ڏيڻ؛ ۴- ڪراچي ۽ سنڌ ۾ هندن خلاف فساد ڪرائڻ؛ ۵- سنڌ سرڪار جي صوبائي معاملن ۾ دست اندازي ڪرڻ ــ ته ان تي ناراض ٿي هن جناح صاحب کي کهڙي خلاف چيڙائي، سر غلام حسين، مير غلام علي ۽ پير الاهي بخش کي اقتدار جي لالچ ڏئي کهڙي جي خلاف ڪري، کهڙي وزارت کي ڊسمس ڪري پير الاهي بخش کي وزيراعليٰ نامزد ڪيو، ۽ کهڙي کي ڪوڙي ڪيس ۾ جيل موڪليو.

(١٢) هن نه صرف سنڌ ۾ مهاجرن جو تعداد وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي پر بينگال ۾ لکها مهاجر آڻائي آباد ڪرايا.

(١٣) هن سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بينگال جي عوامي وزارتن کي ڪيڏي پنهنجون هٿ ٺوڪيون وزارتون نامزد ڪيون.

(١۴) هن باوجود وعدن جي بلوچستان کي ٻين صوبن جهڙا سڌارا ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ اتي جي قوم پرست ڪارڪنن کي جيل ۾ موڪليو.

(١۵) هن دوغلي پاليسي اختيار ڪري هڪ طرف اسلامي نظام حڪومت جو نالو ٿي ورتو ته ٻئي طرف سندس زال طرفان مينا بازارن جو پاڪستان ۾ رواج وجهي بي پردگيءَ کي زور وٺايو ٿي.

(١٦) هن پاڪستان جي حڪومت فسطائي، فرقيوارانه، رجعت پسند

بنيادن تي هلائي، جمهوريت، سيڪيولرزم، قوم پرستي ۽ سوشلزم جي مخالفت ڪرائي، هر ترقي پسند ڪارڪن کي هن هندوستان جو ايجنٽ، پاڪستان جو دشمن، علائقائي ذهنيت رکندڙ، دهريو، انتشار پسند سڏي تڪليف ڏني.

(١٧) هن پاڪستاني مسلمانن جو توجهه ملڪ جي حقيقي مسئلن، جهڙوڪ ١- عوام جو معيار زندگي بلند ڪرڻ؛ ٢- ملڪ ۾ جمهوري نظام حڪومت رائج ڪرڻ؛ ٣- تحرير ۽ تقرير جي آزادي؛ ۴- آئين پاس ڪرڻ؛ ۵- ننڍين قومن جي خود مختياريءَ جي سوالن کان هٽائي، نون مصنوعي نعرن جهڙوڪ ١- هندوستان کان خطرو؛ ٢- ڪميونزم کان خطرو؛ ٣- علائقائي تعصب جي وڌڻ؛ اسلام کي خطرو؛ طرف موڙي عوام جي آزاديءَ کي سلب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

(١٨) هي زبان جو ڪچو، سفله مزاج ۽ آمر وزيراعظم هو.

(الف) هن خان عبدالغفار خان ۽ سندس ساٿين کي هندوستان جو ايجنٽ ۽ غدار ملڪ سڏي جيل ۾ موڪليو.

(ب) هن حسين شهيد سهرورديءَ کي هندستان جو جاسوس ۽ ڪتو سڏي آئين ساز اسيمبليءَ مان خارج ڪرايو.

(ت) هن مولوي فضل الحق کي هندن جو غلام سڏي سياست کان خارج ڪرايو.

(ث) هن بلوچستان ۾ خان عبدالصمد خان ۽ شهزاده عبدالڪريم وغيره قومي ڪارڪنن کي جيل ۾ موڪليو.

(ج) هن مون کي ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي هندن جو ايجنٽ ۽ غدار قوم سڏي، مون کي نظر بند ڪيو.

(١٩) هن سنڌ ۾ هندن ۽ سکن جي ڇڏيل جملي زرعي زمين کي هندوستان مان لڏائي آندل مهاجرن جي مفت حوالي ڪيو. انهن جي ورهاست لاءِ آبادڪاري ۽ ڪسٽوڊين جا کاتا قائم ڪري، انهن جي سموري واڳ مهاجر عملدارن جي حوالي ۾ ڏني.

(٢٠) هن سنڌ ۾ هندن ۽ سکن جي ڇڏيل دڪانن، واپار جي منڊين، رهائشي جاين، ڪارخانن کي مهاجرن جي حوالي ڪيو.

(٢١) هن مرڪزي اسيمبليءَ ۾ پروڊا قانون پاس ڪرائي عوامي نمائنده وزيرن کي هيسائي پنهنجي قبضي هيٺ رکڻ جو دستور وڌو. جنهن صوبائي حڪومتن کي مرڪز جي امرانہ تسلط جو محتاج بنائي ڇڏيو.

(٢٢) هن شهرن ۾ مهاجرن جي رهائش لاءِ نوان ڳوٺ سرڪاري خرچ تي بڻارايا ۽ سنڌ جي مڪاني خانہ بدوش ۽ جهوپڙين ۾ رهندڙ ماڻهن لاءِ ڪجهہ نہ ڪيو.

(٢٣) هن حڪومت جي پاليسي اهڙيءَ طرح هلائي جو جملي مرڪزي نوڪرين، بئنڪن، ريلوي، پوسٽ، ٽيليگراف، ريڊيو وغيره ۾ سنڌين کي محروم ڪيو ويو. نہ صرف ايترو پر انهيءَ پاليسيءَ ڪري خانگي فرمن ۽ ڪارخانن ۾ بہ سنڌين کي ڪونہ رکيو ويو.

(٢۴) هن مهاجرن جي اهڙي حوصلہ افزائي ڪئي جو هو پاڻ کي ملڪ جا فاتح سمجهي پاڪستان جي اصل رهاڪن سان بدسلوڪي ڪرڻ لڳا، جا اڄا تائين جاري رکيو اچن.

(٢۵) هن پختونن سان بدسلوڪي اختيار ڪري افغانستان سان مخالفت جو ٻج پوکيو.

(٢٦) هن جناح صاحب جي انتقال بعد غير آئيني طرح اسيمبلي جي مشوري کانِ سواءِ بينگال مان خواجہ ناظم الدين کي گهرائي گورنر جنرل مقرر ڪيو.

(٢٧) هن مرڪزي حڪومت ۾ ٽيو حصو وزيرن جو مهاجر رکيو. جهڙوڪ پاڻ، چندريگر، اشتياق حسين قريشي، ڊاڪٽر محمود حسين.

(٢٨) هن ڄاڻي واڻي آئين پاس ڪرڻ ۾ دير وجهي حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ رکي هند مان مهاجر گهرائي سنڌ کي ڪالونائيز ڪرڻ گهريو.

(٢٩) هن چند ڪامورن جي همت افزائي ڪري ڪاموري ڪلاس جي طاقت وڌائي ڇڏي، جن اڳتي هلي ملڪي سياست ۾ دست اندازي ڪئي.

(٣٠) هن ڪشمير ۾ ماڻهو موڪلي بغاوت ڪرائي ڀارت سان لڙائي ڪري ماڻهو مارائي ان کي بند ڪري ڇڏيو.

(۳۱) هن حيدرآباد دکن جي ناظم کي همتائي هندوستان سان ويڙهائي ان جي مدد ڪرڻ کان انڪار ڪيو.

(۳۲) هن فسطائيت کي زور وٺائڻ لاءِ شهر مان سرگس ڪيارائي مسوليني وانگر بنگلي جي دريءَ مان بيهي ماڻهن کي تقرير ڪندي چيو تہ آئنده اسان جي سياست جو نشان مُڪو هوندو. ان جي پوئلڳيءَ ۾ پين شهرن ۾ سرگس نڪتا جتي مهاجر مُڪو ڏيکاريندا هليا ٿي.

(۳۳) هن پاڪستان تي اسلامڪ ريپبلڪ جو نالو رکي ان ۾ شرابخوري، جوا، گهوڙي ڊوڙ، سمگلنگ، مينا بازارون جاري رکيون.

(۳۴) هن پاڪستان جي چئن ملڪن کي هڪ ملڪ سڏي انهن جي صدين جي جداگانہ انفراديت کي ختم ڪري مهاجر پنجابي سامراج ۽ ان جي ايجنٽن جي سياسي تسلط، اقتصادي استحصال ۽ ڪلچرل غلبہ لاءِ راهہ هموار ڪئي.

(۳۵) هن پاڪستان ۾ شامل تيندڙ چئن قومن جي وجود کان انڪار ڪري، ان کي مذهب جي بنياد تي هڪ قوم سڏي، مهاجر پنجابي سامراج جو محتاج ڪيو.

اهي مختصر ڳالهيون آهن جي پاڪستان جي شروعات ۾ پهرين مهاجر وزيراعظم جي ذهنن ۾ رونما ٿيون. ان کانپوءِ ۸ سالن اندر سنڌ ۾ مرڪزي سرڪار جي دست اندازيءَ سبب سنڌ اسيمبليءَ جي مشوري ۽ منظوريءَ کان سواءِ ۸ حڪومتون بدلي، حڪومت هلائي ويئي. جڏهن تہ سنڌ جي حڪومت يو. پي جي نوابن ۽ پنجابي عملدارن کي جاگير تي ملي هئي، جنهن جي سنڀال لاءِ جنهن کي وٺين ان کي رکن.

پهرين کهڙو وزارت هئي، ان کي ڪڍي (ٻي) پير الاهي بخش وزارت آندائون، ان جي نڪرڻ بعد (ٽي) يوسف هارون کي وزارت ۾ رکيائون، ان جي وڃڻ بعد (چوٿين) قاضي فضل الله کي وزيراعظم ڪيو ويو، ان کانپوءِ وري (پنجين) کهڙو وزارت ۾ آندائون، پوءِ (ڇهون) گورنري راڄ هلايائون، پوءِ (ستين) پيرزادو عبدالستار وزارت ۽ (اٺين) کهڙو وزارت، ان جا مثال آهن.

ان کانپوءِ سنڌ جي جداگانہ وجود کي ختم ڪري ون يونٽ ۾ داخل ڪرايو، جنهن ۾ سورهن سالن جي عرصي اندر سنڌي حقن جي اهڙي پائمالي

ڪئي ويئي. جهڙي جرمن جي نازي حڪومت جي ڏينهن ۾ مفتوح ملڪن
ان ڪئي ويئي هئي.

١٩٥٨ع کان ملڪ سان ١٢ سالن تائين مارشل لا لاڳو رکي ملٽري
حڪومت هلائي ويئي. ان کانپوءِ پاڪستان ۾ ١٩٦٩ع ۾ عام چونڊون
ڪرائي، جڏهن مرڪزي ۽ آئين ساز اسيمبليءَ ۾ بينگالين کي اڪثريت حاصل
ٿي ته اُن کي حڪومت جون واڳون ڏيڻ جي عيوض هنن جا ٣٠ لک ماڻهو قتل
ڪري، ٢ لک عورتن جي عصمت دري ڪري، هڪ ڪروڙ ماڻهن کي ملڪ
بدر ڪري، ملڪ کي اربن روپين جو نقصان پهچائي. تيئن کين زوريءَ مجبور
ڪري پاڪستان کان جدا ڪرايو ويو. خاص ڪري اُن لاءِ ته الهندي
پاڪستان جي ننڍن صوبن تي مهاجر پنجابي سامراج جو تسلط مڪمل ٿئي.

ان کان پوءِ انهيءَ مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراجي گروهه سنڌ
جي هڪ "شوئباءِ" پٽي کي اقتدار ۾ رکي سنڌ کي هينيان نقصان پهچارايا
آهن:

(١) سنڌ کي ٻن زبانن جو صوبو تسليم ڪيو ويو آهي.

(٢) سنڌ ۾ مهاجرن جي اهڙي همت افزائي ڪئي ويئي آهي جو هاڻ هو
سنڌ کي ورهائڻ جي تقاضا ڪري رهيا آهن.

(٣) سوَها قوم پرست سنڌين کي جيلن ۾ موڪليو ويو آهي.

(٤) مهاجر فسادين کي سندن نقصان ۾ پيسا پري ڏنا ويا آهن.

(٥) مهاجرن جي فساد ڪرڻ جي باوجود صدر ساري سنڌ ۾ گشت ڪري
سنڌين کي ڏوهاري ٺهرائي هدايت ڪئي ته مهاجرن جو نالو نه وٺن.
گشت پوري ٿيڻ بعد حيدرآباد ۾ مهاجرن سندس بيعزتي ڪئي ته به
کين پانهون ٻڌي عرض ڪيو ته کين معاف ڪن. جي کين ٻيو حيا نه
پوي ته اهو خيال ڪن ته هو سندن مائٽ هو (کين به سنگ ڏنا
هئائين).

(٦) ٻيا شخصي شرط جي مهاجرن سان هن جا ڪيل ٻڌڻ ۾ اچن ٿا سي
هينان آهن:

١- ڪراچيءَ کي جدا صوبو بنايو ويندو.

٢- مهاجر ڪامورن کي مکيه عهدن تي رکيو ويندو.

٣- مهاجر ڪامورن کي ١٢ سال سنڌي نہ سکڻ جي وڏيڪ ڇوٽ ڏني ويندي. انگريزن جي دؤر ۾ نون آيل آفيسرن لاءِ ١٨ مهينن اندر سنڌي سکڻ لازمي هئي.

۴- بهارينِ کي سنڌ ۾ آباد ڪرڻ جو واعدو ڪيو ويو آهي.

۵- سنڌين کي اردو لازمي سيکارڻ جو حڪم ڪيو ويو آهي.

(٦) قوم پرست سنڌين جي جلسن تي پابندي وجهي کين جيل ۾ موڪليو وجي ٿو ۽ مهاجرن کي پروپيگنڊا ڪرڻ لاءِ ڪابہ منع نہ آهي.

(٧) مهاجرن جي ضوبائي ۽ مرڪزي نوڪرين ۾ موجوده برتري ۽ اڪثريت کي بحال رکڻ جو واعدو ڪيل آهي.

(٨) ريڊيو ۽ ٽيليويزن جو قبضو اردو دانن جي حوالي ڪري اردو زبان جي فروغ لاءِ ڪتب آٽي، سنڌي زبان ۽ ڪلچر جي واڌاري جي راهہ ۾ رڪاوٽون وڌيون وڃن ٿيون.

(٩) سنڌي زميندارن کان زمينون کسي هارين کي ڏنيون وڃن ٿيون. ليڪن سنڌي هندن جي ڇڏيل زمين، جا بي واجبي مهاجرن کي ڏُني ويئي هئي ان کي هٿ نہ ٿو لڳايو وڃي.

(١٠) سنڌ يونيورسٽيءَ کي مهاجر پاليسي مطابق هلائڻ لاءِ پنو سرڪار مدد ڪندي.

(١١) بهترين سنڌي رٽائرڊ آفيسرن کي بہ نوڪري ۾ نہ رکيو ويندو پر مهاجر ۽ پنجابي رٽائرڊ آفيسرن کي پينشن ڪانپوءِ بہ نوڪريءَ ۾ رکڻ تي بندش نہ رهندي.

پنې سرڪار جو تازو مهاجر پنجابي سامراجين جي خوش ڪرڻ لاءِ آئين پاس ڪرايو آهي. ان مان سنڌ کي هينيان نقصان پهتا آهن:

(١) ان آئين جي آڌار تي پنجاب جو اڪثريت وارو صوبو سنڌس تعداد، پيسي، ملٽري ۽ سول سروس جي گهٽائي ڪري سنڌ تي حاوي رهندو. اهو صوبو سنڌ جي پيسي تي حڪومت هلائيندو رهندو.

(٢) انهيءَ آئين جي آڌار تي سنڌ جي ڪمائي، ٽيڪسن، زمين، ڪارخانن، واپار ۽ نوڪرين تي ٻين صوبن جي رهاڪن جو استحصال رهندو.

(٣) انهي آئين جي آڌار تي نظريہ پاڪستان، اسلامي آئين ۽ مضبوط مرڪز

جي نالي ۾ سنڌ. مهاجر پنجابي سامراج جي ڪالوني ٿي ويندي.

(٥) انهي آئين جي آڌار تي ٻاهرين مٽاسٽا، واپار، بئنڪن، ريلوي، پوسٽ، ٽيليگراف، ريڊيو، ٽيليويزن، ڪاٺين ۽ اقتصادي ادارن تي مرڪزي حڪومت جو قبضو رهنو آهي، جنهن تي مهاجر پنجابي سامراج جو قبضو آهي ۽ رهنو آهي.

(٦) انهيءَ آئين جي آڌار تي دفاع، خارجيه معاملات ۽ ڪرنسي مرڪز جي حوالي هئڻ ڪري ملڪي سياست تي مهاجر پنجابي سامراج جي قبضي لاءِ حالات سازگار رهندا.

(٧) انهي آئين جي آڌار تي سنڌي قوم کي اقليت جو درجو ڏئي مرڪزي اسيمبليءَ ۾ آباديءَ جي لحاظ سان نمائندگي ڏني ويئي آهي.

(٨) انهي آئين جي آڌار تي سنڌ کي مرڪزي حڪومت جي نوڪرين ۾ هڪ سيڪڙي کان وڌيڪ نوڪريون ملي نه سگهنديون. حالانڪه مرڪزي حڪومت جا ٨٠ سيڪڙو ٽيڪس سنڌ مان وصول ٿين ٿا.

(٩) انهيءَ آئين جي آڌار تي سول سروس مرڪزي حڪومت جي هٿ ۾ رهڻ ڪري صوبائي خودمختياري بيڪار ٿي پوي ٿي.

(١٠) انهيءَ آئين جي آڌار تي پاڪستان جي جهوني ۽ ترقي يافته سنڌي زبان کي ريتي پاڪستان کان ٻاهر جي اردو زبان کي قومي زبان بنايو ويو آهي.

(١١) انهي آئين جي آڌار تي ملڪ ۾ مذهب کي سياست سان گڏي ان جي ترقيءَ جي راهه ۾ رڪاوٽ وڌي ويجي ٿي.

(١٢) انهي آئين جي آڌار تي پر وارن ملڪن، ڀارت، بنگلاديش ۽ افغانستان سان مخاصمت جي پاليسي چالو رهندي.

(١٣) انهيءَ آئين جي آڌار تي ٻين صوبن جي ماڻهن کي سنڌ ۾ ڪالونائيز ٿيڻ جوٽ رهندي.

(١٤) انهي آئين جي آڌار تي سوشلزم جي بنياد تي ملڪ جو معيار زندگي بلند ڪرڻ جي راهه ۾ رڪاوٽ رهندي.

هن وقت حڪومت پيپلز پارٽيءَ جي هٿ ۾ آهي. جماعت اسلامي نالي خاطر مخالفت ۾ آهي. هي ٻئي جماعتون امريڪن سامراج جي ايجنٽ طور

ڪم ڪري رهيون آهن. اها امريڪي سامراج جي چال آهي جو هڪ کي حڪومت ۾ ۽ ٻئي کي مخالفت ۾ رکيو اچن. پاليسي ٻنهي جماعتن جي مکيه مسئلن بابت ساڳي آهي.

نظريه پاڪستان، اسلامي حڪومت جو دوکو، مضبوط مرڪز، ڀارت دشمني، امريڪن عهدنامن ۾ شرڪت، سنڌ جو استحصال، اردو زبان ۽ ڪلچر جي فروغ ۾ ٻئي شامل آهن.

پيپلز پارٽيءَ ۾ ملڪ جا بداخلاق، ڪوڙا، ظالم ۽ استحصالي وڃي گڏ ٿيا آهن. سندن مکيه ڪردار مهاجر پنجابي سامراج جي دلالي ڪرڻ ۽ امريڪي سامراج جي پوئلڳي آهي.

(۱) اها ڳالهه ڪنهن کان لڪل نه آهي ته شخصي ۽ سياسي مخالفن کي پاڪستان جي بچاءَ جي قانون هيٺ سوين جي تعداد ۾ جيلن ۾ موڪليو ويو آهي.

(۲) اها ڳالهه به گهٽن کان لڪل نه آهي ته شخصي ۽ سياسي مخالفن کي جيلن ۾ ڏنبي ڏيڻ، پيشاب پيارڻ، ڪرفتي مڪارائڻ ۽ ٻيا عذاب ڏيڻ جو ڪم هي نام نهاد عوامي حڪومت ڪري رهي آهي.

(۳) اها ڳالهه به مخفي نه آهي ته عذابن جي خوف کان ڪي گهربل مخالف روپوش ٿي وڃن ٿا يا نٿا لين ته انهن جي عزيزن کي يرغمالي طور ٿاڻن تي بند ڪيو وڃي ٿو.

(۴) اها ڳالهه، ڪنهن کان لڪل نه آهي ته اڪثر وزير ۽ انهن جا مکيه ڪارڪن شرابي، زاني، رشوت خور ۽ سمگلرس آهن.

(۵) اها ڳالهه به لڪل نه آهي، ته مکيه پارٽيءَ عهديدارن کي رضامند ڪرڻ جو هڪ ذريعو رنون مهيا ڪرڻ، ۽ شراب ڪباب ميسر ڪرڻ آهي.

(٦) هن حڪومت سندس آقا مهاجرن کي رضامند ڪرڻ خاطر هڪ مکيه پيپلز پارٽيءَ جي گورنر کي ڪڍي رسوئي ملڪ لياقت علي خان جي زال کي گورنر ڪري رکيو آهي.

(۷) انهي حڪومت جي پاليسيءَ جو ان مان پتو پوي ٿو ته هڪ طرف هن مهاجرن جي رضامندي خاطر سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگردن کي جيلن ۾ وڌو آهي ۽ رسٽيڪيٽ ڪيو آهي ته ٻي طرف سنڌي گورنر جي

ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ مهاجر شاگردن طرفان سخت بي عزتي ٿيڻ ۽
وزير تعليم مسٽر پيرزادي کي جوتا لڳڻ جي باوجود نه ڪو شاگرد
رسٽيڪيٽ ڪيو آهي نه جيل موڪليو آهي.

(٨) پيپلز پارٽيءَ جو ليڊر حد درجي جو ڪوڙو، ابن الوقت ۽ بداخلاق
ماڻهو آهي. انهي ماڻهوجنرل ايوب خان کي راضي ڪرڻ لاءِ ڪيس
لينن، ڪمال اتا ترڪ، صلاح الدين ايوبي، ابراهيم لنڪن جو همسر
بنايو ۽ شاهه لطيف جي هٿان هار پارائڻ جو مستحق قرار ڏنو هو.

انهي ماڻهو جنرل يحيٰ ۽ ٻين جنرلن کي ١٧ جنوري ١٩٧١ع لاڙڪاڻي
۾ گهرائي مشورو ڏنو ته عوامي ليگ کي ملڪ جي حڪومت حوالي ۾ نه
ڪجي، بينگالي جي مخالفت ڪن ته مٿن فوجي قدم کنيو وڃي.

انهيءَ ماڻهو بينگال ۾ وڃي جنرل يحيٰ خان کان عوامي ليگ خلاف
فوجي قدم کڻائي واپس اچڻ تي ڪراچيءَ ۾ چيو ته:

”شڪر خدا جو، جو بر وقت قدم کڻي جنرل يحيٰ خان پاڪستان کي
بچائي ورتو.“

انهي ماڻهوءَ شمله ۾ وڃي ڀارت سان باهمي سمجهوتي سان فيصلا
ڪيا، جيتوڻيڪ هو ذهني طرح صاف هو ته اهو صرف ڏوڪو ڪري وڃايل
ايراضي ملڪ جي وراثت لاءِ اٿين ڪري رهيو هو. انهي ڪري مون ساٿس
شمله ۾ گڏجي وڃڻ کان انڪار ڪيو هو.

اهڙين حالتن هيٺ جڏهن اسان ١٩٢٠ع کان بمبئي کان سنڌ کي جدا
ڪرڻ جي تحريڪ تي نظر ڪري ان جو هن وقت جي حالتن سان مقابلو
ڪريون ٿا ته معلوم ٿئي ٿو ته اسان سنڌ جي رهاڪن کي وڏيڪ نقصان
پهتو آهي ۽ وڏيڪ غلاميءَ ۾ جڪڙيو ويو آهي.

(الف) انهي وقت منظم سازش ذريعي هندستان، پنجاب ۽ سرحد کان ڪثير
تعداد ۾ ماڻهو گهرائي انهن کي سنڌ ۾ ڪالونائيز نه ڪيو ويو هو.

(ب) انهيءَ وقت سنڌ ۾ سنڌي ٻولي رائج هئي ۽ هر هڪ ٻاهرين نوڪري
ڪندڙ لاءِ ان جو سکڻ لازمي هو. هينئر وانگر سنڌ کي ٻن زبانن جو
صوبو نه بنايو ويو هو.

(ت) انهي وقت جيڪڏهن هندو واپارين ۽ سرڪاري نوڪرن عوام جو
استحصال ٿي ڪيو ته اهي پيسا به هتي خرچ ٿي ڪيا نه هينئر وانگر

ڪروڙن جي تعداد ۾ ساليانہ پيسا ٻاهر نہ ڪڻي ويندا هئا.

(ث) انهيءَ وقت جا هندو ڏيساور تي وچي ڪروڙن جي تعداد ۾ ٻاهران ڪمائي سنڌ ۾ خرچ ڪندا هئا.

(ج) انهيءَ وقت جا واپاري هڪ روپيہ تي پيسو يا ٽڪو نفعو ڪمائيندا هئا. نہ هن وقت جي واپارين وانگر روپئي تي روپيو نفعو ڪائيندا هئا.

(ح) انهي وقت جي هندن شاهہ لطيف، سچل سرمست، روحل فقير، شاهہ جهانيان وغيره جي درگاهن جي حاضري ڀري انهن جي ڪلامن جا شرح لکيا. سنڌي زبان ۾ ڪيئي ڪتاب لکي ان کي مالا مال ڪيو، نہ هن وقت جي رهاڪن وانگر سنڌي زبان جي دشمني اختيار ڪئي هئي.

انهن حالتن کي مدنظر رکي اسان جو مثال ان تتر وارو ٿيو آهي جو پاڻ کي باز کان بچائڻ لاءِ اچي هڪ فقير جي گودڙيءَ ۾ لڪو. جنهن تي فقير ان کي بچاءَ ڏيڻ جي عيوض موريگو کهڻ لڳو. ان تي تتر چيس تہ ”مون پانيو فقير، پر تون تہ بازن کان بچڙو آهين.“ هن مهاجر پنجابي سامراجين اسان جي حالت نهايت ابتر بنائي آهي.

(۱) اسان سمجهيو هو تہ پنهنجي دين ڀائين جي مدد وٺڻ ڪري اسان هندو مستقل مفاد جي چنبي کان آزاد ٿينداسون، پر اسان کي ڪهڙي خبر تہ ان ڪري موريگو اسان مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراج جا غلام ٿي ويندياسون.

(۲) اسان سمجهيو هو تہ پاڪستان بنجڻ بعد دارالاسلام قائم ٿي ملڪ ۾ محبت ۽ امن جو دور دوره شروع ٿيندو. اسان کي ڪهڙي خبر تہ پاڪستان بنجڻ بعد نفرت، نفاق ۽ استحصال جو راڄ قائم ٿيندو.

(۳) ابتدا ۾ جيڪي قتل غارت، خون خرابيون ٿيون هيون انهن کي انقلاب جو لازمي نتيجو سمجهي صبر ۾ رهياسون. اسان کي ڪهڙي خبر تہ روز بروز ان ۾ حالتون خراب ٿينديون ويندوين.

(۴) ۲۵ سالن جي تجربي بعد آئون هن نتيجي تي پهتو آهيان تہ هي ملڪ غلط بنيادن تي برپا ٿيل هو. ان جي درست ٿيڻ جو ڪوبہ امڪان ڪونہ آهي، ان جو علاج صرف ان کي ختم ڪري سنڌ کي آزاد ڪرڻ ۾ مضمر آهي. هن جو مثال مسجد ضرار جهڙو آهي، جنهن کي رسول اڪرم ڊاهرائڻ مفيد ڄاتو هو.

(۵) هنن سامراجين سنڌ جي مکيہ ڪلاس کي بي غيرت بنائي ڇڏيو آهي.
پڻي صاحب خوشامد ڪري ۽ سنگ ڏئي مهاجر پنجابي حاڪمن کي
راضي ڪرڻ ۾ مشغول آهي. پير صاحب پاڳارو مهاجرن جي رضامندي
خاطر لکين بهارين کي سنڌ ۾ آڻائي سنڌ جي اصلوڪن رهاڪن کي
اقليت ڪرڻ جي ڪڏي ڪم ڪان نٿو رهي.

سنڌين لاءِ بہ رستا رهيل آهن يا تہ بيدار ٿي پاڪستان کي ڊاهي آزاد
سنڌ جي حڪومت ناهين. يا ريڊ انڊين وانگر ختم ٿي وڃڻ لاءِ تيار ٿين.
اسان جي دانهون ڪريون ٿا تہ ان جي پاداش ۾ سزا ڏني وڃي ٿي.

مرغ بسمل مت رو يهان آنسون بهانا هے منع،
اس قفس کے قيديون کو آب و دانہ هے منع.

هاڻ تہ آئون ان حالت کي پهتو آهيان جو رات جو اٿي خدا کان روزانو
هي دعا گهران ٿو تہ:

ياخدا! پاڪستان جي ظلم، استبداد ۽ غلاميءَ کان سنڌين کي آزاد
ڪر.

ياخدا! مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي ايجاد ڪرده نظريہ پاڪستان
مان سنڌين جي جان آزاد ڪرائي منجهن سنڌي قوميت جو جذبو پيدا ڪر.

ياخدا! هن فسطائي نظريہءِ اسلام، جو نفرت جو مخزن آهي — مان
اسان کي آزاد ڪرائي راهہ راست تي هلاءِ.

پاڪستان، نظريہ پاڪستان، مهاجر پنجابي تشريح واري اسلام کي
آئون سنڌ لاءِ زهر قاتل ٿو سمجهان. ۽ انشاءالله باقي زندگي ان جي پاڙ پٽڻ
۾ صرف ڪندس.

**مجازي عشق جي ارتقا:**

مري جي تہ ماڻين، جانب جو جمال،
ٿئين هوند حلال، جي پند اها ئي پارئين.
(شاهہ)

اڳي بڌائي آيو آهيان تہ مجازي مڪتب ۾ منهنجا ٽي استاد يا ائين ڪٿي
چئجي تہ سفر مجاز ۾ ٽي رهبر ساٿي هئا. جن کي (م) (س) ۽ (ت) جي
نشانن سان منسوب ڪيو اٿم.

(م) مون کي مرشد وانگي رهنمائي ڪري حقيقي منتظر کي لباس مجاز سان منهن مقابل ڪيو.

(س) مون کي سهارو بنجي زندگيءَ جي ڪاروبار کان علحده ٿيڻيا رهبانيت اختيار ڪرڻ کان بچائي ورتو.

(ت) مون کي مجاز جي فاني هئڻ جو مثال پيش ڪري، لاڳاپن لاهڻ ۽ تياڳ جو سبق سيکارڻ سان روشناس ڪيو.

پوئين الميہ بعد شخصي مجاز مون تان سندس پنڌڻن جو چارو وڃائي ويٺو هو.

ڪجهہ وقت اها جاءِ خالي رهي جيسين تائين منهنجي محبت نئون جنم ورتو. اڳي ان محبت جو قسم مومل راڻي جي پيار جو هو، هاڻ ان صورت بدلائي ماروئيءَ جي ملير ۽ مارن جي پريم جي شڪل اختيار ڪئي هئي.

منهنجي محبت افراد جي عيوض هاڻ سنڌ ۽ سنڌين جي صورت ورتي. اها محبت نيم مجازي ۽ نيم حقيقي قسم جي هئي. ان راهہ ۾ دلچسپي وٺڻ ۽ رهبري ڪرڻ لاءِ هيٺيان ماڻهو مون کي مددگار ثابت ٿيا.

(١) شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، (٢ مولانا روم عليہ رحمت، (٣) علامہ آءِ.آءِ. قاضي، (٤) مولانا عبيدالله سنڌي، (٥) هشو ڪيول راماڻي (٦) دادا چيتمل پرسرام (٧) (س) دوست.

**(١) شاهہ عبداللطيف ڀٽائي عليہ:**

رسالي شاهہ لطيف جي سر مارئيءَ ۾ حب الوطنيءَ جو ذڪر اڳي پڙهيو هوم. ازانسواءِ ١٩٣٠ع ۾ خواب ۾ سندس ڪيل تلقين تہ ”توکي خداشناسائيءَ جي راهہ ۾ حب الوطني، مذهبي رواداري ۽ سماجي ڀلائيءَ جا ڪم گهڻو مدد ڏئي سگهندا. جنهن لاءِ ڀهرين سنڌ جي محبت ۾ مستغرق رهڻو هو“ ـــ ياد هئي.

پر جڏهن شاهہ جي شارحن کان حب الوطنيءَ جي معنيٰ پڇندو هوس تہ اڪثر ان جي معنيٰ روحاني ٻڌائيندا هئا. ڇيءَ شاهہ صاحب جنهن وطن جو ذڪر ڪيو آهي اهو وطن عالم ارواح جو هو. جتان جدا ٿي ماڻهو عارضي وقت لاءِ هتي آيل هو. ان ڪري ان اصلي وطن جي حب رکڻ ضروري هئي. سندن چوڻ هو تہ شاهہ جو اصل وطن مان مقصد روحاني وطن هو.

شاهہ صاحب رڳو استعارن ۾ ملير ۽ مارن جو نالو ورتو آهي. ليڪن جڏهن مون کي هن پوئين دؤر جي تجربي بعد وحدت الوجود جي فلسفي جي ٿوري گهڻي سمجهہ اچڻ لڳي تہ آهستي ٿي پتو پوڻ لڳو تہ ظاهري وطن ۽ باطني وطن جدا نہ هئا، بلڪہ هڪ تصوير جا ٻہ پهلو هئا. روح ۽ جسم جدا حقيقتون نہ هيون، بلڪہ هڪ ئي مسئلي جون ٻہ سمجهاڻيون هيون.

ڪجهہ ڪجهہ ان ڳالهہ جو پتو اڳي هوم. پنهنجي ڪتاب پيغام لطيف ۾ ٢٢ سال اڳي هينئين طرح خيالن جو اظهار ڪيو هوم:

"شاهہ صاحب جي ڪلام ۾ مارئيءَ جي سُر اندر حب الوطني، عوام جي محبت، آزاديءَ جي تمنا، قديم روايات کي برقرار رکڻ، ڌارين جي لالچن کان پرهيز ڪرڻ، غير جي ڏاڍائيءَ اڳيان سر نہ نمائڻ، جا جذبات پريا پيا آهن.

جيڪڏهن ان جي سياسي معنيٰ وٺبي تہ مارئيءَ کي محب وطن، عمر کي ظالم حاڪم، عمر ڪوٽ کي غلاميءَ جي زندگي ۽ ملير کي آزاديءَ جي دنيا سان تشبيهہ ڏئي سگهجي ٿي.

شاهہ صاحب مارو سنڌي عوام کي سمجهي ٿو ۽ ملير مان سندس مراد "آزاد سنڌ" آهي. ملير طرف مينهن وسڻ مان ٻسندس مقصد ان جي ترقي جي اميد جو پيدا ٿيڻ آهي. هن کي سنڌ جي بدويانہ تهذيب تي فخر آهي. ان ڪري سنڌين کي چوي ٿو تہ ٻين جي محلاتن، پلنگن، سيجن، نرم وهاڻن، زري ۽ زربفت جي ڪپڙن، طرح طرح جي طعامن، عطرن، عنبيرن وغيره کان پنهنجون جهوپڙيون، ڪنا، لويون، ڏٿ ۽ پيرون هزار دفعا بهتر آهن.

سنڌي عوام (مارن) سان گڏ زندگي گذارڻ، لوئيءَ جي لڄ رکڻ، عمر جي ڏاڍائي اڳيان سر نہ نمائڻ، بند ۾ خوشي نہ ملهائڻ، آزادي ماڻڻ کان اڳ بند ۾ مرڻ کان پناهہ گهرڻ، ڪوٽن جي ڪِرڻ ۽ زنجيرن جي ٽُٽڻ جي آس رکڻ هن سُر جا خاص جزا آهن." سنڌين لاءِ شاهہ چوي ٿو تہ:

چئي ڪن فيڪون، جڏهن خلقيا روح خدا،
گڏ جت گذران هو، جڙ لڳي تنهن جاءِ،
مون تون هين سين آهہ، اها ساڃاهہ سپرين.
(شاهہ)

شاهه کي سنڌين (مارن) لاءِ ذاتي محبت آهي انهن سان آزاديءَ ۾ زندگي گذارڻ. پنهنجي وس کان ٻاهر ڏسي رت روئي چوي ٿو ته:

ري اعرابين هت، گهنگهر گهارڻ مون ٿيو.
"بَکَتِ العينانِ في هوَا کَدما" پچان ساڻ پرت.
من اکيون تن تت. جتي جنم جيڏئين.

سنڌ وطن ساڻ جا کيس محبت آهي ان جو پتو سندس هنين بيت مان پوي ٿو:

ڀِيءَ سک، پيرن کيهه، کو نيهن نياپو مارئين،
ات اکنديي آهيان، تنهن آتڻ تنهن ڏيهه،
سندي جا ساٿيهه، کيه کتوري پانئيان.

پنهنجي وطني پائرن جي محبت ۽ پيار کي هيڙي طرح ادا ڪري ٿو:

تر تر اندر تاک، عمر ماروئڙن جا،
لاتائون لطيف چئي، مٿان لوئي لاک،
عمر ڪريو آک، ڀهريو تي پن چران.

سنڌين جي بدويانهه تهذيب، سندن خانه بدوش زندگي، جهنگلن ۽ ٻرن ۾ رهڻ کي فخر جي نگاهه سان ڏسي ٿو ۽ انهي کي عيب سمجهي شرمائجي ٿو:

اسين تئان آئيون، جت کهنبو ناهه،
جي ويون ڪنهن وهانءَ، ته پڻ مٿهون لوئيون.

***

آٿين ۽ چاڙهين، ڏت ڏيهاٿي سومرا،
سٿا کيو سيد چوي، سائون سڪائين،
پلاهه نه پاڙين، عمر آراڙيءَ سين.

***

هک جاءِ تي چئي ٿو ته اگرچه مسکيني ۽ غلاميءَ جي زندگي سنڌين جو حال هيٺو ڪري ڇڏيو آهي پر هنن جو ست ايڏو آهي. جو آزاديءَ جي آسري تي ڪيڏي به قيمت تي پنهنجي روايات نه وساريندا:

سهسين سيبا ڪنجري، لوئي ليڙ تيام،
اباڻن جي آسري، ڪتي ڪانه ڪيام،
کپا ڏت ڏکيام، تنهن جو پرور! پن رهائيين!.

سنڌي عوام جي غربت ۽ غلاميءَ جي قيد ڪي ڏسي ارمان ٿئيس ٿو پر دل مضبوط ڪري ڪين دلاسو ۽ ڏڍ ڏيئي چوي ٿو، تہ پنهنجي روايات ڪي نہ وسارجو. ڏکيا ڏينهن جلد گذري ويندا. آخر آزادي ۽ ترقي نصيب ٿيندي.

ڪو ڏينهن آهين ڪوٽ ۾، لوئي هڏ م لاهہ،
ڪامڻ اوهان جي ڪر جي اي آڏ وڏائي آهہ،
ستي سيل نباهہ، مليرِ ويندينءَ مارئي.

سنڌين جي مشڪلاتن ۽ تڪليفن هوندي بہ سندن ست ۽ همت جو هينئن طرح ذڪر ڪري ٿو:

زيرين پيرڙين لُوه ۾، ڳتن ڪيس ڳاهہ،
سنڪي سنڌي سومري، هڏ نہ چاڙهيم ماهہ،
سرتيون دعا ڪجاهہ، تہ پرم پاروڙيءَ رهي.

ملڪي حاڪم ۽ سندن حواري حڪمران طبقا جڏهن ملڪ جي سموري پيداوار تي قبضو ڪري رنگ رليون ۽ خوشيون ملهائين ٿا تہ ان حالت ۾ شاهہ چوي ٿو تہ جيستائين اسان آزاد نہ ٿيا آهيون ان وقت تائين خوشيون نہ ملهائينداسون:

عمر اڇا ڪپڙا، ڪاٺياريون ڪيئن ڪن،
جنهين جترن ۾، ور ٿا وينڻ سهن،
هوءَ جي حق پچن، سي ڪيئن ستيون سومرا!

***

آئون ڪيئن سوڙهين سمهان، مون ور گهاري ولهہ،
ڪتيري تان ڪل، عمر ڪج نہ اهڙي.

***

غلاميءَ جي زندگيءَ جو ذڪر هينئن طرح ڪري ٿو:

سونهن وڃايم سومرا، ميرو منهن ٿيوم،
وجهہ تت پيوم، جت هلڻ ناهہ حسن ري.

حڪمران طبقي ۽ ڏارين جي ساز سامان، حڪومت جي دٻدٻي، علم ۽ عقل کي ڏسي جي ماڻهو عارضي نفعي خاطر پنهنجي روايات کي ڇڏي انڌي تقليد ڪن ٿا، ۽ ملڪي معاملات ۾ غداري ڪن ٿا. تن کي چوي ٿو تہ:

هي منهن ڏيئي ٻن، تون وهه ڪائي نه مرين،
تان جي ملير ڄائيون، تو سين سڳ نه ڪن،
تون ڪيئن منجهان تن، پاڻ ڪوٺائين مارئي.

وري ڪنهن وقت وجد ۾ اچي دعا گهري ٿو ته خدا ڪري اهو ڏينهن نه ٿئي جو ملڪ ۽ قوم کي غير جي غلاميءَ کان آزاد ۽ مسڪينيءَ جي حالت کان ٻاهر ڏسڻ کان اڳ مري وڃي —

الله ائين م هوءِ، جيئن آئون مران بند ۾،
جسو زنجيرن ۾، راتو ڏينهان روءِ،
ڀهرين وڃان لوءِ، پوءِ مر پڇنم ڏينهڙا.

ڪڏهن سنڌين جي ملڪي مسئلن طرف ڪم توجهي ڏسي چوي ٿو ته انهن ۾ قومي احساس هجي ها ته غلامي گهڻو وقت ڪانه رهي سگهي ها. ۽ ڪيس ايتري اذيت نه ٿئي ها —

جي ڪر لڏائون، ته بنديءَ بند نه ساريو،
ماروئڙن آئون، جيڪس ويس وسري.

ڌاريان جڏهن ڪيس طعنا ڏيئي چون ٿا ته سنڌي جاهل، بزدل ۽ اڻ سڌريل آهن ته ڪين چوي ٿو ته:

جيها جي تيها، مون مارو مڃيا،
مون جيڏيون ملير ۾، چوندين موڪ مها،
منهنجي آس اها، ڪيڏهن ڪيرائيندي ڪوٽ کي.

مطلب ته شاهه صاحب حب الوطني کي ايمان جو جزو ۽ مذهب جو جوهر سمجهي ٿو."

**(٢) مولانا جلال الدين رومي عليه:**

پيو بزرگ جنهن ماڻهن جو توجهه پنهنجي اصل طرف ڇڪائي نڙاندي جو واتان پنهنجي وطن "نيستانِ" (نڙلي) کان جدا ٿيڻ بعد هن ۾ جو سوز فراق پيدا ٿيو آهي، ان جو ذڪر هيئين طرح ڪيو آهي:

بشنوازني چون حمايت مي ڪند،
وز جدا نيها شڪايت مي ڪند،
ڪز نيستان تا مرا ببريده اند،

از نفيرم وزن ناليده اند.
سينہ خواهم شرح شرح از فراق،
تابگويم شرح درد اشتياق،
هر کسي کو در ماند از اصل خويش،
باز جو يد روزگال وصل خويش.

معنيٰ: مولوي دين محمہ اديب:

ٻڌ تہ نڙ کهڙي ٿو دانهن ڪري،
۽ جداين جي شڪايت ٿو ڪري،
. مون کي ٻوڙي مان جڏهين ڪپيو اٿن،
منهنجي دانهن کان روئن ٿا مرد زن،
دل ويچوڙي کان هجي جا چور چور،
سڪ سندا ان کي پسايان سوز سور،
اصلِ پنهنجي کان ٿئي جيڪو پري،
وصل لئي سو ٿو وري ڪوشش ڪري.

مولانا مذڪوره بالا سطور ۾ پنهنجي اصل کان جدائيءَ جي شڪايت ڪري ساري مثنويءَ ۾ محبت جو ذڪر ڪري ٻڌندڙن کي اصل جي بازيابيءَ لاءِ صلاح ڏئي ٿو. مولانا نڙ ذريعي پنهنجي نڙلي واري دنيا مان ڪٽجي اچڻ جو احوال ڪري ٿو ۽ شاهہ صاحب مارئيءَ جي واتان ملير ۽ مارن کي ملڻ جي خواهش جو اظهار ڪري ٿو:

هن پڻ پنهنجا ساريا، هي هنجهون هڏن لئي هاري.

جيتوڻيڪ مارئي هڪ گهر جو فرد هئي، پر هن کي گهر سان گڏ ملير ۽ مائٽن سان گڏ مارو ياد هئا. اهڙيءَ طرح نڙ بہ هڪ تيلي مان ڪپيو هوندو. پر هتي مولانا نڙ کان سڄي نيستان (نڙلي) جي ياد جو ذڪر ڪرائي ٿو.

انسان ٻن جزن جو مرڪب آهي. هڪ مادو ٻيو روح. يعني مادو ۽ جوهر. ٻهرئين کي مجاز جي نالي سان سڏين ٿا. ٻئي کي حقيقت. ليڪن ٻنهي جو تعلق هڪٻئي سان اهڙو گهاٽو آهي، جو مولانا ان بابت فرمائيتو تہ:

سر من از نالہ من دور نيست، ليک چشم و گوش را آن نور نيست،
تن زجان و جان زتن مستورنيست، ليک کس را ديده جان دستورنيست.

معنيٰ ـ مولوي اديب:

راز منهنجو دانهن کان دور ناهه. ڪن ۽ اک کي سمجهه جو پر نور ناهه.
جان کان بت ۽ بت کان جان دور ناهه. پر ڏسڻ جو عام کي دستور ناهه.

هتي وري وحدت الشهود ۽ وحدت الوجود جو تفاوت معلوم ڪرڻو پوندو. روح ۽ مادي کي جدا وجود ڄاڻڻ شهود آهي ۽ ٻنهي کي هڪ شيءِ جا ٻه پاسا سمجهڻ وجود آهي. جيڪڏهن روح جو وطن تي سگهي ٿو ته جسم جوبه وطن ٿئي ٿو. روح جو وطن ڪي صوفياءِ ڪرام ڪٿي عالم الارواح ٻڌائين، ذات حق قرار ڏين يا بحر محيط سان تشبيهه ڏين ته به ان جو ظهور جسم ۾ ٿئي ٿو. جيڪڏهن روح جي آزادي صرف جسم کان جدائيءَ ۾ هجي ها ته اها خودڪشي ذريعي به حاصل ٿي سگهي ٿي. پر خودڪشيءَ کي وڏو گناهه ٺهرايو ويو آهي. اصل مقصد روح جي وطن سان ملڻ جو تڏهن حاصل ٿي سگهي ٿو. جڏهن جسم کي پنهنجي تجربي سان مالامال ڪري فرض ادائي پوري ڪري جسم ۾ رهڻ وقت هن ڪِي جسم جي وطن جو به لحاظ رکڻو آهي. روح کي جيستائين جسم جي وطن لاءِ ڪشش پيدا نه ٿي آهي ان وقت تائين هن جو ايمان ئي ڪامل نٿو ٿئي.

فرد جي سڃاڻپ قوم سان ٿئي ٿي ۽ قوم جي سڃاڻپ وطن سان ٿيندي آهي. ان ڪري مولانا صاحب جي ساري فلسفي محبت جو مرڪز وري وطن ئي وڃي بيهندو.

رسول مقبول صلعم جي حديث "حب الوطن من الايمان" روميءَ جو مرڪزي لفظ آهي. انهنَ ٻنهي بزرگن جي تعليم اڳ ۾ منهنجي دل ۾ وطن سنڌ جي حبُ پيدا ڪئي هئي. ليڪن عشق جو دستور آهي ته ان ۾ ٻن شين جي محبت هڪ وقت رهي نه سگهندي آهي. جهڙيءَ طرح ٻه ترارون هڪ مياڻ ۾ نه ماپي سگهنديون آهن.

ان ڪري پاڪستان نظريه يا ڇئجي ته اسلام جي محبت ۾ ڦاسڻ ڪري ان حقيقي طرف کان غافل رهيس. جيستائين مجاز جي ابتدائي مرحلي جو تجربو پئي ڪيم ٻئي طرف نگاهه نڪري سگهيس. پر هاڻ سمجهان ٿو انهيءَ تجربي جي ضرورت هئي جو ان کان سواءِ وطن جي محبت جي صحيح سڃاڻپ نه ٿي سگهي ها.

جيڪڏهن (م) جي محبتَ، وصال ۽ فراق جا سبق سيکاري دلي تعلق ۽ انهن کان دوريءَ جي مختلف پهلوئن کان واقف نه ڪري ها ته تجربو ئي نه ٿئي ها.

اڳتي آئون چئي آيو آهيان ته اڳتي هلي مون کي معلوم ٿيو هو ته فراق ۽ وصال ٻئي دلي لاڳاپي ۽ ڪشش جا درجا هئڻ ڪري ساڳي ڳالهہ هئا.

اڳتي ترقي ڪرڻ لاءِ مون کي انهن ٻنهي جي اثرن کان آزاد ٿيڻ جي ضرورت هئي. اها ضرورت منهنجي (ت) جي اوچتي انتقال پوري ڪئي. جنهن مون کي دنيا جي جملي تعلقن جن ۾ دلي ڪشش به اچي ٿي ويئي، کي ترڪ يا تياڳ ڪرڻ جو سبق سيکاريو. اهو مجاز جي شخصي عشق ۾ فنا جو درجو هو. پر فنائون به ڪيتريون ٿين ٿيون هي پهرين هئي.

**(٣) علامہ آء. آء. قاضي:**

هن صاحب جي تعليم مون کي سنڌ جو دنيا ۾ مقام، ان جي رهاڪن جي مشن ۽ ان جي سرانجاميءَ جي اهميت کان واقف ڪيو. آل انڊيا مسلم ليگ منعقده ڪراچي ١٩٤٣ع ۾ مون سندس هدايتن موجب پنهنجي استقباليہ ڪميٽيءَ جي صدارتي خطبي ۾ هيٺينءَ طرح خيالن جو اظهار ڪيو:

" دوستو ـ فطرت زمين سنڌ جو ماضي نهايت شاندار ڪيو هو ۽ اسان کي اميد آهي ته ان جو مستقبل به اهڙو ئي روشن ٿيندو. ڪيترين ڳالهين ڪري هن زمين جي تاريخ بينظير ٿي رهي آهي. اها قديم تهذيبن جو آشيانو هئي جنهن جي ثابتي موهن جي دڙي ۽ ٻين آثار قديمہ مان ملي سگهي ٿي. هيءَ ئي سرزمين آهي جتي دنيا جا ڪيئي نسل ملي جلي هڪ ٿي ويا.

دراوڙ، آريا، سامي، منگول نسلن جا نشان هتي آسانيءَ سان ڳولي لهبا. نہ صرف نسلن جو ميل جول هن زمين ۾ ٿيو ليڪن مختلف مذهبن ۽ انهن جي فلسفن جو هڪ ٻئي تي اثر ۽ ميلاپ ٻڻ جهڙو هتي ٿيو. اهڙو ٻيءَ جاءِ تي ڇڏيو ٿيو هوندو.

ٻڌ ڌرم جيتوڻيڪ وچ هندوستان ۾ پيدا ٿيو ليڪن اهو وڌيو ويجهيو هن سرزمين تي. هتي جي رهاڪن مهاتما گوتم ٻڌ جو نفيءَ وارو سبق اجا نہ وساريو هو. جڏهن اسلام هن سر زمين ۾ پير پاتو تہ ٻڌ ڌرمز اجا مروج هو. اسلام صرف اڳين تعليم ۾ اثبات جو اضافو ڪيو.

ويدانيت ۽ وحدانيت جا فلسفا ۽ متا هتي ئي هڪٻئي تي اثرانداز ٿيا. هڪ طرف وحدانيت هندو يوڳيءَ تي اثر وڌو ۽ بت پرستيءَ کي گهٽايو تہ ٻئي طرف مسلم درويشن سنياس مان سبق ورتا ۽ راڳ کي تصوف جو جزو بنايو. هندو مسلم عقيدا باهمي سمجهوتي ۽ رواداريءَ سان هڪٻئي جي

نزديڪ اچڻ لڳا. گرونانڪ جي سکيا انهيءَ ميل جول جو نچوڙ. مکيه مثال ۽ نتيجو آهي.

مسلم صوفين هن ملڪ ۾ شاهه عبداللطيف جي سرڪردگيءَ هيٺ مذهبن جي بنيادي اتحاد جو پرچار ڪري مختلف مذهبن جي پوئلڳن ۾ محبت. رواداري پيدا ڪئي. جنهن جو عملي ثبوت هتي جي هندو مسلم رهاڪن جي باهمي خوشگوار تعلقات مان ملي سگهندو.

قدرت هن ملڪ کي واپار جي ذريعي دنيا جي گهڻي حصي سان ڳنڍي ڇڏيو هو. سرسري نظر وجهڻ سان هتي بابل، مصر، ايران، يونان، عرب ۽ افغانستان جا سياسي ۽ ڪلچرل اثر نمايان صورت ۾ نظر اچي سگهندا.

مون هن زمين جي قديم شان شوڪت جو ذڪر معزز مهمانن جي حافظي تازي ڪرڻ جي ارادي سان ڪيو آهي. ليڪن منهنجو اصل مقصد هن سر زمين جي روشن مستقبل بابت چند تجويزون ڏيڻ جو آهي.

انسانذات ابتدائي زماني کان وٺي مختلف ارتقائي دور طي ڪندي، پنهنجي آخري مقصد انساني وحدت خيال ۽ عمل طرف وڌي رهي آهي.

مختلف گروهن جي مذهبي، سياسي، اقتصادي تحريڪن ۽ ڪوشش ان مقصد کي پهچڻ لاءِ جدا جدا طريقن جو ڪم پئي ڏنو آهي. تاريخ جو هر ورق ان ارتقائي جدوجهد جي مثالن سان پرپور آهي. شروعات ۾ ماڻهو ننڍن ڪٽنبن ۾ ورهايل هئا. ٿوري وقت گذرڻ بعد اهي ڪٽنب وڌي ويجهي قبيلن جي صورت اختيار ڪري ويا. آخر ۾ اهي قبيلا قومون بنيا.

ماڻهن جي وچ ۾ باهمي ميلاپ ۽ اتفاق جا مختلف بنياد پئي رهيا آهن. جاءِ رهائش، زبان، ڪلچر، خيالات انهن مان مکيه آهن.

عرب جي زمين مان پيدا ٿيل آواز خيالات جي بنياد تي انساني اتحاد جي تعمير ۾ نئون روح ڦوڪيو. انهيءَ ڪري ماڻهن مان رنگ، نسل، جاءِ رهائش، زبان وغيره پنهنجي طاقت وڃائڻ لڳا. جيتوڻيڪ ابتدائي جوش ۾ اهو آواز دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙيو. ليڪن ٿوري وقت گذرڻ بعد ماڻهوساڳي مادي طريقن طرف موٽڻ لڳا. عالمگير برادريءَ ۾ اتحاد جي شروعات ٿي چڪي آهي. ليڪن جيستائين مختلف سياسي، اقتصادي، مذهبي نظرين جي اختلاف متائڻ لاءِ حل ڳولي نہ ڪڍيو ويو آهي، دنيا ۾ دائمي امن ۽ اتحاد ٿيڻ مشڪل پيو نظر اچي. انهي حل ڳولي لهڻ لاءِ خاص ماحول ۽

تاريخي روايتن هيث ذهني تربيت جي حاصلات لازمي شرط آهي. انهي مشن جي سرانجامي لاءِ سنڌوديش جا رهاڪو زياده موزون آهن. تاريخي دفتر ان جا گواهہ آهن تہ ڪيئن نہ هتي مختلف نسل، تهذيبون، مذهبي فلسفا ۽ سياسي طريقا مليِ جلي يڪرنگي اختيار ڪري سگهيا آهن.

دنيا جي نئين تعمير لاءِ جنهن ۾ مشرق ۽ مغرب جا ويڇا متجي هڪ وحدت ۾ گڏجڻا آهن، سرزمين سنڌ ڪي خاص پيغام پيش ڪرڻو آهي:

مون کي هن انڌوڪار جي زماني ۾ ڪي روشنيءَ جا ترورا نظر اچي رهيا آهن. هن جسماني ولوڙ بعد ذهني مکڻ هتان ئي نڪرڻو آهي.

سنڌ جا رهاڪو نہ صرف هندستان جي اتحاد جا طالبو آهن پر هو اتحاد عالم ۾ اعتقاد رکندڙ آهن. پر انهي جي حصول جي لاءِ عارضي ۽ مصنوعي طريقا ڪتب آڻڻ بدران باهمي سمجهوتي، تاريخي حالات ۽ ضروريات پٽاندر اختيار ڪرڻا آهن.

هي تعليم هئي جا مون کي علامہ صاحب کان حاصل ٿي.

**مولانا عبيدالله سنڌي:**

مولانا صاحب نہ صرف وڏو عالم، سياسي مفڪر ۽ سياح هو، ليڪن هو اهل دل ۽ روحانيت جو مالڪ بہ هو.

سرزمين هند ۾ هي ئي سياسي مفڪر هو جنهن مسلمانن جي جداگانہ قوم جي نظريي ۽ هندوستانين جي واحد قوم جي نظرين جي مخالفت ڪري جديد نظريہ قوميت مطابق جاگرافيائي وطن، زبان، ڪلچر، تاريخي روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفاد جي بنياد تي سنڌين لاءِ جداگانہ قوميت جو نظريو پيش ڪيو. هن جو چوڻ هو تہ:

"هندستاني مسلمانن جي ذهن تي سندن "شخصيت" بنسبت هڪ وهمي تصور وينل آهي، جنهن جو علمي دنيا ۾ ڪو وجود ئي ڪونہ آهي.

اسان ڪنهن زماني کان وٺي اهڙي اسلامي جماعت ۽ قوم جو نالو وٺي رهيا آهيون جنهن بابت نہ اسان جي ذهن ۾ ڪو صحيح نقشو موجود آهي نہ اها دنيا ۾ ڪٿي وجود ۾ آهي. اسان پاڻ کي هڪ اهڙي خيالي دنيا ۾ محدود ڪري ڇڏيو آهي جو نہ رڳو اسان پين مسلم ملڪن جي آزاديءَ ۽ ترقي لاءِ جدوجهد جي تاريخ کان غير واقف رهجي ويا آهيون، پر خود

پنهنجي ملڪ ۾ اسان جي سامهون ڪو مقرر ڪيل عملي نظريو موجود نہ آهي."

هن ڪي پتو هو تہ سنڌ هڪ جدا قوم جو ملڪ هو. ان ڪي مستقبل ۾ اتحاد انساني ۽ امن عالم لاءِ وڏو ڪردار ادا ڪرڻو هو. ان ڪري ئي هن پاڻ کي **باوجود پنجابي هئڻ جي سنڌي سڏايو.** سنڌي مرشد ورتو. سنڌ ۾ پنهنجو دارالحڪمت قائم ڪرڻ گهريو. پر حالتن جي سازگار نہ هئڻ ڪري اهو ڪم وچ ۾ رهجي ويو. مولانا سان منهنجون ڪيئي ملاقاتون ٿيون پر ان وقت مسلم ليگ جي جنون ڪري سندن خيالن مون تي اثر نہ ڪيو. ليڪن تجربي بعد سمجهہ اچڻ ڪانپوءِ سندس نتيجي فڪر جي پوئلڳي ڪري رهيو آهيان.

**هشو ڪيولراماڻي:**

هي نوجوان پهريون سنڌي هو جنهن جديد نقطہ نگاهہ کان سنڌين جي جدا ڳانہ قوم ۽ سنڌ جي آزادي ۽ خود مختياري بابت سوچڻ شروع ڪيو هو. سندس صحبت مون تي گهڻو اثر ڪيو. مون جڏهن پاڪستان جي عوامي جماعت ناهڻ لاءِ سياسي ڪارڪنن جي ڪنوينشن ٨-٩-١٠ مئي ١٩٤٨ع تي ڪراچيءَ ۾ خان عبدالغفار خان جي صدارت هيٺ مسلم ڪالوني ڪراچيءَ ۾ سڏائي هئي تہ ابتدائي تقرير ۾، هشو ڪيولراماڻيءَ جي اثر هيٺ جا تقرير ڪئي هئي، ان جا ٽڪرا هيٺ ڏيان ٿو:

"**سنڌو ديش ۾ ان جو مکيہ شهر ڪراچيءَ** پاڪستان جي نوزائيده رياست ۾ مکيہ جڳهہ والاري ٿو. هي ئي اها جاءِ آهي جتي پاڪستان ۾ رهندڙ مختلف ماڻهن جي قسمت جا فيصلا ٿيڻا آهن. انهي ئي جاءِ تان عوام جو آواز پوري زور سان ظاهر ٿيڻ گهرجي. جيئن نئين آئين ناهڻ وقت سندن موجوده حالت ۾ مستقبل ۾ ايندڙ نسلن لاءِ انصاف ۽ جمهوري مساوات جو خيال رکيو وڃي.

**دوستو:** سنڌين جون بي نظير تاريخي روايتون رهيون آهن تنهن ڪري اها سندن فطري خواهش هئڻ گهرجي تہ هو سندن مستقبل جي روشن ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪن. خصوصاً ان حالت ۾ جڏهن ان بابت ڪين **خطري جا آثار** نظر اچي رهيا هجن."

پوءِ سنڌين جي ماضيءَ جو ذڪر ڪندي چيو هوم تہ:

"قومن جي قديم ورثن ۽ آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ جي ڪوشش کان انڪار ڪرڻ تاريخي حقيقتن کان انڪار ٿيندو....

**نئين پاڪستاني رياست ۾ سنڌي، پٺاڻ، بلوچ، پنجابي ۽ بينگالي** مٿي ذڪر ڪيل بنيادن تي جدا قومون آهن.... ڪابه مرڪزي حڪومت ملڪ کي مضبوط ڪري ترقي وٺائي نه سگهندي، جنهن جا وفاقي حصا سدائين مرڪزي حڪومت تي قابض ٽولي جي دست درازين کان نالان ۽ ظلم کان بچڻ لاءِ ڪشمڪش ۾ مشغول هوندا.

اها هڪ وڏي تاريخي دوکيبازي ٿيندي جيڪڏهن مسلم ليگ طاقت ۾ اچڻ بعد پنهنجا وعدا ۽ ٺهراءُ وساري پاڪستان ۾ سنڌ کي پاهران آيل لوٽو ٽولن ۽ وڏن ماڻهن جي چراگاهه طور ڪتب آڻي.

اها ڳالهه تسلي بخش نٿي ٿي سگهي ته هندن جي طبقاتي غلاميءَ مان نڪري مسلم طبقن جي غلامي هيٺ وڃجي. غلامي نيٺ غلامي آهي پوءِ اها ڪنهن جي به هجي. اهو هر هڪ قوم جي جنم جو حق ٿئي ٿو ته انهي بند کان آزاد ٿيڻ لاءِ ڪوشش ڪري."

هي نوجوان پاڪستان سرڪار جي ظلم کان لڏي پارت هليو ويو. شايد ڪي ماڻهو چون ته هي نوجوان پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ سنڌين جي جداگانه قوميت ۽ آزاديءَ جو قائل ٿيو هو، پر ائين نه آهي. هي اول کان وٺي ان راءِ جو هو. سنه ١٩٥٦ع ۾ منهنجو لنڊن وڃڻ ٿيو. جتي هڪ تقريب ۾ مسٽر ڪرشنامينن سان منهنجو ملڻ ٿيو. هن ۽ هشو ڪيولراماڻي ملڪ جي آزاديءَ کان اڳ گڏجي لنڊن ۾ ڪم ڪيو هو. جڏهن مون ڪيس اهو حوالو ڏنو ته تنزيه طور چيائين ته: "هشو اهو نوجوان آهي جو سنڌين کي جدا قوم سمجهندو هو."

اسان تي نزديڪيءَ ۾ گهڻيون ٺوڪون ٿيون آهن. سردار پٽيل سنڌ کي "ننڍو صوبو ۽ ننڍي دماغ" سان سڏيو هو. نوابزادي لياقت علي خان: سنڌين کي "گڏهن هڪلڻ ۽ اٺن ڪاهڻ وارا ماڻهو" سڏيو هو. هاڻوڪي حاڪمن کي "سنڌوديش" جي نالي وٺڻ تي باهه وٺيو وڃي. شايد ڪين اهو پتو نه آهي ته مون سنه ١٩٤٣ع جي آل انڊيا مسلم ليگ جي ساليانه اجلاس وقت استقباليه ڪميٽي جي خطبه صدارت ۾ سنڌن آقا جناح صاحب جي موجودگيءَ ۾ "سنڌوديش" جو نالو ورتو هو، جنهن جو حوالو اڳي ڏئي آيو

آهيان ۽ مٿي ذڪر ڪيل عوامي جماعت اڳيان ڪيل تقرير ۾ به ساڳي ڳالهه دهرائي اٿم انهي وقت جناح صاحب حيات هو.

**دادا چيتمل پرسرام:**

هي صاحب سنڌ جو صوفي منش بزرگ هو. هي سندس سنڌ جي محبت ڪان مشهور هو. جڏهن سنڌ جي ڪيترن هندن طرفان سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ جي مخالفت هلي رهي هئي ته به هي صاحب کليو کلايو سنڌ جي جدائيءَ جي فائدي ۾ هو.

هي سر زمين سنڌ جي دنيا کي اتحاد ۽ امن جي پيغام ڏيڻ جو قائل هو. هي ٻڌ ڌرم، جين مت، ڪرشچئنٽي، ويدانت، سک پنٿ ۽ اسلام جو ڄاڻو هو. هن کي انهي ڪثرت مذاهب پويان بنيادي وحدت نظر آئي جنهن ڪري هن جو تڪيه ڪلام روحل فقير جو هي بيت هوندو هو:

هڪ هندو ٻيا مسلمان، ٽيون وچ وڏائون وير،
انڌن اونڌهه نه لهي، تن کي سچ چوندو ڪير،
روحل راهه پرين جي، ڪهمي ڏنوسون ڪهيڙ،
رب مڙني ۾ هيڪڙو، تنهن ۾ ڦند نه ڦير.

هي اعليٰ درجي جو ٿياسافسٽ هو. چوندو هو ته "ماءِ مسز ايني بيسنٽ جو چوڻ هو ته مستقبل ۾ سنڌ کي اتحاد ۽ امن عالم جو ايمباسيڊر (سفير) ٿي ڪم ڪرڻو هو." هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته هي صاحب سن ۾ درياهه جي ڪپر تي منهنجي ٿلهي واري چپر تي صبوح جو درياءَ سنڌ مان سج ايرڻ جو نظارو ڏسي موج ۾ اچي ويو هو، ۽ شاهه صاحب جو هي بيت پڙهي رهيو هو:

نيرانا ڳئي نيڻ، نيڻئي آڇ پرينءَ کي،
تن ستر ڪاڏا ڪيڻ، جن ڏٺو منهن محبوب جو.

ان وقت مون کي ڳالهه سمجهه ۾ نه پئي آئي ته درياهه مان سج ايرڻ وقت هن کي ڪهڙي محبوب منهن ڏيکاري وجد ۾ آڻي ڇڏيو هو. هاڻ جڏهن مون کي ڪجهه سمجهه اچڻ لڳي آهي ته هن چوڻ کان رهي نٿو سگهان ته سنڌونديءَ ۾ سج جي تجلي ۾ هن سنڌو ماتا جي هزارن ورهين جي شاندار ماضيءَ جي تصوير ڏٺي هئي.

**دوست (س):**

اڳي ذڪر ڪري آيو آهيان تہ جڏهن دوست (ت) اوچتو وفات ڪئي تہ مون کي نراسائي ويڙهي ويئي هئي. دنيا جا لاڳاپا ڪمزور پئجي ويا هئا، ان جو هر مسئلو بي جان نظر آيو. اهڙي حالت مان مون کي جن دوستن ڪڍي وري آسانگا برپا ڪرايا. تن ۾ هن دوست جو وڏو هٿ هو. سندس چند خط پڙهندڙن جي ملاحظہ لاءِ پيش ڪريان ٿو.

هي خط سنڌ اسيمبليءَ ۾ مسلم ليگ ميمبرن جي گهٽ هئڻ ڪري، اسپيڪر استعيفا ڏئي وزارت کي بچائي ورتو هو ان موقعي تي لکيل آهي.

**پيارا سيد**

اڄ جي شڪست منهنجي ڪاميابيءَ ۽ بي ڊر جي شڪست هئي. هنن مان گهڻا اهڙي ماڻهوءَ کي ڪرسي ۾ رکڻ کان شرمنده هئا. مون کي شڪست ڪڏهن بہ نااميد نہ ڪيو آهي. خود موت بہ مون کي شڪستت ڏئي نہ سگهيو آهي. جو آئون پنهنجي وقات ڪيل دوستن سان هاڻ بہ صلاح مشوره ڪندي رهندي آهيان. وري تنهنجي شڪست جو ڪارڻ ياءُ ڪڏهن ٿو تنهنجي گهر تي قبضو ڪري. اميد تہ خوش هوندين. دل وڏي ڪج.

(س)

هي خط ١-اپريل ١٩٤٥ع تي دهلي وڃڻ وقت مون کي لکيو اٿس.

**پيارا دوست**

دهليءَ ۾ چا وهيو واپريو. ان جو مون کي انتظار آهي. ضرورت پوي تہ ٽيليفون تي مون سان ڳالهائج. اسان تڪڙ ڪري حالتن کي خراب ڪيو. پيرزادو هاڻ وزير آهي.

توکي شڪست ۽ فتح جي پرواهہ نہ آهي. تون سمجهين ٿو تہ اهو بہ بيلي بڏڻ وارو مثال آهي. پر مون ۽ ٻين دوستن لاءِ اسان جي صوبي جي قسمت جو سوال نهايت اهم آهي. آئون ان وقت تائين مرڻ نہ ٿي گهران جيستائين سنڌ لاءِ وقف ڪيل زندگيءَ جو مقصد پورو نہ ٿيو آهي.

ڪِهڙيا سي چڙهيا، ائين اتيئي،
مٿي متي مهراڻ ۾، پٺو ٽپو ڏيئي،
تہ ميهار مليئي، سنيوڙو سيٺاه سان.

(شاهہ)

دهليءَ ۾ اميد تہ مهاتما گانڌي، سردار پٽيل ۽ مولانا ابوالڪلام سان ملي سنڌين جو نقطہ نگاهہ پيش ڪيو ويندو. دل ۾ ڪجهہ نہ رکج. هنن کي سنڌ کي قربان ڪرڻ ڪيتري قدر زيباڻتو ٿيندو. اهو ٻڌائج. مسٽر ظهير هٿ خط موڪليان ٿي.

مسلم ليگ طرفان اوهان جي هوائي جهاز جي حادثي بابت ڪوڙي خبر ڦهلايل جو احوال مسٽر ظهير روبرو ٻڌائيندو.

(س)

٧- مئي ١٩٤٦ع

**پيارا سيد**

مون کي تنهنجي ڊاڪٽر جي تار جي جواب ۾ لکيل خط پڙهي تعجب ونيو ويو. جنهن ۾ تو لکيو آهي تہ تون اچي نٿو سگهين.

جيڪڏهن تنهنجي طبيعت ٺيڪ نہ آهي تہ سوال ٻيو آهي پر توکي اهو خيال تہ ڪرڻو هو تہ تار، جا ڪئي اٿن، سو ضرور خاص ڪم هوندو. هتي سڀيئي پارٽيءَ جا دوست تنهنجي انتظار ۾ آهن. آئون تہ عرض ڪنديس تہ اسٽريچر تي پاڻ ڪٺائي اچ.

(س)

منهنجو جواب ۾ موڪليل خط.

٩- مئي ١٩٤٦ع

**پيارا دوست**

تنهنجو ٧ مئي ١٩٤٦ع جو خط پهتو. يادگيري لاءِ مهرباني منهنجي طبيعت ٺيڪ آهي سواءِ هميشہ وانگر گٽس جي تڪليف ۽ مٿي جي سور جي. ٻيو خوش آهيان، آئون بدني طرح بيمار نہ آهيان. تنهن ڪري اسٽريچر ۾ ڪٺائي اچڻ جي ضرورت نہ ٿيندي.

آئون ڪجهہ وقت کان ڪنهن ذهني ڪشمڪش ۾ مبتلا آهيان. اهو پهريون دفعو نہ آهي. اهڙي حالت زندگيءَ ۾ ڪيترا دفعا واقع ٿي آهي. تاريخ جي ڪن نازڪ موقعن تي غور فڪر ڪرڻ بعد ڪن فيصلن تي اچڻ جي ضرورت آهي. ان ڪانسواءِ ماٺهو همت سان مشڪلات کي منهن ڏئي نہ سگهندو. اهڙي حالت ۾ هتي سڪون ۾ غور ڪري رهبري حاصل ڪرڻ جو

ارادو اٿم. اميد تہ پارٽيءَ وارن صلاح مصلحت ڪري ڇڏي هوندي. حال منهنجي ضرورت ڪانہ پوندي.

سيد

پيارا دوست

غلام حيدر شاهہ چند ڏينهن اڳي هتي هو. چيائين تہ تون ڳوٺ پارٽي ورڪرس جي ڪانفرنس سڏائي رهيو آهين. خدا ڪامياب ڪندو. هن شاهہ کي شڪستہ دل ڏٺم. چيائين تہ گهڻا دوست مسلم ليگ جي ساري چڙهندي ڏسي ان ۾ شريڪ ٿيڻ گهرن ٿا.

آئون نٿي سمجهان تہ انهن ۾ رئيس پيرڳڙي بہ هوندو. تنهنجي عالم دوست ۽ خاڪسار مير کي اوچتو الهام ٿيو ۽ ليگ ۾ هليو ويو. جتي هن شاه جا بيت ۽ قرآن جون آيتون پڙهي جواز پيش ڪيو.

(س)

پيارا دوست

مون کي تنهنجو پهريون ۽ پيو خط نہ پهتو آهي. منهنجي ۽ تنهنجي ٽپال سينسر ٿي ٿئي، پر ان جو مقصد اهو نہ آهي لکڻ بند ڪري ڇڏجي.

آئون سومر ڏينهن ملڪ ڇڏي وينديس. پر آئون توکي ۽ جملي سنڌي دوستن کي نہ وساريندس. مفاصلو اسان جي سنڌ جي محبت کي جهڪو ڪري نہ سگهندو. سنڌ کان ٻاهر وڃڻ بعد بہ اسان جو تعلق سنڌ کان ٽٽي نٿو سگهي. جڏهن بہ گهرج پيئي آئون اچي سگهان ٿو. ڪراچيءَ جي مرڪز ۾ وڃڻ تي هنگامو ڪرڻ ايڏي اهميت وارو نہ آهي، ٻيا وڏا مسئلا تنهنجي توجهہ ڇڪائڻ جو مستحق آهن.

(س)

ان ڪانپوءِ بہ سوين خط آيل آهن پر يڪ مشت نمبروار پيش ڪريان ٿو.

ان ڪانپوءِ شاهہ صاحب جي هيٺين بيت مطابق ٻي وقت گذاريو اٿم. ڪيترو عرصو نظر بندي ۽ جيل ۾ گذارڻو پيو. ڪيترا ڪتاب لکيم.

هيڪلائي هيل، پورينديس پنهونءَ ڏي،
آڏو ڏونگر لڪيون، سوريون سڄڻ سيل،
تہ ڪر ٻيلي آهن ٻيل، جي سور پريان جا سانڍ مون.

**مجازي معراج جو اوچو منظر:**

۳۰ مئي ۱۹۷۳ع تي آڌي رات ڪانپوءِ هيٺيون نظارو ڏسڻ ۾ آيو.

پوئين رات جو ڏسان ٿو ته سنڌونديءَ جي ڪناري جي ڦٽل دڙن ۽ پڙن مان چوڏهينءَ جو چنڊ اڀري رهيو آهي. آهستہ ٿي انهي چنڊ خوبصورت عورت جي شڪل اختيار ڪئي. ان جي حسن جهان افروز ۽ رعب ۽ جلال جو تاب نہ جهلي احترام ۽ عزت ڪان ڪنڌ هيٺ ٿي ويو.

دل ۾ سوچي رهيو هوس هوءَ ڪير هئي تہ پر مان آواز آيو. ڪنڌ مٿي ڪٽي نهاريان تہ ڪيئي درويش نزديڪ ادب ۾ بيٺا آهن. انهن مان هڪ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي هو. ان مون کي ٻڌايو تہ اهو سنڌو ماءُ جو منظر اٿئي، جا سنڌ جي پنجن هزارن ورهين جي تاريخي ڪنڊرن مـان نئين سـر جنم وٺي تنهنجي رهبري ۽ روح ڦوڪڻ لاءِ نمودار ٿي آهي. وڌيڪ چيائين تہ مون جو مـارئيءَ جي زبان ۾ مـارن ۽ ملير جو ذڪر ڪيو هو، اهو انهي مـاتا جي اثر هيٺ ڪيو هوم. منهنجو هيٺيون بيت سندس شان ۾ چيل آهي:

"ڪٽي نيڻ خمار مان، جان ڪيائون ناز نظر،
سورج شاخون جهڪيون، ڪوماڻو قمر،
تارا ڪتيون تائب ٿيون، ديکيندي دلبر،
جهڪو ٿيو جوهر، جانب جي جمال سين".

وڌيڪ ياد ڏيارپائين تہ ۱۹۳۰ع ۾ ڀٽ شاهہ جي ميلي جي موقعي تي مون کي خواب ۾ ارشاد فرمايو هئائين تہ "سنڌ جي ٻي لوٺ خدمت ڪندو رهندين تہ پاڻهي ڪجهہ وقت ڪان پوءِ تنهنجي وڌيڪ رهبري ٿيندي." ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ تو ۾ ڪا گهٽتائي هئي جو هن سلطان خوبان توکي هن ڪان اڳ ديدار نہ ڪرايو آهي. هاڻ تنهنجي مسلسل نظر بندين غير جا پردا چاڪ ڪري توکي حقيقت منتظر جو مجازي لباس ۾ ديدار ڪرايو آهي."

اتي وري هڪ سهڻي شڪل واري دراز ريش بزرگ تي نظر پيئم. جنهن لاءِ چيائون ٿي تہ اهو مولانا جلال الدين رومي هو. ان چيو تہ بابا تون جو منهنجو مثنوي ۾ نڙ جي زباني سوز ۽ گداز جو احوال ٻڌي موج ۾ اچي ويندو هئين، ان ۾ جنهن نيسان (نڙلي) جو اشارو آهي جنهن دنيا ۾ سوز پيدا ڪيو هو. اها هن سنڌو مادر جي ملڪ مان شروع ٿي.

پوءِ منهنجي نظر شاهہ عنايت عليه رحمت تي پيئي. ان مون کي ياد ڏياريو تہ جڏهن آئون سندس مرقد تي ۱۹۲۹ع ۾ زيارت لاءِ ويو هوس، ان

ڪانپيوءِ مون خواب ۾ هڪ اعليٰ شان مذهبي هال ڏٺو هو. جنهن ۾ سوها جدا جدا مذهبن جا محراب هئا. جتي ڪن ماڻهن مون کي چيو هو تہ اٿون بہ هڪ محراب جي سامهون ويهي رهان ۽ مون جڏهن جواب ڏنو هو تہ اهي سڀ محراب منهنجا آهن. اٿون هڪ جاءِ تي نہ وهندس تہ هڪ هاتفي آواز منهنجي همت افزائي ڪئي هئي. چيائين تہ اهو هاتفي آواز سندس هو ۽ اهو مذهبي هال هن سنڌو ديوي جي جاءِ رهائش سنڌ هئي.

هڪ طرف سچل سائينءَ کي ٻين صوفي درويشن سان گڏ ڏٺم. سرمستيءِ مون کي چيو تہ رومي، عطار، شمس تبريز، خيام سڀ جنهن ميخانہ جا خماريل هئا ان ميخانہ جي مالڪ تنهنجي سامهون براجمان آهي. تون ادب سان اڳيان پنهنجو سر تسليم خم ڪر. ان وچ ۾ ڪيترن ئي شاعرن کي ڏٺم تہ حسينہ عالم سنڌوءَ ماتا جي تعريف ۾ پنهنجا شعر پڙهي رهيا هئا. جن مان چار سڃاتم. هڪ مرحوم حيدر بخش جتوئي هو جو پنهنجي انداز ۾ سندس مشهور مسدس "جيئي سنڌ جيئي سنڌ" پڙهي رهيو هو.

ٻيو شيخ مبارڪ اياز هو. جو سنڌو ديش مهان جو شعر چئي رهيو هو.

ٽيون نياز همايوني هو جو سندس مشهور شعر جيئي سنڌوديش. جيئي سنڌوديش همیشہ وانگر خوش الحاني سان پڙهي رهيو هو.

چوٿون محمد ابراهيم منشي هو جو سندس شعر:

"مون پڪ سڃاتا پنهنجا هئا،

ڪي ڏارين سان گڏ ڌاڙي ۾.

ٿي واٽ ڏسيائون ويرين کي،

وانگيڙن جي واڙي ۾."

پڙهي رهيو هو. پريان يڪتاري جي آواز سان فقير عبدالغفور کي ڳائيندو ڏٺم تہ:

سنڌڙي تان سر ڪيرنہ ڏيندو، سهندو ڪير ميار،

جهول جهلي جنهن وقت پتائي ڪرندا ڪنڌ هزار.

تعجب تيم جڏهن ڪيترا سر واقعي ڪرندا ڏٺم. جن ۾ راجا ڏاهر، دودي سومري، شاهہ بلاول، دولهہ درياه خان، شاهہ عنايت، الهہ بخش سومري ۽ عبدالرزاق سومري جي سرن کي سڃاتم.

ان تي منشي دانهن ڪري مون کي چيو تہ ڏارين سان ڌاڙي وارن پنهنجن کي بہ سڃاڻي ڇڏ. ان تي هن هڪ گروهہ ڏانهن اشارو ڪيو. جن ۾ چار ماڻهو مون کي سڃاڻڻ ۾ آيا:

(۱) چنيسر سومرو. (۲) سيٺ نائونمل. (۳) مسٽر جناح. (۴) مسٽر ذوالفقار علي خان ڀٽو.

پري کان ڏٺم ته ڪيترا ماڻهو جن ۾ آرڪيٽيڪٽ، انجنيئر، سائنسدان، ڊاڪٽر وغيره شامل هئا. سي هڪ محلات جي تعمير ۾ مشغول هئا.

پڇڻ بعد معلوم ٿيم ته اهو محلات سنڌو ماءُ جي آرام گاهه جو ڪم ڏيندو. ان محل تائين پهچڻ لاءِ ڪيترا تاريخدان ڏٺم ته ڪنڊرن ڪان رستو صاف ڪري سنڌ ماءُ جي محل تائين پهچڻ لاءِ راهه هموار ڪري رهيا هئا. جن ۾ به سڃاتم. هڪ پير حسام الدين راشدي ۽ ٻيو ڊاڪٽر حميده کهڙو هئي.

جڏهن مون سندن همت افزائي ڪئي ته مون کي چيائون ته رستي ۾ ڪيئي رنڊڪون هيون، پتو نه هو ته ان ڪم کي سرانجام ڪري سگهندا يا نه؟ مون سندن عمردرازيءَ لاءِ دعا ڪئي. ان ڪان پوءِ ڏٺم ته ماءُ سنڌو ڪجهه ڳالهائي رهي هئي. جنهن ۾ سندس شاندار ماضي، تاريخ ورثو، موجوده پنتي پيل حالت، روشن مستقبل ۽ دنيا لاءِ پيغام جو ذڪر بيان پئي ڪيائين.

هن جي هٿ ۾ هڪ ڇهونو خوبصورت ڪتاب هو جنهن جي جلد تي آمري ۽ موهن جي دڙي جا ڪنڊر، دراويدي، آرين ۽ سامين جي قافلن جون تصويرون، مهاتما گوتم ٻڌ، مهاتما مهاوير، ڪرشن مهاراج ۽ پيغمبر زردست جون تصويرون ۽ حضرت موسيٰ عليه، حضرت عيسيٰ عليه، حضرت محمد صلعم جا اقوال درج ٿيل هئا. ان جي ٻولي ڏکي هئي.

سنڌو ماءُ اهو ڪتاب مون کي هٿ ۾ ڏئي حڪم ڪيو ته هن ۾ منهنجو دنيا لاءِ ڏنل پيغام درج آهي، ان کي ترجمون ڪري عالم اڳيان پيش ڪر. پر ۾ ڏٺم ته منهنجي نياڻي در شهوار بيني هئي. ان کي چيم "ته بابا مون ۾ طاقت نه رهي آهي تون ان ڪم جي سرانجامي ڪر."

چيائين ته "بابا ڪم دشوار آهي." ان تي شاهه لطيف ۽ سچل سائين کيس چيو ته "بابا پرواهه نه ڪر، اسان تنهنجي ان ڪم جي سرانجامي لاءِ مدد ڪنداسون. جيڪڏهن توکي ان ڪم جي سرانجاميءَ لاءِ ايران، هند، عرب ۽ يورپ وڃي کوجنا ڪرڻ جي ضرورت پوي ته به منهن نه موڙج. هي سعادت جهڙي تهڙي کي سپرد نه ٿيندي آهي. تون پيءُ جي نقش قدم تي هلي ان ڪم جي سرانجامي ڪج."

هاڻ سندو ماءُ سندس جاه جمال سان نزديڪ آئي. اتي سچائي ورتم ته هي صورت ساڳئي هئي. جنهن ۳۰ سال اڳ ڪراچيءَ جي بنگلي ۾ پاڻ پسائي مدهوش ڪيو هو. ۽ ان وقت حافظ جو هي شعر ورد زبان ٿيو هوم:

در ازل داده ست مــارا ســاقي لعل لبت،
جرءِ جامي ڪه من سرگرم آن جامم هنوز.

معنيٰ: ”ازل کان تنهنجي ڳاڙهن چپن مان جا چاش چکي اٿم اڃان تائين ان جو نشو برقرار آهي.

انهيءَ خيال ۾ ٻيٺو هوس ته پري کان آواز آيو ته ”سيد سائين هيڏانهن به نهاريو.“ جان ڏسان ته محمد امين کوسو ۽ ان جي پر ۾ مولانا عبيدالله سنڌي بيٺا هئا. ۽ چون پيا ته اسان سن کي سنڌ جو سياسي مرڪز اجايو ڪونه سڏيو هو. اسان کي خبر هئي ته سنڌو مادر جڏهن هلڻ لڳي ته ڪيترا ماڻهو سندس راهه ۾ رڪاوٽ بنجي محل تائين پهچڻ لاءِ رنڊڪون پيدا ڪرڻ لڳا. ان تي ڪيترا نوجوان اڳتي وڌي سر جان جي بازي لڳائي رنڊڪون دور ڪرڻ لاءِ ڪم ڪري رهيا هئا. جن مان ڪي سڃاتم. يوسف لغاري، امان الله شيخ، اسماعيل وساڻ، شاهه محمد شاهه، عزيز ينگوار ۽ سڪندر ينگوار، مولا بخش لغاري هئا.

پري کان ڏٺم ته ماٿ ۾ مسز اندرا گانڌي ۽ برزنيف اهو نظارو ڏسي رهيا هئا. ڪين دانهن ڪري چيم ته، ”اوهان جيڪڏهن مشرق ۽ مغرب جي تهذيبن جو امتزاج —

”امن عالم، ترقي بني آدم.“

سرانجام ڪرڻ چاهيو ٿا ته ماءُ سنڌوءَ کي سندس محل تائين پهچڻ ۾ مدد ڪريو.“

انهي نظاري کي ڏسي رهيو هوس ته ملان فجر نماز جي بانگ ڏني؛ ۽ اک کلي پيئي ـ ۱۲ سال اڳ جيل مان امڙي خوشيءَ جي اظهار ۾ پياءُ حسام الدين شاهه کي هيٺيون بيت لکيو هوم:

سڪر سيئي ڏينهن، جي مون گهاريا بند ۾،
وسايم وڏ ڦــڙا، مــتي مــاڙيءَ مــينهن،
نيــر منهنجــو نينهن، اجـاري اڃـو ڪيـو.



# فصل ڇهون

## حقيقت جو انڪشاف

هرگز نہ ميرد آنکہ دلش زنده شد بہ عشق،
ثبت است برجريده عالم دوام ما.
(حافظ)

معنيٰ: "جيڪا دل عشق جي ذريعي زنده ٿيلِ آهي، اها مري نہ سگهندي،
دنيا جي دفتر تي دائميت ثابت ٿي چڪي آهي."

ابتدا ۾ جڏهن مجازي ملڪ مان حقيقت جي ڳولا پئيان هوس تہ اول ۾ مون کي ائين پئي معلوم ٿيو تہ اها ڪنهن بي دنيا جي ڳالهہ هئي جا ظاهري طرح ڏسڻ ۽ محسوس ڪرڻ کان مٿي هئي. ان ڪري ڀهرين تقويٰ، تزڪيہ نفس ۽ صحبت صالحن جي ذريعي ان جي ڳولا ڪيم، پر پتو ڪونہ پيو. نيٺ ان حقيقت منتظر کي مجازي عشق آڻي مجازي لباس ۾ منهنجي سامهون پيش ڪيو. ان کان پوءِ ائين ڏسڻ ۾ آيم تہ حقيقت هئي ڪانہ، سڀ ڪجهہ مجاز هو.

هاڻ جڏهن حقيقت جو انڪشاف ٿيو آهي تہ ابتدا ۾ مجاز جو مانُ گهٽجي ويو ۽ سڀ شيءِ جو بنياد حقيقت تي سمجهڻ لڳس. مجاز صرف ان جي صفت وڃي رهيو هو. حقيقت ذات ڏسڻ ۾ آيم. انهي ابتدائي حالتن ۾ اڃا دوئيءَ جي دائري کان ٻاهر نڪري نہ سگهيو هوس. ليڪن اڳتي هلي آهستي ٿي پتو پوڻ لڳو آهي تہ حقيقت ۽ مجاز ذات ۽ صفات سڀ هڪ ئي وجود جا ٻہ پهلو هئا. ان ڳولا ۾ جيڪي تجربي بعد مون کي معلوم ٿيو، سو مذڪوره ذيل ڇئن شعبن جي تجربي ۾ علحده ڪري پيش ڪندس.

(۱) مذهبي شعبو (۲) علمي شعبو (۳) عملي شعبو (۴) عشقي شعبو.

## مذهبي شعبي جو مذکور

حقيقت جي انڪشاف بعد مذهب بابت هاڻ آئون هن نتيجي تي پهتو آهيان تہ:

(۱) دنيا جي ٻين نظرين وانگر مذهب بہ حرف آخر تي نٿا سگهن. جيئن ٻيا نظريا زماني جي تبديلي ۽ وقت جي تقاضا بعد پئي بدليا آهن. تيئن مذهبن ۾ تبديلي لاجق ٿي سگهي ٿي ۽ پئي ٿي آهي. انهن جي بنيادي اصولن کي ڇڏي انهن جي فروعي قاعدن. قانونن ۾ تبديلي ۽ تنسيخ پئي آئي آهي.

اهو جنرل قانون اسلام جي شريعت سان بہ لاڳو آهي.

(۲) دنيا جي عام قانون وانگر مذهبن مان بہ ڪارآمد ۽ مفيد ڳالهيون چونڊي بيڪار ۽ غير ضروري ڳالهين کي ڦٽو ڪري سگهجي ٿو.

(۳) مذهبن جي هر عقيدي جي انڌي تقليد ڪرڻ غلط آهي.

(۴) مذهبن کي بيڪار ۽ بعد از وقت سمجهي انهن جي هر ڳالهہ کي رد ڪرڻ بہ ٺيڪ نہ آهي. انهن جي ڪا تعليم ۽ تربيت سفر زندگيءَ لاءِ مفيد سمر ميسر ڪري ٿي.

هن مقام تي پهچڻ بعد مون کي هيٺين سوالن تي غور ڪري فيصلا ڪرڻا پيا:

(۱) حق ۽ ناحق جو مسئلو. (۲) ثواب ۽ گناهہ جو مسئلو. (۳) روح ۽ مادي جو مسئلو (۴) حسن ۽ اڪلائپ جو مسئلو (۵) جلال ۽ پستيءَ جو مسئلو.

### (ا) حق ۽ ناحق جو مسئلو:

جيئن اڳي ظاهر ڪري آيو آهيان تہ ماڻهوءَ جي ترقي ۽ ڪمال لاءِ خدا جي سڃاڻپ ۽ محبت ضروري ڳالهيون هيون.

انهي مقصد جي حصول لاءِ مون عبادتون ۽ رياضتون ڪيون جن مان ابتدا ۾ سرور اپندو هو. پر آهستي آهستي جڏهن علم ۽ تجربي بعد خدا جي شخصي تصور جي عيوض ٻي تصور جاءِ ورتي تہ اهو سرور گهٽجڻ لڳو.

خدا جو ٻيو تصور جو منهنجي سامهون آيو. ان موجب خدا هر جاءِ تي حاضر ناظر هو. ساهہ جي رڳ کان ويجهو هو. هر شيءِ ۾ سمايل هو.

ان ڪائنات ۾ خدا جو ٽيون تصور پيش ٿيو. ان موجب خدا. خيال. قياس. گمان ۽ فهم کان مٿي هو. ان کي نه اکيون ڏسي سگهيون ٿي نه ڪن ٻڌي سگهيا ٿي. نه دل ۾ سمائجي سگهيو ٿي نه دماغ کي ان بابت ڪجهه معلومات ميسر ٿي سگهي ٿي.

انهن خدا جي مختلف تصورن نه صرف مونجهارو پيدا ڪيو پر ڪيئي مشڪل مسئلا سامهون آڻي ڇڏيا. اهڙي خدا جي سڃاڻپ ۽ محبت ڪيئن حاصل ٿي سگهي ها جو سمجهه ۾ اچڻ کان مٿي هو. انهي مشڪلات مان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ مون کي ڇيو ويو ته خدا کي سڃاڻڻ کان اڳ پاڻ کي سڃاڻڻ ضروري هو.

"من عرف نفسه فقد عرف ربه"

معنيٰ: "جنهن پاڻ کي سڃاتو اهو خدا کي به سڃاڻي سگهندو."

ان تي مون پاڻ سڃاڻڻ لاءِ ڳولا شروع ڪئي. سوال اٿيو ته اهو پاڻ ڪهڙو هو جنهن جي سڃاڻڻ لاءِ هدايت ڪيل هئي. غور ڪرڻ بعد پتو پيو ٿي ته:

ان پاڻ ۾ جسم به هو ته روح به هو. ان پاڻ ۾ برو به هو ته ڀلو به هو. ان پاڻ ۾ ظالم به هو ته رحمدل به هو. ان پاڻ ۾ دنيا به هئي ته دين به هو.

ان تي سوال اٿيو ته انهن مان ڪهڙي پاڻ جي سڃاڻڻ جي هدايت ڪيل هئي. جواب مليو ته اهو پاڻ ضرور روح. چڱائي. رحمدلي ۽ دين وارو هوندو.

جنهن جي سڃاڻپ سان خدا جي سڃاڻپ ٿيڻ جو آسرو هو. ان تي وري هيٺيان سوال پيدا ٿي پيا هئا ته:

(۱) روح ڇا هو؟ (۲) چڱائي ڪهڙي ڳالهه هئي؟ (۳) رحمدلي ڇا هئي؟ (۴) دين جو مطلب ڪهڙو هو؟

اهي ايڏا وسيع مسئلا هئا جن تي غور ڪرڻ بعد پاڻ وڏيڪ مونجهاري پيدا ٿيڻ جو امڪان هو. آخر ۾ وڃي انهي نتيجي تي پهتس ته انهن سوالن جا حل حق جي پروڙ پوڻ بعد حاصل ٿي سگهندا. تنهن ڪري انهن سڀني مسئلن جي حل لاءِ حق جي ڳولا طرف متوجهه ٿيس.

"عشق تي آسان پانيم، پر نينهن ٿيو اوکو اديون."

اول ۾ مون کي ٻڌايو ويو تہ اسلام دين حق هو. ان کي سمجهڻ مان حق يا سچ جو پتو پئجي سگهندو. پر اڳتي هلي پتو پيو تہ اسلام جون بہ سوها تعبيرون ڪيل هيون. جنهن مان هر هڪ تعبير واري گروهہ پاڻ کي حق تي ۽ ٻين کي ناحق تي ٿي سمجهيو. ساڳي حالت ٻين مذهبن جي سمجهاڻين جي هئي. جڏهن مذهب اسلام جي مختلف فرقن جي عقيدن، اسلام ۽ ٻين مذهبن جي نقطہ نگاهن تي نظر ٿي ڪيم تہ انهن ۾ ڪيئي متضاد ڳالهيون نظر ۾ اچڻ لڳيون. ڪن هڪ شيء کي حق ٿي سمجهيو تہ ٻين انهن کي ناحق ٿي قرار ڏنو. نہ رڳو ايترو پر ساڳي ڳالهہ ساڳي ماڻهوءَ کي هڪ وقت صحيح ٿي ڏسڻ ۾ آئي تہ ٻي وقت غلط ٿي معلوم ٿي. غلط ۽ صحيح جو معاملو ايتري قدر منجهائيندڙ ٿي پيو جو پتو نٿي پيو تہ آخر اهو مسئلو ڪٿي وڃي انتها ڪندو. آهستي ٿي پتو پوڻ لڳم تہ نہ رڳو آئون پر ساري دنيا انهيءَ ڏوڪي جي مونجهاري ۾ مستغرق هئي. نيٺ گهڻي غور، فڪر ۽ تجربي بعد معلوم ٿيڻ لڳو تہ وجود صرف حق جو هو. ناحق صرف ان جو ابتو طرف هو. جنهن کي ترانجهڙي نظر ڪرڻ وارن جدا سمجهي غلطي ٿي ڪئي. ناحق جو جدا وجود هو ئي ڪونہ.

اهو مختلف ماڻهن جي دماغي وسعت جو قصور هو. جن حالت زمانہ، شخصي ضرورتن وغيره سببن ڪري ان کي جدا صورت ۾ ٿي ڏنو.

انهي نقطہ نگاهہ اختيار ڪرڻ بعد وري معترضن طرفان سوال ٿي اٿيو تہ جي ناحق جو جدا وجود هو ئي ڪونہ تہ پوءِ بد اخلاقي، ظلم، استحصال، چوري، زنا بہ سڀ جائز شمار ٿي سگهيا ٿي. انساني معاشرو اهڙي چڙواڳي جي ڪري سڌرڻ جي عيوض بگڙٿو هو. معاشري جي مهذب بنائڻ لاءِ ڪن بنيادي اصولن کي اختيار ڪرڻو هو. جي بنيادي اصول هيٺين قسم جا هئا:

(١) جا ڳالهہ يا متو قومي يا انساني اتحاد لاءِ ڪارآمد ٿي سگهي.

(٢) جا ڳالهہ يا متو قومي يا انساني امن لاءِ ڪارآمد ٿي سگهي.

(٣) جا ڳالهہ يا متو مجموعي ترقي لاءِ مددگار ثابت ٿئي.

ليڪن ڪي ڳالهيون ادني بہ هيون جي معاشري ۾ انتشار، بدامني ۽ ترقيءَ جي راهہ ۾ رڪاوٽ جو باعث بنجي ٿي سگهيون. تنهن ڪري اعليٰ ۽ ادنيٰ ڳالهين جي وچ ۾ تميز جي ڪسوٽي مقرر ڪرڻ ضروري هئي. اهڙين ڳالهين جو فيصلو بنيادي اصولن کي مدنظر رکي عقل سليم ۽ ڪثرت راءِ جي

مشوري مطابق ڪرڻ گهرجي. ڪي سوال نا ڪن تہ حقجي ابتدا ڪٿان ٿي ۽ انتها ڪٿي وڃي بيهندي؟ ان جو جواب اهو ئي ٿيندو تہ جهڙيءَ طرح زندگيءَ جي ابتدا ۽ انتها جو پتو پوڻ مشڪل آهي ـ

خدا جي ذات جو پتو پوڻ مشڪل آهي.
عشق جي انتها جو پتو پوڻ مشڪل آهي.

اهڙي طرح حق بہ بي انت بحر جو خزانو آهي. ان جو پرو پاند لهڻ مشڪل آهي.

شيوا ڪر سموند جي، جت جر وهي ٿو جال،
سوين سپجن سموند ۾، ماڻڪ موتي لعل،
جي ماسو جڙي مال، تہ پوڇارو بر ٿئي.

**(۳) ثواب ۽ گناهہ جو مسئلو:**

هي ٻيو مسئلو هو جو مذهبي شعبي ۾ مختلف تشريحن سان پيش ڪيو ويو ٿي. مذهبي زندگيءَ ۾ معاشري جو سارو مدار انهيءَ مسئلي جي آڌار ٿي رکيل آهي. انهي بابت مذهبن ۽ ان جي فرقن جي راين ۾ اختلاف هئا.

ڪرستانن جو چوڻ هو تہ انسان اول کان وٺي گناهگار ۽ ناقص هو. انهي حالت کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ ڪيس قرباني ۽ عبادت ذريعي ڇوٽڪارو ملي سگهيو ٿي.

هندن ۽ ٻڌن جو چوڻ هو تہ ثواب ۽ گناهہ ماڻهن جي عملن تي مدار رکندڙ هئا. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي روح اڳوڻي زندگيءَ ۾ ڪي گناهہ جا ڪم ڪيا آهن تہ ان مان نڪرڻ لاءِ هن کي عبادت ۽ چڱا ڪم ڪرڻا پوندا.

مذڪوره بالا ٻنهي مذهبي گروهن ماڻهن کي ماضيءَ جي ڪيل گناهن جو هڪ حد تائين پابند ٿي رکيو. ٻئي طرف مسلمانن جو چوڻ هو تہ ماڻهو فطري آزاد پيدا ٿئي ٿو پوءِ ماحول ۽ حالات مطابق گناهہ ڪيائين ٿي. ان کان بچڻ لاءِ هن کي تقوي، عبادت، عمل صالح مددگار ٿي سگهن ٿا.

مٿيون ڳالهيون مذهبي اعتقادن جون آهن. ليڪن ڪن دانشورن جو چوڻ هو تہ گناهہ ۽ ثواب تقابلي مسئلا هئا. جهڙي طرح واڳون کي ڪن مفيد ۽ ڪن بادي ٿي سمجهيو. يا ڪير کي ڪن فائدي وارو ۽ ڪن نقصانڪار ٿي سمجهيو. اهڙي طرح هر ڪا ڳالهہ ساڳي طرح سيني لاءِ مفيد ۽ مضر ٿي نہ

ٿي سگهي. هر ڳالهہ جي صلاحيت ۽ غير صلاحيت. مختلف حالات. افراد. ضروريات ۽ مفاد جي ڪسوٽيءَ تي مقرر ٿي سگهي ٿي.

تنهنڪري گناهہ ۽ ثواب کي ڪن مخصوص مذهبي احڪامن جو پابند ڪري هميشہ لاءِ مقرر ڪري ڇڏڻ نہ صحيح هو. نہ اهو ترقي انساني لاءِ فائديمند هو.

ڪن دِرويشن تہ گناهہ ۽ ثواب کي ماڻهن طرفان مصنوعي پابنديون ٿي شمار ڪيون. انهي نظريي تي اعتراض ڪندڙن جو چوڻ هو تہ جيڪڏهن انهي رايہ کي مڃبو تہ سارو معاشرو درهم برهم ٿيڻ جو امڪان هو.

انهي رايہ مطابق هڪ ماڻهوءَ جي صحيح روزگار جي ذريعي گڏ ڪيل ملڪيت ٻيو ماڻهو چوري، زوري يا ٺڳيءَ ذريعي کڻي سگهيو ٿي.

انهي رايہ مطابق هڪ ماڻهوءَ جي زال سان ٻيو ماڻهو زنا ڪري سگهيو ٿي.

انهي رايہ مطابق ڏاڍو ماڻهو يا قوم هيٺي ماڻهوءَ يا قوم کي تشدد ذريعي پنهنجي مرضي ۽ مفاد خاطر ڪم آڻي سگهيو ٿي.

انهي رايہ مطابق اقتدار ۾ آيل ماڻهو يا قوم طاقت، پيسي ۽ عقل جي ذريعي ڪمزور، مسڪين ۽ بي سمجهہ ماڻهوءَ يا قوم جو استحصال ڪري سگهيو ٿي.

انهن ڳالهين تي غور ڪرڻ بعد اهو جواب ٿي مليو تہ درويشن جو چوڻ صحيح هو تہ معاشري جي طرفان مقرر ڪيل پابنديون ان جي ڀلائي ۽ بهتريءَ لاءِ حالتن مطابق وقت بہ وقت لاحق ڪرڻ غلط نہ هو. پر ان کي دائمي طرح مقرر ٿيل سمجهڻ نيڪ نہ هو. حالتن جي تقاضا، ضروريات وقت مطابق ڪن ڳالهين کي جائز، ڪن کي ناجائز ٺهرائڻ جو سوسائٽيءَ کي حق هو. پر دائمي طرح ڪن ڳالهين کي ٺپو (پليٽ) ڪري ڇڏڻ ۽ ڪن کي پاڪ سمجهڻ غلط هو.

## (۳) روح ۽ مادي جو مسئلو:

گهڻو ڪري سڀني مذهبن طرفان دنياوي شين جي اڪثريت کي روح ۽ مادي جو مرڪب تسليم ڪيو ويو آهي. ڪيترن جمادات، نباتات ۽ حيوانات ۾ بہ هڪ حد تائين روح جي موجودگيءَ جو ذڪر ڪيو آهي. پر ترقي يافتہ روح جو اطلاق صرف ماڻهو تائين محدود ڪيو آهي. انهي بابت دنيا ۾

مختلف نظريا مروج آهن.

(١) هڪڙن هر هڪ روح جي وجود کي علحده تسليم ڪندي ان جي ترقيءَ جو مدار نيڪ عملن تي رکيو آهي.

(٢) ٻين انساني ۽ ترقي يافته جانورن جي روحن کانسواءِ ٻين روحن جي علحده وجود ۽ عاقبت کي تسليم نه ٿي ڪيو.

(٣) ٽيان ان راءِ جا هئا ته روح حقيقت يا ذات هو. اهو ابدي ۽ ازلي هو. سندس جسم عارضي لباس وانگر بدلجي سگهيو ٿي.

(۴) چوٿان ان راءِ جا هئا ته حقيقي وجود مادي جو هو. روح ان جي عارضي پيداوار هئي.

انهن روحن جي جداگانه وجود ۽ حيات بعد الممات کان انڪار ٿي ڪيو. پنجن وٽ ٻئي شيون هڪ ئي وجود جا ٻه طرف هيون.

اهي سوال خلقت جي ابتدا کان وٺي ماڻهن جي کوجنا ۽ تفتيش جا باعث رهيا آهن. آئنده به رهندا ايندا. جيتري قدر مون کي سمجهه ۾ آيو آهي ته آئون پوئين نظرئي کي وڌيڪ قرين قياس ٿو سمجهان. روح ۽ ماده جي وجود کان علاوه ٻيا هيٺيان سوال به ماڻهن جي زير غور رهيا آهن:

(١) مادي ۽ روح جي ڪڏهن ابتدا ٿي ۽ ڪهڙيءَ طرح انتها ٿيڻ واري آهي.

(٢) بدن کان ٻاهر روح ڪهڙي صورت اختيار ڪري ٿو.

انهن ڳالهين تي قديم زماني کان قياس آرايون ٿينديون رهيون آهن. پهرئين سوال جي جواب ۾ گهڻو ڪجهه معلوم نه ٿي سگهيو آهي. نه ڪو اهڙو امڪان نظر اچي ٿو. ٻئي سوال بابت مختلف مذهبن طرفان جدا رايا ڏنا ويا آهن. هڪڙا ان کي جدا جدا جوڻن جي چڪر ۾ ڦيرائين ٿا. ٻيا ان کي بدن کان ٻاهر نڪرڻ بعد عالم برزخ ۾ نيئي قيامت جي ڏينهن ڏوهه ثواب جي حساب سان بهشت ۽ دوزخ ۾ وڃڻ جو عقيدو رکن ٿا.

انهن جو چوڻ آهي ته موت کانپوءِ ماڻهوءَ جي روح جي صورت جن ۽ ملائڪن وانگر ملڪوتي شڪل جي ٿئي ٿي. انهن جي جدا وجود کي مڃين ٿا.

اهي عقيدا يا معلومات هن وقت جون آهن. ممڪن آهي انساني عقل جي ارتقا سان گڏ انهن نامعلوم مسئلن بابت اڳتي هلي زياده معلومات ميسر ٿئي.

آئون سمجهان ٿو اها طرز فڪر ٺيڪ نہ آهي تہ مادہ پرست وانگر روح جي حقيقت کان پوريءَ طرح آگاهي نہ هئڻ ڪري ان جي جداگانہ وجود کان انڪار ڪجي، يا روحانيت جي ڪن دعويدارن وانگرُ جسم کي مورڳو صفات سمجهي اُن جي جدا وجود کان انڪار ڪجي.

ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي تہ انهيءَ مسئلي تي مذهبي نظرين يا فيلسوفن جون موجوده تحقيقات ڪافي نہ آهن. زماني گذرڻ بعد وڌيڪ لڪل راز ظاهر ٿي ماڻهن جي معلومات ۾ اضافو ڪن.

**(۴) حسن ۽ اگلائپ جو مسئلو:**

حسن جو ٻيو نالو جمال آهي. عربي مقولو آهي تہ "ان الله جميل يحب الجمال" (الله حسين آهي ۽ حسن کي پسند ڪري ٿو.) حسن عشق جو محرڪ جذبو آهي؛ حسن ماڻهوءَ ۾ بهترين ذهني ۽ روحاني قوتن کي بيدار ٿو ڪري. اهو حسن جو پرتو هو جنهن حضرت موسيٰ عليه کي طور سينا تي جلوو ڏيکاري بيهوش ڪري ڇڏيو ۽ جبل طور کي جلائي ڇڏيو. اهو حسن جو جلوو هو جنهن شاهہ نصير عليه جي واتان چوارايو تہ:

"شاهہ حسن جي شوق ۾ لاڳاپا ويا لهي."

اهو حسن هو جنهن جي لاءِ شاهہ لطيف فرمائي ٿو:

"سج، چنڊ، تارا، ڪتيون، تنهن کان تاب تکو هو."

حسن هر جڳهہ ۾ جلوه نما آهي، جيڏانهن نظر ڪبي ان طرف سامهون ٿئي ٿو. ليڪن ڪي ماڻهو حسن سان گڏ قباحت جي جدا وجود کي بہ مڃين ٿا. سندن چوڻ آهي تہ جهنگلن، جبلن، دريائن، ميدانن ۽ صحرائن جا خوبصورت نظارا بلاشبہ دل کي تسڪين وٺائي زندگيءَ ۾ خوشي پيدا ڪن ٿا. ليڪن ان جي خلاف ساڳين جاين جو ٻيو بدصورت طرف بہ جدا حيثيت رکي ٿو. جهڙيءَ طرح جهنگلن جا ڪنڊا، درنده جانور ۽ غليظ جڳهيون آهن. جبلن جا گهٽ، گهيڙ، تکا پٿر ۽ خوفناڪ منظر ٿين ٿا. دريائن ۾ ڪن، ڪڙڪا، دهشت ۽ ڏوم، واڳهو ۽ سيسار موجود آهن. سمنڊ ۾ لهريون ۽ طوفان، اڻ ڪٿ سفر. مگر مڇ ۽ ٻيا خطرا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ميدانن جا ڪلر، جهنگ، جهاڙيون، بي آب ۽ گاهہ دل ڏهڪائين ٿا. صحرائن جو ڏوڪو ڏيندڙ رڃ، پاڻيءَ جي قلت، گرمي، اڻ ڪٿ اڪيلائي خوفناڪ ٿين ٿا.

انهيءَ مان هو اهو مطلب ڪڍن ٿا تہ جيئن گلاب جي گل سان ڪنڊا

بہ شامل رهن ٿا. اهڙيءَ طرح هر خوبصورت نظاري پويان بدصورتيءَ بہ ڇپيل رهي ٿي.

پر حقيقت جي نظر سان ڏسڻ مان پتو پوي ٿو تہ اهي سڀ نظر جا ڏوڪا هئا. ورنہ حسن جي حڪومت هر جاءِ تي قائم آهي.

شاهہ سائين فرمائي ٿو:

ڏسڻ جي ڏسين، تہ همہ ڪي حق چوين،
شارڪ شڪ نہ نين، انڌا انهيءَ ڳالهہ ۾.

بزرگن جو چوڻ آهي تہ: حسن عشق جو ڪارڻ ۽ روح جي راحت آهي. حسن نعمت عظميٰ ۽ دل جي قوت آهي. حسن ذات حق جو پرتو ۽ خوشيءَ جو باعث آهي. حسن ڪائنات جو پرجهلو ۽ زندگيءَ جو آذار آهي. حسن خلقت ڪائنات جو محرڪ آهي.

بوءِ ڪي سوال ڪن ٿا تہ قدرت حسن سان گڏ بدصورتي پيدا ڪري زندگيءَ ڪي بي مزي ڇو ڪيو آهيٰ. ان جو درويشن طرفان اهو جواب ملي ٿو تہ اها نظر جي غلطي آهي جو ڪن ماڻهن کي حسن ۾ قباحت ڏسڻ ۾ اچي ٿي. شاهہ سائين فرمائيٰ ٿو تہ:

مون ڪي اکڙين، وڏا ٿورا لائيا،
تہ پڻ پرين پسن، ڪڻان جي ڪر سامهون.

حسن جي جهلڪ نہ صرف ظاهري جسم ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿي، پر ان جو اثر طبيعتن تي بہ پوي ٿو. شاهہ سائين فرمائي ٿو:

وينئي جنين وٽ، ڏکندو ڏور ٿئي،
تون تنين سان ڪٽ، اوڏا اڏي پکڙا.

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو تہ:

صحبت سپيريان جي، وڏي پائنج هاج،
قضا ڪج نماز، وقت ورائڻ سنترو.

اهڙيءَ طرح حسن جو اثر خيالن تي بہ پوي ٿو. ڪي اهڙا ماڻهو آهن جن جي صحبت مان هدايت پهچي، خراب خيال متجي وڃن ٿا. مولانا رومي فرمائي ٿو تہ:

يک زمانہ صحبت با اوليا. بهتر از صد سال طاعت بي ريا.

معنيٰ: "هڪ زمانو خدا رسيده جي صحبت ۾ گذارڻ سو ورهين جي بي ريا عبادت کان مٿي هو."

دنيا ۾ اڄڪلهه جيڪا ترقي، اتحاد، تعمير، درستي موجود آهي، سا سڀ اهڙن عمدن خيالن جي ماڻهن جي محابي آهي. ان ڳالهه کان انڪار ڪرڻ اجايو ٿيندو ته دنيا ۾ دوئي ڪانه آهي. هڪ طرف حسن آهي ته ٻئي طرف بدصورتي آهي. هڪ طرف محبت آهي ته ٻئي طرف نفرت آهي. هڪ طرف تعمير آهي ته ٻئي طرف تخريب آهي.

انهيءَ مان ڪيئن ڇوٽڪارو نصيب ٿئي، اهو دنيا جي اهل دل، صحيح مفڪرن، محسن انسانن، حڪيمن ۽ عالمن جي تفتيش جو موضوع بنيل آهي.

حقيقت جي نگاهه سان نظر ڪبي ته اها دوئي هڪ وجود جا ٻه طرف ڏيکاريندڙ آهي. جهڙيءَ طرح ڪڙي ڪان سواءِ مٺي جي شناخت نٿي ٿي سگهي، اهڙيءَ طرح بدصورتي حسن جو قدر ڪرائي ٿي.

**(۵) جلال ۽ پستيءَ جو مسئلو:**

جلال طاقت جو اظهار آهي. جلال زندگيءَ جو محرڪ جذبو آهي. جلال عشق جو مظهر آهي. جلال صور اسرافيل آهي. جڏهن حسن ازلي جلال ۾ اچي ٿو ته ڪُن جو آواز منجهانس نڪري ٿو پوءِ ڪائنات پيدا ٿئي ٿي. ٻيڻل پاڻي جوش مان هر طرف پسارو ڪرڻ لڳي ٿو. اهو سيلاب طوفان نوح وانگر هر جاءِ ڪي پنهنجي اثر هيٺ آڻي ڇڏي ٿو. ان مان زندگي پيدا ٿئي ٿي، جا سدائين چالو رهي ٿي، جا صورتون بدلائي ٿي ليڪن هميشه روان دوان رهي ٿي.

## شعبہ علم جو ذڪر

مجازي نقطہ نگاهه کان جڏهن علم جي مختلف پهلوئن تي نظر ٿي ڪيم ته هر ڳالهه جا ٻه طرف ڏسڻ ۾ ٿي آيا. جن معاملو منجهائي ٿي ڇڏيو. مثلاً:

١- هڪ طرف روحانيت هئي ته ٻئي طرف ماده پرستي هئي.

٢- هڪ طرف علم هو ته ٻي طرف جهل هو.

٣- هڪ طرف جمهوريت هئي ته ٻي طرف آمريت هئي.

۴- هڪ طرف اشتراڪيت هئي تہ ٻي طرف سرمائيداري هئي.
۵- هڪ طرف محبت هئي تہ ٻي طرف نفرت هئي.
٦- هڪ طرف تعمير هئي تہ ٻي طرف تخريبُ هئي.
۷- هڪ طرف اسلام هو تہ ٻي طرف ڪفر هو.
۸- هڪ طرف اتحاد هو تہ ٻي طرف نفاق هو.
۹- هڪ طرف امن هو تہ ٻي طرف فساد هو.

مطلب تہ ان ٻيائيءَ جو چوطرف دور دوره هو.

ان لاءِ شاهہ صاحب جو مٿي هاٿيءَ کي انڌن جي ڏسڻ وارو مثال ٺهڪي آيو ٿي:

مٿي هاٿيءَ تي مامرو، اچي ڪيو انڌن،
مناڙين هٿن سين، اڪٿين ڪين پسن،
في الحقيقت فيل کي، سچا سڃاڻن،
سندي سردارن، بصيرت بينا ڪري:

بهتر ائين ٿيندو تہ مذڪوره بالا مسئلن جي ٻنهي پهلوئن جي تشريح ڪري انهي تي ٽئين نقطہ نگاهہ پيش ڪريان.

**(۱) آئڊيلزم (روحانيت) جو فلسفو:**

انهي نقطہ نگاهہ ڪان روح ذات هو ۽ مادو روح جي صفات هو. ان جي موجودگي سراب مثل هئي. جنهن جو حقيقي وجود ڪونہ هو. سندن چوڻ هو تہ جيئن خواب ۾ ماڻهو ڪيئي شيون ڏسي ٿو. پر سجاڳ ٿيڻ بعد هن کي معلوم ٿئي ٿو تہ خواب ۾ ڏٺل شڪليون سڀ خيالي هيون، انهن کي ڪو وجود ڪونہ هو. اهڙي طرح هي مجازي دنيا ۽ ان جيُمتعلق معاملا سڀ وڏو خواب هئا. جن جو پتو مرڻ بعدُ پوندو تہ انهن جي ڪا جدا حيثيت ڪانہ هئي.

**(۲) مٽيريلزم (مادہ پرستي) جو فلسفو:**

انهي نقطہ نگاهہ موجب زندگي پيداوار هئي ماده جي مختلف اجزا جي ڪردار جي: ۽ ظاهري حواس مدار رکندڙ هئا زندگيءَ تي. تنهن ڪري هنن جي خيال موجب روح جو مادي ڪان علحده وجود هئڻ جو امڪان ئي ڪونہ هو.

انهي فلسفہ جي پوئلڳن انهي بنيادي نقطہ تي کوجنائون شروع ڪري سندن دعوئ کي صحيح ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي. هي ان ڳالهہ ۾ مشغول آهن تہ زندگيءَ جي وجود ۾ اچڻ ۽ ختم ٿيڻ بابت ڪو پتو ڪڍن. اڃا پوري طرح ان ۾ ڪامياب نہ ٿيا آهن. هي انهي ڪري روح جي حيات بعدالممات، بهشت، دوزخ، حساب ڪتاب وغيره ۾ اعتماد نٿا رکن، نہ وري جن ۽ ملائڪن جي وجود کي مڃين ٿا.

ٻئي ڌريون سندن نقطن کي اهڙيون چنبڙيون پيئون آهن ۽ اهڙي يقين سان سندن نقطہ نگاهن کي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿيون، جڻ تہ سندن راءِ کان سواءِ ٻي سڀ راءِ غلط هئي.

آئون غور بعد هن نتيجا تي پهتو آهيان تہ اهي ٻئي نظريا هڪ ئي حقيقت جا ٻہ پهلو هئا. يا ڪٿي چئجي تہ هڪ علم جا مدارج هئا. روح ۽ مادو علحده نہ هئا، ٻئي هڪ ئي شيءِ جا ٻہ طرف هئا.

آئون سمجهان ٿو تہ عقل اڃان تائين ان مسئلي کي حل ڪري نہ سگهيو آهي. ممڪن آهي عشق جڏهن طالبن کي حيرت جي مقام ۾ وڃي پهچائي تہ وڏيڪ احوال معلوم ٿي سگهين، پر شيخ سعدي فرمائي ٿو:

ڪہ آنرا ڪہ خبر شد خبرش باز نيامد

معنيٰ: "جنهن کي پتو پيو ان ظاهر نہ ڪيو."

شاهہ صاحب فرمائي ٿو:

قيامت ملن تہ ٻہ ويجها ياںئج سپرين.

**(٣) علم ۽ جهل جو مسئلو:**

انهي مسئلا ۾ گهڻا ماڻهو منجهايا آهن: علم ڇا آهي؟ ڪيئن حاصل ٿئي ٿو؟ ڪيئن ترقي ڪري ٿو؟ ان جا مقصد ۽ مراد ڪهڙا آهن؟ ان جي انتها ڪهڙي آهي؟ جهالت جي ٻہ ڪا علحده حيثيت آهي؟ جي ها تہ علمءِ جهل جي وچ ۾ تميز ڪهڙي طرح ڪجي؟

هي اهڙا مسئلا آهن جن تي سوها ڪتاب لکجي ويا آهن. فيلسوفن ۽ عالمن ان باري ۾ گهڻو ڪجهہ بيان ڪيو آهي. پر شاهہ سائين جي قول مطابق:

پڙهيو ٿا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب ۾،
پاٺان ڏوهہ چڙهن، جيئن ورق وارين وترا.

حقيقت جي نقطہ نگاھہ کان ڏسڻ ۾ ائين اچي ٿو تہ جيئن جاهلن کي سندن جہالت تي ناز آهي تيئن عالمن ۾ خودي پيدا ٿي، کين سندن نقطہ نگاھہ کي آخرين ۽ مکمل سمجهڻ جو مرض پيدا ٿئي ٿو.

انگريز فيلسوف هر برٽ سپينسر هڪ هنڌ چيو آهي تہ:

"جيستائين پورو علم ڪونہ هوم ان وقت تائين ائين سمجهندو هوس تہ سڀ ڪجهہ ڄاڻان ٿو. پر جڏهن کان ڄاڻ وڌي اٿم تہ سمجهڻ لڳو آهيان تہ آئون ڪجهہ نٿو ڄاڻان."

شاهہ ڪريم عليه بہ اهڙي حالت کي پهچڻ بعد چوي ٿو:

"ڪنز قدوري ڪافيا، پڙهي پروڙيم سڀ،
تہ چڻ منڊي ماڪوڙي کوهہ ۾، پيئي ڪچي اپ."

اهڙن ماڻهن بابت هڪ پارسي شاعر هينئن طرح فرمائي ٿو:

آن کس کہ نداند و بداند کہ بداند،
آن در جهل مرکب ابد دهر بماند،
آن کس کہ بداند و بداند کہ بداند،
آن خير خر خويش بمزنل برساند،
آن کس کہ بداند و بداند کہ نداند،
آن اسپ تر خويش گردون برساند.

معنيٰ: "جيڪو ماڻهو نٿو ڄاڻي پر سمجهي ٿو تہ ڄاڻان ٿو سو جهل جي اوڙاھہ ۾ پيل آهي. جيڪو ماڻهو ڄاڻي ٿو ۽ سمجهي ٿو تہ واقعي ڄاڻان ٿو اهو گڏهہ جو سوار آهي، جيڪو ماڻهو ڄاڻي ٿو پر چوي ٿو تہ نٿو ڄاڻي اهو تازي گهوڙي جو سوار آهي."

آئون آهستي ٿي هن راءِ جو ٿيندو وڃان ٿو تہ مجازي يا شعوري علم بہ ارتقائي منزلون طي ڪندو وڃي ٿو. ان جي حد مقرر ڪرڻ غلط ٿيندي جيئن زندگي ازلي ابدي آهي تيئن ان جو علم بہ ٿي سگهي ٿو. پر شعوري علم کان مٿي معلومات صرف عشق جي روشني ذريعي حاصل ٿي سگهي ٿي.

علم حواسن ذريعي حاصل ڪيل عقل جو ذخيرو ٿئي ٿو. عشق ان نامعلوم ذخيره علم مان خبرون ڏئي ٿو، جنهن جي معلومات لاءِ عالم سرگردان آهي.

"عشق کي ايک جست نے طے کرديا قصہ تمام،
جس زمين و آسمان کوبيے کران سمجها تها مين." (اقبال)

## (٣) جمهوريت ۽ آمريت جو مسئلو:

اهي ٻئي مسئلا به مجازي دنيا ۾ هن وقت مونجهاري ۽ اختلاف جو باعث بنيا بيٺا آهن. جمهوريت جيَ طرفدارن جو چوڻ ته انسان سڀ برابر آهن. هنن جا حق به هڪجهڙا سمجهڻ گهرجن. باوجود ڪثرت تعداد ماڻهن جي جاهل ۽ اڻ سمجهه هئڻ جي هر ڳالهه جو فيصلو عوام کي ڪرڻ گهرجي.

مثل مشهور آهي ته گهڻا غلطي نه ڪندا آهن. تنهن ڪري طريقه حڪومت جمهوري هئڻ گهرجي. آمريت جي طرفدارن جو چوڻ آهي ته جهڙي طرح نظام شمسي جا سياره سندن مرڪز سج جي چوڌاري ڦرن ٿا. اهڙي طرح عوام به ڪن خاص ماڻهن جي مذهبن، نظرين، اثرن ۽ لاڳاپن کان جدا ٿي نٿا سگهن. تنهن ڪري ملڪ جي نظام ۽ رهبريءَ لاءِ لائق ماڻهو ئي ڪارگر ٿي سگهن ٿا. ان ڪري حڪومت جي واڳ لائق ماڻهن جي حوالي هئڻ گهرجي.

انهيءَ جي جواب ۾ جمهوريت جا طرفدار چون ٿا ته لائق ڪير آهي يا ڪير نه آهي. ان جو فيصلو ڪنهن کي ڪرڻ جو حق ڏجي.

حسن ۽ عقل ڪان ڪوبه پاڻ کي خالي نٿو ڄاڻي. جيڪڏهن لياقت جو فيصلو به ساڳين ماڻهن جي حوالي ۾ ڏبو جي پاڻ کي لائق ڄاڻن ٿا ته اهڙي حالتن هيٺ تواريخ ثابت ڪيو آهي ته لياقت غلطي استحصال ۽ استبداد جو ڪارڻ بنجي پوي ٿي. تنهن ڪري باوجود خامين جي جمهوريت وڌيڪ موزون آهي.

ان تي آمريت جا طرفدار تواريخي مثال ڏئي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ته ڪثرت تعداد کان گهڻيون غلطيون ٿيون هيون.

اهي ڪثرت تعداد وارا هئا جن حضرت عيسيٰ عليه کي صليب تي چاڙهيو هو. حضرت امام حسين عليه کي ڪثرت تعداد ئي شهيد ڪيو هو.

پري نه وڃو گهر جا مثال وٺو ته اهي ڪثرت تعداد ئي هئا جن مسٽر الهه بخش بروهي جهڙي عالم فاضل ۽ مسٽر پيرزادي عبدالستار جهڙي لائق ۽ تجربيڪار سياستدانن کي مسٽر منگي جهڙي ماڻهو هٿان شڪست ڏياري هئي.

اهي عوام ئي هئا جن سيٺ حاجي عبدالله هارون ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي جهڙن قومي خادمن کي خانبهادر الهه بخش گبول هٿان لياري تڪ مان

شڪست ڏياري هئي، جنهن تڪ جا ماڻهو رڳو ٿورو وقت اڳي غازيءَ عبدالقيوم جي لاش کڻندڙن تي حڪومت طرفان گولي بازي ڪرائڻ جي الزام ۾ خانبهادر ڪبول جي خلاف هئا جن جي خوف کان اهو تڪ چڏي شهر جي ٻي طرف پوليس گارڊ هيٺ سڪونت اختيار ڪئي هئائين. اهي ئي عوام هئا جن جنرل ايوب خان جهڙيءَ آمر حاڪم جي مخالفت ڪري ڪيس ڪتو سڏي حڪومت کان زوري ٻاهر ڪڍيو هو.

ليڪن اهي ساڳيا عوام هئا جن جنرل ايوب خان جي پرورده، ثناخوان، ذوالفقار علي ڀٽي کي وري ڪثرت راء سان حڪومت جي واڳ هٿن ۾ ڏيارڻ هئي.

اهو ساڳيو ڀٽو هو جنهن ايوب خان کي ليڊن، ڪمال اتا ترڪ، صلاح الدين ايوبي، ابراهم لنڪن جو ثاني سڏيو هو ۽ چيو هو تہ جي شاهہ عبداللطيف ڀٽائي زنده هجي ها تہ جنرل ايوب کي گلن جا هار پارائي ها.

انهن ماڻهن جو چوڻ هو تہ عوام واريءَ جي داڻن وانگر ملڪي هوائن جي اثر ڪري مجبور ٿيو اڏامندا وتن. انهن کي مستقل مفاد، چالاڪ ماڻهو بي وقوف بنائي ڪم ڪڍن ٿا.

انهن دليلن جي آڌار تي اهي ٻئي مسئلا ايتري قدر منجهيل آهن، جو فلسفين جي سوال تہ "ڪڪڙ اول هئي يا ان جو آنو؟" وانگر انهن جي افاديت جو فيصل ڪرڻ مشڪل مسئلو ٿيو پوي.

انهي مسئلي کي هاڻ حقيقي نقطہ نگاهہ کان نظر ڪرڻ بعد انئين سمجهڻ لڳو آهيان تہ جهڙي طرح خوشي ۽ غم، فراق ۽ وصال، رات ۽ ڏينهن هڪ ئي سفر جا بہ جدا مرحلا آهن. اهڙي طرح آمريت ۽ جمهوريت بہ انساني ضروريات، حالات، حقائق زماني مطابق تبديل ٿي سگهن ٿا. انهن جو صحيح امتزاج ئي ملڪ ۽ ماڻهن جي ڀلائيءَ جو باعث بنجي سگهي ٿو.

**(۴) اشتراڪيت ۽ سرمائيداريءَ جو مسئلو:**

دنيا جا ملڪ ۽ ماڻهو اڄ ڪلهہ ٻن نظرين ۾ ورهايل آهن. ڪُجهہ اشتراڪيت جا طرفدار آهن ۽ ٻيا سرمائيداريءَ کي مڃين ٿا. سندن نقطہ نگاهہ هيٺيان آهن:

**اشتراڪيت** ـ وارن جو چوڻ آهي تہ دنيا جي ڪروڙن انسانن جي غربت، جهالت، پست حاليءَ جو ڪارڻ سرمائيداري نظام آهي. انهي مطابق

مستقل مفاد غریب عوام جو استحصال ڪن ٿا. تنهن ڪري ملڪ جي جملي پيداوار جي ذريعن، پيسي ۽ ورهاست تي عوام جي نمائنده حڪومت جو اختيار هئڻ گهرجي. جي ان جي اهڙي طرح ورهاست ڪن جيئن بک، بيروزگاري، جهالت سڀ ختم ٿي وڃن. انهي نظريي جي حمايت ۾ هن ماده پرست فلسفي ڪان مدد ورتي ٿي.

**سرمائيدارانه نظام** ـ جي طرفدارن جو چوڻ هو ته سندن نظام جي ختم ڪرڻ ڪري هيٺين نقصانن جو انديشو آهي:

(١) واپار، هنر، زراعت وغيره مسئلن مان شخصي دلچسپي ختم ٿيڻ ڪري، انهن شعبن ۾ ترقي نه ٿي سگهندي.

(٢) شخصي دلچسپي وڃڻ بعد شخصي آزادي به ختم ٿيڻ جو امڪان آهي.

(٣) قدرت ماڻهو هڪ جهڙا نه خلقيا آهن ڪي جاهل، سست ۽ ڪم همت هئا، ڪي دانشمند، محبتي ۽ باهمت آهن. تنهن ڪري ٻڪرادو طرح ماڻهن کي هڪ جهڙو ڪري ڪونه سگهبو. ان مان فائدي جي عيوض نقصان ٿيندو.

انهي دعوي جي ثبوت ۾ هو مثال ڏين ٿا ته دنيا جا ترقي يافته ملڪ اڪثري سرمائيداري نظام وارا آهن. جي اهو نظام خراب هجي ها ته اهي ملڪ ڪيئن ترقي ڪري سگهن ها. هر ڌر سندن نظرين جي جواز ۾ پنهنجا دليل پيش ڪري ٿي. هن وقت دنيا انهي تصادم جي وچ ۾ غلطان آهي.

کس نمي گويد ڪه دوغ من ترش است

" ڪوبه پنهنجي ڏونئري کي کٽو نٿو چوي. "

وانگر هر ڪو پنهنجي نقطه نگاهه جي واڌاري يا بچاءَ لاءِ پاڻ کي سياسي، علمي، سائنسي، نظرياتي ۽ دفاعي طور مسلح ڪري رهيو آهي.

ايتري قدرجو بعضي ڊپ پيدا ٿئي ٿو ته متان انهي تصادم ڪري ساري انسان ذات تباهيءَ جي منهن ۾ وڃي پوي. اڻون هن وقت جيتري قدر غور ڪرڻ بعد سمجهي سگهيو آهيان ان مطابق اشتراڪيت جي فائدن جي باوجود ان کي آخرين ۽ مڪمل سمجهڻ ٺيڪ نٿو ڄاڻان. ممڪن آهي آئينده هلي تجربي بعد ٻنهي نظرين جي امتزاج مان ڪو نئون بهتر نظريو وجود ۾ اچي.

ان وچ ۾ بقائي باهميءَ جي اصولن پٽاندر هر ڪنهن کي پنهنجا تجربا

جاري رکڻ گهرجن. تشدد ذريعي هڪ نظريي جي پٺي مٿان تسلط جي ڪوشش فائدي بدران نقصان پهچائيندي.

### (۵) محبت ۽ نفرت جو مسئلو:

دنيا گهڻي وقت کان انهي ٻنهي رجحانن ۾ غلطان آهي. هڪ طرف محبت جا طرفدار آهن جن ۾ پيغمبر، درويش، سنت، حڪيم ۽ خدا جا صالح بندا شامل آهن. سندن چوڻ آهي ته:

محبت اسلام (مذهب) جو جوهر آهي، محبت عشق جي پيداوار آهي.
محبت اتحاد جي ڪنجي آهي، محبت امن جو سرچشمو آهي.
محبت ايمان جي مخزن آهي، محبت راهه هدايت جي رهبر آهي.

جيڪڏهن محبت اهڙي قيمتي وٿ آهي جنهن لاءِ پيغمبر، درويش ۽ شاعر ذڪر ڪري ويا آهن ته پوءِ تعجب اهو ٿو لڳي ته ماڻهو ان کي ڇڏي نفرت کي ڇو ٿا وتيرو بنائين. غور سان نظر ڪبي ته معلوم ٿيندو ته:

نفرت ڪفر جو مظهر آهي، نفرت عشق جي منفي آهي.
نفرت انتشار جو باعث ٿئي ٿي، نفرت فساد جو ڪارڻ بڻجي ٿي.
نفرت بي ايماني جو پندار آهي، نفرت گمراهيءَ جو رستو آهي.

زندگي محبت جي آڌار تي هلي رهي آهي، پر نفرت ان کي بهشت جي عيوض جهنم بنايو ڇڏي. مون کي درويشن جي صحبت، ڪتابن جي مطالعي، عشق مجازيءَ جي اثر ڪري محبت جي راز جو گهڻي قدر پتو هو. پر نفرت جو زهر وچڙندڙ بيماريءَ جي جيوڙن وانگر اهڙو تيزيءَ سان پکڙندڙ هو. جو پتو ئي نه پيو آئون به بي وسي يا اڻ ڄاڻائيءَ کان ان مرض ۾ مبتلا ٿي پيس.

جمهوريت ۾ مخالف جي راءِ خلاف پنهنجي راءِ جو اظهار ڪرڻ رواداريءَ جي حد اندر رواجي طور جائز هو. پر ان کي وڌائي نفرت جي درجي تي آڻڻ غلط هو. جوشيلي طبيعت هئڻ ڪري اختلاف کي اڪثر حد اندر رکي نه سگهيو آهيان.

منزل گاهه مسجد پيري سياسي مسئلي کي مذهبي رنگ ڏئي نفرت جو باعث به بنيو آهيان.

انگريز سامراج، سامراج اسان جو استحصال ڪيو ٿي پر انهن جي مخالفت کي نفرت جي درجي تائين نيڻ ۾ به غلط رجحان جو مرتڪب ٿيو آهيان.

ملا جي تشريح واري اسلام کيٓ مڪمل سمجهي ان کان ٻاهر ماڻهن کي ناحق تي سمجهي انهن خلاف نفرت جي اظهار جو بہ گناهہ گار رهيو آهيان.

مسلم قوم جي غلط نظريي کي صحيح ڄاڻي، انهي بنيادن تي ملڪ جي ورهاڱي لاءِ ڪوشش ڪري ملڪ کي نفرت ۽ نفاق جي آڙاهہ ۾ اڇلائڻ جو ڏوهاري رهيو آهيان. نہ صرف آئون ان ڏوهہ جو گناهہ گار ٿيو آهيان پر دنيا تي نظر ٿو ڪريان تہ ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ ماڻهن جو گهڻو حصو انهي مرض ۾ مبتلا ٿيو پيو آهي.

ڪميونسٽ سرمائيدارن کي نفرت جي نگاهہ سان ڏسن ٿا.

سرمائيدار ڪميونسٽ خلاف نفرت جو اظهار ڪن ٿا.

مهاجر پنجابي مستقل مفاد هر قوم پرست سنڌي، بلوچ ۽ پٺاڻ کي نفرت جي نگاهہ سان ڏسي ٿو. رد عمل ۾ لازماً قوم پرست سنڌي بلوچ ۽ پٺاڻ مذڪوره بالا مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراجيٰن کي دشمن سمجهي نفرت سان ڏسڻ لڳا آهن.

مهاسڀائي هندو مسلمانن کي نفرت سان ڏسي ٿو.

ملا جو پوئلڳ مسلمان پاڻ کان علاوه باقي سڀني ماڻهن کي حقارت سان ڏسي ٿو.

عرب يهودين کي نفرت سان ڏسن ٿا.

يهودي عربن جو استحصال ڪرڻ ۽ مٿن تشدد جاري رکڻ کي دين ايمان سمجهن ٿا.

اهو نفرت جو جذبو آهي، جنهن ڪري قومون مشين گنون، توبون، بمبار هوائي جهاز، ائٽم ۽ هائڊروجن بم ڪٺا ڪري رهيون آهن.

پتو نہ ٿو پوي تہ ڪڏهن انسان ذات کي انهي مرض کان ڇوٽڪارو ملندو. تجربي ۽ غور فڪر بعد آئون هن نتيجي تي پهتو آهيان تہ ان جا ڪارڻ خودي، خود مطلبي، پاڻ کي حق تي ڄاڻڻ جي خود فريبي، فسطائي نظريا ۽ تشدد جي خواهش ٿين ٿا. ان کي دور ڪرڻ لاءِ بي خودي، پراپڪاريءَ جو جذبو، انڪساري، عدم تشدد ۽ رواداري ڪارگر علاج ٿي سگهن ٿا. ملا، پنڊت، پادري ۽ ربي جا مذهب انهي راهہ ۾ وڏي رڪاوٽ

آهن. هاڻ وقت آيو آهي تہ مقابلي ڪي ڇڏي بقائي باهمي ۽ باهمي تعاون جي آڌار تي معاشري جي تعمير ڪجي. نفرت ڪان پاسي ٿي محبت کي اختيار ڪجي.

**(٦) تعمير ۽ تخريب جو مسئلو:**

هن عالم ناسوت ۾ ظاهري طرح بہ متضاد طاقتون هڪ ٻي جي خلاف نبرڊ آزما آهن:

(١) هڪ انٽيگريشن (ميلاپ) جي طاقت آهي.

(٢) ٻي ڊس انٽيگريشن (تخريب) جي طاقت آهي. پهرين اتحاد، تعمير، ترقي جي طرف ڇڪي ٿي. ٻي نفاق، تنزل، تخريب جي طرف نہ ئي ٿي.

وڻ، جانور، ماڻهو ڄمي، وڏا ٿي مرن ٿا. تہ پيا وري ان جي جاءِ وٺن ٿا. اهو سلسلو هلندو رهي ٿو. تبديلي فطرت جو مکيہ اصول آهي. اهو اصول نہ صرف افراد سان لاڳو آهي پر قومن، تهذيبن، مذهبن ۽ تمدن سان بہ لاڳو رهي ٿو. مختلف قومون بدويانہ دؤر مان نڪري تهذيب ۽ تمدن جي عروج تي اچي، وري مختلف وجوهات ڪري تنزل ڏي وڃن ٿيون.

اهڙي طرح مختلف تهذيبن، مذهبن ۽ تمدن سان بہ ساڳيو قانون لاڳو رهي ٿو. قرآن ۾ آهي تہ:

"تلڪ الايام ندا ولها بين الناس."

معنيٰ: "اسان ماڻهن جي وچ ۾ زمانہ پيا بدلايون."

ڪڏهن ڪي قومون اوج تي آهن تہ ڪڏهن تنزل تي. قدرت ڪي قانون مقرر ڪري ڇڏيا آهن جن جي پوئواري ڪرڻ سان قومون ترقي ڪن ٿيون. انهن جي ترڪ ڪرڻ ڪري تنزل ڏي وڃن ٿيون.

ڪو وقت هو جو مشرقي ملڪ ترقيءَ تي هئا. هاڻ اهي پست پيل آهن ۽ مغربي ملڪ اوج تي آهن. ماڻهو هڪ طرف ترقي ۽ تعمير لاءِ نيون ايجادون ڪندا ٿا وڃن. تہ ٻئي طرف اهي تخريب لاءِ بہ بم ۽ زهريليون گئسون تيار ڪري رهيا آهن. ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي تہ اهرمن ۽ اهرمزد ٻئي پنهنجي ڪمن ۾ مشغول آهن.

رواجي طرح عقل چرخ ڪايو وڃي تہ انهي ڊبل ڪاروبار مان قدرت جو ڪهڙو مطلب آهي.

آئون گهڻي غور ۽ تجربي بعد ان نتيجي تي پهتو آهيان تہ اهي متضاد قوتون نہ آهن. بنيادي طرح اها هڪ فطري قوت ارتقا آهي. جا هر ڳالهہ ۾ ڪارفرما آهي. ليڪن تنگ نظر ماڻهن کي اهو پتو نتو پوي. سمنڊ جي مد، جزر، لاهي چاڙهي وانگر زندگي بہ مختلف لاهن چاڙهين مان گذري ٿي. دائمي تخريب ۽ تنزل آهن ئي ڪونہ.

شاهہ سائين فرمائي ٿو:

مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿيا نہ مات،
هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جيا.

هي دؤر بقائي اصلح جو آهي جنهن ۾ مضبوط ۽ صالح قائم رهن ٿا ۽ ڪمزور ختم ٿيو وڃن. سگهو ئي بقائي باهميءَ جو دؤر شروع ٿيڻ وارو آهي جنهن ۾ مختلف نظرين، طاقتن، مذهبن، ترقيءَ جي مدارج جون قومون ۽ تهذيبون رواداري ۽ باهمي تعاون ذريعي گڏجي ترقيءَ جي راهہ تي گامزن ٿينديون.

**(V) اسلام ۽ ڪفر جو مسئلو:**

رسول مقبول حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جڏهن دنيا ۾ محبت انسانيءَ جو پيغام وٺي آيو تہ ان جو مقصد، ماڻهن جي وچ ۾ اتحاد، امن، اخلاقي ۽ جسماني ترقي پيدا ڪرڻ هئا. انهي ڪري سندس پيغام دين اسلام سڏيو ويو. جنهن جي معنيٰ اتحاد ۽ سلامتيءَ جو دين هئي.

رسول جي پيغام کي ٻن قسمن جي ماڻهن قبول ڪيو. هڪڙا روح اسلام جا قائل هئا. ٻيا اسلام جي ظاهري صورت کي چنبڙي پيا. رسول مقبول جي لاڏاڻي کان پوءِ. پهرين اصول جا حامي گوشہ نشين ٿي تاليف قلوب ۽ اخلاق حسنة جي ذريعي انهي پيغام کي پکيڙڻ لڳا. ٻئي گروهہ جا طرفدار اقتدار جي حصول ۽ قيام ذريعي نئين پيغام جا مبلغ ٿي ڪم ڪرڻ لڳا. نتيجو اهو نڪتو تہ ڪثرت تعداد ماڻهن جو مختلف وجوهات ڪري حاڪمن جي پويان رهيو.

رسول مقبول محبت، اتحاد، امن ۽ ترقيءَ جي خلاف ڳالهين کي سندس پيغام کان انڪار سڏي عربيءَ ۾ ان کي ڪفر جي نالي سان منسوب ڪيو هو.

رسول مقبول جي حاڪم پوئلڳن اڻ سمجهيءَ کان دين کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهائي ڇڏيو: هڪ اسلام، ٻيو ڪفر.

درحقيقت ڪفر جو جدا وجود ئي ڪونہ هو. ڇاڪاڻ تہ اسلام جو بنيادي اصول توحيد هو. ان ۾ دوئيءَ کي ڪو دخل ڪونہ هو. ان وقت کان وٺي مسلمان ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويا. هڪڙن وٽ اسلام ۽ ڪفر ٻہ جدا حقيقتون هيون. ٻين وٽ حقيقت صرف اسلام جي هئي. ڪفر جي معنيٰ صرف مخفي هئي. صوفيائي ڪرام ۽ درويش وحدت جا قائل رهيا. حڪام وقت ۽ انِ جا پوئلڳ ملا دوئيءَ جا پوئلڳ ٿي ڪفر ۽ اسلام کي ٻہ جدا وجود تسليم ڪندا آيا.

درويشن اڪثري اهڙي دين جي مخالفت پئي ڪئي آهي، جهڙي طرح حافظ شيرازي فرمائي ٿو تہ:

جنگ هفتاد ودو ملت همر را عذر بہ نهہ.
چون نديدند حقيقت رهہ افسانہ زدند.

(انهي ٻاهتر فرقن کي جي هڪ ٻئي سان لڙي رهيا آهن، ڇڏي ڏي، ڇاڪاڻ تہ انهن حقيقت کي نہ ڏسي گمراهيءَ جو رستو ورتو هو.)

شاهہ عبداللطيف عليه فرمايو آهي تہ:

ان پر نہ ايمان، جو ڪلمي گو ڪونائيين،
دغا تنهنجي دل ۾، شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، اندر آذر آهيين.

روحل فقير هندستان جي اختلافن کي مدنظر رکي فرمايو آهي تہ:

هڪ هندو، ٻيا مسلمان، ٽيو وچ وڏائون وير،
انڌن اوندهہ نہ لهي، تنَ کي سچ ڇوندو ڪير،
روحل راهہ پرينءَ جي، جڏهن ڪهمي ڏٺوسين گهيڙ،
تہ رب مڙني ۾ هڪڙو، تنهن ۾ ڦند نہ ڦير،
سا ڪاڏي ڪندي پير، جا شتي ڪعبة الله ۾.

اهو سلسلو گهٽي وقت کان هلندو آيو. ڪفر زور وٺي ويو. اسلام وچي ڪتابن، مقبرن ۽ خانقاهن ۾ پناهہ گزين ٿيو. پر اسلام جي پت، جهڙي پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ هن ملڪ ۾ ويئي آهي، اهڙي تاريخ جي ڪنهن دؤر ۾ نہ ويئي هئي.

پاڪستان جي مستقل مفاد جي تشريح وارو اسلام، محبت جي عيوض نفرت، اتحاد جي عيوض نفاق، اخلاق جي عيوض بداخلاقي، رواداريءَ

جي عيوض تعصب. عدم تشدد جي عيوض تشدد جو مظهر ٿي پيو آهي.

آئون تجربي بعد هن حقيقت تي پهتو آهيان، تہ هن وقت اسلام جي نالي ۾ جيڪي چيو يا ڪيو وڃي ٿو. سو اصلي اسلام جي توهين ۽ دشمنيءَ جي مترادف آهي.

جيئن آئون اڳي ظاهر ڪري آيو آهيان تہ ڪيئن نہ مستقل مفاد، اسلام جي نالي ۾ اهڙا ڪم ڪيا آهن جن ڪان هوند شيطان بہ شرمائجي وڃي. تنهن ڪري بهتر آهي تہ هاڻ اسلام جو نالو سياسي، معاشي ۽ سماجي ڳالهين ۾ وٺڻ ڇڏي ڏيون. نہ تہ ماڻهو روس وانگر مذهب جي نالي کان بيزار ٿي پوندا.

ازانسواءِ تاريخي نقطہ نگاهہ ۽ تجربي جي بنا تي عقل جي سمجهاڻي ۽ راز حقيقت کلڻ بعد اهو پتو پيو اٿم تہ ڪفر ۽ اسلم بہ جدا حقيقتون نہ هيون. بلڪ هڪ ئي تصوير جا بہ پهلو هئا. ملا وارو اسلام ڪفر جو شرح هو.

دين اسلام کي ڪهلي روزمره جي ڪاروبار ۾ استعمال غرضي لاءِ ڪتب آڻڻ فائدي بدران نقصانڪار آهي.

ان ڪري سچل سرمست جي صلاح تي هلڻ کان سواءِ چارو ئي ڪونهي:

جاسين منبر، مسجد، مناري ويران نہ ٿيسن،
حال حقاني، ميان سچو، حاصل نہ ٿيوي.

### (۸) اتحاد ۽ نفاق جو مسئلو:

بنياد کان وٺي دين جا پيغمبر ۽ قومن جا مصلح اتحاد ۽ اتفاق جو پرچار ڪندا آيا آهن. دين جو جوهر محبت آهي ۽ انهي مان اتحاد پيدا ٿئي ٿو.

مصري شاهہ فرمائي ٿو تہ:

عشق سارو اسلام، مذهب محبت عين مبارڪ.

ٻي هڪ شاعر چيو آهي تہ:

حاڪم ٿيوان حڪم چلاوان عشق اجاري پاوان،
جو ڪوئي عشق نہ ڄاڻي ان سب کو قتل ڪراوان.

اتحاد انساني جا مکيہ عنصر جاءِ رهائش، زبان، ڪلچر، سياسي ۽ اقتصادي مفاد ۽ خيالات پئي رهيا آهن.

پيغمبرن زياده زور وحدت خيال ۽ عمل تي ڏنو. پر سواءِ چند ماڻهن جي گهڻن ماڻهن انهي تي عمل نہ ڪيو.

هن وقت دنيا جي اڪثريت تاريخي تجربي جي بنا تي باهمي اتحاد جي حصول لاءِ جاءِ رهائش، زبان، ڪلچر، تواريخي روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفاد کي مقرر ڪيو آهي.

اقوام متحده بہ انهن عنصرن کي قبول ڪيو آهي. نظريا بين الاقوامي حيثيت رکن ٿا. اهي ذهني پيداوار هئڻ ڪري ڪن مخصوص ايراضين تائين محدود ڪري نٿا سگهجن.

ماڻهن جي اتحاد لاءِ ڪن مخصوص ايراضين ۾ ٺوس حقيقتن جي بنياد تي ڪوشش ڪرڻ زياده سهل العمل سمجهي ويئي آهي.

خود نظرين جي بنياد تي اتحاد بہ ابتدا ۾ ڪن محدود ايراضين ۾ ڪري، پوءِ انهن کي بين ملڪن تائين وڌايو ويجي ٿو.

نظرين جي صحيح تبليغ ۽ فروغ، تاليف قلوب ۽ اخلاق حسنة جي آڌار تي ڪرڻ بهتر آهي نہ تہ اهي نظريا ذهني سامراج بنجي تشدد ۽ تعصب جو ڪارڻ بنجن ٿا. مذهب، ڪميونزم، فسطائيت سڀ آهستي ٿي ذهني سامراج جي صورت اختيار ڪندا وڃن ٿا. تنهن ڪري بهترين رستو اتحادِ جو قوم پرستي آهي. جنهن جي وسيلي هر هڪ ملڪ ۾ ماڻهن جي اتحاد، امن ۽ ترقي لاءِ ڪوشش ڪرڻ گهرجي. نظرين کي قوم پرستيءَ تي ترجيح ڏيڻ قومي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ جي راهہ ۾ رڪاوٽ پيدا ڪندو. پوءِ اهو نظريو مذهبي يا سوشلزم جو نہ هجي.

**(٩) امن ۽ بدامنيءَ جو مسئلو:**

جملي مذهبن پنهنجو مقصد امن جو قيام ظاهر ڪيو آهي. اسلام جو تہ نالو ئي سلامتي ۽ امن جو دين رکيو ويو آهي.

جيتوڻيڪ دنيا جي بزرگن ۽ حڪيمن سندن مسلسل پرچار ذريعي امن قائم ڪرڻ لاءِ ڪوششون پئي ڪيون آهن پر اڄا تائين انسانذات کي امن ۽ سک جو ڏينهن نصيب نہ ٿيو آهي. ڪثرت تعداد ماڻهن جي غربت، بيروزگاري، عقيدن جا اختلاف، طبعي رجحان، مستقل مفاد جا ڪارناما انهي جي راهہ ۾ رڪاوٽ بنيا بيٺا آهن.

هن وقت دنيا ۾ هر طرف بدامني ڦهليل آهي. الجيريا مان بدامني گهٽ ٿي تہ عرب ۽ اسرائيل جي وچ ۾ پيدا ٿي.

انڊوچائنا ۽ ڪوريا مان بدامنيءَ جا جراثيم ختم نہ ٿيا آهن. برصغير هند ۾ پاڪستان ۽ ڀارت جي وچ ۾ اڄ تائين پورو امن قائم نہ ٿي سگهيو آهي. اسان جڏهن پاڪستان جي قيام لاءِ ڪوشش ٿي ڪئي تہ اميد هئي سون تہ هڪ مذهب جي مڃڻ وارن کي جدا ملڪ ملڻ بعد اهو دارالسلام ٿي پوندو پر گذريل ٢٦ سالن جي تجربي ان اسان جي خوش فهميءَ کي پاش پاش ڪري ڇڏيو آهي.

مون ڏٺو آهي تہ اتحاد ۽ امن لاءِ جن مکيہ اصولن جي ضرورت ٿئي ٿي، سي هتي عدم موجود آهن. جهڙوڪ: رواداري، عدم تشدد، بقائي باهمي ۽ باهمي تعاون: ان جا مکيہ ڪارڻ مون کي مهاجر پنجابي مستقل مفاد جا نو ايجاد نظريا جهڙوڪ: اسلام جي فسطائي تشريح، مسلم قوم جو نظريو ۽ نظام اسلامي سمجهڻ ۾ اچن ٿا. جيتري قدر آئون فڪر ڪري نتيجي تي پهتو آهيان تہ برصغير هند ۾ امن قائم ٿي نہ ٿيندو، جيسين پاڪستان کي ختم ڪري، ان ۾ شامل ٿيندڙ پنجاب، بلوچستان، پختونستان ۽ سنڌ کي آزاد رياستون نہ بڻايو ويو آهي. آئون سمجهان ٿو تہ پاڪستان جي خاتمي سان صحيح اسلامي اصولن جي ابتدا ٿيندي.

پاڪستان جو خاتمو مشرق ۽ مغرب جي تهذيبن جي امتزاج ۽ اتحاد جو پيش خيمو ٿيندو.

پاڪستان جو خاتمو برصغير هند ۽ مغربي ايشيا ۾ امن لاءِ ماحول سازگار ڪندو.

پاڪستان جو خاتمو تعصب جو مرض ڪڍي رواداريءَ لاءِ حالتون هموار ڪندو.

پاڪستان جو خاتمو سنڌ، بلوچستان ۽ پختونستان جي ترقيءَ لاءِ ڪارآمد ٿيندو.

پاڪستان جي خاتمي سان مذهب جي نالي ۾ تعصب، تشدد، استحصال جون ڪڙيون ڪِيل، ڏوڪي جون ڀِتيون ڀِنيون ڊهي پونديون.

پاڪستان جي خاتمي سان بداخلاقيءَ جا قلعا ڪري پوندا.

پاڪستان جو خاتمون مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراج جي پاڙ پٽي ڇڏيندو.

پاڪستان جو خاتمو بي ايماني، خوف، ظلم جا لاهہ پٽي ايمان تازو ڪندو.

حقيقي ڳالهين جي سمجهہ اچڻ بعد آئون ان راءِ جو ٿيو آهيان. جهڙي طرح خدا ۽ محبت جي انتها ڳولڻ ناممڪن آهي، اهڙي طرح حقيقت جي انتها تي نٿي سگهي.

حقيقت جوهر آهي هر منفرد متضاد شيءِ جو.

حقيقت لامحدود آهي، اسان جو ان بابت علم اڳين ۽ اسان جي معلومات جي بنياد تي ٻڌل آهي.

ليڪن مستقبل ۾ انسان ذات اڳيان ڪهڙيون حقيقتون کلن ٿيون، انهن جي ڪٿ ڪرڻ مشڪل آهي.

## (٣)-عملي شعبي جو ذڪر

عمل تحرڪ مان پيدا ٿئي ٿو. تحرڪ زندگي آهي. پر عمل جي صحيح نموني جو نہ ڪبو تہ ان مان فائدي عيوض نقصان پهچندو.

جهڙي طرح حقيقت تي پهچڻ کان اڳ مجازي مرحلن جا تجربا ڪرڻ ضروري آهن. اهڙي طرح بين الاقوامي دائري ۾ عملي قدم وڌائڻ کان اڳ شروعات مخصوص ايراضيءَ کان ڪرڻ گهرجي.

· اسان سنڌين کي دنيا جي معاملات جي واقفيت حاصل ڪرڻ کان اڳ سنڌ جي مجازي ۽ حقيقي ماهيت مان واقفيت حاصل ڪرڻ ضروري آهي.

سنڌ جي گذريل پنجن هزارن ورهين جي تاريخ تي غور ڪرڻ بعد آئون هن نتيجي تي پهتوآهيان تہ انهي واسطي سنڌي قوم پرست کي هيٺين ڳالهين جي سڃاڻپ ضروري آهي:

(١) سنڌو ديش جو مطلب ڇا آهي؟

(٢) سنڌو ديش جي آزاديءَ مان ڪهڙي مراد آهي؟

(٣) سنڌو ديش جي مشن ڪهڙي آهي؟

(۴) سنڌو ديش کي بين الاقوامي سطح تي ڪهڙو ڪردار ادا ڪرڻو آهي؟

(۵) سنڌو ديش جو مقام ڪره ارض ۾ ڪهڙو آهي؟

## (١) سنڌو ديش جو مطلب ڇا آهي؟

برصغير هند ۾ سنڌو درياهه جي هيٺين طرف سمنڊ جي ڪناري ڪان وٺي پنجاب جي اوپر تائين جيڪو جاگرافيائي ملڪ آهي، ان کي سنڌو ديش ڪري سڏيو ويجي ٿو. ان جي پنجن هزار ورهين جي قديم تهذيب ۽ شاندار ماضيءَ جو پتو سندس آثار قديم مان پوي ٿو. سندس لکيل تاريخ جا نشان ٻه هزار ورهين کان ملي سگهن ٿا.

هي ملڪ تاريخ جو گهڻو حصو آزاد رهيو آهي. بنسبت ٻين ملڪن جي ان ۾ زياده عرصو امن رهيو آهي. هن ملڪ کي ڌارين جي حملن، پنهنجن جي غدارين، آفت سماوين ۽ درياهه جي ڦير گهير گهڻو نقصان پهچايو آهي. پر باوجود ان جي هو پنهنجي انفرادي حيثيت ۽ آزادي برقرار رکڻ ۾ ڪامياب پئي رهيو آهي.

لکيل تاريخ جي دؤر ۾ پهرين ايراني سامراج مٿس حملو ڪري ٿوري وقت لاءِ قبضو رکيو. پر جلد ئي هن پنهنجي وڃايل آزادي وري حاصل ڪئي.

سڪندراعظم جي هٿ هيٺ يونانين جو حملو مٿس ٿيو ۽ ٿوري وقت لاءِ مٿس ٿولين جو راڄ رهيو پر سگهوئي هن آزادي حاصل ڪري مڪاني قومن ۽ حاڪمن جو راڄ قائم ڪرايو.

هتي جي رهاڪن جي علم، ايمانداري، خوشحالي ۽ رواداريءَ جي ايڏي ساک هئي جو رسول مقبول صلعم کي چوڻو پيو تہ هن طرف کان ڪيس ٿڌي هوا ٿي لڳي ۽ بهشت جي دريائن مان سنڌو درياهه بہ هڪ هو. ان تي ٽيو دفعو حملو اهلبيت رسول جي دشمن بني اميہ گهراڻي جي ظالم سپهہ سالار حجاج بن يوسف جي نائي ۽ سؤٽ قاسم جي پٽ طرفان ٿيو. جنهن سنڌ جا ويهہ ڪروڙ روپيا ڦريا - ٣٠ هزار زالون ۽ مرد غلام ڪري عرب ملڪن ۾ وڃي ٻڪرين وانگر وڪرو ڪرايا. سنڌ جي بچاءُ لاءِ راجا ڏاهر مڙس ٿي مقابلو ڪيو ۽ شهادت پاتي. هي نہ هارائي ها جيڪڏهن مڪاني ماڻهن مان غدار ۽ بي غيرت پيدا ٿي ٻاهرين حملہ آوار جو ساٿ نہ ڏين ها.

تاريخ ۾ لکيل آهي تہ جڏهن قاسم جو پٽ سنڌ تي لشڪر وٺي حملہ آور ٿيو تہ سنڌ جا ڪيترا وڏيرا دهل شرنايون وڄائي ڏيڻ جا سنگ ڏيئي قاسم جي پٽ کي راضي ڪرڻ ۾ مشغول هئا.

ڪجهہ وقت عرب سامراج جو سنڌ تي تسلط رهيو پوءِ سنڌي وري

پاڻ سنڀالي ويا. عربي زبان ۽ ڪلچر سواءِ ٿوري اثر ڇڏڻ جي جو سنڌي زبان ۽ ڪلچر ۾ سمائجي ويو، پوئتي ڪو نشان نہ ڇڏيو. پاڻ سنڌ جي عالمن عرب ۾ وڃي پنهنجي علم جو سڪو ڄمايو.

سنڌ ۾ سندس آب هوا جي عادت مطابق انتها پسندي رهي آهي. هڪڙا مرد مجاهد، باغيرت، سامن خاطر سر ڏيڻ وارا، وطن لاءِ قرباني ڏيندڙ راجا ڏاهر جهڙا عظيم مرتبت انسان پيدا ٿيا تہ ٻيا وري سنڌ جي ڪن وڏيرن جهڙا هئا، جن ڏارين کي ڏيون بہ ڏنيون، انهن سان ملي ملڪ کي غلام بنارايو. پنهنجو مذهب بدلائي مخالفن جو دين اختيار ڪيو ۽ ايترا بي غيرت هئا، جو اجان تائين انهن ٻاهرين حملہ آورن جون يادون قائم رکيو اچن.

ان کانپوءِ سنڌ تي دهليءَ جي خلجي حاڪمن طرفان حملو ٿيو. انهي ۾ بہ مڪاني ماڻهو، چنيسر سومري ذاتي دشمني ڪري ڌارين کي آڻي ملڪ تباهہ ڪرايو. ليڪن سنڌ جي سپوتن دودي سومري جي سرڪردگيءَ هيٺ تباهہ ٿي وڃڻ قبوليو پر خوشي سان آڻ نہ مڃي. نتيجو اهو نڪتو تہ خلجي لشڪر ملڪ تاراج ڪري موٽي ويو ۽ سومرن جي جاءِ تي وري سمن پنهنجو راڄ قائم ڪيو، جو ٽي سؤ کن ورهيہ هليو.

ڄام فيروز جي بي همتي ۽ ڌارين نوڪرن جي سازباز ڪري وري سنڌ ڌارين جي قبضي ۾ آئي. پر دولهہ دريا خان جيستائين جيئرو هو هن آڻ نہ مڃي ۽ سر ڏيئي سرهو ٿيو.

ان کانپوءِ دهليءَ جي مغل سامراج سنڌ تي حملو ڪري ان کي پنهنجي تسلط هيٺ آندو. ڪجهہ وقت کانپوءِ سنڌ وري انهن جي تسلط کان آزادي حاصل ڪئي. پوءِ انگريزن بہ مڪاني ماڻهن جي غداريءَ ڪري اچي ملڪ تي تسلط ڄمايو. سيٺ نائونمل ۽ مير صوبدار جا تالا انهن مان آهن، جن ڌارين جي مدد ڪئي.

هاڻوڪو دؤر بہ نہ اڇي ها. جيڪڏهن اسان معمولي ڳالهين تان مسلم ليگ جهڙي رجعت پسند، انگريزن جي دلال ۽ مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي نمائنده جماعت کي دعوت ڏيئي سنڌ سان واقف نہ ڪرايون ها.

مسلم ليگ جي مسلمانن جي جدا گانہ قوم، خود ساختہ اسلامي تشريح، پاڪستان جو ڏوڪو هيترو وقت قائم نہ رهي ها. جيڪڏهن هڪ

سنڌي مسٽر جناح سنڌ مان عهدي خاطر غداري نہ ڪري ها. ۽ اسان ذاتيات خاطر مسلم ليگ کي سنڌ ۾ نہ گهرايون ها. مون انهي ڏوهہ ۾ ١٣ سال جنم ٽيپ ڪاٽي آهي. ان ڪانپوءِ سنڌو ماءُ جي معافيءَ جو لائق ٿي سگهيو آهيان.

هن وقت بہ هڪ سنڌي مسٽر پتو ۽ ان جا حواري عهدن خاطر مهاجر پنجابي سامراج جا "شو بواءِ" بنجي سنڌ کي ڌارين جي غلاميءَ ۾ رکڻ لاءِ هرڪا غداري ڪري رهيا آهن. پر مون اميد نہ لاٿي آهي، سنڌ جا ڪيترا نونهال اسماعيل وساڻ وانگر حق جو آواز بلند ڪرڻ لاءِ تيار آهن.

**(٣) سنڌو ديش جي آزاديءَ مان مراد ڪهڙي آهي؟**

سنڌوديش دنيا جي قديم ترين ملڪن مان هڪ آهي، جو تهذيب جو گهواره، رواداريءَ جو حامل، مختلف مذهبي فلاسافين جو مرڪز اتحاد ۽ امن انسانيءَ جو پيغامبر آهي.

اهو ملڪ هزار ورهين ڪان جدا ۽ آزاد رهيو آهي، جنهن کي پنهنجي جدا زبان، ڪلچر ۽ مذهبي معيار ۽ تواريخي روايات رهيون آهن. هن کي انسانذات جي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ لاءِ خاص مشن پوري ڪرڻي آهي. انهي جي آزاديءَ جا بہ مقصد آهن:

١- پنهنجي شاندار ماضيءَ جي آڏار تي زبان، ڪلچر، مذهبي عقائد جي زنده ڪرڻ لاءِ ذهني، سماجي، اقتصادي ۽ سياسي آزادي حاصل ڪرڻي اٿس.

٢- آزاد ٿيڻ بعد اتحاد انساني ۽ امن عالم، مغرب ۽ مشرق جي امتزاج لاءِ مشنري ٿي ڪم ڪرڻو اٿس. هن وقت سنڌوديش تي مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراج جو تسلط آهي، جي پتي کي "شو بئاءِ" بنائي سنڌي مفاد جي خلاف ڪتب آڻي رهيا آهن. ان مان ڪيس آزاد ڪرائڻو آهي. پر اها ان وقت تائين آزاد ٿي نہ سگهندي، جيسيتائين قوم پرستن هيٺين خامين ڪان سنڌين کي واقف نہ ڪيو آهي:

١- سنڌ جي غلاميءَ جو باعث پاڪستان جو نظريو آهي. انهي ڏوکي ڪان سنڌين کي ٻاهر ڪڍي، سنڌي قوم پرستيءَ جي رنگ ۾ رڱڻو آهي.

٢- مسلمانن جي جدا قوم ٿيندي نہ آهي. اهو دلبو مهاجر پنجابي

سامراج طرفان سنڌين کي سنڌن جدا قومي حيثيت کي وسارڻ لاءِ ايجاد ڪيل آهي.

٣- مهاجر پنجابي تشريح وارو اسلام ڪفر کان بدتر آهي. انهي جي نقصان کان ماڻهن کي آگاهہ ڪرڻو آهي.

٤- سنڌ جي غلامي ۽ ڪمزوريءَ جو باعث، ان جو غدار وڏيرو، پير ۽ مــلا آهي. انهن جي پاڙ پٽڻ سنڌ جي آزاديءَ جي راه همــوار ڪندو.

ان واسطي ذهني آزادي آڻڻ لاءِ مذڪوره بالا اصولن جي آڌار تي تعليم يافتہ ۽ سالم دماغ سنڌين ۾ سخت پرچار ڪرڻو آهي. ان ڪانپوءِ مهاجر پنجابي سامراجين کي ملڪ نيڪالي ڏيڻي آهي.

**(٣) سنڌو ديش جي مشن ڪهڙي آهي؟**

سنڌ صرف هڪ جاگرافيائي خطہءِ زمين نہ آهي. جهڙا خطہ دنيا ۾ اقوام متحده جا ١٣٥ ميمبر بنجي چڪا آهن. پر قدرت هن کي ڪره ارض ۾ خاص حيثيت بخشي آهي جا يڪتا ۽ اعليٰ قسم جي آهي. ان کي پنج هزار سالہ شاندار ماضيءَ جو ورثو آهي. اها مختلف مذاهب، عقائد ۽ فلسفن جو باهمي بقاءَ جي آڌار تي مرڪز رهي آهي. اها قدرت طرفان زرعي، معدني، تجارتي ۽ هنري پيداوار لاءِ وسيع سهوليتون ميسر ڪرڻ لاءِ نوازي ويئي آهي. ان ۾ باوجود انتها پسنديءَ جي اعتدال جون صفتون موجود آهن.

هيٺيون خصوصيتون هن کي قدرت طرفان تاريخي ورثي ۾ مليون آهن:

جهڙوڪ: ١- محبت ٢- رواداري ٣- برداشت جو مادو ٤- غيرت ٥- امن پسندي.

انهن ڳالهين کي مدنظر رکندي ان جي مستقبل لاءِ مطمع نگاهہ جو فيصل ڪرڻ ڏکيو نہ ٿيندو.

هاڻ اچو تہ دنيا جي موجوده مشڪلات تي نظر ڪريون. جيتري قدر آئون سوچي سگهيو آهيان، اهي مسئلا هيٺيان آهن:

١- نظرياتي اختلاف ٢- سامراجي مفاد ٣- اقتصادي استحصال ٤- تشدد جو رجحان ٥- بقائي اصلح جو نظريو (مقابلي Compitetion).

دنيا هن وقت دوئيءَ جي چار ۾ ڦاٿي پيئي آهي. جنهن مان ان کي

ڪيڏو آهي. ان لاءِ صالح ماڻهن جي سوسائٽيءَ کي بهرين پاڻ کي راه راست تي آڻي پوءِ دنيا کي انهي مشڪلات مان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ رهبري ۽ مدد ڪرڻي آهي.

اهڙي سوسائٽيءَ جي تيار ڪرڻ لاءِ خاص ماحول، تاريخي روايات، ماڻهن جي ذهني ساخت وڏيڪ ڪارآمد ٿي سگهن ٿا.

اهل سنڌ منهنجي نظر ۾ آزادي حاصل ڪرڻ بعد انهي بين الاقوامي مشن جي سرانجاميءَ لاءِ ڪارآمد ٿي سگهن ٿا.

اچو ته مذڪوره بالا سوالن تي تشريح سان بحث ڪريون.

**(۱) نظرياتي اختلاف:**

نظرياتي اختلافن کي دور ڪرڻ لاءِ ٻه طريقا استعمال ڪيا ويا آهن:

(الف) تشدد يا تبليغ جي ذريعي ٻين ماڻهن کي هم خيال بنائڻ.

(ب) بقائي باهميءَ جي بنياد تي هڪ ٻئي کي برداشت ڪرڻ.

پهريون طريقو هن وقت مختلف مذاهب ۽ ٻين نظرين طرفان آزمايو ويو آهي ۽ اڄــان آزمــايو وڃي ٿــو، پر تاريخي تجــربن ثابت ڪيــو آهي تـه هن نيرنگوني دنيا ۾ اهڙي قسم جي يڪسانيت لاءِ ڪوشش ڪرڻ بهِ خلاف فطرت آهي. تنهن ڪري ٻيــو طريقــو ئي آهي جنهن مطابق باوجـود ظاهري اختـلافن جي، اتحـاد آڻي سگهـجي ٿـو. ان لاءِ رواداريءَ جي صـفت نهـايت ضروري آهي.

اهل سنڌ کي هزارن ورهين کان اها خاصيت ورثي ۾ مليل آهي. جتي مختلف مذاهب جا پوئلڳ صلح سانت سان رهندا آيا آهن. سواءِ پاڪستان جي قيام بعد سنڌ جي غلاميءَ واري دؤر جي. هتي هندو، مسلمان، سک، ٻڌ، جين سڀ گڏ رهيا پيا هئا.

اسـان جي درويشن سنڌن تعليم ذريعي انهن کي هڪ ٻي جي ويجهـو آڻڻ لاءِ هر طرح جي ڪوشش ڪئي آهي. شـاه عنايت، شـاه لطيف، سچل سرمست، بلا شاه ۽ شاه باهو، گرونانڪ جي تعليم جو هتي جي رهاڪن تي گهڻو اثر رهيو آهي.

ان ڪري نظرياتي اختلافن جي چار مان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ اهل سنڌ مؤثر قدم کڻي سگهن ٿا.

**(٢) سامراجي مفاد:**

سامراجي طاقتن خلاف سنڌ ۾ ڪافي مخالفت موجود آهي. هتي جي رهاڪن کي ايرانين، يونانين، عربن، مغلن ۽ انگريزن جي سامراجيت جو ڪافي تجربو آهي. هاڻ جيڪو اسلام، مسلم قوم ۽ پاڪستان جي نالي ۾ مهاجر پنجابي مستقل مفاد سامراج جي حڪمرانيءَ جي ايامڪاريءَ ۾ سنڌين کي تجربو حاصل ٿيو آهي، تنهن سنڌن پيمانو لبريز ڪري ڇڏيو آهي. تنهن ڪري پاڻ مظلوم هئڻ ڪري هي هر سامراجي تسلط جي خلاف مظلومن جو ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار ٿيندا.

**(٣) اقتصادي استحصال:**

سنڌي عوام گهڻي وقت کان جاگيردارانه نظام هيٺ گهٽو سٺو آهي. هاڻي سنڌن زمين، واپار، ڪارخانن، پيسا، ڪاٿين ۽ نوڪرين تي ڌاريان قابض ٿيا آهن، تنهن ڪين تلخ تجربو ڏنو آهي.

هن وقت ايشيا، افريقا ۽ ڏکڻ امريڪا جا ڪيترا ملڪ انهي بيروني اقتصادي استحصال کان آزاد ٿيڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهيا آهن. جنهن صورت ۾ سنڌي پاڻ لتجي رهيا آهن. ان ڪري فطري طور هنن جي همدردي مذڪوره بالا استحصال ٿيندڙ قومن سان ٿيندي.

**(۴) تشدد جو رجحان:**

ماڻهن ۾ تشدد جو رجحان ڪيترن سببن ڪري پيدا ٿئي ٿو. گذر جي تنگي، صحرائي ۽ جابلو سخت زندگي، غلط تعليم، ماضيءَ جا روايات، زندگيءَ جي بچاءَ لاءِ جدوجهد ان جا خاص ڪارڻ ٿين ٿا. خدا جي مهربانيءَ سان قدرت اسان کي مذڪوره بالا ڪارڻن کان گهڻي حد تائين مامون رکيو آهي.

١- اسان وٽ زمين ۽ پيداوار جا ذريعا گهڻا رهيا آهن.

٢- دريا سنڌو ملڪ جي وچ مان لنگهڻ ڪري ٻيلن ۽ ميدانن جي فراواني ڪري اسان جي جابلو ۽ صحرائي زندگي گهٽ رهي آهي.

٣- گذريل ٻن هزارن سالن کان اسان کي رواداري ۽ عدم تشدد ورثي ۾ مليل آهي.

۴- ماضيءَ جا روايات اسان جا بقائي باهمي ۽ رواداريءَ جا حامل رهيا آهن.

۵- سنڌو ديش ٽن طرفن کان سمنڊ، صحرا، جبلن کان گهيريل هئڻ

ڪري ڀاهرين حملن کان گھٽي حد تائين بچيل رهيو آهي. جنهن ڪري سِک سلامتيءَ ۾ رهيو آهي ۽ زندگيءَ جي تگ و دو ۾ اسان وٽ جدوجهد گھٽ رهي آهي. ان ڪري اسان وٽ تشدد پيدا ٿيڻ جا ڪارڻ گھٽ رهيا آهن.

ان ڪري فائدا بہ پهتا آهن ۽ نقصان بہ پهتو آهي. اسان تي حملہ آورن انهي ڪري زياده آمادگي ڏيکاري آهي.

**(۵) بقائي اصلح:**

جنهن کي حفظ ماتقدم يا مسٽر گل فار ايگزسٽنس بہ سڏبو آهي، اهو هتي مذڪوره بالا اسباب ڪري گھٽ رهيو آهي. گذر معاش جا ذرايع ڪشادہ هئڻ ڪري اسان کي باهمي گذران لاءِ پاڻ ۾ وڙهڻ جي ضرورت گھٽ رهي آهي. اسان جن ماڻهن جا پاڻ ۾ اصولن خاطر جهيڙا ٿين ٿا بنسبت گذراني مسئلن جي. زالن جي غيرت ٻان جهيڙا، سامن جي لڄ بچائڻ لاءِ جنگيون، عزت بچائڻ لاءِ جهگڙا ان جا مثال آهن.

**(۴) سنڌو ديش جو بين الاقوامي سطح تي ڪردار:**

مختصر طور آئون مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان تہ سنڌين جي مشن کهڙي آهي. انهي کي مد نظر رکي سنڌ جي آزادي بعد هتي جي رهاڪن کي هيٺين مقصدن جي حصول لاءِ ڪم ڪرڻو پوندو:

(۱) جمهوريت ـ ان کي صحيح معنيٰ ۾ پاڻ وٽ رائج ڪرڻ، ۽ ان جو پرچار ڪرڻ.

(۲) عوام جي معيار زندگي بلند ڪرڻ لاءِ سوشلزم کي رائج ڪرڻ.

(۳) سيڪيولرزم ـ مذهب کي سياست کان علحده رکڻ.

(۴) قوم پرستيءَ جي بنياد تي ماڻهن ۾ يڪ جهتي پيدا ڪرڻ.

(۵) بقائي باهميءَ جي بنياد تي جدا نظرين، مذهبن ۽ ملڪن جي وچ ۾ رابطو پيدا ڪرڻ.

(۶) جنگي معاهدن کان گھٽو ڪري غير جانبدار رهڻ.

(۷) تشدد کان پرهيز ڪرڻ.

(۸) اخلاقي معيار بلند ڪرڻ.

**(٥) سنڌو ديش جو مقام ڪره ارض تي:**

سنڌ دنيا جو حصو آهي. سنڌي انسانذات جي شاخ آهن. انهي ڪري سنڌين کي هر ڪم انهي نقطہ نگاهہ کان ڪرڻو پوندو. جو اتحاد انساني، امن عالم ۽ ترقيءَ دنيا ۾ مدد ڏئي سگهي. سنڌ جي ڪلچر، سنڌ جي تعليم، سنڌ جي معاشيات، سنڌ جي قوم کي اهڙي طرح تيار ڪرڻو آهي جو اهي آخري طور انسانذات جي مجموعي مفاد لاءِ ڪارآمد ٿي سگهن.

## (۴) عشق حقيقي

هرچہ گويم عشق را شرح، چون بعشق آيم خجل باشم ازان.

(رومي)

معنيٰ: "عشق جو تفصيل ۽ بيان ڪيترو بہ ڪريان، جڏهن عشق ۾ اچان ٿو تہ بيان ڪرڻ ۾ شرم اچيم ٿو."

آئون هن کان اڳ ٻڌائي آيو آهيان تہ انسان جي تڪميل لاءِ مذهب، علم ۽ عمل وانگر عشق بہ هڪ ذريعو آهي. پر عشق جو درجو نهايت اعليٰ آهي.

مجازي عشق جو احوال اڳيئي ڏئي آيو آهيان، تہ شخصن جي محبت ۾ مختلف نفسياتي ۽ روحاني تجربا ڪري پوءِ قومي نظريي جو عشق اختيار ڪيو هوم. انهيءَ جو معراج گذريل فصل جي آخري خواب ۾ مضمر آهي.

شاعر جي چوڻ مطابق:

تيرے ديکھنے کي آنکھيں يهان کهان هين،
اے جلوه حقيقي رنگ مجاز هوجا.

سو ان وانگر اول ۾ حقيقت، مجاز جي صورت ۾ نظر آيم. پر آهستي ٿي پتو پوڻ لڳو تہ مجاز حقيقت جو ٻيو پهلو هو. بنيادي طرح ٻئي هڪ هئا.

پڙاڏو سو سڏ، ور وائيءَ جو جي لهين،
هئا اڳهين گڏ، پر ٻڌڻ ۾ ٻہ ٿيا.

انهن تي وڌيڪ روشني وجهڻ کان اڳ بهتر آهي تہ درويشن جي ذڪر ڪيل عالمن بابت ڪجهہ لکان. سندن چوڻ آهي تہ موجودات هيٺين ڇهن عالمن ۾ ورهايل آهي:

(١) ناسوت جو عالم ـ فزيڪل ورلڊ
(٢) ملڪوت جو عالم ـ اسٽرل ورلڊ
(٣) جبروت جو عالم ـ مينٽل ورلڊ
(۴) لاهوت جو عالم ـ سپريچوئل ورلڊ

انهن چئن عالمن بابت سندن سمجهاڻي هيٺين طرح جي آهي:

**(١) ناسوت جو عالم:**

ان کي جسماني يا مادي عالم سڏين ٿا. اهو پنجن عناصر مٽي، پاڻي، هوا، باهه ۽ ايٿر (آڪاش) جي مواد سان ٺهيل آهي ۽ ڪان، زمان ۽ اسباب جي حدن ۾ اچي ٿو.

ان ۾ حدن جا مفاصلا آهن. وقت جا تفاوت آهن. جي ڏينهن راتين، مهينن، سالن ۽ صدين ۾ شمار ڪيا وڃن ٿا.

انهي جو پتو پنجن حواسن جي ذريعي پئجي سگهي ٿو. جن جي آڌار تي حواس خمسہ باطني تحرڪ ۾ اچن ٿا جي حسن، مشترڪ، متصرفہ خيال، وهم، حافظہ جي نالي سان سڏجن ٿا.

هي عالمِ رنگ و بو، انهي عالم جي جهلڪ آهي، جنهن کي مجاز بہ سڏي سگهجي ٿو.

**(٢) عالم ملڪوت:**

انهي عالم جي جوڙجڪ ساڳي عالم ناسوت جي بنياد تي ٺهيل آهي. ناسوت ڪثيف آهي ۽ هي عالم لطيف آهي.

انهيءَ جون شڪليون ظاهري اکين سان ڏسي تہ ٿيون سگهجن. ان جا مفاصلا نهايت گهٽ آهن. هڪ جاءِ تان ٻي جاءِ تائين پهچڻ ۾ جتي عالم ناسوت ۾ ڏينهن يا مهينا لڳي وڃن اتي هن ۾ اهو مفاصلو سيڪنڊن ۾ طي ٿي وڃي ٿو.

ان مفاصلي طي ڪرڻ ۾ ديوارون حائل ٿي نٿيون سگهن. هن جو مثال خواب جي قسم جو آهي.

چوڻ ۾ اچي ٿو تہ جن ۽ ملائڪ بہ انهي عالم جا رهاڪو آهن. ماڻهن جو چوڻ آهي تہ جيئن ماڻهن جا روح ٿين ٿا تيئن ترقي يافتہ جانورن، سمنڊن، پهاڙن، ملڪن، چنڊ ۽ تارن جا بہ روح ٿين ٿا. جن کي بہ ملڪوتي جسم آهن.

**(٣) عالم جبروت:**

هي عالم ملڪوتي، دنيا جي منيئچر (ننڍين تصويرن) تي مشتمل آهي. تفاوت پنهي ۾ هي چيا وڃن ٿا تہ ملڪوتي عالم ۾ ڪراچيءَ مان حيدرآباد پهچڻ لاءِ سيڪنڊ لڳن ٿا پر هن عالم ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد جا منظر هڪ ئي وقت نظر ۾ اچي سگهن ٿا. هتي حالت اهڙي آهي جيئن مختلف مقامات نهايت ننڍي صورت ۾ هوائي جهاز مان ڏسي سگهجن ٿا. ليڪن هوائي جهاز مان جيڪڏهن دوربين سان تصويرون ڏسبيون تہ اهي وڏيون ڏسي سگهبيون. هتي بہ مرضي موافق تصويرون ننڍيون وڏيون ڪري سگهجن ٿيون.

هن عالم ۾ ساري دنيا ائٽلس وانگر ڏسي سگهبي؛ جنهن ۾ تصويرن ڪي سئنيما جي نموني ڏسي سگهجي ٿو.

**(٤) عالم لاهوت:**

ان کي روحاني عالم سڏين ٿا. ان ۾ صورتن ۽ شڪلين جي عيوض هر شيءِ جو جوهر ۽ معنيٰ ڏسڻ ۾ اچي سگهي ٿو. ان ۾ چئني عالمن، زمين، آسمانن، ماضي، حال ۽ مستقبل جو سڀ حال معلوم ٿي سگهي ٿو. اهو دنياوي ميوزم وانگر هر شيءِ جو مرڪز آهي. ان کي عالم ڪل يا عالم الارواح بہ سڏين ٿا. انهن عالمن جون ڳالهيون سڀ پڙهيل هيون، مون مختلف طرحن سان گهڻي ڪوشش ڪئي تہ انهي عالمن جو حال معلوم ڪري سگهان پر انهي ڏس ۾ ناڪامي نصيب ٿي.

جيڪڏهن ڳوڙهو غور ڪري نظر ڪبي تہ صرف عالم ناسوت ۽ انسان سان واسطو رکندڙ مسئلا ايترا وسيع هئا، جو ڪو ماڻهو هڪ زندگيءَ ۾ انهن کي ئي پوري طرح معلوم ڪري نٿي سگهيو. انهيءَ ڳالهہ کي مدنظر رکي ڪن مذهبن جي تعليم مطابق جدا جدا چوٽين ذريعي هزارها بلڪ لکن ورهين تائين انهي دنيا جي معلومات ۽ تجربن جو ذڪر ڪيل آهي.

جيتري قدر آئون سمجهي سگهيو آهيان تہ مجاز وانگر حقيقت بہ جدا جدا طرح سان هر ماڻهو ۽ قوم کي معلوم ٿي سگهي ٿي. اهو ضروري نہ آهي تہ هر ڪنهن کي سڀا ڳيا حقيقي منظر ڏسڻ ۾ اچن.

هڪ صوفي چيو آهي تہ:

واٽون ويهہ ٿيون، ڪوهہ ڇاٽان ڪهڙي ويا.

سڀ ڪنهن ماڻهو ۽ قوم جو مطمع نگاهہ علحده ٿئي ٿو. جهڙي طرح مومل جو مطمع نگاهہ راڻو هو. سسئيءَ جو پنهون هو. هير جو رانجهو هو. سهڻيءَ جو ميهار هو ۽ مارئيءَ جو ملير ۽ مارو هئا. جناح صاحب جو مطمع نگاهہ پاڪستاني حڪومت جو سربراهہ ٿيڻ هو. مهاجر پنجابي سامراجين جو نئين ملڪ پاڪستان ۾ سندن سامراج قائم ڪرڻ هو. ڀٽي صاحب جو ڪهڙي بہ طريقن سان ۽ ڪيڏي بہ قيمت تي اقتدار حاصل ڪرڻ ۽ ان ۾ رهڻ آهي.

اهڙي طرح مون بہ پنهنجي زندگيءَ جي مطمع نگاهہ خدا شناسيءَ ۽ سنڌ جي محبت سان شروعات ڪئي. انهي رستي ۾ ڪهڙا تجربا ۽ معلومات ٿيم. انهن جو ذڪر مٿي ڪري آيو آهيان تہ ڪيئن نہ مذهبي، علمي، عملي ۽ عشقي تجربن بعد نيٺ وڃي مجازي معراج تي پهتس. جنهن جو مڪمل منظر ۳۰ مئي ۱۹۷۳ع جي رات جو ڏسڻ ۾ آيم.

اهو ساري زندگيءَ جي تجربي جو نچوڙ هو. ان منظر کي صرف هڪ ملڪوتي يا آسترلوين سڏي سگهجي ٿو.

هاڻ آهستي ٿي ۱۳ جون کان مذڪوره بالا خواب جو تعبير يا ان جي حقيقت جو انڪشاف ٿيڻ لڳو آهي، سو هيٺ پيش ڪريان ٿو:

(۱) س: توکي سنڌو نديءَ جي قتل ڌڙن ۽ پڙن مان جو چوڏهينءَ جو چنڊ اڀرندو ڏسڻ ۾ آيو، جنهن پوءِ سنڌو ماءُ جي صورت اختيار ڪئي، ان جو مطلب ڇا هو؟

ج: جيئن قديم اعتقاد هو تہ دريائن، پهاڙن، ملڪن جا بہ روح ٿيندا آهن، ان وانگر ممڪن آهي سنڌو ديش جي پنجن هزارن ورهين جي تاريخ پنهنجي شاندار ماضي ۽ روشن مستقبل سان جلوه گر ٿي مون کي منهنجي ۵۵ سالن جي مسلسل غور فڪر، علم، عمل، عشق، روح ۽ راڙي، ڳڻتين ۽ ڳارن، جيل ۽ نظربندين جي انعام ۾ ان مجازي معراج جي خواب مان حقيقت منتظر جو لباس مجاز ۾ ديدار ڪرايو هجي. جهڙيءَ طرح سج جي روشني واريءَ جي چمڪيدار ذرن يا شفاف پاڻيءَ ۾ پنهنجي تجليءَ جو عڪس وجهي ٿي، اهڙيءَ طرح سنڌو ديش جي ماضي ۽ مستقبل جو نمائنده روح بہ ديدار ڪرائي سگهي ٿو. جهڙيءَ طرح ولي الله يا مرشد، رسول اڪرم صلعم جي فيض مان مستفيد ٿي افراد کي مستفيد ڪن ٿا، اهڙيءَ طرح ڪره

ارض جي درٻار جي درخشنده ستاره سنڌو ماءُ ۾ پنهنجو جلوه انهيءَ ماڻهوءَ کي ڏيکاريو هجي جو ساري زندگي سندس محبت ۾ مستغرق رهيو هو.

(٢) س: مثتالاجي ۾ اعتماد رکندي تون زمين ۽ ان جي جدا ملڪن جي ملڪوتي صورتن ۾ ويساهه رکڻ بعد ڪهڙيءَ طرح سان ان کي پنهنجي خداشناسي ۽ محبت الاهيءَ سان مشابهت ڏئي سگهين ٿو؟

ج: ها. آئون ڀنهي ۾ مماثلت ڏسي رهيو آهيان. هر هڪ خطہ زمين کي پنهنجي تاريخ آهي: جنهن ۾ هزارها درويشن ۽ عالمن پنهنجون زندگيون حق شناسيءَ لاءِ وقف ڪيون آهن. جيئن خدا سائين فهم ۽ گمان کان بالا هو. جنهن کي قرآن جي حڪم موجب صرف سندس مخلوقات جي ذريعي سڃاڻي سگهجي ٿو. اهڙيءَ طرح هر ملڪ جا هزارها سالن جا تجربا. ان جي روحاني بزرگن جي معلومات. مفيد مرڪب جي صورت ۾ عالم جبروت ۾ وڃي انهيءَ ملڪ جي ميوزم سيڪشن ۾ گڏ ٿين ٿا. پوءِ جڏهن ڪو عاشق يا مشتاق انهن جي معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو تہ وقت تي ملڪوتي صورت ۾ ان کي حقيقت منتظر جي جهلڪ ڏيکاري وڃي ٿي. هي ٣٠- مئي جو منظر بہ اهڙي جهلڪ هئي. ان سان گڏ جيڪي ٻيا ماڻهو يا منظر ڏٺم سي سڀ سنڌو ديش جي ماضي ۽ حال جي تاريخ جا ورق هئا. جي مجازي لباس ۾ ملڪوتي تصويرن ذريعي ڏسڻ ۾ آيا هئا.

(٣) س: سنڌو نديءَ جي پير ۾ قتل دڙن ۽ پڙن مان چوڏهينءَ جي چنڊ جي ايرڻ ۽ ان مان ڦري عورت جي صورت اختيار ڪرڻ ۽ اڳتي هلڻ جي معنيٰ ڪهڙي آهي؟

ج: سنڌو ديش سنڌو درياه سان واسطو رکي ٿو. ان جو ماضي سنڌ جي کنڊرن ۾ دفن ٿيل آهي. ان مان جاه جمال سان نڪرڻ سندس نشاط ثانيہ مشابهہ آهي. اها سڃاڻپ لاءِ مجازي صورت ۾ عورت جي شڪل اختيار ڪري ٿي. سندس هلڻ ان جي نئين جنم ۽ زندگيءَ جو پيش خيمہ آهي.

(۴) س: سنڌو ماءُ جو نمودار ٿيڻ ۽ انهيءَ اڳيان تنهنجو سر تسليم خم ڪرڻ بت پرستي تہ نہ آهي؟

ج: سنڌو ماءُ جو حسن روح پرور ان حسن ازليءَ جو جزو آهي. جنهن چشم حسن مان ٻين حسينن کي بخرو مليو ٿو. مجنون ليليٰ ۾ ان حسن ڪل جو پرتو ڏسي مفتون ٿيو هو. هير رانجهوءَ ۾ تخت هزاريءَ جي صاحب کي جوڳيءَ جي صورت ۾ سڃاتو هو. مومل راڻي

۾ ذات حق جو پرتو ڏٺو هو. جنهن جي ترجماني شاهہ صاحب هيٺين طرح ڪري ٿو:

روءِ راڻي جي ناهہ ڪو، سوڍو سوائي،
لڏوٽيان لطيف چئي، لالي تنهن لائي،
ڪانهي ٻي وائي، ٿيو مڙوئي مينڌرو.

تنهنڪري جيڪڏهن مذڪوره بالا عاشق سندن معشوقن ۾ حسن ازليءَ جي جهلڪ ڏسي سر تسليم خم ڪن ٿا، تہ پوءِ جي مون ان هزارن ورهين جي تاريخ ۾ سمايل جملي ڪارنامن ڪي حسين سمجهي احتراماً شاهہ صاحب ۽ سچل سرمست جي حڪم ۽ هدايت موجب ڪنڌ نمايو تہ ان ۾ ڪهڙو ڏوهہ ڪيم!

هي مهاجر پنجابي سامراج جا نمائنده، جو جناح جهڙي ابن الوقت، غدار سنڌ ماڻهوءَ جي مٽان ڪروڙن روپين جو قبو ٺهرائي صبح شام حاضريون ڀري رهيا آهن، اهو ڏوهہ نہ آهي. باقي سنڌو ماءُ جي سامهون، جهن لاءِ پيغمبر خدا ڪي عزت هئي، جنهن ۾ هزارها ولي الله مدفون آهن، جنهن ڪي مستقبل ۾ دنيا جي اتحاد ۽ امن لاءِ وڏو ڪارنامو سرانجام ڪرڻو آهي، ان جي سامهون سر نوائڻ ڏوهہ ٿي پيو ڇا!؟

(٥) س: پٺن ۽ ڪنڌرن ڪان وڻي محل تائين رستو صاف ڪرڻ لاءِ اوهان جي تاريخدان ڏٺا ۽ انهن ڪي دعا ڪئي ان جي معنيٰ ڇا آهي؟

ج: سنڌو ديش ۽ ان جي جداگانہ حيثيت هزارها سالن ڪان تاريخ جي ورقن يا آثار قديمہ ۾ ڍڪيل رهي آهي.

نوان سامراجي حڪمران ان جي جداگانہ هستيءَ ڪي مٽائڻ لاءِ اسلام، پاڪستان ۽ مسلم قوم جي نالي ۾ سخت پروپيگنڊا ڪري ان ڪي مسخ ڪري رهيا هئا. انهيءَ جي جواب ۾ سنڌو ديش جي آزاديءَ جي راهہ صاف ڪرڻ لاءِ هي تاريخدان ڪم ڪري رهيا هئا. ان ڪري ڪين دعا ڪيم.

(٦) س: اوهان ڏٺو تہ ڀريان سائنسدان، انجنيئر، آرڪيٽيڪٽ، نئون محل سنڌو ماءُ جي رهڻ لاءِ تيار ڪري رهيا هئا. ڇا پاڪستان جو محل ڪافي نہ هو تہ سنڌو ماءُ ان جي ڪنڊ ۾ اچي سڪونت اختيار ڪري؟

ج: پاڪستان جو محل پليت ۽ رهڻ جو لائق نہ آهي. اهو لکها ماڻهن جي خون خرابين بعد ٺهيو آهي. ان جو بنياد نفرت ۽ ڪوڙ تي رکيل آهي.

ان تي تسلط مهاجر پنجابي سامراجين جو آهي، جي سنڌي عوام، سنڌي زبان، سنڌي درويشن جي پيغام محبت، سنڌي ڪلچر ۽ سنڌي مفاد جا دشمن آهن. ڪهڙي طرح اها پوتر ۽ پاڪ هستي هن گند ۾ اچي رهڻ اختيار ڪندي. هن کي علحده ملڪ ۾ آزاد زندگيءَ وارو ماحول کپي.

(۷) س: اوهان ذڪر ڪيو آهي ته جڏهن سنڌو ماءُ نمودار ٿي هلڻ لڳي ته سوها شاعر سندس ساراهه ۾ شعر چئي رهيا هئا. جن مان چند جا نالا به اوهان پيش ڪيا آهن. ان مان مراد ڪهڙي آهي؟

ج: ان جو مطلب اهو آهي ته هن سنڌو ماءُ کي ڏسڻ سان وجد ۾ اچي ان جي تعريف جو ذڪر ڪرڻ شروع ڪيو آهي، اهي سنڌو ماءُ جا عاشق هئا. هڪ پارسي شاعر چيو آهي ته:

سلطان خوبان مي رود، هر سو هزارين عاشقان،
سر يڪ طرف تن يڪ طرف، جان يڪ طرف پا يڪ طرف.
(امير خسرو)

(سهڻن جو سردار وڃي پيو ۽ هر طرف ان جا هزارين عاشق قربان ٿي رهيا آهن، جن جا سر هڪ طرف ته بدن ٻئي طرف ته جان ٽئين طرف ۽ پير چوٿين طرف پکڙيل هئا.)

ان وانگر اهي به پروانه وار شمع جي چوڌاري ڦري رهيا هئا.

(۸) س: اوهان شاهه عنايت، شاهه لطيف، مولانا روم، سچل سرمست ۽ ٻين بزرگن جو احوال ڪيو آهي ته اهي به احترام ۾ بيٺا هئا. ڇا اها انهن درويشن جي هتڪ نه آهي؟

ج: نه اها هتڪ نه آهي بلڪ عزت آهي. انهن مان گهڻا سنڌو ديش ۾ پيدا ٿيا. ان جو پاڻي پيتو هئائون، ان جو رزق کاڌو هئائون. ان جي ماحول ۾ پليا هئا اتي دفن ٿيا هئا سي چو نه ان جي تعظيم ڪن؟ جڏهن ڪين خبر هئي ته خود رسول اڪرم کي ان ملڪ لاءِ عزت هئي.

(۹) س: اوهان چيو آهي ته سنڌو ماءُ جڏهن گفتگو ڪئي ته ان ۾ هيٺين ڳالهين جو ذڪر هو. ۱- شاندار ماضي، ۲- تاريخي ورثو، ۳- موجوده پست حالي، ۴- روشن مستقبل، ۵- دنيا لاءِ پيغام - ان جو مطلب ڇا آهي؟

ج: (۱) هن جي شاندار ماضيءَ جو پتو آثار قديمه مان ڪجهه پيو آهي. ڪجهه پوڻ لاءِ کوجنا جي ضرورت آهي.

(٢) هن جي تاريخي ورثي ۾ اسان وٽ هيٺيون روايتون ڇڏيل آهن، جي وسرنديون وڃن ٿيون. انهن کي وري زنده ڪرڻو آهي: ١- رواداري جو جذبو، ٢- بقائي باهمي جو اصول، ٣- عدم تشدد، ۴- محبت، ۵- امن، ٦- بلند اخلاقي، ٧- غيرت.

(٣) سنڌين جي موجوده پست حاليءَ جو به ڪيس پتو هو. ايرانين، يونانين، عرب، مغل ۽ انگريز سامراج مان آزادي مس ملي هين ته مهاجر پنجابي سامراج ۽ سنڌن ايجنٽن جي تسلط هيٺ آيل هئي. جن سنڌس ذهني، اقتصادي ڪلچر ۽ سياسي آزاديءَ جي راهه ۾ رڪاوٽون پي وڌيون. هن کي ڏسي خوشي ٿي هئي ته سوها نوجوان ۽ پوڙها انهن رڪاوٽن کي دور ڪرڻ لاءِ سر تريءَ تي رکي ڪم ڪري رهيا هئا.

هن کي سندس عزت ۽ آزاديءَ خاطر جن سر ڏنا هئا تن جو به پتو هو، جو ان منظر ۾ مون کي ڏيکاريا ويا هئا. اهڙي طرح سان هن کي پنهنجي ناخلف اولاد جو به پتو هو. جن ان کي ڌارين جي حوالي ڪرڻ ۾ پارٽ ورتو هو. اهڙن ماڻهن کان به مون کي واقف ڪيائين. روشن مستقبل بابت به ڪيس يقين هو ته باوجود مشڪلاتن جي جلد ئي سنڌين کي آزادي ملڻ واري هئي.

ڪيس اهو به پتو هو ته پاڪستان، مسلم قوم ۽ اسلام جي نالي ۾ سندس ماڻهن کي گمراهه ڪري غلاميءَ لاءِ رضامند ڪيو پئي ويو. تنهن ڪري انهي ڏوکي مان فرزندان سنڌ کي آزاد ڪرائڻو هو.

(١٠) س: سندس هٿ ۾ جو ڪتاب هو ۽ جو توکي ڏيئي معنيٰ ڪرائڻ بعد اقوام عالم وٽ پيش ڪرڻ لاءِ حڪم ڪيو هئائين، ان لاءِ ڪجهه ٻڌائي سگهندا؟

ج: ها، ان ڪتاب ۾ گذريل پنجن هزارن سالن جي سنڌ جي تعليم ۽ تربيت جو نچوڙ ڏنل هو. جنهن جي ڪوجنا ڪرڻي هئي.

ليڪن جيتري قدر مون کي معلوم ٿيو آهي ته ان ڪتاب ۾:

١- دنيا جي مذهبن ۽ فلسفن جو جوهر سمايل هو.

٢- ان ۾ انسانذات جي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ جو پيغام ڏنل هو.

٣- ان ۾ بقائي باهمي، باهمي تعاون ذريعي دنيا جي ترقيءَ لاءِ فائدن حاصل ٿيڻ وارن جو ذڪر هو.

۴- ان ۾ تشدد ڪري جي نقصان ٿيا تي ان جو نقشو ڏنل هو.

۵- ان ۾ مشرق ۽ مغرب جي تهذيبن ۽ تعليمن جي امتزاج جو نسخو ڏسيل هو.

اهي سڀ حقيقتون سئنيما جي پردن وانگر مون کي پڌريون ڏسڻ ۾ آيون هيون.

حقيقت فطري ارتقا جي انڪشاف جو نالو آهي. سنڌو ماءُ مون کي ڪي مخفي ارشاد به ڏنا آهن -

گفت پيغمبر هرانکوسر فهمتِ، زود گردد بامراد خويش جفت.

معنيٰ: "پيغمبر صلعم جو چوڻ آهي ته جو ماڻهو راز لڪائي ٿو اهو جلدي مراد کي پهچي ٿو."

جن جي ذريعي:

١- ڪيئن سنڌو ديش کي آزادي ملي سگهندي ۽ روحاني نجات حاصل ٿيندي.

٢- ڪيئن سنڌو ديش ۾ سنڌين کي يڪجهتي ۽ ترقي نصيب ٿيندي.

٣- ڪيئن سنڌو ديش کي اقوامِ عالم ۾ پنهنجي جاءِ پيدا ڪرڻي پوندي.

۴- ڪيئن سنڌو ديش کي سندس سپرد ڪيل مشن پوري ڪرڻي آهي.

۵- ڪيئن انهي ذريعي خدا جي سڃاڻپ ٿي ۽ محبت الاهي ۾ رڱجي سگهبو.

ڏور م تون ڏوريج، صبر ڪر سسئي،
پرڻ چنڊ پيرن سين، وهڻ وساريج،
سڪن جا سيد چئي، لاڳاپا لاهيج،
هنئين ساڻ هليج، ته پنڌ پاسي پر نبري.

***

قصة العشق لا انصام لها،
فالصمت ماهنا لسان الحال.
(حافظ)

معنيٰ: "عشق جو قصو بي خاتمہ آهي، تنهن ڪري هتي زبان حال خاموش آهي."

١٩- ٦- ١٩٧٣ع

●●●













Design by : Heartline Graphic 0300-3069637




جي ايم سيد اڪيڊمي

سن ضلعو ڄامشورو، سنڌ


Rs:300/=

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳَر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڳُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)